پهريون ڇاپو: ڊسمبر ١٩٩٨ع
ڪتاب جو نالو: سنڌ جا ڪالم نگار
سهيڙيندڙ: مير نصرت حسين ابڙو
ڇپائيندڙ: جرنلزم ايجوڪيشن اينڊ ويلفيئر سوسائٽي
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي. فون: ٧٧٣٧٢٩٠

مله: ٢٠٠ رپيا

**ملڻ جا هنڌ**

ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور. اردو بازار ڪراچي
شاهه لطيف ڪتاب گهر. گاڏي کاتو حيدرآباد
عزيز ڪتاب گهر. بئراج روڊ سکر
ڪتاب سپر مارڪيٽ. فرسٽ فلور اصغر پلازا پاڪستان چوڪ لاڙڪاڻو

# فهرست


| | | |
|---|---|---|
| مهاڳ | علي احمد بروهي | ۹ |
| ٻہ اکر | قاضي اسد عابد | ۱۵ |
| ڪالمر ۽ ڪالمر نگاري | مير نصرت حسين ابڙو | ۱۹ |
| ڪاتي هينان ڪنڌ | امر جليل | ۲۶ |
| ٿوپيون | امر جليل | ۲۹ |
| عثمان حجمر جو روزو رکڻ | علي احمد بروهي | ۳۳ |
| نہ ڇمي ها مارئي نہ مارو پون ها مامري | علي احمد بروهي | ۴۰ |
| ڏيان طلب | حسين شاھ راشدي | ۴۳ |
| سنڌالاجي جي سلور جوبلي | حسين شاھ راشدي | ۴۹ |
| رتي جي رهاڻ | سراج | ۵۴ |
| رتي جي رهاڻ | سراج | ۵۹ |
| منهنجي دنيا | ڊاڪٽر سليمان شيخ | ۶۲ |
| منهنجي دنيا | ڊاڪٽر سليمان شيخ | ۶۵ |
| منهنجو پهريون اسڪول جا آخري | آفتاب ميمڻ | ۶۹ |
| اسلامر آباد ۾ نانگ | آفتاب ميمڻ | ۷۲ |
| روايتن ڪي ضرور قائمر رهڻ گهرجي | ڊاڪٽر فهميده حسين | ۷۶ |
| اڌوري ڪوڙ ۽ اڌوري سچ ۾ پناھ جي | | |
| کهڙي ڪاڻ | ڊاڪٽر فهميده حسين | ۸۱ |
| ڇهنڊڙيون | ڊاڪٽر نواز علي شوق | ۸۵ |
| ڇهنڊڙيون | ڊاڪٽر نواز علي شوق | ۸۸ |
| ٻنائيءَ سان دل جو سودو | مصطفيٰ نانگ راج | ۹۱ |
| اظهار جي قوت ۽ ڪالاباغ ڊيمر | وسيمر سومرو | ۹۵ |
| ڊائون سائيزنگ ۽ ٿائرن جو ڪاروبار | محمد هاشمر حامي | ۹۸ |
| شاھ لطيف ۽ اڄ جو سنڌي اديب | احسان دانش | ۱۰۱ |
| اي ڪاش اهو تون ڄاڻين ها! | سڪندر سرواڻ | ۱۰۷ |
| يادن جو ڪوهيڙو | ميان مير خان چانڊيو | ۱۱۱ |

| | | |
|---|---|---|
| دنيا جو امن ۽ بين الاقوامي ادارا | ڊاڪٽر بشير احمد شاد | ١١٥ |
| خيرالنسا جعفريءَ جو وچوڙو ۽ تخليق جو سفر | جهانگير عباسي | ١١٨ |
| ملير جي ماروي‌ءَ جي سياست سٽز بٽنڪ تائين ڪيٽن پهتي | ذوالفقار شاهه | ١٢٢ |
| هڪ نئين معاشرتي نظام جي ضرورت | سڪندر عباسي | ١٢٨ |
| لڙڪ ۽ مرڪ | ذاڪر حسين ڪتي | ١٣٢ |
| سنڌ جا قوم پرست سياست ڪار ۽ "مان" وارو وائرس | زرينه حسين ناريجو | ١٣٩ |
| آدم جي احسان فراموش پٽ جي حوا جي ڌيءَ تي حڪمراني | زرينه حسين ناريجو | ١۴۴ |
| پنهنجون ڳالهيون | محترم سلطانه وقاصي | ١٥١ |
| پنهنجون ڳالهيون | محترم سلطانه وقاصي | ١٥٥ |
| ٽرن جو ادب ڏانهن لاڙو | من موهن گياني | ١٦٠ |
| آسمان نيرو آهي | مرزا ڪاظم رضا بيگ | ١٦٦ |
| پائي ڪان ڪمان ۾ | طارق عزيز شيخ | ١٧٠ |
| مقتل ۽ ماڻهو | سارنگ امر | ١٧٣ |
| ڪراچيءَ ۾ طالبان جي پهرين هڙتال | ڪرم علي شاهه | ١٧٧ |
| آپگهات ڏانهن وڌندڙ سنڌ جي جوانيءَ جو وزيراعظم کي خط | رزاق ڪتي | ١٨٠ |
| سنڌي دانشورن جو بدلجندڙ تصور | صادق ٻڙدي | ١٨٦ |
| يزيدي ڪلچر ۽ امام حسين | ڪامريڊ مير محمد ٽالپر | ١٩٠ |
| شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ عشق الاهي | نجم الدين ڪنير | ١٩٦ |
| تعليم جي تباهي ۽ ڪرپشن وارا ڪاروبار | حاجي محمد رحيم ڪنير | ٢٠٣ |
| | نشتر سنڌو | ٢٠٧ |
| سچ وڏو ڏوهاري | امداد علي گوپانگ | ٢١٠ |
| ماڪ ۾ ميندرا ڪاڪ روئيندي رهي | مسڪين سمون | ٢١۴ |
| گامو سچار ۽ سچ جو زهر | ڪمال جامڙو | ٢١٧ |
| تعليمي ادارا نه پر استاد سڌاريو | غلام محمد ڪنير | ٢٢٢ |
| ڪوتاهه لوتا ۽ سنڌ | عاجز ارباب ڪنير | ٢٢٦ |
| الوداع ۽ آجيان | قاضي آصف | ٢٣١ |

| | | |
|---|---|---|
| سنڌ کي سجاڻو | عابد ڪاظمي | ٢٣۴ |
| پلئہ پايو سچ | رضوان گل | ٢٣٨ |
| ڏوهي ڪير | محمد خان سيال | ٢۴٢ |
| چٽا پيٽيءَ جي دؤر ۾ غافل نوجوان | | |
| ڳوٺ | قمر شهباز | ٢۴٧ |
| پريشانيون | قمر شهباز | ٢٥١ |
| ڏکن جو رستو - سچ جو رستو | انعام شيخ | ٢٥۴ |
| اسين سڀ ماٺهو آهيون | انعام شيخ | ٢٥٨ |
| هڪ شخص جنهن کي سياست ۽ | | |
| عاشقي ورثي ۾ ملي | اي- جي چانديو | ٢٦٢ |
| آئندي جا ابا | شاهن باداهي | ٢٧٠ |
| قلم جي ڪهاڻي | گلزار علي ولياٽي | ٢٧٣ |
| اونداهيءَ جو طوفان | ارشاد پناڻ | ٢٧٨ |
| فرض جي ساڃاهه | ارشاد پناڻ | ٢٨٢ |
| آئينا ۽ عڪس | ذوالفقار سيال | ٢٨٥ |
| سنڌ جا ميلا ۽ ثقافت ڪاتو | علي گوهر کهاوڙ | ٢٨٨ |
| گونگا ڳوڙها | علي گوهر کهاوڙ | ٢٩٢ |
| لهرن ليکو ناهي ڪو | قمر ابڙو | ٢٩٦ |
| اسين فرد جي حقن جي تشريح غلط | | |
| جاءِ تي ڪري رهيا آهيون | تسليم زنئور | ٣٠٠ |
| ڪهڙي ادا سان چئجي | نصير مرزا | ٣٠٥ |
| قصو رٽائرڊ وزيرن جو | مير نصرت ابڙو | ٣١٢ |
| ڪراچي ۾ موسمي مهمان | مير نصرت ابڙو | ٣٢٦ |
| تحريرن ۽ تقريرن جا چاليهه سال | مير نصرت ابڙو | ٣٢٨ |

## مهاڳ

”سنڌ جا ڪالم نگار“ سنڌي صحافت جي تواريخ ۾ اولين پيشڪش آهي، جنهن ۾ سنڌ جي مايه ناز اديبن ۽ ليکڪن جا ڪجھ شاهڪار شايع ڪيا ويا آهن. هي ڪتاب نه فقط ڪالم نگارن جي مختلف ۽ رنگ برنگي تحريرن جو هڪ نادر مجموعو آهي، بلڪ ادبي خوشبوءِ جي هُبڪار لحاظ کان، جيڪڏهن هن کي ”گلدسته“ چيو وڃي ته وڌاءُ نه ٿيندو. ڇاڪاڻ ته منجهس گلشن جي هر گل جي سُرهاڻ جو واس سمايل آهي. هن ۾ ڪو شڪ نه آهي ته گلن جي ورڪا ۽ هار سينگار سجائيندڙن ۾ اڪثر تجربيڪار، باشعور، دانشور ۽ هر فن مولا جهونا جوڳي آهن، ته ڪي وري نوان نڪورا فنڪار ۽ تاجي پيٽي پٽ ”ذات ڏٽي“ به آهن. پر هر هڪ جي قلم جي چاشني ۽ لکڻيءَ جي ”لئه“ پنهنجي رنگ ڍنگ جي آهي.

❋ هلندڙ صديءَ جي الوداعي موڙ تي، علم ادب جي ميدان ۾، هوندي به ڪافي روشني ڦهلجي چڪي آهي. ذهني سوجهري عام ٿيڻ سبب دنيا جي ڪُندَ ڪُڙڇ وارا اونداها ڪندر ۽ تاريڪ تهہ خانا پڻ ڪافي حد تائين روشن ٿي چڪا آهن. دنياءِ جي دانشورن ۽ سائنس دانن عالم انسانيت جي سماجي سياسي ۽ معاشي مونجهارن جون اڪثر ڳجهارتون حل ڪري مشڪل مسئلن جا هر ممڪن حيلا وسيلا پيش ڪيا آهن. ليڪن اهڙي بي پناه ترقي ۽ سڌاري جي باوجود، جيڪڏهن انساني جياپي ۽ روحاني سرحدن ۾ ڪا وصعت هيل تائين پيدا ٿي نه سگهي آهي، ته اهو هڪ افسوسناڪ امرُ آهي. انسان روحاني طور اڃان معصوم ٻارڙن جيان ٻانبڙا پائي رڙهندا ٿا رهن ماڻهو ڪڏهن اهڙي معراج ماڻيندا جو هو عام ماڻهو

روحاني راه جو مشاهدو ماڻهن لائق يا قابل ٿئي؟ ڪڏهن سندس روحاني رڙهڻ جي "پيرماني" ڪٿي وينديءَ؟ صدين گذرڻ جي باوجود به سالڪن لاءِ روحاني راز اڄان به هڪ اهڙي پرولي بڻيل آهن. جنهنجو ڪوبه پاهو ملڻ مشڪل آهي. تعجب آهي.

* ماڻهن جي اڪثريت پنهنجي روزمره واري رزق ۽ روزگار جي تلاش ۽ عمل ۾ مشغول رهي ٿي ۽ هو روحاني معاملن ڏانهن خاص ڌيان نه ٿا ڏين. تڏهن به هر ماڻهوءَ جي اندر ۾ "حقيقت" يعني سچ ڄاڻڻ جي دلي خواهش ضرور موجود رهي ٿي. جي ماڻهو الله ڪارڻ زندي گهارين ٿا سي هڪ خاص قسم جا ماڻهو آهن جن کي هي ڪامل يقين آهي ته "سچ چڱائي ۽ سونهن" الله پاڪ جي وجود جو اعليٰ مظهر آهن. جڏهن آدميءَ جي اندر واري سُتل شڪتي يا جوت بيدار ٿئي ٿي، ته پوءِ هي ممڪن آهي ته ڪيس روحاني راز جي ڪجھ پروڙ پوي ۽ مٿس روحاني اسرار ۾ انڪشاف ٿين.

* جوڳين ۽ ڌَهرين جي دعوائن باوجود ته سچ دراصل هڪ وهم گمان يا رُڄَ وارو ڏيکاءُ آهي، هر انسان هڪ حقيقي سچ جي هئڻ يا هَستيءَ ۾ يقين رکندڙ آهي. جڏهن به ڪو ماڻهو صاف دل ۽ پاڪيزه نيت سان ڪائنات جي دائمي حقيقت تي نظر ڏري ٿو ۽ ساڳئي وقت سندس عارضي ۽ فاني حُسن جا جائزو وني ٿو ته ڪيس هي احساس ضرور ٿو ٿئي ۽ هيءَ دنيا ۽ سندس اهڃاڻ هڪ آئينو آهي، جنهن ۾ غيرفاني حق سچ جو عڪس موجود آهي. هو پنهنجي نظر ۾ ايتري عروج تي ٿو پهچي جو باقي هر چيز ڪيس تيچ ۽ بيڪار ڏسڻ ۾ ٿي اچي. هي لقاءُ ئي آهي جو عارفن جي انهيءَ جذبي يا ڪيفيت جو بنياد ٿو بڻجي.

* ڪالم نگار جي ڪالم جو مطالعو ڪرڻ وقت هي ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي ته هر انسان پنهنجي حياتيءَ دوران ٽي عدد زندگيون گهاري ٿو. هڪ جسماني جا ڪائڻ پيئڻ ۽ عيش آرام تائين محدود آهي. ٻيو ذهني زندگي، جنهن ۾، لکڻ پڙهڻ علم پرائڻ ۽ انسانيت جي ساڃھ لاءِ آدمين کي اخلاص ۽ اخلاق جو سبق ۽ سکيا حاصل ڪرڻ شامل آهي. غرض ته، جي استاد اڪابر ۽ دانشور ٿيا ۽ جن ماڻهن کي پاڻ ۾ پريت وندڻ ۽ ڌرتيءَ سان ناتو نباه ڪرڻ جو درس ڏنو ۽ جن پنهنجي عملي

زندگيءَ وسيلي عوام کي آزاد جياپي جي ترغيب ڏني، سي پڻ ذهني زندگيءَ جو پيداوار هئا. ٽيون نمبر ۾ روحاني زندگي آهي جو سڀ کان اتم اعليٰ ۽ اوچي قسم جي حياتي آهي جا جسماني يا حيواني زندگيءَ جي ابتڙ ۽ ضد ۾ آهي.

* ڪالم نگار پنهنجي غور ۽ فڪر سان قدرت جي اسرار پروڙڻ، ملڪي ماڻهن جي مونجهارن ۽ مسئلن جي تحقيق ڪرڻ ۽ علم ادب وسيلي انسانيت جي ذهني سڌار ۽ چاڻ لاءِ پنهنجي لکڻ پڙهڻ وسيلي زندگيءَ جي سيڙپ ڪندا ٿا رهن. هو نه بزرگ پير يا مرشد آهن ۽ نه ڪنهن لاءِ ڪو دعا جو در هئڻ جي دعوا ٿا ڪن. هي برابر آهي، ته هو پنهنجي قوم ۽ ملڪ جي ماڻهن جي رهنمائي ڪندا ٿا رهن، پر ڪين ڪي پنهنجا شخصي يا ذاتي مقصد ۽ مطلب هرگز نه آهن. هي مجاهد ملڪ ۽ قوم جا صحيح معنيٰ ۾ خدمتگار آهن ۽ "سچائي صفائي ۽ ساڃهه" سندن ته زندگيءَ جا سونهري اصول آهن.

* ليکڪ ٿيڻ لاءِ لکڻ پڙهڻ جو شونق ذوق هئڻ اشد ضروري آهي پر جڏهن اهڙي خواهش سان گڏ تجربو ۽ علم شامل ٿئي، جڻ ته پوءِ ڪير ۾ جڻ ڪنڊ ٿي گڏجي. ڪڏهن ڪڏهن بدنصيبي ۽ بدقسمتي پڻ سبب بڻجن ٿيون، انهيءَ حقيقت جو ته جيئن اسان کي هيءَ چاڻ پوي ته شين جي اصلي حيثيت يا قدر قيمت ڪيتري آهي. پر شرط هي آهي، ته اسين جدوجهد جاري رکون ۽ همت هاري مايوس ٿي ويهي نه رهون. مثال طور جيڪڏهن ڪنهن شخص جي منزل يا زندگيءَ جو مقصد آهي باغ جو مالهي ٿيڻ ۽ جڏهن هو مالهي ٿيڻ سان پنهنجو مقصد ٿو ماڻي ته پوءِ ڪيس اهڙي اراده کان پنتي هٽڻ نه جڳائي.

* اسان جي هاڻوڪي زماني جي نوجوانن کي مجبور ڪيو ٿو وڃي ته هو پنهنجا خواب خيال يا سپنا ترڪ ڪري ڇڏين. خاص طور، خاندان جي وڏڙن ۽ بزرگن جي اثر رسوخ ماتحت ۽ سندن مرضيءَ مطابق وڪيل ڊاڪٽر يا بئنڪر بڻجن. نتيجو هي ٿو نڪري جو هو پنهنجو ذاتي مقصد گنوائي ٿا ڇڏين ۽ پوءِ اڳتي هلي پنهنجي شناس ۽ ساڃهه به وڃائي ويهندا. اهڙي ريت منجهن ڪابه جوت يا جرئت باقي نه ٿي رهي جو هو پنهنجي تجربي يا مشاهده کي تبديل ڪري سگهن ۽ پنهنجي بدبختيءَ کي ڪنهن

تازه موقعي ۾ وچڙائي يا سيڙائي پاڻ کي ڪا تقويت ڏيئي سگهن.

ليکڪ پوءِ هو مضمون نگار هجي يا ڪالم نگار، هو سيئي دپستي يعني پٽيوارين عورتن جيان آهن، جن زندگيءَ سان عشق ڪيو آهي ۽ هاڻ هو پيٽ سان ٿيون آهن. پر ڪين هيءَ جاڻ هرگز نه آهي ته ٻار جو پيءُ ڪير آهي؟

✽ اسان ۾ ڪجھ ڪالم نگارن جي حالت هي آهي جو هو پالتو ڍورن جيان وٿاڻ جي ڪِلي سان واڳيل آهن ۽ سندن سموري چرپر سندس رسيءَ جي ديگھ تائين محدود آهي. منهنجو هي ايمان آهي ته هر ليکڪ لاءِ سندس پنهنجي اندر ۾ بغاوت جي چٽنگ دکائڻ ضروري آهي، ليڪن شرط هي آهي ته بغاوت عادت نه بڻجي ۽ نه وري سڄي عمر ليکڪ کو باغي ٿي گذاري. وڏي ڳالھ ته بغاوت "بي مقصد" هرگز نه هجي. ليڪن پنهنجي عادتن جي مخالفت لاءِ بغاوت بلڪل ضروري آهي. ڏسڻ هي آهي ته اهڙي بغاوت جنهن وسيلي اسين پنهنجو ڏک پاڻ ڳولي سگهون. بغاوت کان مراد وڏڙن جي نافرماني هرگز نه آهي. سندن صلاح مصلحت ۽ نصيحت تي ضرور عمل ڪيو وڃي، پر جڏهن هو پنهنجي سوچ ويچار مطابق يا پنهنجي زندگيءَ جو گهاريل خاڪو اوهان آڏو عمل لاءِ پيش ڪن ته ان نقش قدم تي هلڻ هرويرو ضروري نه آهي ڇاڪاڻ ته اها سندن ذاتي زندگي ته ٿي سگهي ٿي، پر نه اوهان جي. جيڪڏهن اوهان جي بزرگ کي ريل تي چڙهڻ يا هوائي سفر جو موقعو نصيب نه ٿيو آهي ته ان جي معنيٰ اها نه آهي ته اوهان به ريلوائي يا هوائي سفر کان هَترُ ڪريو؟

✽ اوهان کي ڪنهن به نئين يا اڻجاتل تجربي کان پرهيز نه ڪرڻ جڳائي.

اوهين ڪيترو وقت ڪناري يا ڪنڌي تي ويهي وقت جي سيڙپ ڪندا؟ هر گهر ۾ گهڙڻ لاءِ اوهان کي وک وڌائڻي آهي. ڪناري تي ويهڻ ۾ ڪجھ به نه ورندو. حرڪت جو نالو آهي زندگي. فقط مڙدا يا لاشا چرپر نه ڪندا آهن. همت ڪري قدم وڌايو. پر ڪيڏانهن؟ اهائي ته مُک ڳالھ آهي جا اسانکي ڳولا ڪري منزل هٿ ڪرڻي آهي. هي برابر آهي ته راه ۾ اوهانکي رڪاوٽ آڏو ايندي. ڪيترا تجربا ٿيندا ۽ چرڪ به نڪرندا. ڇاڪاڻ ته جنهن املھ ماڻڪ جي تلاش ۾ اوهان ملڪ ميدان جي خاڪ ڇاڻي رهيا آهيو. جڏهن اوهان کي جاڻ ٿيندي ته اهو ماڻڪ اوهان جي

من مندر ۾ اندر محفوظ آهي تہ پوءِ چرڪ پرڻ هڪ لازمي اَمُر ٿيندو.

☀ هر هڪ ڪالم نگار جو "ڪالم" زندگيءَ جي ڪنهن شعبي جو هو بهو عڪس يا آئينو آهي. هر ڪالم نويس پنهنجي دور جي ماحول جي مصوري ڪئي آهي ۽ پنهنجي خيال جي اظهار ۾ ڪنهن بہ مصلحت کان ڪم نہ ورتو آهي. وڏي ڳالهہ هي آهي جو اڪثر ڪالم وقت جي اهڙي نازڪ موڙتي لکيا ويا آهن جڏهن ڪي سياسي يا سماجي سرڪار ۽ عوام درميان چڪتاڻ ۽ غلط فهميءَ جو سبب بڻجي رهيا هئا. جيڪڏهن ڪالم نگار وقت سر عقل ۽ دانش جو مظاهرو ڪندي ۽ صحيح صورتحال پيش ڪندي عوامي جوش و فروش تي چنڊبو نہ هڻن ها تہ گمان غالب هيو تہ ڪو وڏو خُلم مچي ها جنهنجي نتيجي ۾ رتوڇاڻ جو بہ قوي امڪان هيو. ڪالم نگار هوئڻ بہ عوامي جذبات جا صحيح معنيٰ ۾ نبض شناس مسيحا آهن ۽ هو پنهنجي عقل ۽ دليل ۽ ترجبي جي روشنيءَ ۾ ماڻهن ڪي صلح سانت ڀائپي برادري ۽ امين جو پيغام ڏيندا رهن ٿا جنهن بي لوث خدمت سبب سندن ذاتي عزت افزائي ۽ قدرشناسي ڪئي تي وڃي ۽ سندن ناماچار ۾ اضافو ٿئي ٿو. آءُ سمجهان ٿو اهڙي عزت افزائي تي ڪين هر قوم جو حق حاصل آهي. انهيءَ لحاظ کان ڪالم نگار صحيح معنيٰ ۾ عوامي نمائندا پڻ آهن.

"سنڌ جا ڪالم نگار" ڪتاب جي مهاڳ لکڻ جي سعادت مون کي سونپي ويئي آهي. جنهن احسان لاءِ آءُ ڪتاب جي سهيڙيندڙ محترم نصرت ابڙي جو ذاتي طور تي ٿورائتو آهيان ۽ آءُ اهڙي فرمائش کي پاڻ لاءِ وڏو اعزاز ٿو سمجهان. هن ڪتاب ۾ پنجاه کن ڪالم نگارن جون تحريرون درج ٿيل آهن جي مختلف مسئلن متعلق مختلف موقعن تي لکيل آهن.

نصرت ابڙو سنڌ جو نہ صرف ڄاتل سڃاتل صحافي آهي پر صحافت سندس عشق ۽ ذريعي معاش پڻ آهي. في الوقت انفارميشن کاتي ۾ ڊاريڪٽر آهي. گذريل ٣٦ سالن کان لڳاتار اخبارن مخزن ۽ رسالن ۾ لکندو رهي ٿو. ادب ۽ صحافت ۾ قابل قدر خدمتن سبب خاصو مقام حاصل ڪيو اٿس. جرنلزم سوسائٽيءَ جي زير سهاري اتڪل تي سؤ کن طالب علم شاه لطيف يونيورسٽيءَ کان صحافت ۾ ايم اي يعني

ماسٽرس ڪري چڪا آهن جنهن ڪاميابيءَ جو سهرو گهڻين پاڻگين نصرت ابڙو جي سِر آهي. علم ادب ۽ صحافت جي کيتر ۾ نصرت ابڙي جون ڪوششون قابل تعريف آهن جن بي لوث خدمتن لاءِ واليءَ در وينتي آهي ته الله سائين علم ادب جي هن پانديئڙي جون خدمتون قبولِ ڪري.

⁂ ڪالم نگارن جي خدمت ۾ آءُ پنهنجو سلام پيش ڪريان ٿو جي قوم ۽ ملڪ جي دک درد خاطر پنهنجو ننڊ آرام ڦٽائي قلعي ڪاوش ۾ زندگيءَ جي سيڙپ ڪري رهيا آهن. جڏهن مهاتما گوتم ٻڌ هن دنيا کان الوداع ڪري رهيو هيو ته سندس پياري ڀڪشو "آنندا" هٿ ادب جا ٻڌي ڪائنس پڇاڻو ڪيو ته "سندس لاڏاڻي پڇاڻان پوئلڳن جو ڪهڙو حشر ٿيندو؟" ڀڳوان ٻُڌ وراڻي ڏني ته "پنهنجو پاڻ ڏياٽي ٿي روشني ڦهلايو." سچ جي رسيءَ کي سهارو بڻايو. ٻيو ڪو واه وسيلو نه ڳوليو. پنهنجي ڇوٽڪاري جي راه پاڻ ڳولي لهو.

آءُ پنهنجي پيغام ۾ پڻ ساڳيا لفظ ورجائڻ پنهنجي خوش نصيبي ٿو سمجهان.

**علي احمد بروهي**

۱۰ آڪٽوبر ۱۹۹۸ع

## ٻه اکر

”سنڌ جا ڪالم نگار“ صحافتي دنيا جو پهريون ڪتاب آهي جيڪو سنڌ ۾ گذريل پنجاهه سالن جي اندر ڪڏهن به نه لکيو ويو آهي محترم نصرت ابڙي جو خيال آهي ته هن ڪتاب ۾ سنڌ جي سينيئر ۽ جونيئر ڪالم نگارن کي برابر جو موقعو ڏنو ويو آهي ته جيئن هو هڪ ٻئي جي تحريرن کان ۽ ان جي انداز کان واقف ٿي سگهن.

”سنڌ جا ڪالم نگار“ ڪتاب ۾ سنڌ جي ٥١ ڪالم نگارن جا ڪالم درج ڪيا ويا آهن انهن جي لکڻين جو انداز، لکڻ جي ڪوشش ۽ سنڌي ٻوليءَ جو مزو به جدا جدا آهي هن ڪتاب جي اندر ڪالم نگارن پنهنجي ڪاوش جو مظاهرو ڪيو آهي هڪ ڪالمنگار ته پنهنجا ٻه ڪالم پڙهيا آهن پر هن جي لاءِ باقي پنجاهه ڪالم نگارن جا ڪالم بلڪل نوان آهن جيڪي پڙهندڙ کي مزو ڏيندا ۽ معلومات ۾ اضافو ٿيندو.

”سنڌ جا ڪالم نگار“ ڪتاب ۾ محترم امرجليل سراج، علي احمد بروهي، پير حسين شاهه راشدي، ڊاڪٽر سليمان شيخ، انعام شيخ، ڊاڪٽر نوازعلي شوق ۽ ڊاڪٽر فهميده حسين جا ڪالم به شامل آهن جيڪي ڪتاب جو وڏو سنگهار آهن.

سنڌ جا ڪالم نگار ڪتاب هڪ ٻئي ڏي ڏسي ۾ ڏيڻ جي لائق آهي ڇاڪاڻ ته صحافت جي متعلق لکيل هي هڪ سٺي ڪوشش آهي.

نصرت حسين ابڙو سنڌ جو ڄاتل سڃاتل معروف اديب ۽ دانشور آهي جيڪو گذريل ٤٠ سالن کان سنڌ جي اخبارن ۽ رسالن ۾ لکي ٿو ۽ اڄا تائين هو ٿڪو ناهي سندس اها تجويز ته سنڌ جي ڪالم نگارن کي

هڪ مجموعي ۾ ڪنو ڪجي جيڪا ڪيس نصيب ٿي سال پر جي محنت کان پوءِ هن اهو ڪتاب اوهان تائين پهچايو سندس ان محنت تي جَسُ هجي.

نصرت ابڙو جيئن ته ۴۰ سالن کان لاڳيتو اخبارن ۽ رسالن ۾ لکي ٿو شايد ئي اها ڪا اخبار نه هوندي جنهن ۾ سندس ڪا تحرير شايع ٿيل نه هجي نصرت ابڙو صاحب هڪ ئي ٽائيم تي ممتاز ڪالم نگار، ڪهاڻيڪار، مضمون نگار ۽ مقالا نگار آهي.

نصرت ابڙي جيئن ته زندگي جا ۴۰ سال ادب ۽ صحافت کي ڏنا آهن ان جو هڪ سلوگن آهي ته "علم پرايو علم ورهايو" مان سمجهان ٿو ته ابڙي صاحب پنهنجي هن سلوگن جو پورو حق ادا ڪيو آهي هن علمي خدمت کي سامهون رکندي جڏهن سکر ڊويزن جو ڊائريڪٽر انفارميشن هو ته هن شاهه عبداللطيف يونيورسٽي ۾ صحافت جي تعليم جو بنياد وڌو ڪيس ۱۹۸۹ع ۾ ڊاڪٽر آر- اي شاهه موجوده وائيس چانسلر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي اعذازي ڪوآرڊينيٽر جي حيثيت سان مقرر ڪيو جنهن ۾ شاگردن جي لاءِ اها سهولت پيدا ڪئي هئي ته هو پرائيوٽ صحافت ۾ ايم- اي جو امتحان ڏين ۽ جناب نصرت ابڙي سکر ۾ "جرنلزم ايجوڪيشن ۽ ويلفيئر سوسائٽيءَ" جو بنياد وڌو هن اڪيلي سر ليڪچرس ڏنا سيمينارس ڪيا پيپر ٺاهيا پيپر ڏنا بعد ۾ شاگرد پيدا ٿيا انهن به ساٿس سهڪار ڪئي جنهن جي نتيجي ۾ نصرت ابڙي جي محنتن ادب ۽ صحافت سان لاڳيتو محبت جي ڪري گذريل ڏهن سالن جي اندر ۳۰۰ سو کن شاگرد ايم- اي صحافت ۾ ڪري چڪا آهن. اهو به سهرو نصرت حسين ابڙي جي سر تي آهي. "سنڌ جا ڪالم نگار" ڪتاب ۾ "جرنلزم ايجوڪيشن ۽ ويلفيئر سوسائٽيءَ" جي طرفان پڌرو ڪيو ويو آهي.

نصرت ابڙو سنڌ جو واحد اديب ۽ صحافي آهي جنهن سنڌي زبان ۾ ته لکيو آهي پر هن اردو زبان ۾ به تمام گهڻو لکيو آهي پوري ملڪ جي اندر سنڌ کي متعارف ڪرائڻ يا ملڪ کان ٻاهر پوري دنيا ۾ سنڌ کي متعارف ڪرائڻ سندس محنتن جو نتيجو آهي.

اردو اخبارن ۾ "روزانه جنگ، روزانه مشرق، روازنه نواءِ وقت، روزانه

حريت، روزانه امن“ کان علاوه ملڪ جو ممتاز رسالو ”اخبار جهان“ ۾ به سنڌس مضمون ۽ مقالا شايع ٿيندا رهن ٿا.

هي ڪيڏي نه سنڌ واسين جي لاءِ اعزاز ۽ ناموس جي ڳالهه آهي جو لنڊن ۾ انٽرنيشنل جنگ لنڊن ۾ به سنڌس سنڌ جي متعلق مقالات شايع ٿيندا رهن ٿا جن اردو مقالن کي انگريزي ۾ ترجمو ڪري شايع ڪيو وڃي ٿو، هن ڪري ابڙي صاحب جي سنڌي ۽ اردو تحريرن کي سلام ڪجي ٿو هن گذريل ۴۰ سالن جي اندر ايترو ته لکيو آهي جو انهن کي گڏ ڪري مختلف عنوانن سان ڪتاب شايع ڪراءِ جن ته گهٽ ۾ گهٽ ويهارو کن ڪتاب شايع ٿي سگهن ٿا.

نصرت ابڙي صاحب جو سنڌ جي ”روزانه عبرت“ سان گهرو تعلق آهي سال ۱۹۵۹ع ۾ جڏهن سنڌ يونيورسٽي ۾ فرسٽ ايئر جو طالب علم هو ته هو عبرت اخبار گهمڻ آيو پنهنجو هڪ مضمون اشاعت جي لاءِ عبرت ۾ ڏنائين. ۱۹۵۹ع کان ۱۹۹۸ع تائين هو عبرت اخبار ۾ سنڌ جي خدمت ڪندو رهي ٿو عبرت اخبار کي اهو فخر آهي ته اسان چاليهه سال سنڌس تحريرن کي جڳهه ڏني ۽ سنڌس تحريرن جي ڪري عبرت اخبار جو به مان وڌيو آهي سنڌ جي اندر اڄڪلهه وڏا اديب ۽ ڪالم نگار پيدا ٿيا آهن جن پنهنجي تحريرن سان وڏو نالو ۽ ناماچار پيدا ڪيو آهي پر نصرت ابڙي صاحب ايترو ته ڪهنا مشق لکندڙ آهي جو انهن اديبن ۽ صحافين کي بچپن ۾ نصرت ابڙي جون تحريرون اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيل مليون ۽ هنن تحريرن منجهان لاڀ حاصل ڪيو.

نصرت ابڙي صاحب ۱۹۸۴ع ۾ هڪ ڪتاب لکيو ”روشنين جو شهر ڪراچي“ هن ڪتاب کي وڏو مان مليو جو انگريزيءَ ۾ به ترجما ٿي ڪري ٻاهرين ملڪن ۾ ڇپيا.

نصرت ابڙي صاحب هڪ ملاقات ۾ ٻڌايو ته هو ۳۰ نومبر ۱۹۹۸ع تي رٽائر ٿي رهيو آهي سنڌس جسامت مان هميشه اهو لڳندو آهي ته هو ۵۰ سالن جو آهي ۳ سال کن اڳ ابڙو صاحب اسلام آباد منهنجي بنگلي تي آيو پٽ جي نوڪريءَ جي لاءِ مان جڏهن ابڙي صاحب کي ڏٺو اهڙو ته هشاش بشاش ۽ پيارو لڳو جو مان کانئوس پڇيو ته توهان جي صحت جو راز ڇا آهي ۽ توهان ڇا کائيندا آهيو هن ان ڳالهه تي مسڪرائيندي جواب

ڏنو تہ "الله جي ڪلام" ۾ وڏي طاقت آهي.

نصرت ابڙو پيارو ۽ محبوب ماڻهو آهي هن کان پڇيو ويو تہ ڪيترن جي دلين جي ڌڙڪن رهيا آهيو ابڙي صاحب مسڪرائيندي جواب ڏنو تہ دنيا جي محبوبن ۾ ڪا وفا ڪانهي. منهنجي محبوبہ تہ منهنجي "سنڌ" آهي. سنڌ سان جنهن بہ وار برابر ويساهہ گهاتي ڪئي ان کان قيامت ۾ خدا جي طرفان پڇاڻو ٿيندو سنڌ جي خدمت کان انڪار ائين آهي جيئن ڪو پنهنجي ماءُ جو ٿڃ کان انڪار ڪري.

نصرت ابڙو صاحب پنهنجي ذات ۾ هڪ مڪمل انجمن آهي سندس قرب جو ڪچهريون ايتريون تہ مشهور آهن جو سائٽس آفيس ۾ يا گهر ۾ جڏهن بہ ڪو ڪهچري ڪندو تہ اتي علم، ادب ۽ عقل جون ڳالهيون نڪرنديون ابڙو صاحب نوان نوان لطيفا ٻڌائيندو، ائين ڪٿي چئجي تہ لطيفن جي کاڻ آهي سندس ڪچهريءَ ۾ هڪ دفعو جيڪو بہ ويٺو اهو سالن تائين وري ڪچهريءَ جو واس ٻين کي ٻڌائيندو رهندو.

نصرت حسين ابڙو صاحب جي ۴۰ سالن کان علم ادب سان لڳاءُ ۽ مستقل لکڻ جي ڪري سندس اهم مقام آهي سندس ۴۰ سال خدمتن جي ڪري جيڪڏهن کيس سنڌي صحافت ۾ "مير صحافت" جو خطاب ڏجي پوءِ بہ اسان سندس خدمتن جو حق ادا ڪري نہ ٿا سگهون.

مان آخر ۾ وري بہ لکندس تہ نصرت ابڙي جو مرتب ڪيل ڪتاب "سنڌ جا ڪالم نگار" هڪ عظيم ۽ ممتاز ڪتاب آهي نوجوانن کي اهو پڙهڻ گهرجي.

مان سنڌ جي اديبن ۽ خاص طرح صحافين کي اهو عرض ڪندس تہ هو ابڙي صاحب جي مثالي زندگي مان سبق وٺي پاڻ کي سينگارن ۽ سنوارن منهنجي دعا آهي تہ ابڙي صاحب کي خدا تعاليٰ دراز عمر ڏي جو پنهنجي سنڌ ڌرتي سان پيار ڪرڻ جو قرض لاهي سگهي.

۱۰ آڪٽوبر ۱۹۹۸ع

**قاضي اسد عابد**



# ڪالم ۽ ڪالم نگاري

مير نصرت ابڙو

عام طرح سان جڏهن سنڌ جي اندر "صحافت" جو آغاز ٿيو انهن ڏينهن ۾ گهڻو ڪري هفتيوار اخبارون نڪرنديون هيون اهي هفتيوار اخبارون وڏي پابنديءَ سان نڪرنديون هيون انهن اخبار جا ايڊيٽر گهڻو ڪري مولانا، اديب، شاعر ۽ دانشور هوندا هئا جيئن حضرت مولانا دين محمد وفائيءَ جو دؤر.

انهن اخبارن ۾ لکندڙ ماڻهوءَ جون تحريرون وڏو مقام رکنديون هيون لکندڙن کي به وڏي تحقيق ۽ تجربي جي وڏي ضرورت هوندي هئي اخبار جي ايڊيٽر کي اهو مڪمل اختيار هوندو هو ته هو تحريرن جي لفظن کي ۽ جملن کي غور سان پڙهي سمجهي ۽ سڌاري ان تحرير جي ٻولي به درست ڪئي ويندي هئي ۽ تحقيق به درست ڪئي ويندي هئي ائين ڪندي ڪندي ليکڪ حضرات انهن تحريرن مان گهڻو لاڀ حاصل ڪندا هئا ۽ ايڊيٽر جي صحبت ۾ ويهي سنگت رکي بحث مباحثا ڪري پنهنجي علم

۾ واڌارو ڪندا هئا ۽ ۱۰، ۱۵ سالن ۾ هو سٺا اديب ۽ دانشور بڻجي ويندا هئا.

"نئين زندگيءَ" جو جڏهن سنڌ ۾ آغاز ٿيو ته حضرت مولانا عبدالواحد سنڌي سنڌ جي شاعرن ۽ ڪهاڻيڪارن جي لاءِ هڪ تربيتي ادارو کوليو جنهن اداري مان تربيت وٺندي وڏا اديب، شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ ڪالم نگار پيدا ٿيا.

اخبار جي اندر جيتري قدر ڪالم نگاريءَ جو تعلق آهي ته هي اڄ ڪله هي صنف بين الاقوامي ليول جي آهي ۽ پوري دنيا جي اندر جيڪي به اخبارون جنهن به زبان ۾ نڪرن ٿيون انهن اخبارن ۾ "ڪالم نگارن" جو وڏو مقام ۽ هٿ آهي.

سڀ کان پهريائين ته هفتيوار اخبارن ۾ ۽ روزانه اخبارن ۾ هڪ مزاحيه انداز جي تحرير جو رواج پيو جيڪو اخبار جو ايڊيٽر يا ٻاهريون ماڻهو لکندو هو ۽ ان تحرير ۾ ايترو ته مزو ۽ حظ هوندو هو جو ماڻهو ان تحرير جو انتظار ڪندا هئا عام طرح سان اخبار ۾ اها تحرير ايترو ته مشهور ٿي ويندي هئي جو اخبار کي ماڻهو خريد به ان ڪري ڪندا هئا ته هن اخبار ۾ ڦلاڻي ماڻهوءَ جو "ڪالم" لکيل آهي. مثال طور: روزانه عبرت جي لاءِ شهر نواب شاه جو مرحوم "نور عباسي" هڪ وڏو ڪالم نگار ٿي گذريو جيڪو "واٽ ويندي" ڪالم ڪيترن ئي سالن تائين عبرت اخبار ۾ لکندو رهيو انهن ڏينهن ۾ اڄا عبرت اخبار جي ۽ نورعباسيءَ جي ابتدا هئي نور عباسي جي ڪالم کي پڙهڻ جي لاءِ عبرت اخبار کي ماڻهو خريد ڪندا هئا.

ڪالم نگار ۽ انهن جو فن آهستي آهستي ترقي ڪندو رهيو ۽ اها شخصي صحافت مان وڌي ڪري عام ٿيندي وئي ۽ ڪالم نگاري جي تحت وڏا عنوان لکجڻ ۾ آيا ڪالم نگاريءَ جي تحت تمام قومي ۽ بين الاقوامي مسئلا، ادبي ۽ معاشرتي مسئلا، سماجي ۽ ثقافتي مسئلا، اقتصادي ۽ سياسي مسئلا ننڍا وڏا عوامي مسئلا ۽ مختلف عنوانن سان گڏ "طنز مزاح" جو موضوع بڻجي ويا ۽ اڄ ڏينهن تائين انهن مسئلن تي لکيو وڃي ٿو ۽ وڏا چوٽيءَ جا ڪالم نگار پيدا ٿيا آهن.

اردو صحافت ۾ اسان جي سنڌ جو ڪالم نگار پير علي محمد

راشديءَ کي وڏو مقام حاصل آهي جنهن "مشرق ۽ مغرب" جي عنوان سان ٧٠، ٧١ ۽ ٧٢ جي وقت روزانہ "جنگ" ۾ هفتيوار ڪالم لکيو مون کي اهو اعزاز حاصل آهي تہ سندس ڪالم ڪٽي جنگ اخبار ۾ ڏئي ايندو هوس ۽ سندس چيڪ بہ وٺي ايندو هوس.

اڄ ڪلھ جي ڏينهن ۾ اخبار جي لاءِ ڪالم انتهائي ضروري آهي ڇاڪاڻ جو اخبار جي اندر جيڪي مضمون ۽ مقالا ڇپجن ٿا انهن تحريرن مان ماڻهن کي عام طرح سان معلومات ملي ٿي پر پڙهندڙ کي "طنز مزاح" جي تحرير جي بہ ضرورت پئي ٿي ۽ بعض وقتن تي اخبار کي سجاتو بہ ان ڪالم نگار جي نالي سان وڃي ٿو جيئن شهر ڪراچي ۾ روزانہ امن اخبار جو هڪ ڪالم نگار ٿي گذريو آهي جنهن جو ڪالم هيو "جمع خان کي قلم سي" عام طرح سان اخبارن ۾ ڪالم لکڻ جي وقت هفتي ۾ هڪ ڏينهن هوندو آهي پر اخبارن وارا گهٽو ڪري ليکڪن کي بکُ ڪندا آهن جيڪي سلسلي وار روزانہ ڪالم لکندا آهن ١٩٧٠ع ۾ جڏهن ڪراچيءَ مان روزانہ "هلال پاڪستان" نڪتي تہ ان اخبار ٧ ڪالم نگار بک ڪيا انهن ستن ڪالمنگارن منجهان بہ پي- ايڇ- ڊي ڊاڪٽرس هئا جيڪي ڪراچيءَ جي ڪاليجن ۾ پڙاهيندا هئا مون ڏنو تہ پنجن ستن مهينن کان پوءِ اهي ڪالم نگار بڻي جٽا ٿڪجي پيا ۽ صحافتي ذهن سان واسطو رکندڙ ڪالم نگار لاڳيتو لکندا رهيا.

عام طرح سان "ڪالم نگار" پنهنجو اصل نالو نہ لکندا آهن ۽ هڪ فرضي نالي سان متعارف ٿيندا آهن پر اڄڪلھ سنڌي اخبارن ۾ ڪالم نگار پنهنجو اصل نالو لکن ٿا.

مان متي بہ لکي چڪو آهيان تہ اڄڪلھ ڪالم نگاري هڪ بين الاقوامي صنف آهي هن کان اڳ ۾ جو ڪالم نگاريءَ جي مواد تي لکجي ڪجھ ملڪ جي اندر قومي ليول جي دانشورن جو ڪهاوتون لکجن ٿيون.

"ڊاڪٽر عبدالسلام خورشيد" جو چوڻ آهي تہ هر اخبار ۾ ڪجھ مستقل عنوان هوندا آهن نہ تہ خبرون يا وري معلومات پيش ڪئي ويندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن مزاحيہ، ديني، طبي، سائنسي پسمنظر جو مواد ڏنو ويندو آهي."

پروفيسر شفيق جالندهري پنهنجي ڪتاب "اردو ڪالم نگاري" ۾ هن طرح چيو آهي ته ڪنهن مستقل عنوان تحت اخباري رسالي ۾ باقاعده شايع ٿيندڙ تحرير کي "ڪالم" چئبو آهي جيڪو عموماً لکڻ واري جي نالي سان گڏ هوندو آهي.

منهنجو پنهنجو ذاتي خيال آهي ته ڪالم جيڪو لکيو ويندو آهي اهو "Topic of the day" تي لکيو ويندو آهي يا هفتو ڏيڍ پويان جي معلومات کي گڏ ڪري ڪالم لکيو ويندو آهي ۽ ان موضوع سان انصاف ڪرڻ جي لاءِ ڪالم نگار هڪ ٻئي جي مقابلي ۾ گهڻو لکندا آهن جيئن ته اسان جي اخبارن ۾ گذريل ٨ مهينن کان ڪالاباغ ڊيم تي سنڌ جي ڪالم نگارن تمام گهڻو لکيو آهي جن سان اخبارون ڀريون پيون آهن ۽ اڄڪلهه جيڪو ڪالم لکيو ٿو وڃي اهو آهي حڪيم سعيد جي شهادت تي ۽ انهن جي قاتلن کي پڪڙڻ جي لاءِ حڪومت جي طرفان اعلان ڪيل ٥٠ لک روپيه.

ان کان علاوه ڪراچيءَ جي اندر ٿيندڙ دهشت گرديءَ ۽ هٿ پير ٻڌل لاش جيڪي ڳوڻين ۾ ملن ٿا.

اخبارن جي اندر لکندڙ ڪالم نگارن جي لاءِ اهو ڪو ضروري نه آهي ته انهن کي اعليٰ تعليم مليل هجي مگر لکندڙن جي لاءِ ضروري آهي ته انهن کي وسيع تجربو هئڻ گهرجي گهٽ ۾ گهٽ ٢٠ سال جو تجربو ۽ ڪالم لکڻ جو آغاز ٻه ٢٠، ٢٥ سالن کان پوءِ ڪرڻ کپي عام طرح سان ڏٺو ويو آهي ته ڪنهن اخبارجي دفتر ۾ ڪو دوست ايڊيٽر سان ملڻ آيو چانهه پاڻي پيئڻ کان پوءِ ان ايڊيٽر دوست کي چيو ته يار تون اسان جي لاءِ ڪالم چو نه ٿو لکين بس معاملو طئي ٿيو ڪالم جو نالو طئي ٿيو ۽ ڪالم جي اشاعت جو ڏينهن طئي ٿيو پوءِ ڀلي اهو لکندڙ اديب يا صحافي نه هجي ڊاڪٽر يا انجنيئر هجي بس اهو ڪالم لکندو ۽ اخبار جو پيٽ ڀربو رهيو ان ڪالم لکندڙ جي لاءِ فقط اها ڪواليفڪيشن ضروري آهي ته هو ايڊيٽر جو دوست آهي ڀل ان ماڻهو زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ڪو ڪالم نه پڙهيو هجي يا ڪالم لکڻ جي فن کان واقفيت نه هجي.

عام طرح سان اخبارنءِ ۾ ايڊيٽورلس ڪهاڻيون، مضمون، مقالا ۽ ڪالم لکيا وڃن ٿا ادب صحافت جي اصولن تحت اهي تحرير جون

صنفون الڳ الڳ مقام رکن ٿيون انهن تحريرن جو فن ۽ هنر به الڳ آهي ضروري نہ آهي تہ ڪو مقالانگار سٺو ڪالم نگار بہ ٿي سگهي ٿو ڪهاڻيڪار پڻ ڪهاڻي لکي پر ان جي لاءِ اهو ضروري نہ آهي تہ هو سٺو ڪالم نگار بہ سگهي ٿو.

اڄڪلهہ سنڌ ۾ تمام گهڻيون اخبارون نڪتيون آهن انهن اخبارن جي صفحات کي پڙهڻ جي لاءِ ڪافي خواتين ۽ حضرات رائيٽر اڀري مٿي آيا آهن پر تجربي اهو ٻڌايو آهي تہ هو ڪالم جي نالي تي ڪڏهن ڪهاڻي ٿا لکن ۽ عام طرح سان ڪڏهن "سياسي مضمون" ٿا لکن بس اخبار جو پيٽ ڀرجي ٿوءِ ٿن رويين ۾ اخبار وڪامي وڃي ٿي.

هڪ ڪالم نگار جي لاءِ اشد ضروري آهي تہ هو مئگزينس پڙهي اخبارون پڙهي اهي اخبارون پڻ اردو ۽ انگريزي ۾ ڇو نہ هجن ان جي رائيٽرس ڪان واقفيت وٺي پوءِ پنهنجو قلم هٿ ۾ کڻي هڪ رائيٽر جي لاءِ ضروري آهي تہ هو ۷۰ سيڪڙو پڙهي ۽ ۳۰ سيڪڙو لکي تڏهن سنڌس تجربو ۽ واقعات جيڪي عوام جي اڳو ايندا اهي سٺي معلومات رکي سگهن ٿا.

هڪ ڪالم نگار جي لاءِ بيحد ضروري آهي تہ هو ٽي وي ۽ ريڊيو کي پابندي سان ٻڌي ۽ ڏسي خاص طرح سان جيڪي تبصرن جا پروگرام ٿين ٿا انهن کي ضروري ڏسي. سينيئر ماڻهن جي تجربن مان جونيئر ماڻهن کي لاڀ وٺڻ کپي.

عام طرح سان ڏٺو ويو آهي تہ مشاهدو انسان جي زندگي ۾ هڪ اهم مقام رکي ٿو عام ماڻهو ۽ ليکڪ جي وچ تي اهو فرق آهي تہ ليکڪ جيڪي ڏٺو ۽ ٻڌو آهي ان کي صحيح نموني سان ۽ دلچسپ انداز ۾ پيش ڪري سگهي ٿو.

اسان کي پنهنجي سنڌ ۾ ڪاڪي گرداس واڌوائيءَ جون سارونڻيون بلڪل ياد آهن ۽ موجوده دؤر ۾ خدا ڪيس عمر دراز ڏي سنڌ جو معروف اديب ۽ دانشور سائين علي احمد بروهي جي لکڻ جو انداز نرالو ۽ ممتاز آهي ٻيو سندس ڪنهن بہ تحرير کي جيستائين پڙهي پورو نہ ڪندو تيستائين مزو نہ ايندو. بروهي صاحب اسان جي اطلاعات کاتي جو رٽائر سيڪريٽري انفرميشن هيو ان سان اسان جي پراڻي نيازمندي ۽ سڪ آهي جواني جي عرصي کان لکي ٿو، سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ لکي ٿو عمر جي

لحاظ ڪان هو پوڙهو ۽ بزرگ آهي پر لکڻ جي انداز ۾ هو اجا به جوان آهي.
مون کي ياد ٿو اچي ته ١٩٨٢ع ۾ "هلال پاڪستان" ۾ منهنجو ڪالم ڇپيو هو "روشنين جو شهر ڪراچي" پوءِ ١٩٨٤ع ۾ اهو ڪالم ڪتابي صورت ۾ مان پڌرو ڪيو ان ڪتاب جي مهورت جي موقعي تي صدارت ۾ سائين علي احمد بروهي صاحب ڪئي ان وقت بروهي صاحب کي تيز بخار هو هڪ دفعي سائين جي ايم سيد علي احمد بروهي کي خط لکيو ته بروهي صاحب اوهان جون تحريرون ڏاڍيون پياريون ۽ معلوماتي آهن پر تون ديگهه ڏاڍي ٿو ڪرين سائين بروهي صاحب روزانه "هلال پاڪستان" جي ڪالم ۾ سائين جي ايم سيد جي پسند جو شڪريو مڃيو ۽ ڪالم نگاريءَ جو هنر ڏيکاريندي بروهي صاحب لکيو ته مان توهان جو بيحد شڪر گذار آهيان جو توهان کي منهنجي ٻولي ۽ ڪالم وڻيو جيتري قدر ديگهه جو تعلق آهي ته مان آهيان ٦٢ ۾ توهان آهيو ٨٢ ۾ ٻڌايو ته ديگهه ڪير ٿو ڪري.
اخبارن جي اندر ڪالم نگارن کي وڏي احتياط ۽ تحقيق سان ڪالم لکڻ گهرجي ڇاڪاڻ جو سندس ڪالم اڄ جي تاريخ جا ورق آهن اڳتي هلي انهن ڪالمن مان تاريخ ٺهندي.
اڄ ڪلهه سنڌ جي اندر اخبارن ۾ اهو لکيو ٿو وڃي ته ڪالاباغ ڊيم نه ٺهي ملڪ جي وزير اعظم نواز شريف اهو به اعلان بار بار دهرائي ٿو ته تيستائين ڪالاباغ ڊيم جي هڪ سر به نه لڳندي جيستائين سنڌ بلوچستان ۽ سرحد جا ماڻهو راضي نه ٿيندا اسان ته پنهنجي سنڌ ۾ ويهي ڪالاباغ ڊيم جي متعلق اعلان تي اعتبار ڪريون ٿا مگر خبر ناهي ته اتي ڪالاباغ ڊيم تي هڪ سر لڳي آهي يا ڪيتريون سرون لڳيون آهن هن سال ١٩٩٨ع ۾ ڪالاباغ ڊيم جي خلاف سنڌ جي ڪالم نگارن جيڪو لکيو آهي اهو سون آهي اهو سچ آهي ۽ سندن اها تحقيق رڪارڊ تي ڇپيل آهي ٢٠٢٠ جي ٽائيم تي انهن ڪالمن کي جڏهن ٻيهر پڙهيو ويندو ته اسان ڪالاباغ ڊيم جي مخالفت ڪئي پر توهان ڇا مان ڇا ڪري ڏيکاريو.
ڪالم نگار هميشه هڪ اهڙي حڪيم جي حيثيت رکي ٿو جيڪو سماج جي نبض تي هٿ رکي مرض سڃاڻي ٿو ۽ دوا ڏي ٿو ڪالم نگار جو لکڻ وقت الفاظ ان جي چوڌاري پاڻيءَ جي مڇي وانگر

منهن ڪڍيون بينا هوندا آهن ته مهرباني ڪري مون کي استعمال ڪريو.

ڪالم نگار جو لکيو ۽ پورهيو قوم جي امانت آهي هو اخبار جي اندر روزانه ڇپجي ٿو پر سندس لکيو قوم جي لاءِ سرٽيفڪيٽ جي حيثيت رکي ٿو آخر مان سنڌ جي نوجوان خواتين ۽ حضرات ڪالم نگارن کي گذارش ڪندس ته هو پنهنجي بزرگ ڪالم نگارن کي روزانه پڙهن ان مان سبق حاصل ڪن مان وري به لکندس ته هو ۷۰ سيڪڙو پڙهن ۽ ۳۰ سيڪڙو لکن.

ڪالمن نگارن جي لاءِ ٽيڪنيڪلي اهو ضروري آهي ته هو ٻولي ۾ مٺاس ۽ محبت پيدا ڪري طنز مزاح پيدا ڪن ان ڪري ڪالم نگاريءَ جي ابتدا جڏهن ٿي ته مزاحيه انداز جي تحريرن کي ڪالم ڪوٺيو ويو.

ڪالم نگارن کي مان وري به صلاح ڏيندس ته هو اردو اخبارون به پڙهن ۽ سنڌي اخبارون به پڙهن انهن ڪالمن مان معلومات وٺي ڪالم نگاريءَ جي فن کان واقفيت وٺن سنڌ جي اندر ڪجھ خواتين ۽ حضرات پاڻ کي ممتاز ڪالم نگار سمجهن ٿا پر جي انهن جا نالا هت نه ٿا ڏجن ته انهن کي به گذارش آهي ته هو ڪالم نگاريءَ جي هنر کان واقفيت وٺن مان آخر ۾ وري به لکان ٿو ته ڪالم نگاري "Topic of the day" تي لکٽو آهي سندس تجربو ۽ اخبار جي پڙهڻ مان اهو طئي ڪرٽو پوندو ته اڄڪله "Topic of the day" ڇا آهي ۽ ڪهڙو آهي هو ڪالم نگار پڙهندڙن کي هٿ کان وٺي سڙڪ تي هلي ٿو ۽ اصل منزل تي پهچائڻ جي ان کي صلاح ڏي ٿو مثال طور: ڪالاباغ ڊيم ۽ حڪيم سعيد جي شهادت کي ۽ وزيراعظم جي واعدن تي توهان کي هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي.



# ڪاتيءَ هيٺان ڪنڌ

امر جليل

هڪڙي وڏيري قربانيءَ لاءِ آندل ٻڪر کي هٿ ڦيرائيندي چيو، ”پيارا ٻڪر، اڄ عيدالاضحيٰ آهي. مان توکي خدا جي راهه ۾ قربان ڪندس.“

ٻڪر ڏاڍو حيران ٿيو. حيران ان ڪري ٿيو، جو وڏيري صاحب جي نوڪرن چاڪرن ٻڪر جي ڏاڍي خدمت چاڪري ڪئي هئي. ڪيس پستا باداميون کارائي وهڙو ڪري ڇڏيو هئائون. ٻڪر جي خواب خيال ۾ به نه هو، ته کيس کارائي پيئارائي، ٿلهو متارو ڪري خدا جي راهه ۾ قربان ڪيو ويندو! هو وڏيري جي ڳالهه ٻڌي حيران ٿيو. هن وڏيري کان پڇيو، ”وڏيرا سائين، تون مون کي خدا جي راهه ۾ ڇو ٿو قربان ڪرين؟“

وڏيري مڇ مروڙيندي جواب ڏنو، ”ڇو جو تون منهنجو سڀ کان پيارو ٻڪر آهين.“

”دنيا ۾ پيون به ڪيتريون ئي شيون توکي پياريون آهن، جهڙوڪ:

اقتدار جي ڪرسي، صوبيدار جي دوستي ۽ البيلن جي الفت.“ ٻڪر چيو، ”تون اهي شيون ڇو نہ تو قربان ڪرين؟“

”مون ڪي تو ڪان وڌيڪ ڪجھ بہ پيارو ناهي، منهنجا پيارا ٻڪر.“ وڏيري پيار منجهان ٻڪر ڪي هٿ ڦيرائيندي چيو، ”ڪجھ دير ڪان پوءِ ڪاسائي (قصائي) ايندو ۽ منهنجي طرفان توکي خدا جي راھ ۾ ڪهي ويندو.“

”مون کي ڪاسائيءَ هٿان نہ ڪهاءِ، وڏيرا سائين“ ٻڪر ٻاڏائيندي چيو، ”مون تنهنجا پستا بادام ڪاڌا آهن. تون پاڻ مون کي پنهنجي هٿن سان ڪهي ڇڏ.“

”نہ نہ“. وڏيري چيو، ”مان توکي ڪهي نہ سگهندس.“

”تون خدا جي خلق کي ڪهندو رهيو آهين. تون هارين نارين جا حق ڪهندو رهيو آهين.“ ٻڪر پڇيو، ڇا اها مڃڻ جهڙي ڳالھ آهي تہ تون هڪ مون جهڙي مسڪين ٻڪر کي ڪهي نہ سگهندين!“

وڏيرو اچرج ۾ پئجي ويو. هن ٻڪر ڪان پڇيو، ”ڇا تون ڪميونسٽ ٻڪر آهين؟“

”مون نہ ڪارل مارڪس کي پڙهيو آهي، ۽ نہ ئي مون ڪميونسٽ مينيفيسٽو پڙهيو آهي.“ ٻڪر نهايت نماڻو ٿيندي چيو، ”مان تہ ويچارو سادڙو ٻڪر آهيان.“

وڏيرو فڪرمند ٿي پيو. ٻڪر جي جواب ڪان مطمئن نہ ٿيو. هن ٻڪر کي چيو، ”مان سڀ ڪان اڳ سي آءِ ڊي وارن ڪان تنهنجي باري ۾ پڇا ڳاڇا ڪندس، ۽ ان ڪان پوءِ توکي خدا جي راھ ۾ قربان ڪندس.“

”منهنجي حال تي رحم ڪر، وڏيرا سائين. منهنجا ننڍا ننڍا ٻچا آهن. رلي ويندا.“ ٻڪر چيو، ”پر مون کي خبر آهي، تون منهنجي حال تي رحم نہ ڪائيندين. تون ٻارن ٻچن وارن ڪڙمين تي بہ رحم نہ ڪائيندو آهين. مان چريو آهيان جو توکان رحم پيون پنان. مون کي خبر آهي، تہ تون مون تي، ۽ منهنجن ٻچڙن تي رحم نہ ڪائيندين. تون منهنجو مغز ۽ ٻڪيون ترائي ڪائيندين.“

”مون کي تنهنجي ڳالهائڻ سان غير ملڪي ايجنٽ جو پتو پيو پوي.“ وڏيري چيو، ”ٻڪر جي کل ۾ تون ڪو سيڪريٽ ايجنٽ شعلو تہ ناهين!“

ٻڪر ٿڏو ساهه کنيو، ۽ چيو، "مان هڪ ڳوناٺو ٻڪر آهيان."

"بس، ته پوءِ قربان ٿيڻ لاءِ تيار ٿيءُ." وڏيري چيو، "چنگيز خان ڪاسائي اڄهو آيو."

"مارڻ کان اڳ ماڻهوءَ کان سندس آخري خواهش معلوم ڪئي ويندي آهي." ٻڪر پڇيو، "ڇا تون مون کان، يعني مون مسڪين ٻڪر کان منهنجي آخري خواهش نه پڇندين؟"

"آخري خواهش سا به هڪ ٻڪر جي!" وڏيري پڇيو، "ڪهڙي اٿئي آخري خواهش؟"

ٻڪر پڇيو، "تون مون کي خدا جي راهه ۾ ڇو پيو قربان ڪرين؟"

"اها سنت آهي."

"ٻيا ڪهڙا ڪهڙا سنتن ۽ واجبن وارا ڪم ڪيا اٿئي؟"

"اجائي بڪواس نه ڪر- ملحد ٻڪر."

"ڀلا ٻڌاءِ ته مون کي قربان ڪرڻ مان ڇا حاصل ڪندين؟"

"مان قيامت ڏينهن تنهنجي مٿان سوار ٿي پل صراط پار ڪندس."

"هن جهان ۾ موٽرن، ريل گاڏين ۽ هوائي جهازن ۾ چڙهي پليون پيو پار ڪرين، ۽ قيامت ڏينهن منهنجي مٿان ويهي پل صراط پار ڪندين!" ٻڪر چيو، "تون وڏو ڪو ڦڏيباز آهين، جو پنهنجي ساءِ ڪاٻه پل پار نه ٿو ڪرين!"

ان وقت وڏيري جو دلبر دوست، صوبيدار خوفناڪ خان سگريٽ جا سوٽا هڻندو آيو، ۽ ٻڪر ۽ وڏيري وٽ اچي بيٺو.

وڏيري پنهنجي يار کي چيو، "خوفناڪ خان، هن ٻڪر ملحدن واريون ڳالهيون ڪيون آهن. هيءُ ٻڪر يا ته ڪميونسٽ آهي، يا سيڪريٽ ايجنٽ شعلو آهي."

"هيءُ ٻڪر ڪٿي امر جليل ته ناهي!" صوبيدار خوفناڪ خان ٻڪر کي ڪنڌ کان ونندي چيو، "ٿاٽي تي ڪل لاهي ٿو وچي ڏسانس ته ڪير آهي."

صوبيدار خوفناڪ خان ٻڪر کي ڪن کان ڇڪيندو ٿاٽي تي وٺي ويو.

وڏيري هڪڙو ٻيو گونگو ٻڪر گهرايو ۽ قربان ڪري ڇڏيو.

— دسمبر ١٩٧٥ع

سپ ڪوڙ

# ٽوپيون

## امر جليل

اڄ ڪلهه اسلام آباد ۾ اونهارو اوج تي آهي. خاص ڪري جڏهن کان هتي ايٽم بم هلايا اٿائون، هتي اسلام آباد ۾ گرمي وڌي ويئي آهي. گذريل هفتي، گرميءَ کان جند ڇڏائي مان ڪوهه مري هليو ويو هوس.

هڪڙي ڏينهن مريءَ جي مال روڊ تي چڪر پئي ڏنم، ۽ وهامي ويل ورهين کي ياد پئي ڪيم. مون کي رکي رکي خيال پئي آيو ته آپگهات ڪرڻ کان پوءِ ماڻهو مري ويندا آهن. مان ڪهڙي قسم جو انسان آهيان جو آپگهات ڪرڻ کان پوءِ به جيئرو آهيان! ايئن به ٿي سگهي ٿو ته مان، آپگهات ڪرڻ کان پوءِ مري ويو آهيان. مري وڃڻ کان پوءِ هيءُ منهنجو ٻيو جنم آهي!

منهنجي ڏيڏر نالي هڪڙي دوست گهٽو اگهه آپگهات ڪري ڇڏيو هو. مري ويو هو. اسان کيس ميوا شاهه قبرستان ۾ دفن ڪري ڇڏيو. ڪافي عرصي کان پوءِ مون صدر ۾ فٽپاٿ تي هڪ طوطي کي توپ هلائيندي پئي ڏٺو، تڏهن اوچتو ڪنهن منهنجي ڪلهي تي هٿ رکيو. مون ڪنڌ ورائي ڏٺو، دپ ۽ تعجب وچان منهنجي لونءَ لونءَ ڪاندارجي ويئي. ڏيڏر منهنجي سامهون بيٺو هو. مون حيرت وچان چيو، "توکي ته اسين ميوا شاهه قبرستان ۾ دفن ڪري آيا هئاسين پوءِ تون جيئرو ڪيئن ٿي پيو آهين؟"

ڏيڏر چيو، "مان جيئرو ڪٿي آهيان مان ته مري ويو آهيان."

مان منجهي پيس. ڪجهه چئي نه سگهيس.

ڏيڏر چيو، ”جن کي اسين مئل سمجهندا آهيون، سي اصل ۾ مئل نه هوندا آهن ۽ جن کي اسين جيئرو سمجهندا آهيون، سي جيئرا نه هوندا آهن.“

مان وائڙو ٿي ڏيڏر ڏانهن ڏسندو رهيس.

”هڪڙي ڳالهه ياد رکجانءِ.“ ڏيڏر چيو، ”مري وڃڻ کان پوءِ مٿي تي ٽوپي ضرور پائي ڇڏجانءِ.“

ڪجهه عرصي کان پوءِ مون آپگهات ڪري ڇڏيو. سنڌ مان ڪوچ ڪري اسلام آباد اچي وسايو، جتي فقط مئل ماڻهو رهندا آهن، ۽ ملڪ تي حڪومت ڪندا آهن. ڪجهه مئل ماڻهو سوٽ، شيروانيون، ۽ واسڪوٽ پائي سيڪريٽريٽ ۾ وڃي ويهندا آهن، ۽ سيڪشن آفيسر، ڊپٽي سيڪريٽري، جوائنٽ سيڪريٽري، ۽ سيڪريٽري ٿي پوندا آهن، ۽ منسٽرن آڏو احڪامن لاءِ فائيل رکندا آهن ۽ منسٽر فائيلن تي ”سين“ لکي ڇڏيندا آهن.

ڪوهه مري ۾ مال روڊ تي چڪر هڻندي مون کي پنهنجي مرحوم دوست ڏيڏر جو قول ياد آيو، جنهن آپگهات ڪرڻ کان پوءِ چيو هو، ”موڳا، مري وڃڻ کان پوءِ مٿي تي ٽوپي ضرور پائي ڇڏجانءِ.“

مريءَ ۾ جانورن جي کلن مان ناهيل ٽوپيون عام جام ملنديون آهن. هڪ هنڌ ٽوپين جي سيل لڳل هئي. مان به وڃي ميڙ ۾ بيٺس. دڪاندار هڪ هڪ ٽوپي هٿ ۾ کڻي ٽوپيءَ جي تعريف ڪري رهيو هو. اوهان کي شايد خبر نه هجي، مري وڃڻ کان اڳ مان ڏاڍو شريف قسم جو انسان هوندو هوس. گهڻا ماڻهو مون کي ميان محمد نواز شريف، ۽ بابرا شريف جو مائٽ سمجهندا هئا. اهو سندن غلط انومان هو، بلڪ هنومان هو. اصل ۾ مان مائٽ آهيان مترڪي جو جنهن کي حضرت ضياءُالحق خلاف پمفليٽ لکڻ جي الزام ۾ گرفتار ڪري ويا هئا. آڏي پڇا دوران، يا تفتيش دوران جنهن سپاهيءَ مترڪي کي عذاب ڏيئي ماري وڌو هو، سو ترقي ڪندي ايس پي ٿيو هو، ۽ اڌ رنگ جي بيماريءَ ۾ بچڙو ٿي مري ويو هو.

دڪان ۾ مان ٽوپين جو جائزو وٺندو رهيس. سوچيم، دڪاندار جيئن ئي شريف جانور جي کل مان ناهيل ٽوپي وڪڻندو، مان خريد

ڪندس. جيتوڻيڪ مان مري ويو آهيان، پر تنهن هوندي بہ مان ڪنهن بدمعاش جانور جي کل مان ناهيل ٽوپي وٺي هرگز نہ پائيندس. خاص ڪري ماڻهوءَ جي کل مان ناهيل ٽوپي تہ ڪنهن بہ صورت ۾ خريد نہ ڪندس. ماڻهوءَ کان وڌيڪ ۽ وڏو بدمعاش جانور مون اڄ تائين نہ ڏٺو آهي.

دڪاندار هڪ ٽوپي هٿ ۾ کڻندي چيو، ”هيءَ ٽوپي گدڙ جي کل مان ناهيل آهي. اسان جي معاشري ۾ ڊڄڻي ۽ گيديءَ کي عزت جي نگاهہ سان ڏٺو ويندو آهي، ۽ کيس شريف سمجهيو ويندو آهي. هيءَ ٽوپي پائڻ کان پوءِ اوهين ڊڄڻا ۽ گيدي ٿي پوندا، ۽ نهايت شريف سمجهيا ويندا. عزت جي نگاهہ سان ڏٺا ويندا. نالائق عملدار اوهان کي ڏاڍو پسند ڪندا.“

هڪ ٿلهو اڳتي آيو، ۽ گدڙ جي کل مان ناهيل ٽوپي خريد ڪري هليو ويو.

ٽوپيون وڪڻڻ واري هڪ ٽوپي هٿ ۾ کڻي، گراهڪن کي ڏيکاريندي چيو، ”هيءَ ٽوپي دنيا ۾ سڀ کان وفادار ۽ دلدار جانور ڪتي جي کل مان ناهيل آهي. هيءَ ٽوپي پائڻ کان پوءِ بي وفا، باوفا ٿي پوندا آهن.“

هڪ اڌڙ عمر جي ڪُبي ٽوپي هٿ ۾ کڻندي دڪاندار کان پڇيو، ”هيءَ ٽوپي پائي پلا پنهنجي زال کي وفاداريءَ جو يقين ڏياري سگهجي ٿو؟“

دڪاندار چيو، ”انيڪ مڙس ڪتي جي کل مان ناهيل ٽوپي پائي، نهايت ڪاميابيءَ سان گهربلو، يعني ازدواجي زندگي گذاري رهيا آهن.“

ڪُبو ڪتي جي کل مان ناهيل ٽوپي خريد ڪري دڪان مان نڪري ويو.

دڪاندار هڪ ٽوپي هٿ ۾ کڻندي چيو، ”هيءَ ٽوپي پائڻ کان پوءِ اوهين بينڪن کان قرض وٺي هڙپ ڪري سگهندا. دشمن سان دوستي، ۽ دوستن سان دغا ڪري سگهندا. هر مهيني هڪ نئين گرل فرينڊ سان ياري رکي سگهندا، ۽ سولائي سان ڪيس دوکو ڏيئي سگهندا.“

هڪ ٽوڙهي، جنهن جو پيٽ پکال جيڏو، ۽ ٽنگون بيحد سنهڙيون

هيون، تنهن دڪاندار کان پڇيو، ”اها ٽوپي ڪهڙي جانور جي کل مان ٺاهيل آهي؟“

دڪاندار وراڻيو، ”هيءَ باڪمال ٽوپي لومڙ جي کل مان ٺاهيل آهي.“

نوڙهو ٽوپي خريد ڪري دڪان مان نڪري ويو.

اُن کان پوءِ دڪاندار ڏاڍي پيار ۽ پاٻوهه مان هڪ ٽوپي گراهڪن کي ڏيکاريندي چيو، ”هيءَ ٽوپي هڪ ننڍڙي، گگدام ۽ مسڪين قسم جي جانور جي کل مان ٺاهيل آهي.“

ڪنهن پڇيو، ”ڇا اِها ٽوپي سيهڙ جي کل مان ٺاهيل آهي.“

دڪاندار وراڻيو، ”نه، سيهڙ حرفتي جانور ٿيندو آهي. پرايون گجرون کائي ڇڏيندو آهي.“

ٻئي گراهڪ پڇيو، ”ته ڇا اها ٽوپي نوريڙي جي کل مان ٺاهيل آهي؟“

”نه پائو، نه.“ دڪاندار چيو، ”هيءَ اهڙي گگدام جي کل مان ٺاهيل ٽوپي آهي جنهن کي ڄمڻ شرط کُهي ڇڏيندا آهن.“

ماڻهن پڇيس، ”ته پوءِ ان گگدام جو نالو ڇو نه ٿو ٻڌائين جنهن جي کل مان اِها ٽوپي ٺاهيل آهي.“

دڪاندار چيو، ”ملڪ ۾ ايمرجنسي لڳل آهي. بنيادي حق معطل ٿيل آهن. گگدام جو نالو کڻي مان پاڻ کي مصيبت ۾ نه وجهندس. هيءَ ٽوپي پائڻ کان پوءِ ماڻهو معتبر لڳندو آهي.“

هيروئن ۽ هٿيارن جو نامي گرامي سمگلر گگدام جي کل مان ٺاهيل ٽوپي خريد ڪري مٿي تي رکي، تسبيح جا داڻا ڦيرائيندو هليو ويو.

مون دڪاندار کان پڇيو، ”ڇا ٿو سمجهين، منهنجي مٿي تي ڪهڙي جانور جي کل مان ٺاهيل ٽوپي ٺهندي؟“

دڪاندار غور سان مون ڏانهن ڏٺو، ۽ چيو، ”تنهنجي مٿي تي ٻولي جي کل سان ٺاهيل ٽوپي ٺهندي.“

مون ٻولي جي کل مان ٺاهيل ٽوپي وٺي پائي ڇڏي.

—— جولاءِ ١٩٩٨ع



# عثمان حجم جو روزه رکڻ

علي احمد بروهي

عثمان حجم کي روزو رکائڻ هڪ اهڙو ڪنن ڪم هو جهڙو ڪنهن پٺنچ کي پاڻ تي وهارڻ يا اٺ کي پتڻ تپائڻ. چاڪاڻ ته عثمان پنهنجي پنجاه سالن جي حجامڪي زندگيءَ ۾ ڪڏهن پلجي به روزو نه رکيو هو. روزو ته درڪنار پر ٻاڪري عيد جي سوا پهر ڏينهن تائين روزو رکڻ به سندس لاءِ هڪ ناممڪن امر هو. ليڪن اڳيان به هوا مچڏو مڙس، جهڙوڪ صفر پان ٻيڙيءَ وارو، عدو موچي ۽ سومر نانوائي، جن يارنهن مهينا اڳ ۾ سازش سٽي هئي ته عثمان کي هڪ روزو ضرور رکايو وڃي، سي ڪيئن ٽا باز اچن. عدو موچي جو سازش جي پاڙ هو تنهن ته ماه رمضان جي آمد کان ڪافي ڏينهن اڳ، روزي جي برڪت ۽ فضيلت جي بيان ۾ روايتون ۽ حديثون ٻڌائڻ شروع ڪيون. عثمان کي هرڪائڻ لاءِ مٿس وقت بوقت پڌرو ڪندو رهيو ته ڏهه دنيا ۽ ستر آخرت جو سودو فقط روزن سان لاڳو هو ۽ روزي رکڻ جي حالت ۾ بهشتي برڪتون ستر

سيڪڙو گڏيل وياج جي حساب سان پلئه پيون ٿي. ماه رمضان جو چنڊ ڏٺو ۽ عدو موچي اسڪيم جي ابتدا ڪندي عثمان حجم تي روزي رکڻ لاءِ ورڪ ڪرڻ شروع ڪري ڏني. عثمان گهٽيون گوهيون ڪيون ۽ هر پيري هي چئي لنوائڻ جي ڪوشش ڪئي ته سندس اڌ کان زياده عمر بغير روزن رکڻ جي گذري هئي ۽ نهايت خوش گذري هئي. ۽ هاڻ پڇاڙيءَ ۾ ڪيس هن طرح "پڇ ٻڌي مهري" ڇا لاءِ بڻايو وڃي ٿو.

سومر نانوائيءَ عثمان کي مخاطب ٿيندي هڪ زوردار واعظ ڪيو ۽ انگن اکرن سان ثابت ڪري ڏيکاريو ته روزي نه رکڻ جي حالت ۾ عثمان کي ستر سال سانده دوزخ ۾ تپال ورهائڻي پوندي ۽ ان بعد ٻيا ستر سال ڪيس شيطان جو دفتر دار ٿي ڪم ڪرڻو پوندو.

"ڇاهي جهنم ۾ جتيون ڇو نه ڳنڍيون پون" عثمان ترش رو ٿيندي وراڻيو. "پر روزو هرگز نه رکندس". ازانسواءِ جڏهن اسلام ۾ زوري جائز نه آهي ته ڪيس مجبور ڇا لاءِ ڪيو ٿو وڃي؟ غضب خدا جو! عثمان چيٽيون ڪندي چيو. "هڪ اڻ ڏني تي ايمان آڻيون، ٻيو وري هوندي سوندي بکون ڪاٽيون! اها مسلماني اسان کي مهانگي ٿي پيئي". ايئن چوندي عثمان ڌمڪي پڻ ڏني ته جيڪڏهن اجا به ڪيس روزي رکڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو ته هو لاهور وڃي يا ته ينگي ڪرستان ٿيندو يا وڃي شڏي ٿيندو. ٻنهي حالتن ۾ زندگيءَ جون سڀ سهوليتون سواءِ روزن رکڻ جي نهايت آسانيءَ سان ملي سگهيون ٿي. سومر نانوائيءَ جو اسان جي سموري سنگت ۾ مذهبي خيال رکندڙ آهي ۽ هميشه ماني کائڻ وقت بسم الله پڙهندو آهي ۽ هڪ ڀيرو دفعا حج تي وڃڻ لاءِ پڻ ارادو ظاهر ڪيو اٿس ۽ هر اذان ٻڌڻ وقت "لبيڪ" چوندو آهي، تنهن کي عثمان جي ملحدانه ٻول تي سخت جوش آيو ۽ هڪدم ڪٽ تي چڙهي ٻيهي عثمان تي ڪفر جي فتويٰ جاري ڪيائين ۽ اعلان ڪيائين ته عثمان جو منهن ڪارو ڪري ڪيس گڏه تي چاڙهي گهمايو وڃي. عدوءَ موچي پيش ٿيل پروگرام جي مخالفت ڪندي ظاهر ڪيو ته عثمان جو قدرتي طور منهن ڪارو هو. انهيءَ ڪري سندس منهن تي دانگي گهمائڻ بيسود هئي، چاڪاڻ ته ماڻهو ايئن سمجهندا ته عثمان شايد منهن ڌوئي آيو آهي. ازانسواءِ ڪيس گڏه تي چاڙهڻ عثمان لاءِ ڪا نئين ڳالهه نه هئي، ڇو ته

هو روزانو اهو ڪرت ڪندڙ آهي. قصو ڪوتاهه آخر اهو ارادو ترڪ ڪيو ويو.

عثمان تي دوزخ جي عذاب ۽ بهشت جي اميدن جو ڪو خاص اثر ٿيندو نہ ڏسي، صفر پان ٻيڙيءَ واري. هڪڙدم هڪ پنهنجي دوست پوليس واري کي سڏايو. صفر جيئن تہ پوليس جو پرمننٽ مشير آهي ۽ روزانو شاهديون ڏيڻ سندس هڪ "سائيڊ بزنس" آهي، تنهن ڪري پوليس سان نہ فقط "معمولي رستو" بلڪ "پڪي سڙڪ" اٿس. پوليس واري جي اچڻ شرط صفر ڪيس پاسيرو ڪري اٺ انا ڪن چانهہ پاڻي لاءِ ڏيئي، عرض ڪيو تہ عثمان کي روزي رکائڻ ۾ مدد ڪئي وڃي. عثمان، جو پوليس واري کان سخت ڊڄندڙ آهي ۽ ڪليو ڪلايو چوندو آهي تہ: انهن کي "پڳ بہ پرائي" پوءِ ڇو نہ ڪو شريف ماڻهو ڪائن ڊڄي؟ پوليس واري پنهنجون "مارشل ٽائيپ مڇون" وڪوڙبندي عثمان کي ڌمڪي ڏني تہ روزي نہ رکڻ ڪري ڪيس نئين اسلامي قانون مطابق ڦٽڪا بہ هنيا ويندا ۽ جيل پڻ ڏنو ويندو. لاچار ٿي عثمان آڻ مڃي ۽ وعدو ڪيو تہ هو آخري جمعي جو روزو ضرور رکندو. ڇا لاءِ آخري جمعي جو ٻلارو روزو ساري مهيني جي "ڪوٽا" برابر هو.

روزي رکڻ کان هڪ ڏينهن اڳ عثمان پنهنجي يارن دوستن وٽ وڃي ڪائن روئي ڳراٽڙيون پائي موڪلايو ۽ کين استدعا ڪئي تہ سندس ڪاڏو پيتو ۽ چيو آکيو بخشيو وڃي. ڪيترن دوستن ڪيس ورجايو تہ روزو آخر ڪو شهتير يا لوهي گيڊر ٿوروئي هو جنهن جي رکڻ سان عثمان چيپاٽجي مري ويندو. پر عثمان چيو تہ "ادا! هر انسان جي ڪڏهن پوليس پڳيءَ جيان پيرو ڪٽندو ٿو رهي، پر پوءِ ڪهڙي خبر ڪٿي هلي گهٽو ڏئي. ازانسواءِ جيئن ننڊ موت جي ننڍي ڀيڻ هئي تيئن روزو بہ موت جي ڀڦيءَ جو پٽ هو."

رات جو عثمان پنهنجي گهر ڀاتين کي هڪ هنڌ جمع ڪري پاڻ ۾ ايڪي ۽ اتحاد سان رهڻ لاءِ تلقين ڪئي ۽ بعد ۾ وصيعت ڪئي تہ جيڪڏهن سڀاڻي روزو رکندي سندس دم قضا ٿئي تہ هو ترت پوليس ٿاڻي ڏانهن وڃي سومر نانوائي، عدو موچيءَ ۽ صفر پان ٻيڙيءَ واري تنهي تي ناليوار خون جي فرياد داخل ڪرائن تہ هنن سازش سان عثمان کي

خودڪشيءَ لاءِ آماده ڪيو هو، ۽ ۳۰۲ قلم اپ ڪ سان گڏ ۱۲۰ ب ڪرمنل پروسيجر ڪوڊ جو فقره بہ ضرور لاڳو ڪن. جڏهن مڙني مائٽن عثمان کي سنڌس وصيعت جي بجا آوريءَ لاءِ خاطري ڏني تڏهن بہ عثمان کي اعتبار نہ آيو ۽ عريضي نويس کي گهرائي هڪ دستاويز لکارايائين جنهن جي اصل تي سيني حاضر ياتين جا ڪيا آڱونا ورتائين.

پنهنجي مال ملڪيت بنسبت وصيت ڪندي عثمان چيو تہ سنڌس ڇڳل ڪٽ، ڪتل موڙا ۽ بہ پراٽيون واڻ جون ويڙهيون يتيم خاني جي فنڊ ۾ جمع ڪرايون وڃن ۽ هي ڪانئن خاطري ورتي وڃي تہ سنڌس يادگيريءَ ۾ ڪونہ ڪو حجامڪو دارالعلوم تعمير ڪرائن. پنهنجي سيرب وارن سنجن بنسبت خواهش ظاهر ڪيائين تہ ڪسبت جو ٿيلهو ڪشمير تي چڙهائي ڪندڙ خاڪسارن جي حوالي ڪيو وڃي.

وصيت وغيره کان فارغ ٿي عثمان سمهي پيو. عثمان ننڊ ۾ ڏٺو تہ روزي رکندي هو دارلابقا ڏانهن راهي ٿيو هو ۽ جنت جي اسٽيشن تي سنڌس زبردست آجيان ڪئي ويئي ۽ فلڪ شگاف نعرا هنيا ويا. علاوه ان جي، آسماني ريلوي پليٽ فارم تي ڪيس پاڪين ۽ نچڪٽن سان گارڊ آف انر پيش ڪيو ويو ۽ سنڌس زمين تي ڪيل خدمتن جي سلسلي ۾ هڪ سپاسنامو پڙهيو ويو. خواب جي دنيا ۾ چهل قدمي ڪندي عثمان پنهنجي "ٽوئر" جو پروگرام مرتب ڪرڻ جي فڪر ۾ هو تہ سنڌس اک کلي ويئي. ڏنائين تہ گهر ياتي ڪيس روزي رکڻ لاءِ اتاري رهيا هوا. عثمان گهڻو ئي نتائڻ جي ڪوشش ڪئي پر عدو موچي (جنهن پاڙي جا ڏهہ بارنهن ماٺهو عثمان کي زوري روزو رکائڻ لاءِ ساڻ آندا هئا) جي عملي ڏانهن ڏسندي گاريون گند چوندي اٿي ماني کاڌي ۽ سج ايرڻ ۾ اجا ڏهہ بارنهن منٽ دير ڏسي وري رلهي تاڻي سمهي پيو.

صبح جو ننڊ مان اٿي هٿ منهن ڌوئيندي عثمان حجم تڏي پاڻيءَ جا بہ وٽا پي ويو ۽ پوءِ تڪڙو تڪڙو پاڙي جي ملان وٽ وڃي فتويٰ حاصل ڪيائين تہ جيڪڏهن پل چوڪ ۾ ڪجھ پاڻي پي وڃجي تہ ڪا اربع خطا تہ نہ هئي. ملان فتويٰ جاري ڪندي ظاهر ڪيو تہ پل ۾ هو پاڻي تہ درڪنار پر فالوده، نان ڪتايو يا ڳنڊيريون وغيره کائي ٿي سگهيو. پنهنجو شخصي مثال پيش ڪندي ملان ظاهر ڪيو تہ هاڻ هو

گهران نيرن ڪايو ٿي آيو حالانڪ ڪيس باقاعده روزو هو.

ڪچڙي منجهند ڏاري عثمان ڏٺو ته سندس اکين اڳيان ترورا ۽ سندس مٿي ۾ ڪي ڦيري اچڻ لڳي. عثمان هي سوچيندي پاڻ کي ڏڍ ڏيڻ لڳو ته آخر روزي ۾ نفس کي مارڻو هو ۽ نفس کي مارڻ هڪ جهاد اڪبر هو. اهو خيال ايندي عثمان محسوس ڪيو ته هو روزي جي برڪت باعث، غوث ۽ قطب جي درجي تي پهچي چڪو هو، ليڪن حضور شرم ۽ نرم دل هئڻ ڪري پنهنجي دشمنن کي پٺ پاراتو نه ڏنائين. نه ته هو سڀ عذاب جي باهه ۾ سڙي پچي ڪباب ٿي وڃن ها. ڪباب جي خيال اچڻ شرط عثمان جوروزو ڍلو ٿيڻ لڳو ۽ مڪروه ٿيڻ تي هو ته پاڻ سنڀاري ورتائين. اتي وري ڀل چوڪ ۾ پاٽي پي هنياءُ ٺڏو ڪيائين. شڪر الحمدالله جو روزي ۾ ڀل چوڪ لاءِ گنجائش رکيل هئي. ورنه هن مهل تائين عثمان چاليهارو کن ماٺهو ته چڪ وجهي ڦٽي وجهي ها.

سئلون ۾ گراهڪن جي اچڻ جو ٻڌي، عثمان، جو روزي باعث نهايت لاغر ۽ ڪمزور ٿي ويو هو، سو ريڙهيون پائيندي ۽ پٽين کي هٿ ڏيندي اچي دڪان تي وارد ٿيو. رستي ۾ ڪيس ٻه مسلمان اهڙا به نظر آيا جي بيروزائت هئا ۽ ٻيئي جيبي واري ٻائي کان ڦول پتاشا وٺي ڳڙڪائي رهيا هوا. عثمان ٻنهي مسلمانن کي مخاطب ٿي خدا جي غضب ۽ قبر جي عذاب بنسبت واعظ ڪيو ۽ کين دزن کن ”وضو ٽوڙ“ گاريون به ڏنائين ۽ کين هدايت ڪيائين ته جيڪڏهن هو روزو رکي نه ٿا سگهن ته گهٽ ۾ گهٽ احترام ته ڪن!

عثمان هي سمجهي اصل نه ٿي سگهيو ته الاجي ڇو، روزي رکڻ جي پورن چئن ڪلاڪن بعد، ڪيس سموري دنيا گهنگار ڏسڻ ۾ ٿي آئي. عثمان هر هڪ واٽهڙوءَ کي بيهاري ڪيس روزي رکڻ لاءِ تلقين ٿي ڪئي يا وري کين احترام ڪرڻ لاءِ هدايت ٿي ڪئي. هڪ ماٺهو جنهن ڪليو ڪلايو سگريٽ ٿي ڇڪيو تنهن کي پٺ پاراتو ڪندي عثمان ياد ڏياريو ته ”بيروزائت“ جي جهنم ۾ وڃڻ بعد دوزخ جي باهه ۾ ٻارڻ سو هارس پاور جو اضافو ٿي ٿيو، ليڪن هي خبر عثمان کي بعد ۾ پيئي ته سگريٽ ڇڪيندڙ مسلمان نه هو بلڪ هندو هو.

دڪان تي پهچي عثمان ڪيٽ کولي گراهڪن جي سيرب لاهڻ

شروع ڪئي، پر بک سبب اڄ سنڌس پاڪي گڏو براج جي بلڊوزر جيان بي لغام هلي رهي هئي. هڪ گراهڪ جنهن ڪيس مٿي جي وارن ناهڻ لاءِ چيو تنهن غريب جون مڇون ۽ ڏاڙهي ٻيئي ڪوڙي "ون يونٽ" ڪري ڇڏيائين. هن غريب گهڻيون دانهون ڪيون، پر عثمان جو بک باعث چتو ٿي پيو هو تنهن تي ڪو اثر نه ٿيو. وري بدقسمتيءَ سان جنهن سان تعدي ٿي، اهو ڪو هو به برسراقتدار پارٽيءَ جو ميمبر، تنهن ترت وڃي عثمان تي "خانگي معاملي ۾ دخل ڏيڻ" جي قلم ماتحت فرياد داخل ڪئي. هڪ ٻئي گراهڪ جي ڏاڙهي ڪوڙيندي سنڌس نڙگهٽ تي پاڪي رکي ڪائونس "ون يونٽ" بنسبت رايو پڇيائين. شڪر ٿيو جو اهو ماڻهو سياڻو هو ۽ عثمان جي پاڪي هٽائڻ بعد پنهنجو خيال ظاهر ڪيائين نه ته شايد هن وقت ٻي جهان ۾ الاٽمينٽ لاءِ وينو عريضيون لکندو رهي ها.

ٻنپهرن ڌاري عثمان حجم بيان جاري ڪيو ته تن ڪلاڪن جي سئنيما شو کي به انٽرول ٿيندو آهي، ليڪن هي سورنهن ڪلاڪن تائين لڳاتار روزو رکڻ ڪا فضيلت ته نه هئي. خاص طور اونهاري جو. پنهنجي بيان ۾ عثمان سرڪار کي مشورو به پيش ڪيو ته ملڪي "آئين" ۾ درستي آڻي روزن جو مهينو هميشه سياري جي موسم ۾ مقرر ڪيو وڃي. جيئن هي ثواب هر هڪ مسلمان حاصل ڪري سگهي. ازانسواءِ حج تي جو هر سال ڪيترائي حاجي گرميءَ وگهي موت جو شڪار ٿين ٿا. سي پڻ اجل جي چنبي کان محفوظ رهندا. آخر روزي مان مراد عبادت آهي ۽ عبادت هر موسم ۾ ڪري سگهجي ٿي.

ٽيپهري ڌاري عثمان جي حالت هڪ مرگهيءَ جي مريض جيان نازڪ ڪڙيءَ تي اچي پهتي. حالانڪ پل چڪ جي ايڪٽ هيٺ اڌ سير ڳنڊيريون واپرايون هئائين، تاهم روزي جو "هائو" ڪيس آپي کان ٻاهر ڪري رهيوهو. دليل ڊوڙائيندي آخر عثمان حجم پاڙي جي ملا دينوءَ ڏانهن ماڻهو موڪليو ۽ کيس گهرائي گذارش ڪيائين ته هو مسجد جي ممبر تي چڙهي اذان ڏئي، جيئن عثمان روزو افطار ڪري سگهي. ملان دينوءَ صاف انڪار ڪيو ته اڃا ٽيپهريءَ جي نماز جو پڻ وقت نه ٿيو آهي. روزو سانجهيءَ جي اذان تي ڇوڙيو ويندو آهي ۽ نه ڏينهن ڏني جو. ليڪن عثمان ضد تي قائم رهيو ۽ ملان کي بانگ ڏيڻ لاءِ طرحين

طرحين جون لالچون ڏيندو رهيو. ملان کيس صاف ٻڌايو ته جيڪڏهن عثمان ڪي روزو قضا ڪرڻو آهي ته هو سواءِ اذان ٻڌڻ جي پڻ ڪري ٿي سگهيو. پوءِ ٻانگ لاءِ ترسڻ جو مقصد؟

عثمان جي خواهش هيءَ هئي ته ملان ديندو اذان ڏئي جيئن روزو پچڻ جو بار سندس گردن کان ترانسفر ٿي ملان جي ڳچيءَ ۾ حائل ٿئي. ويچارو ملان عجيب ڪشمڪش ۾ اچي ڦاٿو ۽ جان ڇڏائڻ جي فڪر ۾ هو ته عثمان ڏندو ڪڍي اچي سندس مٿان ڪڙڪيو. چيائين ته "ملان منهنجي لاءِ هاڻ موت ۽ زندگيءَ جو معاملو آهي، جيڪڏهن هاڻ جو هاڻ اذان نه ڏين ته پوءِ تون قبرستان ۾ هوندين ۽ اءُ يا روپوش هوندس يا جيل اندر." عثمان جي اکين ۾ خون جون علامتون ڏسي ملان ٽپو ڏيئي ميمبر تي چڙهي ٻانگ شروع ڪئي. ملان اجا ڪنن تي هٿ مس رکيا ته عثمان پنهنجي کيسن ۾ پيل نقل ۽ ريوڙين کي رڙڪائڻ شروع ڪيو ۽ سندس چاٻي جو نڪاءُ ائين ٿي محسوس ٿيو، جڻ ته شرطي گهوڙو ڪچا چڙا چٻي رهيوهو. اهو ڏينهن اهو شينهن وري عثمان رزي رکڻ کان ئي توبهه ڪئي.

آخري ڪالم

# نہ جمي ها مارئي
# نہ مارو پون ها مامري

علي احمد بروهي

ڪالم (COLUMN) انگريزي لفظ آهي. ڪالم جي معنيٰ آهي ٿنڀو، ڇپائيءَ جو خانو، پريڊ ڪندڙ فوجي ٽولو يا اهڙو مضمون، جو مقرر ڏينهن تي ڪنهن رسالي يا اخبار ۾ لکيو وڃي. ڪالم نويس، ڪالم نگار يا ڪالمنسٽ ڪان مراد آهي، اديب يا صحافي، جو پنهنجي دلچسپيءَ واري موضوع ۾ مقرر ڏينهن تي راءِ جو اظهار ڪري. اڄ ڪلھ ڪالم لکڻ لاءِ اديب يا صحافي هئڻ ڪو هرويرو ضروري نہ آهي. الله سائين ۽ ايڊيٽر صاحب جي رضا سان، ڪالم والاري ۾ مٿس عنوان ڏري، پوءِ سندس مرضي، اخبار جي صفحي يا وراندي ۾ جلال چانديو جيان چاڙي ڏڪائي يا وري عالم لوهار وانگر ڇيچ وجهي. جيئن چواڻي آهي تہ ڇڄ پرائي احمق نچي.

ڪالم انگريزي اکر هئڻ جي باوجود هڪ خاص ۽ معنيٰ خيز لفظ آهي. سندس حرفن جي دائري ۾ ڪال، الم ۽ لم جهڙا لفظ سمايل آهن. ڪالم ڪان جيڪڏهن ڪاف ڪتو ڪڍي ڇڏجي، تہ باقي وڃي بچي ٿو "الف لام ميم،" جو وڏو برڪت وارو ۽ اسم اعظم آهي. پر ڪاف ويچاري ڪي ڪتو الاجي ڇو چوندا آهن؟ ٽوٽي جو سندس شڪل ڪتي جهڙي آهي ئي ڪانہ. جيسين شڪل جو سوال آهي تہ نہ الف جي انب سان، بي جي بلا سان، يا وري ت جي تاري سان ڪا شڪل ملي ٿي. سموري الف ب ۽ ت ۾ سواءِ لام لڪڻ جي، باقي ڪنهن بہ اکر جي

پنهنجي اُچار جي شڪل شبيہ سان ڪا مشابهت آهي ئي ڪانَ. ل بہ لکڻ سان نهڪي نہ ٿو، پر ڏاڍي جي لٺ کي آهن بہ مٿا، ۽ لکڻ تہ نيٺ بہ لٺ جو ويجهو مائٽ آهي.

سنڌي صحافت ۾ ڪيئي نامور ڪالم نويس ٿي گذريا آهن، جن ۾محمد هاشم مخلص، شمس الدين بلبل، فتح محمد سيوهاڻي، علي محمد شاهہ راشدي ۽ مولانا خير محمد نظاماڻي جا نالا سَرِ فهرست آهن. جڏهن مون اکيون پٽيون ۽ صحافت جي اڱڻ ۾ ليئو پاتو، تہ سنڌ ۾ آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ڪالم نويس بہ مس هئا. پر جي بہ هئا ڪٽا موجود هئا سي نہ فقط ڏات ڏڻي هئا، پر جنگجو ۽ جل ڦٽاڪا هئا. اڄ خير سان سنيڪو کن سهڻا سيبتا ڪالم لکندڙ سنڌ جي مسئلن تي لک لکان ۾ مصروف آهن. اهڙو ڪو موضوع نہ ٿا ڇڏين جيسين مٿس محاذ آرائي نہ ڪن. اڄ ڪالهہ جيئن تہ سنڌ ۾ ڪالم نگارن جا عالم آهن، ان ڪري جهونن جوڳين کي جڳائي، تہ هاڻ تازي دم وارن همراهن کي وارو ونرائين. هونئن بہ دستور هي آهي تہ ميلو متل ۽ راند رس ۾ ڇڏجي!

پر گهڻائي سيڪڙات ۽ رنگروٽن جي آهي، جي ڪالم لکڻ ۽ ڪبڏي راند ۾ ڪو فرق ئي نہ ٿا ڀانئين. ڪي ڇتي ڪوري واري ڏيگهہ ڪري، هڪ طرف ڪالم کي اجان بہ عالم چني جيترو ڏگهو ڪري ٿا ڇڏين، ۽ ٻي طرف ايترو ٻوڙ ٿا هارين، جو مصالحو بقايا جي روپ ۾ وهي، وڃي ٿو ٻئي ورق کي ڪارو ڪري، ڪين جاڻ هئڻ جڳائي تہ ڪالم کي لکڻ، توڙي سينگارڻ ۽ سنوارڻ لاءِ، ڪو اصول ۽ رولز آهن. ڪالم جي قدامت جو دارومدار آهي، سندس موضوع ۽ مواد تي. هونئن بہ قدبت لحاظ کان اخباري ڪالم سراسري طور ويڪر ۾ چار انچ (ڊبل ڪالم) ۽ ڊيگهہ ۾ ٢١ انچ ٿيندو آهي. تجربيڪار ليکڪ مضمون کي اينگهائڻ بجاءِ ڪالم جي حدن اندر قصو پورو ڪندا آهن. جيڪڏهن مقصد اڌ يا مني ڪالم ۾ سڌ ٿي وڃي ٿو، تہ پوءِ هرويرو سڄو ڪالم ڪارو ڪرڻ ڪو ضروري تہ نہ آهي. وڏي ڳالهہ تہ ڪالم جي موضوع کي روزمرهہ جي واقعن تائين محدود رکڻ لازمي آهي.

جهوني پراڻي هئڻ جي نسبت سان، آءُ ڪافي ڏينهن کان رٽائر ٿيڻ لاءِ سوچي رهي هيس. ڪالم نويس بجاءِ عريضي نويس جي حيثيت ۾

وقت بوقت پنهنجو عرض ضرور پيش ڪندو رهندس. پر پنهنجي مرضيءَ سان مقرر ڏينهن تي مضمون لکڻ هاڻ مون تي بوجهہ ٿيو پوي. خاص طور جڏهن ڪو ٻڌڻ وارو آهي ئي ڪونہ. نہ وري منهنجي لکڻ ڪري ڪنهن تي ڪو اثر تاثر ئي ٿو ٿئي، يا ڪو فرق ٿو پوي. اڄ ڪلهہ جي پاور ۾ آهن، يا جن جو حقيقي راڄ آهي، تن ۾ دانهن ڪوڪ ٻڌڻ جو حواس ئي نہ آهي. ۽ نہ داد فرياد ڪرڻ جي نيت ۽ جرئت. پوءِ ڌاڪو هجن، وزير ۽ صلاحڪار هجن، يا ڪامورا. آهن تہ سڀيئي سائين ۽ حضرت. بلڪ هڪ ٻئي کان ٻہ اُتر گهرن. نہ الله پاڪ ڪين آهہ غريبان جو ڪو احساس ڏنو آهي، ۽ نہ وٽن ڪو ضمير يا ناس پتو ئي آهي. جن کي آهي ٻہ ڪٿي، تہ هو ٻہ آپريشن ڪري پتو ڪڍرائي ٿا اڇن.

سچ فرمايو هيو مولانا محمد هاشم نٽويءَ، تہ ”نہ جمي ها مارئي، نہ مارو پون ها ماري.“ جيڪڏهن سنڌو سڳورو صدين کان لکين ٽن لٽ ميڙي، اچي سنڌ واري سرزمين نہ ٺاهي جوڙي ها، تہ جيڪر اسين سنڌي ڏچي ۾ نہ هجون ها. بلڪ پنجابي ٿي پنگڙا وجهندا رهون ها ۽ گهٽ گهٽ ۾ اڄ جيان اسان جون پونگو پينگ نہ ٿئي ها. پر جي اڄان ٻہ اسان جو ڏاڏو آدم پرمتڙيو ٿي ڪڻڪ جو داڻو نہ چکي ها، تہ نہ ڪيس جنت کان نيڪالي ملي ها، ۽ نہ وري اسين سندس اولاد ئي دربدر ۽ خاڪبسر هجون ها.

وري ٻہ شڪر آهي جو آءُ ڪالم لکندي، ڪنهن ماري ۾ پوڻ کان بچي ويو آهيان. پر ڪهڙي خبر! خير، اڳتي ٻہ ننگ ننگيءَ تي آهي. الله ٻيلي.



# ڏيان طلب

حسين شاهه راشدي

سنڌ ۾ ملاحن، سولنگين، خاصخيلين، لاڪن، ناريجن ۽ سمات برادرين وغيره جون تنظيمون ته سالن کان پڌبيون آهن، لڪياري ساداتن جي جماعت جون خبرون به ڪڏهن ڪڏهن نظر چڙهنديون آهن، پر سنڌ جي سيدن جي سيني پاڙن ۽ شاخن جي هڪ گڏيل تنظيم ”سنڌ سيد ايسوسيئيشن“ جي نالي سان به ڏهن سالن کان موجود آهي، سا سُڌ تڏهن پيم جڏهن هڪ سيد ياءُ ۽ پياري دوست ايسوسيئيشن جي ساليانې ڊنر ۾ گڏجي هلڻ لاءِ چيو. مان پڌايومانس ته مون کي ان پت جو سڌ ڪونه آهي جنهن جو هڪ سبب اهو به ٿي سگهي ٿو ته تنظيم وارن کي منهنجي سيد هجڻ ۾ شڪ آهي. مون گهڻو ئي وجڻ کان نتايو پر هن ضد نه ڇڏيو، نيٺ آڻ مڃيم پر دعوت لاءِ سنبرڻ کان اڳ شجرو ڪڍي پنهنجي سيد هجڻ جي پڪ ڪيم. اهو احتياط ان ڪري ضروري هيو جو سنڌ ۾ اهو عقيدو عام آهي ته هر سيد ۾ نور جو ترورو موجود آهي. ڊپ ٿيم ته جتي سوين سيد گڏ ٿيندا اتي نور هوندو جيڪڏهن سچو سيد نه هوندس

تہ ايڏي ساري نور ۾ سڙي رک نہ ٿيم تہ بہ اندو ضرور ٿيندس.

ساليانيءَ ڊنر جو انتظام ڊفينس سوسائٽيءَ جي هڪ شاندار ڪشادي شادي هال ۾ هيو. سڄي ميدان ۾ بتين ۽ بلبن جي جهرمر هئي. مٿي بجليءَ جي روشني، هيٺ سيدن جا جلوا، تن ملي رات کي ڏينهن ڪري ڇڏيو هيو. ان نوراني گڏجاڻيءَ ۾ جڏهن منهنجي نور جو ترورو ۽ منهنجي سيد ڀاءُ (جيڪو وزير پڻ آهي، تنهن ڪري سندس نور جي تروري ۾ تجلو بہ آهي) جو ترورو گڏيا تن تہ روشنيءَ ۾ هڪ ٻن ڪلو واٽن جو اجا اضافو ڪري ڇڏيو. ڪنهن ڪٻڙي اُمتيءَ کان ڪٻڙي ٿيڻ جو سبب پڇيو. وراڻيائين تہ سيدن جي ڳوٺ ۾ رهندو آهيان. صبح سانجهيءَ ڪين پيرين پئي هيءَ ويٺن تي اٿم، چڱو ٿيو تہ ڪو امتي دعوت ۾ ڪونہ هيو نہ تہ دعوتي سيدن کي پيرين پئي هڪ رات ۾ ئي چيلھ چٻي ٿي وڃيس ها. مون کي دعوت ۾ اسڪول ۽ ڪاليج جي زماني جا ڪيترا اهڙا دلبر دوست مليا جن کي ڏٺي سال گذري ويا هيا. ساڻن ويهي جوانيءَ جي زماني جون يادگيريون ورجايونسي جن ۾ ڏاڍي چاشني هئي.

پروگرام مطابق مانيءَ کان اڳ ڪلاڪ ڪن تقريرون ٿيڻيون هيون. دعوت جو خاص مهمان سنڌ جي برک روحاني اڳواڻ ۽ حضرت سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحہ جو گادي نشين پير سائين پاڳارو هيو. مهمانن هڪ ٻئي سان ڪچهري پئي ڪئي جو خاص مهمان ڀلارا پير پري پهتو. سندن ڇانوَ ۾ ٻنيان سنڌ جو وزير اعليٰ سيد مظفر حسين شاهہ بہ جلوه افروز ٿيو. پير تي ڏونڪو لڳو. هر مهمان مائيڪ ڏي مهڙ ڪئي. ڪارروائي شروع ٿي.

ڪارروائي هلائڻ جو ڪم سنڌ جي معروف ديني عالم ۽ مقرر سيد علي مير شاهہ جي حوالي هيو جنهن ابتدا سهڻي شاهہ لطيف جي بيتن سان ڪئي. بعد ۾ سيد رجب علي شاهہ کي سڏ ٿيو جنهن قرآن مجيد مان آيتون پڙهيون. مرحبائي تقرير ايسوسيئيشن جي صدر ۽ دعوت جي ميزبان سينيٽر سيد عبدالله شاهہ کي ڪرڻي هئي پر هو صاحب لانگ مارچ جي سلسلي ۾ اسلام آباد جي "عمري" تي ويل هيو جتي خارجين جي چنبي ۾ ڦاسي پيو هيو. سندس تقرير نائب صدر پير علي شاهہ پڙهي. ڪانئس علاوه سيد شهاب الدين شاهہ، سيد غلام مصطفيٰ شاهہ ۽ سيد امداد محمد

شاهه پڻ سيد برادري جي مخصوص مسئلن تي ڳالهايو. تقريرن واري فهرست ۾ وزيراعليٰ سنڌ سيد مظفر حسين شاهه جو نالو ڪونه هيو پر مهمانن جي خاموش اسرار تي ڪيس به جڏهن ڳالهائڻ جي صلاح ڪئي وئي ته هن به موقعو هٿان ڪونه وڃايو. آخر ۾ پير سائين پاڳاري جن خطاب ڪيو. سڀئي تقريرون تمام سهڻيون هيون جن ۾ حديثن جي حوالن ۾ حضرت علي رضه جي اقوالن وڏيڪ زور پيدا ڪيو.

مرحبائي تقرير مان معلوم ٿيو ته "سنڌ سيد ايسوسيئيشن" ڏهه سال اڳ قائم ٿي هئي ۽ تنهن وقت کان ئي پٺي ڪٺي پساهه پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي. خوشقسمتيءَ سان تنظيم کي هينئر پير سائين پاڳاري جي صورت ۾ پرين ملي ويو جنهن تنظيم جو سرپرست اعليٰ ٿيڻ قبول ڪيو آهي. سون ڪي اهو انتخاب ڏاڍو پسند آيو ڇو ته پير صاحب حر نباهڻ وارا مڙس آهن. يڪو سندن سام پيو سو سکيو ٿيو. مسلم ليگ جا وارث به مسلم ليگ جو لاش پير صاحب جي جهوليءَ ۾ اڇلي پڇي ويا. پير صاحب جن ان کي پورڻ بدران ان ۾ ساهه وجهي فنڪشنل" ٻٽائڻ لاءِ ڪيترن سالن کان پيا تا پاڻ ولوڙن پر مڙدو به ڪو اهڙو ننر آهي جو هڪ هنڌان ساهه ڦوڪجيس ته ٻي هنڌان نڪري ٿو وڃيس ته به پير صاحب جن هٿ نه ڪڍيو اٿس. تنهن ڪري پاڻ سيد ڀائرن جي تنظيم کي اڳتي وڌائڻ ۾ به وسان ڪونه گهٽائيندا.

هڪ مقرر معاشري ۾ سيدن جي اهميت ۽ ڪارائتي هجڻ تي ڳالهائيندي سند طور شاهه سائينءَ جو هڪ سٽ ورجائي ته:

"جنهن جي ڇيڄ سيد هٿ ۾، تنهن کي لهر نه لوڏو"

اهو پڌڻ شرط سنڌ جي حال ۽ مستقبل بابت منهنجا سڀ خدشا ختم ٿي ويا. ڏنم ته جتي معاشري جا هيترا ويڄ ويٺا هجن جيڪي فقط ڇيڄ پڪڙڻ ته مريض جا سڀ ڏک سور لهي وڃن ته پوءِ سنڌ لاءِ رت ساڙڻ جي ڪهڙي ضرورت. ان خوشفهميءَ کي ٽيڪ هن حقيقت به ڏياري ته ڇيڄ ته ڇڏيو پر سنڌ جي ڪلهن تي هڪ سيد سڳورو سوٽ بوٽ سوڌو وزير اعليٰ جي حيثيت ۾ پيو سواري ڪري، تنهن ڪري ڪابه ڳڻتي ڪانه جڳائي، اها ٻي ڳالهه آهي ته اسان تي سواري ڪندڙ جي پنهنجي واڳ ڪنهن ٻي جي هٿ ۾ هجي.

سيد مظفر حسين شاهه ڳالهين جو ڳهير آهي. هن بلڪل ڪري تقرير ڪئي. سائين مظفرحسين شاهه چيو ته ڌاريا پنهنجي محنت، عقل ۽ جذبي سان وڏا ڪم ڪري رهيا آهن جڏهن ته اسان پنهنجن ٻچڙاين ۾ قاتل آهيون ۽ خود سرڪار جي اسڪمين مان به ڌاريا پيا فائدا وٺن. هن سنڌين ۾ خاص طرح سيدن کي آڇ ڪئي ته هو خوشحاليءَ جون رٿائون وٺي اچن ته هو سنڌ سرڪار کان ڪين مدد وٺي ڏيندو. هن حڪيم محمد سعيد جو به مثال ڏنو جنهن اڪيلي سر گهڻا اهم ادارا قائم ڪرڻ کان علاوه "مدينة الحڪمت" نالي سڄي ساري يونيورسٽي قائم ڪئي آهي جنهن کي ڏسڻ ڏيهه پرڏيهه مان پيا ماڻهو اچن.

اهو ته ٺيو هڪڙو مثال. ٻيا به ڪيترائي اچرج ڏيارينڌڙ مثال آهن. "جنگ" اخبار جو باني مير خليل الرحمان دهليءَ مان لڏي جڏهن پاڪستان پهتو ته وٽس ڪل موڙي پنج سؤ رپيا هئي. ڪجهه قرض پڪو ڪئي الله توهار ڪري اڪيلي سر "جنگ" اخبار ڪراچيءَ مان ڪڍيائين. ڪو وقت ته اخبار ڪڍڻ کان وڪڻڻ تائين سڄو ڪم پاڻ ڪندو هو. نيٺ محنت ٿاب پيس. اڄ اها اخبار ڪراچيءَ کان سواءِ لاهور، راولپنڊي، ڪوئٽا ۽ لنڊن مان به پئي نڪري. انگريزي اخبارون، رسالا ۽ اشاعتي ادارن کي ان ڌنڌي مان اربين رپين جي آمدني آهي. اخباري دنيا جا بادشاهه، هر حڪومت به سندن خوشامد پئي ڪري.

عبدالستار ايڌي ڦاتل سپاتو ۽ ميري ٽوپي پائي لاوارث لاش دفن ڪندو هو. اڄ سڄي ملڪ ۾ سندس نالي جا سينٽر قائم آهن. هاٿي ته همراهه وٽ هيليڪاپٽر به آهن. سڄي دنيا ۾ نالو ڪمايو اٿائين. ڪنهن ڏينهن ڏسندو ته مدر ٽيريسا وانگر "نوبل انعام" به حاصل ڪري ويندو.

عمران خان ٻين رانديگرن وانگر رانديگر آهي. محنت ۽ اورچائيءَ سان نالو پيدا ڪيائين. سڄي دنيا گهميو. خوب پيسو ڪمايائين. شڪل جو ناهوڪو آهي تنهن ڪري جتي ويو اتي حسين عورتون ۽ فلمي ايڪٽرائيون متس وڃهه وجهڻ لاءِ اتيون. ڪيس جواني ۽ پيسو لٽائڻ جي هر سهولت موجود هئي ته به هن سڄي ميڙي چونڊي گڏ ڪري ۽ ٻيا چندا وٺي پنهنجي ماءُ جي ياد ۾ ڪروڙن جي قيمت سان ڪئنسر اسپتال پيو جوڙائي. اهڙيءَ طرح هن پاڻ ۽ پنهنجي والده جو نالو امر ڪري ڇڏيو.

مريضن جون دعائون رَنگ ۾.

سائين مظفر حسين شاھ تقرير پوري ڪئي تہ سيني ڪان هلڪي دانهن نڪري وئي. معلوم ٿيو تہ سائينءَ کي تقرير لاءِ ان اميد تي سڏيو هيائون تہ هو سرڪاري خزاني مان ڪا چڱي چوکي رقم سنڌ سيد ايسوسيئيشن کي امداد طور ڏيڻ جو اعلان ڪندو ۽ ڪي ٻيون سهولتون بہ ڏيندو. پر سائين بہ آهي سياڻو سو وفائي صاحب وانگر فقط نصيحت جا نڪتا بيان ڪري رمندو رهيو. دعوت جي سڄي رقم ايسوسيئيشن تي چٽي پئجي وئي.

سيـن ڪان سلجهيل ۽ حقيقت تي ٻڌل تقرير پير سائين پاڳاري جي هئي. پير صاحب جن چيو تہ سيد ايسوسيئيشن جهڙن ٻين تنظيمن جو کيس ذاتي تجربو آهي. انهن مان ڪوبہ ڪڙ تيل ڪونہ نڪرڻو آهي. هو هرويرو برادري يا معاشري کي سڌارڻ جو بار پنهنجن نازڪ ڪلهن تي نہ کڻن. بار کڻن باري، ناهي ڪم ڪچن جو. جي ٿي سگهي تہ هو پنهنجي برادريءَ اندر يا ان ڪان ٻاهر لائق ۽ هوشيار پر غريب شاگردن کي اسڪالرشپون ڏئي ملڪ ۾ يا ٻاهر پڙهڻ جو موقعو ميسر ڪن ۽ ان سان گڏ پنهنجي ۽ پنهنجي اولاد جي اخلاقي تربيت ۽ تعليم تي توجھ ڏين. پير صاحب چيو تہ هاڻوڪو نوجوان نسل تہ هٿان نڪري ويو آهي ۽ ڪنهن جي بہ چئي آکي ۾ ڪونہ آهي. منجهس اينٽريون برايون گهر ڪري ويون آهن جو هينئر ڪين هٿ لاءِ تہ هٿ ڪارو، پير لاءِ تہ پير ڪارو. ان کي سڌارڻ تي وقت نہ سيڙائڻ گهرجي. پڪي گهڙي کي ڪَنا ڪڏهن بہ نہ پوندا آهن تنهن ڪري ڪوشش ڪري ٻوٽن ۽ ڏوهٽن تي ڌيان ڏجي جن جا ذهن اڃان ڪچا آهن. انهن کي سندن ماءُ پيءُ جي بري صحبت مان ڪڍي سنوارڻ جو سعيو ڪرڻ کپي. جيڪڏهن انهن کي سڌاري سگهياسين تہ سمجهو اسان جي زندگي سجائي گذري.

سنڌ جا سيد مسلمانن ۾ ائين آهن جيئن هندن ۾ برهمڻ، جمندي ڄام. سيني ذاتين کان اوچا. سيد سيرانديءَ ويهي تہ ٻيا سڀ پيرانديءَ. "جيڪو لوچي سو لهي" وارو اصول هنن سان لاڳو ڪونہ ٿئي. عقيدي موجب سيد جو بار معاشري تي آهي. هو آٿن تہ هي ڪائي. تنهن ڪري سمجهيو وڃي ٿو تہ سيدن جا مسئلا "مخصوص" آهن، پر ائين نہ آهي.

سنڌن سڀني مشڪلاتن جو ڪارڻ سنڌن ذهني تربيت، نسلي برتريءَ جو احساس، تعليم جي گهٽتائي، ابوجهه ۽ اڻ پڙهيل عوام جا غلط عقيدا آهن. وڏ ۾ وڏ تعليم، سٺي صحبت ۽ روشن خيالي حاصل ڪرڻ سان اهي مسئلا پاڻمرادو ختم ٿي ويندا جنهن لاءِ تنظيم جو هئڻ هرويرو ضروري ڪونه آهي. اصل ڳالهه آهي ته انفرادي طرح خدمت، بهتري ۽ ترقيءَ جو جذبو پيدا ڪجي. جنهن ڪي اڳتي وڌائڻ لاءِ هم خيال ماڻهن جي تنظيم جي ضرورت پوندي آهي. تنظيم فردن جو مجموعو آهي. جيڪڏهن فرد ئي ذهني طرح ڪورو هوندو ته سنڌس جهڙا ٻيا فرد تنظيم جوڙي ڪهڙو تڪر تاڪبندا. ان ڪان سواءِ تنظيم جوڙڻ تي واندڪائيءَ جي ونڊر. جن مسئلن ڪي سيد فقط پنهنجا مسئلا سمجهن ٿا اهي حقيقت ۾ هر سنڌيءَ جا آهن.

بهرحال، جن موقعن تي سٺي ماني ملڻ جو لالانگهرو هجي، اتي تقريرون دل ۽ ذهن ۾ گهر ڪرڻ بدران معدي ڪي مچرائي بڪ ڪي پڙڪائيندڙيون آهن. تنهن ڏينهن به اهوئي ٿيو. "دُست به ڪار، دل به يار" وانگر مهمانن جو به ڪن تقريرن ڏانهن ۽ اک مانيءَ جي ميزن ۾ هئي. دير به ڏادي ٿي وئي هئي. ڪاڏي جو سڏ ملڻ شرط هرڪو دلجمعيءَ سان پاپي پيٽ ڪي پر ڪري، مٿس آئيس ڪريم جو چنڊو هڻي، سنڌ ۾نور پڪيڙڻ لاءِ روانو ٿي ويو.

ذيان طلب

# سنڌالاجيءَ جي سلور جوبلي

حسين شاه راشدي

سنڌالاجيءَ جي سلور جوبليءَ ۾ شريڪ ٿيڻ جو دعوت نامو مليم ته ويساهه ئي نه پيو آيو ته هن اداري جي عمر پنجويهن سالن کي پهتي آهي. وقت گذرندي ويرم ئي ڪانه ٿي لڳي. اڄان ڪالهوڪو ڏينهن پيو معلوم ٿئي جڏهن ساڙ سڙين ڪيس باهه ڏئي ڀسم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. سمجهو هيائون ته سنڌالاجيءَ جا پرجهلو روئي پٽي ويهي رهندا ۽ دشمن کي بازي ڦٻي ويندي. پر شاباس آهي ڌرتيءَ جي ڌٽين کي جن سنڌالاجيءَ کي سنڌ جي لڄ جو درجو ڏئي سنڌس پرگهور ڪئي ۽ هڙان ۽ وڙان، جيڪي ڪجهه پڳن اهو حال سارو سنڌالاجيءَ جي حوالي ڪيائون. ڪيس اهڙي پيار ۽ پاٻوهه سان ناهيائون جو ماشاءَ الله اڄ سنڌالاجي نه فقط سنڌ جو نڪ ٿي پئي آهي پر اسانجي ماضيءَ جي عظمت ۽ آئيندي جي عزم جي علامت جو مرتبو ماڻي ٿي. هر سنڌيءَ جو منجهس ساهه آهي. وري امالتڙ هجڻ جي ساک ۾ڏاک اهڙي ويهاري اٿائين جو ڪي جيئري ئي سڀو ڪجهه سنڌس حوالي ڪن ۽ ٻيا وصيت ڇڏن ته مئي پڄاڻان سندن ميراث سنڌالاجيءَ ۾ سانڍي وڃي.

ميائي جياس، جي نيو مڙهه ملير ڏي.

*:*:*

سنڌالاجيءَ جي سلور جوبليءَ وارو جشن ٻه ڏينهن- ٢٧ ۽ ٢٨ ڊسمبر، ١٩٨٧ع هليو. پهريون اجلاس افتتاحي هيو. سنڌين جي سنڌالاجيءَ سان سِڪ جي ثابتي ته پهرين ڏينهن ئي ملي وئي جڏهن افتتاحي ميڙ ۾ ٻه

هزارن جو هجوم هو. صدارت ته ڪنهن گورنر يا وڏي وزير ڪانه پي ڪئي جنهن کي پاڻ ڏيکارڻ لاءِ خوشامدين جا ڪٽڪ اچي ڪڙڪندا آهن ۽ خاص مهمان جي پڻ ڏيندي شرط ”تڏا ويڙهه“ جو نظارو نظر ايندو آهي. اڄوڪي اجلاس جي صدارت جڳ مشهور سنڌي عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پي ڪئي ۽ خاص مهمان سنڌالاجيءَ جو اڳوڻو ڊائريڪٽر ۽ هينئر علامه اقبال يونيورسٽيءَ جو وائس چانسلر ڊاڪٽر غلام علي الانا هو جيڪي ٻئي صاحب پنهنجي پنهنجي ميدان ۾ مهندار آهن. انهن کان اڳ ڊاڪٽر محمد افضل، مظهر يوسف، آپا مريم نوحاڻي، حميد آخوند ۽ حميد سنڌيءَ به تقريرون ڪيون. سنڌي زبان جا پياسا پتنگ علمي اُڃ اجهائڻ لاءِ شروع کان آخر تائين ويٺا رهيا ۽ شوق سان تقريرون ٻڌائون.

***

سينيٽر جاويد جبار به اتي موجود هيو. ڪيس جس هجي جو سنڌالاجيءَ جو سڏ ورائيندي نه رڳو اچي پير پريائين پر تقرير به ڪيائين. تر جي ڏڪاريلن لاءِ گهٽي وقت ڪان وٺي هو به سنڌين سان گڏجي واڪا ڪندو رهي ٿو پر دانهن جي داد رسيءَ جي نه اڳ اميد هئي ۽ نه هينئر آسرو. جاويد جبار ٻيون سڀ ڳالهيون سهٽيون ڪيون پر هڪ ڳاهه سمجهه ۾ نه آئي. هن ڏوراپو ڏيندي چيو ته اسان سنڌالاجيءَ کي ڄامشوري جي رڄ ۾ رکڻ بدران ڪراچيءَ جي جمشيد روڊ تي آڻي شهري شڪارين کي ديدار ڪرائيندا رهون ها ته هوند هو اسان جي ثقافتي حسن تي هرڪجي ڪڏهانڪر اسان سان کير کنڊ ٿي وڃن ها. يعني ڏوهه وري به اسان جو. مڙيوئي مون ڏانهن، هو تن ڏانهن نه هيڪڙي. اها ساڳي سنڌالاجي ابتدا ۾ اسان گاڏي کاتي ۾ قائم ڪئي هئي. تڏهن ته ڪنهن به پائيپيءَ جا پاڪر نه پاتا، رهندو دڙي دڦ ٿي ڪيائون. شروعات ۾ اسان کان پورڙيائي ٿي هئي. ذارين سان مائٽيءَ جي شوق ۾ اسان اندر ڪدي اڳيان رکيو هو. نتيجو؟ ٽپڙ ته چٽ، پر موٽ ۾ لعنتاٽو به نصيب ٿيو. مصلحتن جا معاملا ٻيا آهن، نه ته بگهڙ ۽ ٻڪريءَ جي پريت به ڪڏهن پائدار ثابت ٿي؟ اسان کي هر وقت ڪتڻ جي ڪرت ۽ ڳنڍڻ جي ڳٽتي، اڳلن کي توڙڻ جي تانگهه ۽ نويڪلي ڪائڻ جو ڪورو. اهي سنڌا متائڻ سترا ڪونه آهن. چڱو ٿيو جو سنڌالاجيءَ جو مور اسان

جهنگ ۾ ئي سانديو. شهر ۾ هجي ها ته ماري گوشت سان پنهنجي هوڙ به ڪوسي ڪن ها ۽ ڪنب پٽي وجي گهرن ۾ گلدستن جي زينت بڻائن ها. حيدرآباد واري قلعي ۾ وڙهيا ملان ۽ سرڪاري ملازم پلاٽ جي ٽڪر تي، سڙي سنڌ جي تاريخ وئي!

***

محترم ڊاڪٽر غلام علي الانه خاص مهمان جي حيثيت ۾ تقرير دوران سنڌالاجيءَ جي انتظاميه جي پٺي به ٺپريندو رهيو ۽ مٿن الزام به مڙهيندو ويو. يعني چاچي به چوندو رهيو ۽ ڇهنڊي به پائيندو رهيو. الانا صاحب جن اهو تاثر ڇڏڻ پي گهريو ته خدانخواسته سنڌالاجي ته وڏي شاهي سڙڪ تي ڳاٽ اوچو ڪيون بيٺي آهي. هر لنگهندڙ اتي ليئو ضرور پائي. هرڪو ان ڪي اڳ ڪان اڳرو پائي. سچ سنڌالاجي گهمي اڪيون ناري موتن ته ڪينو رڪندڙ سڙي پچي ٻاهر نڪرن. اها وائي اڳ ڪنهن واتان ڪانه ٻڌيسون ته سنڌالاجي پنٽي پئجي وئي آهي. گذريل ڇئن پنجن سالن جي ساک ته مان به ڏيندس ته اتي وڏا وڏا سيمينار ٿيا آهن، ادبي ميڙ ڪونايا ويا آهن، عالمن جا تعزيتي جلسا ترتيب ڏنا ويا آهن، ڪتابن جون مهورتون منعقد ٿيون آهن، سنڌي زبان ۽ ادب جي سچڻ جون عزت افزايون ڪيون ويون آهن. ڪتاب ڇپيا ڇپجن، رسالا پيا نڪرن، نمائشون پيون لڳن. مان نٿو سمجهان ته ڪنهن به ٻي يونيورسٽيءَ جي اداري اهڙي پرپور ۽ ڪارائتي ڪم جو مثال پيش ڪيو هوندو. الانا صاحب ڪان وڌيڪ ان ڳجهه جي ڪنهن ڪي خبر آهي ته ڏاڻن جي هن ڏيهه ۾ اسان تي چوطرف جانچوسي وينا آهن، ملائڪن ڪان به مستعد اسان جي عيبن ڳولهڻ تي مامور. عيب نه لهندن ته هٿ سان گهڙي به پنهنجي روزي حلال ڪندا. اهڙن ملائڪن جي رپورٽن بدولت سائين الانا صاحب جن پاڻ به هڪ گهمرو سرڪاري هنگلاج ۽ هوت پسي آيا آهن. جيڪڏهن الانا صاحب جي اک سنڌالاجيءَ جي سينڌ ۾ ڪا هڪ اڌ جونءَ يا ليک لڪل لڌي به هئي ته ڪري ڪن ۾ قوڪ ڏئي ها. دوست دشمن اڳيان عيبن جو ڍوبي گهاٽ کولي ويهڻ موقعي جي مناسبت مطابق ڪونه هيو. پنهنجي تقرير ۾ وري جن ٽن بزرگن جي تصويرن نه پسڻ جي شڪايت الانا صاحب ڪئي، حاضرين ته انهن جا نالا ٻڌڻ ڪان پوءِ خاموش رهي

پنهنجي اطمينان جو اظهار ڪيو پر اتي موجود "ملائڪن" ۾ ڦڙڦوٽ ضرور پئي. اها ڳالهه ڪرڻ مان مراد شايد سنڌالاجيءَ کي سنگسار ڪرائڻ جي هئي. شڪر ٿيو جو ان چٽنگ ممڻ نه مچايو جو ان وقت تحقيق ڪرڻ تي اهو الزام بادي ثابت ٿيو. الانا صاحب جي سنڌالاجيءَ سان عشق ۾ ڪوبه شڪ نه آهي. محبت جي اظهار جو هر ڪنهن جو طريقو پنهنجو هوندو آهي پر ٻاروچل جو هي ڳڻ مون کي البت نيارو نظر آيو.

تقريرن دوران ذڪر ڪيل سپني ڏوهن ثوابن جو جواب آخر ۾ سنڌ يونيورسٽي جي وائس چانسلر مظهرالحق صديقي صاحب ڏنو ۽ سچي جت وانگر هر ڪنهن کي گهرج مطابق ڪڙهه تي ڪير پياريائين.



سنڌالاجيءَ جون ٻنهي ڏينهن واريون سڀ تقريبون سهڻيون پر راڳ رنگ واري محفل جو ڪو مٽ ڪونه هيو. توڙي جو پنڊال جي موڪر ميلن ۾ بي معلوم ٿي تنهن هوندي به تر سمائڻ جيتري وٿي ڪانه بچي هئي ۽ سنڌي راڳ جا پتنگ اچ پڪو پهه ڪري آيا هئا. ننڍي وڏي، جوان ڪراڙي، عورت مرد جو فرق ڪونه رهيو هو. جنهن کي جتي جاءِ نظر آئي اتي ديرو ڄمايائين. چوندا آهن ته ڪن موقعن تي محمود ۽ اياز ساڳي صف ۾ بيهي ويندا آهن. هتي معاملو ان کان به زور هيو. يعني اياز تنگ تنگ تي چاڙهيون ڪرسيءَ تي ڪر ڪنيو وينو هيو ته محمود سندس پيرن ۾ پلٿي ماريون وينو هو. محمود وري هيسيل اهڙو جو جي پٽڪ به ڪڍي ها ته اياز اڳيون پويون ڪسرون ڪڍيس ها. مني به ماٺ، مني به ماٺ. اسٽيج جي سونهن ۽ سوڀيا جو ته شان ئي نرالو هو. جهنگل ۾ منگل جو مانداڻ هيو. جتي جوڙا جوان هيا اتي حسين حورن جي ڪمي به ڪونه هئي. پيمائش ڪجي ها ته هوند جيترو حسن ان رات في چورس فوٽ جي حساب سان پنڊال ۾ موجود هيو اوترو حيدرآباد جي سڄي تاريخ ۾ هڪ هنڌ گڏ نه ٿيو هوندو.

انعامن ۽ تقريرن کان پوءِ جڏهن پروگرام جي پهرين قسط اسٽيج تي آئي تنهن واڄٽ وڄائي ڇڏيا. ڪنهن کي وهم گمان ۾ به ڪونه هيو ته سندس اکيون جيوٽي ٻائي، مائي الهرکي پاءُ گلن ۾ ترنڊڙ بالي، ڀڳت ڪنور رام، ماسٽر چندر، استاد الهڏني نوناري، منو ڪلهوڙي، جاڙي

ڀڳت. سوني خان بلوچ ۽ استاد خير محمد خان کي سامهون ڳائيندي ڏسنديون. هڪ خواب هيو جيڪو ساڀيان تي آڏو آيو. سڄو مجمعو منجهي ويل هيو ۽ سامت ۾ تڏهن آيو جڏهن اسٽيج هٽڪي هٽڪي آخر وڃي هيٺ ٺهڪي. گهٽن ته اسٽيج جي ڪرڻ کي به ان پروگرام جو حصو سمجهي تاڙيون وڄايون پر پوءِ جڏهن رڻ گجيو. راڙو ٿيو ۽ چوڌاري اوندهه انائونسر ٿي وئي تڏهن وڃي حقيقت جي پروڙ پئي.

ان تڏهن ئي ٿي رڙيا جڏهن ٻورا ٿي سبيا. شوقينن جي شوق جي شدت ڏسي ادي مهتاب ۽ وائيس چانسلر شروع کان وني دانهون ٿي ڪيون ته ٻيلي ڌيرج ڌاريو. نظم ۽ ضبط کان ڪم وٺو. مظهرالحق صاحب ته هٿ به ٻڌن پر هر ڪنهن کئي اها جيڪا سندس من ۾ آئي. جيڪا اسٽيج پنجاهه ماڻهن لاءِ ٺهيل هئي ان تي جڏهن پنج سؤ کان وڌيڪ همراهه ويهندا ته اها ڊهندي نه ته اڏامندي ڇا؟ ڪمال اهو ٿيو جو اسٽيج ڪنهن هڪ پاسي کان نه جهري به نه ٿٽي پر هڪ ئي وقت سڄي جي سڄي وڃي ٺهڪو ڪيو. تباهيءَ دوران اهڙي سهڻي توازن جو سبب اهو هيو جو اسٽيج جي هڪ پاسي سنڌ جي راڳ راڻي مائي عابده پروين ويٺل هئي ته ٻئي طرف خيرپور جو والي مير علي نواز خان ٽالپر هيو جيڪو پڻ باليءَ جي لالا نگري تي اتي موجود هيو.



مجموعي طرح جيئڻ سبق آموز رهيو. ثابت ٿيو ته اسان ۾ سوچ جي صلاحيت، انتظا جي اهليت ۽ محنت ۽ مشقت جو مادو موجود آهي. فقط تنظيم جي اٹاڻ آهي. ان عيب کي هوند ختم ڪريون ته پوءِ اسان جهڙو ڪو ٿي ته ڏيکاري!



# رتيءَ جي رهاڻ

**سراج**

اج ڪله سموري آمريڪا ۾ رنگ لڳا پيا آهن: دنيا جي هن سڀ کان "طاقتور ملڪ جي صدر بل ڪلنٽن جا تختا ڪڍڻ جون تياريون پيون ٿين. بل ڪلنٽن آمريڪا جو اهڙو صدر آهي جنهن ملڪ کي نہ رڳو بين الاقوامي سياست ۾ سڀ کان طاقتور ملڪ تسليم ڪرايو آهي. پر ملڪ جي اقتصادي ۽ معاشي صورتحال ۾ اهڙيون تبديليون آنديون اٿس جو هن وقت جهڙي خوشحالي آمريڪا جي ماڻهن کي ميسر آهي، اهڙي گذريل ٻن سؤ سالن ۾ ڪانہ ٿي. ملڪ منجهان بي روزگاري تقريبن ختم ٿي ويئي آهي. باوجود خوشحاليءَ جي، شين جون قيمتون ڪونہ ٿيون وڌن. هر ماڻهوءَ جي آمدني ايتري وڌي وئي آهي جو هنن کي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ خرچ ڪٿي ڪن. ڏوهہ گهٽجندا وڃن. نسلي ڇڪتاڻ ايتري گهٽجي ويئي آهي جو ڪارن ۽ گورن ۾ تقريبن برابري ايندي وڃي، ۽ ڪارن کي بہ اهي ئي حق ملڻ لڳا آهن، جهڙا گورن کي آهن. اسڪولن ۽ ڪاليجن

۾ تعليم جو معيار بهتر ٿي ويو آهي. دنيا جي مختلف حصن ۾ گهرو لڙائين کي ختم ڪرائڻ ۾ ب هن جو وڏو هٿ آهي. صدين کان برطانيا جي اتر آئرلئنڊ ۾ ڪئٿولڪ ۽ پراٽسٽينٽ فرقن ۾ جيڪا ويڙهاند ۽ ماراماري پئي هلي، انهن ٻنهي فرقن هاڻ باهمي امن ۽ سلامتي جو معاهدو ڪيو آهي، ۽ اهو ڪارنامو ب بل ڪلنٽن جي ذاتي ڪوشش جي ڪري ٿيو آهي، ۽ صدين جي ان رتوڇاڻ کي بند ڪرائڻ جي عيوض، هن جو نالو "نوبل امن انعام" (Nobel Peace Prize) لاءِ تجويز ٿيو هو. هن سموري دنيا مان ايٽمي هٿيارن جي ڊوڙ ختم ڪرائڻ لاءِ اهڙيون حڪمت عمليون اختيار ڪيون جو پاڪستان ۽ هندستان ايٽمي تجربا ڪيا ت انهن کي سيکت طور معاشي طور اهڙو بيحال ڪري ڇڏيو اتس جو ٻئي ملڪ توباهون پيا ڪن، اصل گيسيءَ جو نڪاءُ پيو پوي ۽ چون پيا ت اسان تان اقتصادي پابنديون هٽايو ن ت ماٺهو بک مري ويندا. اسين ايٽمي تجربن تي پابندين واري معاهدي (CTBT) تي صحيح ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. ٻين لفظن ۾ بل ڪلنٽن اهڙو صدر ثابت ٿيو آهي جنهن آمريڪا جو مان مٿاهون ڪري ڇڏيو آهي، پر...!

پر همراه کي هڪ قسم جي "تاٻي جي ٽونڪر" آهي، سا اها ت پياري پاڪسان جي وڏيرن ۽ چوڌرين وانگر (۽ ٻين پاڪستانين وانگر) سُريتون وهارڻ جو مڙئي وڏيڪ شوقين آهي. شل ن ڪا ناهوڪڙي نينگري نظر اچيس، اصل گگَ وهڻ تي لڳيس. بلڪل ايئن جيئن اسان وٽ ماٺهو سٽڻ ۾ هٿ وجهي مهٽ مهٽان شروع ڪري ڏيندا آهن. جڏهن ارڪنسا رياست جو گورنر هو، تڏهن گورنر هائوس ۾ ڪم ڪندڙ ملازم پائولاجونس تي نظر پيس، سندس هٿ هڪدم پتلون جي "زپ" (Zip) تائين وڃي پهتو. اها "زپ" ايئن آهي جيئن اسان جي سٿڻ جو اڳٺ! هڪدم پنهنجي هڪ پهريدار کي اشارو ڪيائين ت پاؤلا کي وٺي اچ. پاؤلا آئي ت ٽپ ٽري ويس ۽ چيائينس ت تنهنجي حسن مون کي کهي ڇڏيو آهي"، هاڻ ڪا ٻلائي ڪر!" پر پاؤلا راضي ن ٿي! "ڳالهه اتي ختم ڪان ٿي. جڏهن بل ڪلنٽن گورنر منجهان آمريڪا جو صدر چونڊجي ويو ت پاؤلا کي خيال آيو ت هي موقعو آهي ت صدر کان اڳئين حساب ۾ ڪجهه هٿ ڪري وٺجي، سو مٿس ڪيس داخل ڪيائين ت

بل ڪلنٽن زپ جا بٽڻ کولي مون کي پنهنجي اوگهڙ ڏيکاري هئي!
آمريڪا ۾ عدالتون ماڻهن جي حقن جو تحفظ ڪنديون صدر هجي يا
بادشاهه. ڪنهن جي ڪانڌ ڪونه ڪدين. ڪيس هليو ۽ اهو به وقت آيو
جڏهن بل ڪلنٽن طرفان آڇ ٿي ته جيڪڏهن هوءَ ڪيس واپس وٺي ته
ڪيس ستر لک ڊالر معاوضو ملي سگهي ٿو. آمريڪا ۾ اخبارون ۽ ٽي وي
ميڊيا ايترا طاقتور آهن جو اهڙي دلچسپ صورتحال ۾ پاؤلا کي لکين ڊالر
آڇيائون ته پنهنجي ڪهاڻيءَ جا تفصيل ٻڌائي. ايئن پاؤلا لکين ڊالر
ڪمائي ورتا پر نيٺ عدالت اهو ڪيس ان ڳالهه تي خارج ڪري ڇڏيو ته
صدر ان معاشقي کان انڪار ڪيو آهي، ۽ پاؤلا وٽ ڪو ثبوت ڪونهي!

بل ڪلنٽن جڏهن ٻيو ڀيرو صدر ٿيو. تڏهن ڪن ٻين حسينائن
به دعوائون ڪيون ته بل ڪلنٽن اسان تي به هرک هاري وينو هو، ۽ اسان
سان راتيون گذاريون اٿس. انهن حسينائن به چڱا ڏوڪڙ ڪمايا،
پرهڪڙي نينگري مونيڪا ليونسڪيءَ ڏاڍي رٿابنديءَ سان بل ڪلنٽن
کي پنهنجي ڦند ۾ ڦاسائڻ جو منصوبو ناهيو. شڪل جي ناهوڪي، بدن
۾ بجليون، هلي ته جهڙي ديل، اکيون آبشارن جهڙيون، بل ڪلنٽن اصل
وٺجي ويو. هوءَ صدارتي محل (White House) ۾ ملازم هئي. هوءَ
ڪنهن نه ڪنهن بهاني سان وٽس هلي ايندي هئي، يا بل ڪلنٽن کيس
گهرائي وٺندو هو. مونيڪا اهڙي هر ملاقات جو نه رڳو سمورو تفصيل
پنهنجي ڊائري ۾ لکي ڇڏيو، پر پنهنجي ماءُ ۽ هڪڙي دوست لنڊا ٽرپ
اڳيان معاشقي جا تفصيل رڪارڊ ڪرائي ڇڏيائين. پنهنجي ٽيليفون تي به
ٽيپ رڪارڊ رکي ڇڏيائين. ڪنهن هڪڙي ڀيري تڪڙ ۾ بل ڪلنٽن
جو ڪو ڇنڊو هن جي پوشاڪ تي ڪري پيو اها پوشاڪ به هن محفوظ
ڪري رکي ڇڏي!

ڪجهه وقت کان پوءِ بل ڪلنٽن جي دل ڀرجي وئي. ۽ هن مونيڪا
تان هٿ کڻي ڇڏيو. صدارتي محل مان به هن جي ملازمت ختم ٿي وئي.
اها ٿڌائي ڏسي، هن بلڪ ڪلنٽن کي وري نوڪري ڏيارڻ ۽ وڌيڪ مزا
وٺڻ لاءِ ٽيليفون ڪرڻ شروع ڪيا. ڪلنٽن ساڻس واعدو ڪيو ته کيس
وري نوڪري ڏياريندو!

ان وچ ۾ هڪڙي سرڪاري وڪيل. ڪينيٿ اسٽار بل ڪلنٽن

خلاف ڪو ڪيس ناهڻ لاءِ تفتيش ڪرڻ لاءِ مقرر ٿيو. هن ڪوٽ ڪوٽان لائي ڏني ته بل ڪلنٽن جڏهن گورنر هو تڏهن هن پنهنجي زال هيلري ڪلنٽن جي وڪيلن جي فرم جي ذريعي ڪنهن جائداد ۾ هيراڦيري ڪرائي هئي. پر هو ڪا ڳالهه ثابت ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيو. جڏهن پاؤلا جونس وارو ڪيس ٿيو تڏهن ڪينيٿ اسٽار ان ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي ۽ پاؤلا جونس جو بيان وٺي محفوظ ڪري ڇڏيائين. جڏهن پاؤلا جونس وارو ڪيس خارج ٿيو ته ڪينٿ اسٽار ٻيهر ناڪام ٿيو، پر هن پيڇو نه ڇڏي. اوچتو ڪيس ڳجهي طرح مونيڪا ليونسڪيءَ سان بل ڪلنٽن جي معاشقيءَ جي خبر پئجي وئي. هن چالاڪيءَ سان اها خبر اخبارن ۽ ٽي وي تي نشر ڪرائي ڇڏي.

اصل وٺ وٺان ٿي وئي. اخبارن ۽ ٽي وارن مونيڪا، سندس ماءُ، سندس دوستن جا بيان شايع ڪرڻ شروع ڪيا. اخبار نويسن بل ڪلنٽن کان آڏي پڇا ڪئي. هن صاف انڪار ڪيو ته ڪو هن جا مونيڪا سان ڪي جنسي لاڳاپا هئا. ڪينيٿ اسٽار مڇڏو ماٺهو آهي، تنهن مونيڪا کي زيربار ڪرڻ شروع ڪيو ته جيڪڏهن ڪوڙ ڳالهائيندين ته جيل اماڻي ڇڏيندوسانءَ. ڪجھ ان دڙڪي، ڪجھ ٻين ڳجهن هٿن جي ڪري، مونيڪا پنهنجو مڪمل بيان ويڊيو ڪئميرا اڳيان ويهي رڪارڊ ڪرايو ته هن ۽ ڪلنٽن هيترا ڀيرا پاڻ ۾ مزئي مزي خاطر جنسي راند روند ڪئي هئي، پر معاملو راند روند تائين هو. اصل ڳالهه تائين ڪونه پهتو جيتوڻيڪ هن ڪوشش ڏاڍي ڪئي ته بل ڪلنٽن هن سان ڪا سڄي رات گذاري!

پوءِ ته اهڙو محشر متو جو الامان والحفيظ! ڪلنٽن هڪڙي زخمي گهوڙي وانگر هٽڪارڻ لڳو. اسٽار هن کي بيان ڏيڻ تي مجبور ڪيو. هن نيٺ مڃيو ته هائي ٻيلي، مون ڪا مزئي غلطي ٿي ويئي ۽ اسان ڪجھ ويجهي راند روند ضرور ڪئي، پر اها اصلي جنسي لڳ ڪرڻ ائين ڪانه پهتي. هن جي ان بيان کان پوءِ ڪينيٿ اسٽار ۴۴۷ صفحن جي رپورٽ ڪانگريس جي اڳيان پيش ڪئي جيڪا سموري دنيا انٽرنيٽ تي ڏٺي ۽ پڙهي آهي، ۽ سموري دنيا کي ڏنڊين آڱريون آهن ان رپورٽ ۾ اهڙا اهڙا تفصيل آهن جو اخبارن ۽ ٽي وي وارن اهو چتاءُ ڏنو ته هي تفصيل ننڍن

ڪچڙن ذهنن کي متاثر ڪري سگهن ٿا ان ڪري ننڍي ٿهيءَ وارا نه پڙهن نه ڏسن ته چڱو جو اخلاق خطري ۾ پئجي ويندو. انهن تفصيلن ۾ چمين ياڪرن سان گڏ ڪجھ راند روند. هتڙا گهمائڻ ڪان وٺي ڪنهن خاص چشڪي جا ذڪر اذڪار آهن!

هاڻ ڪانگريس کي فيصلو ڪرڻو آهي ته بل ڪلنٽن کي صدارت تان لاهڻ لاءِ ڪيس هلائجي يا نه جاڪاڻ ته صدر جنسي لاڳاپن کان انڪار ڪري ڪوڙ ڳالهايو آهي: ڇا اهڙي صدر تي اعتبار ڪري سگهجي ٿو جيڪو ڪوڙ ڳالهائي؟ آمريڪا جا سٺ سيڪڙو ماڻهو هن کي صدارت تان لاهڻ جي خلاف آهن: هنن جو چوڻ آهي ته جنسي لاڳاپا هن جو ذاتي فعل آهي ۽ آمريڪي سماج ۾ ته اها ڪا خاص وڏي ڳالھ ڪانهي. هو آمريڪا جو بهترين صدر ثابت ٿي آهي. ثوري ثابي جي ٿونڪر اتس ته ڪهڙو آسمان ڪريو آهي؛ ۽ ڪهڙي اربع خطا ٿي آهي جڏهن ته هو چوي ٿو ته آءٌ پنهنجي ڪئي تي پشيمان آهيان ۽ قوم کان معافي ٿو وٺان! ٻيا چون ٿا ته نه. اسان کي اهڙو بداخلاق صدر نه گهرجي! هاڻ ڏسجي ته ڪانگريس ڪهڙو ٿي فيصلو ڪري!

اوهين به ان تي سوچيو: آءٌ ته رڳو اهو پيو سوچيان ته هن جي زال هيلري ڪلنٽن جي اندر ۾ جيڪو مانداڻ متل هوندو ۽ سندس دل تي جيڪي ٻرڇين گهاءَ ڪنديون هونديون. تن جو علان ڪنهن وٽ آهي؟

# رتيءَ جي رهاڻ

## سراج

پراڻي زماني ۾ جڏهن اجا ايلوپيٿڪ دوائن ۽ ڊاڪٽرن جو رواج ڪونه پيو هو، تڏهن حڪيمن ۽ طبيبن کان ماڻهو هر بيماريءَ جو علاج ڪرائيندا هئا. حڪمت ۽ طبابت هڪ عزت وارو پيشو هوندو هو. گهڻو ڪري حڪيم ۽ طبيب غريب غربي کان ته ڇا تونگرن کان به علاج معالجي لاءِ پئسو ڪونه وٺندا، بلڪ هَبَ، پُڙيون، معجونون ۽ ٻيون دوائون مفت ۾ ڏيندا هئا، يا طريقو سمجهائيندا هئا ته پساريءَ کان جڙيون ٻوٽيون وٺي انهن کي گهر ۾ ئي پيهي تيار ڪري دوا ڪيئن استعمال ڪجي.

اهي حڪيم ۽ طبيب عام ماڻهن کي دوا درمل مفت ڏيندا هئا، بلڪ ڪنهن مريضن کي گهر تي ڏسڻ ويندا هئا، تڏهن به ڪو عيوضو ڪونه وٺندا هئا، ان ڪري عام ماڻهن ۾ هنن جي وڏي عزت هوندي هئي. هونئن به اهي حڪيم ۽ طبيب نه رڳو پنهنجي حڪمت ۽ طب جا وڏا ماهر هئا پر ٻئي علم ادب جي لحاظ کان به وڏا ڄاڻو ۽ پڙهيل ڳڙهيل هوندا هئا. مون کي هميشه حيرت ٿيندي هئي ته آخر هو پنهنجي گذر سفر ڪيئن ٿا ڪن. اهو ڳجهه ۽ اسرار مون تي تڏهن کليو جڏهن آءٌ مئٽرڪ ۾ هوس. ٽنڊي ڄام ۾ اسان جي محلي جي اوطاق ۾ هڪڙو افغان مولوي صاحب هر ٻئي ٽئين سال اچي ترسندو هو. هن جي ماني ٽڪي ۽ رهڻ ڪرڻ جو خرچ پڪو اسان جي محلي مان ٿيندو هو. اسان جا وڏڙا سڀ هن جا معتقد هوندا هئا. هو جڻ ته اسان جي گهر جو فرد هو. مئٽرڪ جي تياري ڪرڻ لاءِ موڪلن جي ڏينهن ۾ آءٌ گهر بدران اوطاق تي وڃي رهيو هوس. اتي مولوي صاحب جي خدمت ڪرڻ جو به

موقعو مليمر ته هن جي علم ۽ مطالعي. هن جي حڪمت ۽ طب ۾ مهارت ڪي به ڏسڻ جو موقعو مليمر. هو ڪنهن به مريض کان ٽڪو به نه وٺندو هو. ماڻهو ڪنهن مريض کي ڏسڻ لاءِ ڪيس ساڻ وٺي ويندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ته پرياسي جي ڳوٺن مان ماڻهو ايندا هئا ۽ هن لاءِ خاص گهوڙو يا اُٺ پاڻ سان آڻيندا هئا ۽ مولوي صاحب ان تي چڙهي اوڏانهن ويندو هو ۽ واپس موٽندو هو. هن جي هٿ ۾ شفا به ڏاڍي هئي. ان ڪري ماڻهن جو هن ۾ اصل انڌو اعتقاد هوندو هو. اڪثر واقعا منهنجي اکين ڏٺل ۽ ٻڌل آهن ته جڏهن ٻيا سمورا حڪيم ۽ طبيب ۽ وڏن شهر جي ڊاڪٽرن کان ڪنهن مريض کي جواب ملي ويندو هو ته هاڻ ڪونه بچندو ته پوءِ مولوي صاحب وٽ کڻائي ايندا هئس. مولوي صاحب بنهه انڪار ڪونه ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته مريض کي پاڻ وٽ رهائي، سندس علاج ڪندو هو ۽ اڪثر مريض شفاياب ٿي موٽندو هو. مولوي صاحب هنن کان به ڪجهه ڪونه وٺندو هو. البت مون ڏٺو ته ڪي ڪي ماڻهو، رئيس ۽ وڏيرا ان جون ڳوٿيون، يا ڪا مينهن، ڳئون يا ٻڪري مولوي صاحب ڏانهن موڪلي ڏيندا هئا. مولوي صاحب وري پچائون ڪري، ڪنهن غريب غربي، يا خاص طرح بيوهه مائين کي اهي ڏيئي ڇڏيندو هو.

پوءِ مون تي اهو راز کليو ته هڪ خاص قسم جي علاج لاءِ هو پئسا قبول ڪندو هو. اهو هو نامرديءَ جو علاج! گهڻو ڪري وڏا رئيس ۽ وڏيرا، مولوي صاحب وٽ ايندا هئا. ۽ مولوي صاحب هنن کي ڪي ڪُشتا، ڪڪ ۽ معجونون ناهي ڏيندو هو. انهن کي ناهڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ته هن کي ڏينهن لڳي ويندا هئا. اهي رئيس ۽ وڏيرا اڪثر پوڙها پڪا هوندا هئا. ڏاڙهين کي ڪيس (خضاب) ڪري ڪارو ڪندا هئا. بوسڪيءَ جا پٽڪا ۽ پلي گهوڙي تي سوار وڏي اتالي سان اچي لهندا هئا. پوءِ مون کي خبر پئي ته ڪا نئين شادي ڪرڻ يا ڪا نئين سريت وهارڻ لاءِ هنن کي ڪُشتن ۽ معجونن جي ضرورت محسوس ٿيندي هئي. مولوي صاحب جي قدمن ۾ ويهي، رازداريءَ سان ڪيس آزيون، نيرازيون ۽ منٿون ڪندا هئا. تڏهن وڃي مولوي صاحب راضي ٿيندو هو ۽ پوءِ ڪا معجون، ڪو ڪشتو، ڪو ڪکُ وٺي، نذرانو پيش ڪري مرڪندا واپس ورندا هئا!

هو ويندا هئا ته مولوي صاحب ڪلي مون کي ٻڌائيندو ته ”بدبخت کي هن عمر ۾ پرڻجڻ يا ڪا نئين سريت وهارڻ جو شوق جاڳيو آهي. پر گهربل مردانگي ڪانه اٽس يا پاڻ ۾ اعتبار ۽ اعتماد ڪونه اٽس تڏهن آيو آهي مون کان ڪشتو وٺڻ!“

جڏهن حڪيمن ۽ طبيبن جو دور گهٽي قدر گهٽجي ويو ۽ ايلوپٿڪ ڊاڪٽر ميدان تي آيا، تڏهن رئيسن ۽ وڏيرن وري اوڏانهن رخ ڪيو. ڪن نڳن توڙي ڪن نالي وارن ڊاڪٽرن هنن مان خوب پئسا ڪمايا. ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ هر هنڌ مرداني قوت ۽ شهواني قوت کي وڌائڻ لاءِ مختلف ڊاڪٽرن، حڪيمن ۽ طبيبن جا بي انداز ۽ لاتعداد اشتهار ڀتين تي نظر ايندا آهن. ڊاڪٽرن وري تيستو ويران انجيڪشن ۽ ٻين ذريعن سان خوب ڏوڪڙ ڪمايا آهن. ڪي ڊاڪٽر ته وري آپريشنون ڪري مرمت جو ڪم ڪري خوب دولت ڪمائيندا وتن.

پر هاڻ اوچتو يورپ ۽ آمريڪا ۾ هڪڙيون نيو گوريون نڪتيون آهن جن جو نالو واياگرا (Viagra) آهي، اهي گوريون عمر يا ڪمزوريءَ جي ڪري مردانگي جي ضايع ٿيڻ يا گهٽ ٿيڻ لاءِ هڪ تڪ علاج آهي. ننڍين توڙي وڏن جون اصل قطارون ميڊيڪل اسٽورن تي لڳيون پيون آهن، ۽ واياگرا جي وڪري جي ڌم لڳي پئي آهي. ڪن رسالن ۽ اخبارن ان دوا تي عجيب عجيب تبصرا ڪيا آهن، پر ماڻهو چون ٿا ته جيڪڏهن ان دوا سان ماڻهن جي گهرو زندگي يا جوانن جي زندگيءَ ۾ فرحت ملڻ ۽ عيش ڪرڻ جو موقعو ميسر ٿيو آهي ته چو نه ان کي استعمال ڪجي؟!

پياري پاڪستان ۾ اهي گوريون اڃا پهتيون آهن ۽ لڪ چپ ۾ في گوري پنج هزار رپين ۾ ٿي وڪامي. وڏيرن، رئيسن، چوڌرين ۽ سيٺين اصل سفارشون ڪرائي اهي گوريون خريد ڪرڻ شروع ڪيون آهن. ڪن ميڊيڪل اسٽورن ته جاوا ڪرڻ شروع ڪيا آهن.

آءٌ اهو ٿو سوچيان ته پياري پاڪستان لاءِ واياگرا جهڙي گوري ڪڏهن ايجاد ٿيندي؟!

# منهنجي دنيا

ڊاڪٽر سليمان شيخ

حڪومت پاڪستان تازو ڪراچيءَ جي ڪجھ علائقن ۾ سرڪاري ڪوارٽرن جا مالڪاڻا حق ڪوارٽرن جي رهواسين کي مفت ۾ عنايت ڪيا آهن. غريب بي گهر سرڪاري ملازمن لاءِ اهو عيد جو وڏو تحفو آهي. اها ڳالهه يقيناً ساراهه جوڳي آهي. پر حيرت اها آهي تہ ساڳئي وقت پاڪستان ڪوارٽرس جي رهواسين کي ان عنايت کان پري رکيو ويو آهي. ان جا ڪهڙا بہ سبب هجن پر هڪ ڳالهه صاف ايري اچي ٿي تہ اسان جي پياري پاڪستان ۾ قانون بہ ماڻهن جي رنگ ۽ نسل هيٺ بدلجن ٿا. بادشاهن جون عنايتون بہ اک جي جلوي اثر هيٺ آهن. شايد منهنجي ڳوٺ جي جهوني شاعر مرحوم اختر هالائيءَ ان موقعي لاءِ چيو آهي.

عشق ويچارو رهي منت ڪش مخمور ناز
حسن سئو فتنہ سهي زردار جي زير اثر
هڪڙي اچلي سر ڏنو ۽ هڪڙي اچلي زر ڏني

هڪڙو سگ در بنيو ۽ هڪڙو محبوب نظر.

زردار ۽ زوراور جو انياءُ سدا کان جاري آهي ۽ ان جو شڪار هميشہ ڪمزور ٿيندا رهيا آهن:

١٩٧١ع ۾ جڏهن سنڌ حڪومت وري وجود ۾ آئي ۽ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ پهريون ڀيرو ڪراچي سنڌ کي واپس ملي تہ سنڌي سرڪاري ملازمن لاءِ رهائش جو وڏو مسئلو ڪڙو ٿي پيو. بنگالين جي ڇڏيل ڪواٽرن کي سنڌي ملازمن کي ڏيڻ لاءِ بہ ڪي حلقا خوش ڪونہ هئا. پوءِ ڪجھ زور سان ڪجھ منٿ سان غريب ملازم وڃي گهر ڀيڙا ٿيا.

هنن ڏينهن ۾ هنن ملازمن لاءِ سنڌي مسلم سوسائٽيءَ ۾ فليٽ تعمير ڪيا ويا. ان کان پوءِ عملي ۾ واڌ آئي آهي پر ملازمن لاءِ اڄهي جو انتظام نہ ڪيو ويو. ان ڪري هن اڄگر شهر ۾ غريب استاد، ڪلارڪ، پٽيوالا، ڊرائيور گنجان ۽ گندن پاڙن ۾ مسواڙن تي رهندا رهيا، گذريل سال جي مئي جون واري باھ هزارين ڪٽنبن کي بي گهر ڪيو. ڪي منگهوپير هليا ويا آهن ڪي معمار ڪمپليڪس طرف ڪي وري سپر هاءِ وي ڏانهن جهنگ منهن ڪري هليا ويا آهن. هن ڏتڙيلن گهراڻن جي ٻارن لاءِ نہ اسڪولن جو انتظام آهي ۽ نہ وري صحت صفائي جو ڪو بندوبست.

اڳيئن حڪومت اڏو اها رٿا رکي ويئي هئي تہ هنن غريب ۽ متوسط طبقي جي سرڪاري ملازمن لاءِ في الفور محفوظ ڪالوني ناهڻ تہ ممڪن ڪونهي پر ڪلفٽن تي مڪمل ٿيل هزارين فليٽ هنن کي الاٽ ڪيا وڃن. سندن جي پي فنڊ مان ڪجھ رقم انهن فليٽن جي ابتدائي قسط طور ادا ٿي سگهي ٿي. ان کان پوءِ ماهوار پگهار مان هائوس رينٽ قسط طور جمع ڪيو وڃي. ان رٿا کي پوريءَ ريت جوڙي سگهجي ٿو. ان ريت هر ڪارڪن کي اڄهو مهيا ٿي ويندو. هڪ ئي هنڌ رهڻ سبب هنن لاءِ اسڪول، صحت ادارا ۽ ٻيون سهوليتون موجود ڪرڻ پڻ آسان ٿي سگهن ٿيون.

سڌريل دنيا جو اهو دستور آهي تہ جيستائين ڪارڪن مطمئن نہ هوندو تيستائين هوپنهنجو ڪم دل لائي نہ ڪري سگهندو. ملڪ جي مجموعي مفاد ۽ ڀلائيءَ لاءِ اهو ضروري آهي تہ ڪارڪنن کي سهوليتون ڏنيون وڃن.

سيني سرڪاري ملازمن کي گهر ڏيڻ سرڪار جي وس ۾ ناهي ان سلسلي ۾ سينگاپور ۾ ڪيل تجربي جي روشنيءَ ۾ رٿابندي ڪري سگهجي ٿي. هنن هر ماڻهوءَ کي گهر مهيا ڪيو آهي. گهر ٺهرائيندڙ ڪارپوريشن (جيڪا اسان وٽ هائوس بلڊنگ يا اسٽيٽ لائيف ٿي سگهي ٿي) فليٽن ۽ گهر تيار ڪري ڏهه سيڪڙو قيمت وصول ڪري گهر ڏيئي ٿي ڇڏي ان کان پوءِ ڏهن سالن ۾ آسان قسطن وسيلي رقم وصول ڪئي ويجي ٿي.

اسان وٽ ان جي ابتڙ آهي. ڪمپنين وارا لکين رپين جي اشتهارن وسيلي فليٽ ۽ گهر بوڪ ڪن ٿا ان کان پوءِ يا ته ڪمپني ڀڄي وڃي ٿي يا وري قيمتن جي واڌاري جو بنياد بنائي پئسا وڌائيندي رهي ٿي نتيجي طور ٿن لکن وارو فليٽ پنجن سالن جي قسطن ڀيارڻ کان پوءِ پنجن لکن ۾ وڃيو پوي. ان کان پوءِ ان جي ناقص مٽيريل جي ڪنهن سان گلا ڪجي؟

ان ڏنڌي سبب قيمتن ۾ واڌ آئي آهي ۽ ضرورت مند ماڻهو بي گهر رهجي ويا آهن.

ساڳيو حال پلاٽن جو آهي. اتي اڃان به وڌيڪ زر جو تماشو آهي.

سنڌ جي وزيراعليٰ ڄام صادق علي صاحب آفيسرن کي پلاٽ ڏيڻ جو اعلان ڪيو هو. ان جي بدران هنن کي ٺهيل گهر (جيڪي نفعي خورن نفعي ڪمائڻ لاءِ ٺهرائي بند ڪري ڇڏيا آهن) ڏيڻ گهرجن نه ته وري پلاٽن جو پراڻو ڪاروبار شروع ٿي ويندو ۽ سڄي دنيا جا ڌڪاريا هتي لڙي پوندا. ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته حڪومت ماڻهن جي رهائش جي مسئلن طرف توجهه ڏئي.

ڪالم جو اهو حصو لکي وري پڙهڻ ويٺس ته پاڻ کي ڀوڪ پيو سمجهان. ملڪ ۾ هينئر اقتدار جي وٽ ونان لڳي پئي آهي. همراهه ڪرسين جي ميوزيڪل چيئر ۾ مصروف آهن ۽ آئون وري وينو چندر جو پراڻو رڪارڊ وڄايان.

"تنهنجي شهر ۾ آيس قسمت سان پر سهٽل ڪين رهايو تو"

پر سائين منهنجي دنيا ۾ ته اڃا اٿو لٿو ۽ اڇهوئي مسئلا آهن آئون انهن تي نه لکان ته پوءِ ڀلا ڇا لکان.

# منهنجي دنيا

## ڊاڪٽر سليمان شيخ

”ڪکر هون نہ هون، جُهڙ نيٺئون نہ لهي.“

جي مصداق مارگلا جي جي چوٽين تي اڄڪلھ هر وقت جهڙ رهي ٿو. رکي رکي آسمان جا نيڻ نيسارا ٿي پون ٿا. سيءَ ڪپاهن کي ڪنيائي وڌو آهي. اسلام آباد ۾ اڄڪلھ پنجين وڳي ئي رات ٿيو پوي ۽ هرڪو پنهنجي ٻرن.۾ لڪيو وڃي.

اهو تہ آهي موسم جو حال. ٻئي طرف سنڌ جي صورتحال ۽ خصوصاً ڪراچيءَ جي دهشتگري ۽ خشت و خون جو پڙاڏو هتي جي دانشورن طبقن ۾ ٻڌو پيو وڃي.

ان سلسلي ۾ تازو سنڌ ريپبلڪن پارٽي پاران هڪ جلسو اسلام آباد هوٽل ۾ ٿيو هو. هڪ تہ ”ريپبلڪن“ نالي واري پارٽيءَ جو سنڌ ۾ وري پيدا ٿيڻ عجيب ڳالھ آهي. اهو ان ڪري تہ چوان جو اها پارٽي ون يونٽ ٺاهڻ لاءِ جوابدار هئي. ان ڪري نہ صرف سنڌ کي وڏو معاشي نقصان پهتو، پر پاڪستان کي وڏو سياسي نقصان پهتو. صوبن جي ماڻهن وچ ۾ اختلاف ڦهلائڻ ۾ هن پارٽي جو وڏو ڪردار هو.

الائجي ڇو سنڌي جوانن کي وري شوق پيدا ٿيو آهي تہ ان پارٽي کي جياريو وڃي. خبر سنڌي سياستڪارن جا پنهنجا شونق شڪار آهن. ان لاءِ ٿورو لکيو گھڻو سمجھندا.

مذڪور سيمينار ۾ ملڪ قاسم مهمان خاص هو. ملڪ صاحب جن جي تقرير جي آخري حصي ۾ پهچڻ جو شرف حاصل ٿيو. تقرير جو هڪ حوالو مون گذريل هفتي جي ڪالم ۾ پڻ ڏنو آهي.

ملڪ صاحب جو چوڻ هو ته سنڌين سان استحصال ڪرڻ جو جوابدار سنڌي سياستدان آهي. مهاجر بيحد پڙهيل ڳڙهيل عالم باعمل آهن، انهن تي دهشتگرديءَ جا الزام نٿا سونهن. ڀارين پاڪستان لاءِ وڏيون قربانيون ڏنيون آهن، انهن کي هر صورت ۾ پاڪستان ۾ آندو وڃي ۽ جيڪڏهن هو ڪراچي ۾ يا سنڌ ۾ رهڻ پسند ڪن ٿا ته اهو هنن جو حق آهي.

باقي جيستائين صوبي جو سوال آهي ته هو صاحب ان جي خلاف آهي، چاڪاڻ جو سرائڪي صوبي جي به هو مخالفت ڪري ٿو.

بهرحال ملڪ صاحب پنهنجو جمهوري حق استعمال ڪيو، پر افسوس رڳو اهو هو ته اهو حق هن سنڌين جي پيدا ڪيل هڪ پليٽ فارم تان ڪيو.

ٻيو سيمينار اسلام آباد سوشل سائنٽسٽس فورم پاران منعقد ٿيو. جنهن ۾ جناب ڊاڪٽر فيروز احمد صاحب مقرر هو. ڊاڪٽر صاحب هڪ مشهور سنڌي دانشور آهي ۽ مستقل طور آمريڪا ۾ رهائش پذير آهي، جتي هو هارورڊ يونيورسٽيءَ واشنگٽن ۾ پروفيسر آهي. ڊاڪٽر صاحب ڪراچي جي صورتحال جو سائنسي انداز ۾ ڇيد ڪيو. ڊاڪٽر صاحب پنهنجي بحث مان هيٺيان نتيجا ڪڍيا.

١- موجوده صورتحال ۾ اهو چوڻ ته ايم ڪيو ايم کان سواءِ شهري علائقن ۾ امن نه ٿي سگهندو، صورتحال کي وڌائي پش ڪرڻ جي مترادف آهي. ڪراچي ۾ مهاجرن کان سواءِ سنڌي، بلوچ، پنجابي، پارسي ۽ مسيحي وڏي تعداد ۾ رهن ٿا. انهن جي موجودگيءَ ڪو به مسئلو پيدا نه ڪيو آهي. ان ڪري انهن کي موجود نه سمجهڻ عقلمندي ڪونهي.

٢- پريس ان قسم جا ويچار ڦهلايا آهن ته شهرن جي مالڪ ايم ڪيو ايم آهي ۽ پريس دهشتگرديءَ جي مذمت ته ڪري، پر دهشتگردن جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي. سنڌين جي مقابلي ۾ مهاجرن لاءِ پريس نرم گوشو رکي ٿي.

٣- اهو چوڻ ته آمريڪا ڪراچيءَ ۾ دلچسپي رکي ٿو. اهو صحيح ڪونهي. آمريڪا هاڻ ٻين جي ويڙهه نٿو گهري. جنهن جو مثال تازا

هيٺيون واقعا آهن.
۴ـ حڪومت مجموعي طور تي حالتن کي قبضي ۾ آڻڻ ۾ ناڪام ٿي آهي. ان جو سبب حڪومتي ڪار پروازن جي لالچ آهي.
۵ـ سماجي ناانصافين جي ڳالهه جيڪا ڦهلائي وئي آهي، اها به صحيح ڪانهي، غربت ۽ ناانصافي جيتري سنڌ جي ڳوٺاڻن ۾ موجود آهي. ان جو ڪير تصور به نٿو ڪري سگهي.

فورم جو رواج آهي ته ان ۾ سوال جواب ٿيندا آهن ۽ چڱو بحث ٿيندو آهي. خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته هن محدود سيمينار ۾ سنڌ جي ڪيس کي ڀرپور نموني پيش ڪيو ويو ۽ سيمينار ۾ شريڪ ٿيندڙن کي صحيح صورتحال جو علم ٿيو.

ٻه چار ڏينهن اڳ خبرين اخبار پڻ اهڙو سيمينار ڪيو ۽ ان جا تفصيل ان اخبار شايع ڪيا. جيڪي مجموعي طور منجهائيندڙ هئا ۽ سنڌ دشمنيءَ تي ٻڌل هئا.

هن وقت ڪراچيءَ ۾ ڪجهه ناپر آهي. سياسي سطح تي ڪي ڳالهيون هلن پيون. پر اسان جي اندازي مطابق ان سان سنڌي مهاجر لاڳاپن جا منجهيل مسئلا حل نه ٿيندا.

ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته اصل حقيقتون عام ڪجن. جهڙوڪ:

**ا - سياسي نابرابريءَ جو سوال:** ۱۹۴۷ع کان وٺي مهاجر قيادت پاڪستان کي هلايو. ۱۹۵۲ع کان پوءِ اها قيادت پنجاب طرف هلي وئي. ۱۹۵۸ع ۾ فوج قيادت سنڀالي، جنهن ۾ به سنڌين جو عمل دخل ڪونه هو.

۴۷ سالن ۾ ڇهه سال ڀٽي صاحب جي حڪومت کي ۽ ان کان پوءِ ۳۵ مهينا ڪن بينظير جي حڪومت آئي آهي. اٽڪل ۲۱ فيصد عرصو نالي ماتر سنڌي قيادت پاڪستان تي راڄ ڪيو آهي.

مرحوم جوڻيجو صاحب بااختيار وزيراعظم نه هو، بلڪ فوجي صدارتي نظام ۾ هڪ بي اختيار ماڻهو هو. ان ڪري ان جي حڪمراني حصي ۾ نٿي اچي.

هن سڄي دور ۾ مهاجر بيورو ڪريسي بيحد مضبوط رهي آهي ۽ اڄ پڻ وزير اعظم هائوس تي انهن جو مڪمل ضابطو آهي.

سنڌ صوبي جي تاريخ ۾ چيف سيڪريٽري ۽ آءِ جي پوليس ڪڏهن به سنڌي نه ٿيو آهي. (سواءِ بشير صديقي ٿوري عرصي لاءِ آءِ جي رهيو). ان صورت ۾ سنڌين کي سياسي نابرابري ڪرڻ جو طعنو صحيح ناهي.

٢- **معاشي نابرابري:** هن سلسلي ۾ ڪوٽا سسٽم جو وڏو چرچو ٿيو آهي. اصل ۾ ان جا صحيح انگ اکر ڪڏهن به سرڪار شايع نه ڪيا آهن. سنو ته ائين ٿيندو ته حڪومت پاڪستان فيڊرل ۽ صوبائي ملازمتن جا انگ اکر شايع ڪري ۽ سيمي بئنڪن ۽ ڪارپوريشن تي به زور ڏئي ته انگ اکر شايع ڪن. ان ريت ڪيترن ئي معصوم ماڻهن تي حقيقت عيان ٿيندي. هن وقت ٻئي ڌريون هڪٻئي کي ظالم سڏي جنگ جو ميدان ٺاهيو ويٺيون آهن. امن لاءِ ضروري آهي ته صحيح انگ اکر شايع ڪجن.

ساڳئي طرح سنڌ جي زمينن- ڪارخانن ۽ واپاري ادارن جا انگ اکر پڻ ظاهر ڪيا وڃن.

اويڪيو پراپرٽيءَ جا انگ اکر پڻ ظاهر ٿيڻ گهرجن. نئين نسل کي حقيقتن کان آگاهه ڪريو نه ته ٻي صورت ۾ سنڌي مهاجر جهيڙو صدين تائين هلندو.

٣- **سماجي نابرابري:** ان کي ظاهر ڪرڻ لاءِ تعليمي ادارن جا انگ اکر شايع ٿيڻ گهرجن سنڌ جي هر ضلعي ۾ ڪهڙا ۽ ڪيترا ادارا آهن ۽ انهن جي انوالمينٽ ڪيتري آهي. ميڊيڪل ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ ٻوليءَ جي لحاظ کان شاگردن جو تناسب ڇا آهي؟

اسان لاءِ وڏو ڪم آهي. ڇاڪاڻ جو سڄي دنيا جي پريس اڄڪلهه مهاجر پاڻ کي پيڙيل ۽ مظلوم ثابت ڪن ٿا ۽ مٿين نابرابرين جو ذڪر ڪن ٿا. افسوس ان جو آهي ته جو حڪومت پاڪستان ان قسم جي الزامن تي ڪوبه ڌيان ڪونه ٿي ڏري ۽ بين الاقوامي پريس ۾ بدنام پئي ٿئي. اها ڪهڙي حڪمت عملي آهي؟ اسان کي خبر ڪانهي.

ڇا سنڌ ۾ ڪو اهڙو انگن اکرن وارو ادارو آهي جو SOCIAL IN-DICATORS تي ڪم ڪري. هن صورتحال جو تجزيو ڪري. ان کانسواءِ امن ناپائدار ٿيندو. اسان کي ماڻهن کي ڄاڻ ڏيڻي پوندي ته ظلم ڪنهن سان ٿيو آهي ۽ اصل ۾ پيڙيل ڪير آهي؟

## هڙڪ هلو



# منهنجو پهريون اسڪول يا آخري...!

آفتاب

هوش سنڀاليوسين ته وڻ ٽڻ، پکي پکڻ، چنڊ تارا، ڏينهن رات، روشن ۽ ڪير جيان اڇيون اجريون راتيون ۽ وري مٽا ڪاريون اماوس راتيون، نٽهڻ اُس ۽ فرحت ڏيندڙ لڏندڙ پاڇا.... قدرت جي صناعي جا منظر- هڪ سج ٻه پاڇا.... مندن جي ڦير گهير- سياري جون ڊگهيون راتيون ۽ اونهاري جا وڏا ڏينهن- ڪيفيتن جا تضاد سڀ عجب لڳندا هئا. ننڍڙو پتڪڙو ذهن پريشان ٿيندو هيو. هيءُ سج ڪيڏانهن ويو؟ تارا ڪٿان آيا؟ ذهن تي هر ويچار ۽ سوال تري ايندو هيو. پيءَ کا پڇڻ جي همت ڪونه ٿيندي هئي. جي ڪڏهن اتفاقاً پڇيو هوندو ته جواب مليو هوندو ته "پٽ، تون اڃا ننڍو آهين. اهي ڳالهيون توکي سمجهه ۾ ڪونه اينديون." هاڻي جڏهن سوچيان ٿو ته سمجهان ٿو ته شايد واقعي سمجهه ۾ نه اچن ها. ڌرتي جو گول هئڻ، سندس پنهنجي محور تي گهمڻ ۽ وري

ساڳئي وقت تي سج جي چوڌاري گهمڻ ۽ سڀ ڪان اهم تہ پنهنجي Orbit يا حصار يا دائري مان نہ نڪرڻ- ۽ نتيجتاً موسمن جي ڦير ڦار- سج ۽ پاڇا نڪرڻ نظام شمسي جي ترتيب وري ڪهڪشان جا اسرار ۽ رموز الاهي پوءِ مادي جي ترڪيبي جزن ۽ هيئت جي پرتحير حقيقت ڪان آشنائي تي. پر هڪ وقت هيو جو ذهن ۾ سوالن جو آڪاڙو پريشان ڪندو ۽ دماغ هر وقت حيرت ۽ عجب جي هيسيل ڪيفيت ۾ ٻڌل هوندو هيو. انهيءَ منڌل ۽ گومگو واري ڪيفيت ۾ تڌڙي هير جو فرحت بخش واس هيو. ”امان وڏي“ ڏاڏي امان ڪان هر ٻاراڻو سوال پڇندا هئاسين. امان پڙهيل تہ ڪونہ هئي پر سندس هر گفتگو منهنجي لاءِ اڄ ٻہ افلاطون جي ڊائيلاگن جيان حڪمت ۽ دانش جي مشعل آهي. امان ڪان چنڊ تارن جي تمڪڻ چمڪڻ ۽ وري وسامڻ جو پڇبو هيو تہ ابراهيم عليہ السلام جي خدا جي تلاش جو سفر ايترو تہ سهڻي ۽ پيرائتي نموني بيان ڪندي هئي جو اصل سوال وساري صرف انهيءَ لذت ڪي محسوس ڪندو هئم تہ هي منڊ، هي مانداڻ، هي طلسم ذات باري جا اهڃاڻ آهن. سج ۽ پاڇو ان ڪري آهي تہ ماڻهو يڪسانيت مان تنگ ٿو تي پئي. مينهن ان ڪري ٿو پوي تہ خداوند ڪريم ڪي هن ڌرتي جي واسين لاءِ اناج ۽ ٻيو ڪاڄ پيدا ڪرڻ مقصود آهي. اها خبر تمام دير سان پئي تہ اهڙن اڏ ڳابرن سوالن جو جواب بہ صرف اهوئي اڏ ڳابرو آهي. پر ذهن جي ڪوريءَ سليٽ تي ڪو تہ نقش ايريو.

۽ ائين ئي امان مون ڪي قصا ٻڌائيندي هئي. ڪهاڻيون ٻڌائيندي هئي. مون مومل راڻو، نوريءَ نماڻي جي داستان، راءِ ڏياچ جو قصو پهريون دفعو امان ڪان ٻڌو- پٽ ڌڻي جو ڪلام امان ڪنن تي وڌو ۽ انهن داستانن ڪان سواءِ جنن، پرين ۽ ديون جون آڪاڻيون امان ڪان ٻڌيون.

ايسپ جي آڪاڻين ڪان بہ وڌ حڪمت ڀريون آڪاڻيون مون پنهنجي اڻ پڙهيل جيجل ڏاڏيءَ ڪان ٻڌيون- شهادت حسين جو ذڪر ڪندي، قضيئہ ڪربلا جو ذڪر ڪندي جيجل جي شفاف ۽ سهڻين اکين مان ڳوڙهن جا موتي، پرويل مالا جيان لڙيون لڙيون وهندا هئا ۽ امڙ ور ور ڏيئي ورجائيندي هئي.

ڳهوڙن ۽ گهوٽن جيئڻ تورا ڏينهن.....

شايد ان ڪچيءَ ۾ ئي ڪوري ذهن تي نقش اڀريا. راڻو سومل کي مومل سان مرداڻي لباس ۾ ستل ڏسي ڇو هليو ويو. ڀيائي جو احساس به برداشت نٿو ڪري سگهجي. نوري ايڏي نماڻي ڪين هئي. ايڏي حسين عورت پر پوءِ به.

”تون سمون آئون گندري مون ۾ عيب آهن لک“ نماڻائي، نهٺائي، خود کي فنا ڪرڻ ڪهڙا جذبا آهن؟ حسين ابن علي جو قافلو ڪيئن لٽيو؟ شام غريبان جو درد شايد ڏونگر به ڏاري وجهي! معصوم شاهه زاده، جن نبيءَ جي ڪلهي تي سواري ڪئي هئي. سي ڪيئن بي گورو ڪفن ٿيا. هيڏانهن ماڻهوءَ جي همت، قرباني، شجاعت ۽ بهادري جي معراج ۽ هوڏانهن ڪنور ڪوفين ۽ يزيدي لشڪر جي پستي ڪانئرپڻو، خود غرضي، ذلت ۽ لالچ جي انتها.

هي ماڻهو ڇو ائين آهي؟ ڪونئرو، راڻي هوندي به مٽين جي مٺ تي سهاڳ وڪڻيو ڇڏي ته ڀاڳهي سرتين سوڌو ٻرندڙ مچ ۾ ٽپو ڏيئي جان ڏي. امڙ ڇو روئندي هئي ۽ ور ور ڏيئي ڇو ورجائيندي هئي.

گهوڙن ۽ گهوٽن جيئڻ ٿورا ڏينهن....

ڇا امان کي چاچي عيسيٰ جو جوان موت ياد ايندو هو. يا امان پنهنجي ڏک کي زمان و مڪان جي قيد کان آجو ڪري ڌرتي واسين جي هر ڏک ۾ شامل هئي. ڇا امان ”گهوٽ“ جي آفاقي علامت کان آشنا هئي.

امڙ! مون کي خبر نه آهي- پر هاڻ مون کي ادراڪ ٿيو آهي ته هي ٻلوان، هي وير، هي ڌرتي جي سڏ تي لبيڪ چئي شهيد ٿيندڙ سورهيه، تي ظلم ۽ ڏاڍ خلاف جنگ جوٽيندڙ- هر دور ۾ ايندا آهن. هنن جي دنيا ڪانئرن جي قافلي کان الڳ هوندي آهي- پر.... امڙ! هو جيئندا مڙيئي ٿورڙا ڏينهن آهن. اڄ آئون جڏهن سمجهه پريو ٿيو آهيان ته مون کي اهائي ڳالهه رت روئاڙيندي آهي.

امان! تون مون کي اهي ڳالهيون نه ٻڌائين ها- ڇو ٻڌايون تو مون کي اهڙيون ڳالهيون اهڙيءَ آگهي مون ائين وڪوڙيو آهي جو منهنجي ذات هر ويلي سرحدن جا ليڪا ڪڍندي وئي. تون منهنجو پهريون اسڪول هئين ۽ شايد آخري.....!

## هڙڪ هلو

# اسلام آباد ۾ نانگ

### آفتاب

قومي اخبار ۾ پهرين فبروري ١٩٩٦ع اسلام آباد ۾ نانگ گهڙي آيا. "خبر جو متن، خبر مطابق" فيض آباد کان زيرو پوائنٽ اسلام آباد وڃڻ واري روڊ تي نانگن واسو ڪيو آهي. اهي نانگ هڪ گز کان ڏيڍ گز ڊگها آهن ۽ عوام جي دلچسپي ۽ توجه جو مرڪز بڻيل آهن.

هي خبر پڙهي ذهن جي ڪوري پني تي هڪ ٻئي مٿان تيز رفتار فلم جي ٽوٽن جيان ٽريلر ۽ ٽڪرا هلڻ لڳا. ياد آيم ته پروفيسر غلام مرتضيٰ ڏاريجي جو هڪ مضمون عوامي آواز ۾ آيو هيو، مرتضيٰ ڄامشورو يونيورسٽي جي زوالاجي ڊپارٽمينٽ جو پروفيسر آهي. نباتات ۽ حيوانات سندس پسنديده موضوع آهن. يار اسان جو يونيورسٽي جي ڏينهن کان موضوع ته ياد نه رهيو اٿم پر هڪ ڳالهه جا ذهن تي اٽي ته اها آهي خبر سان دلچسپ مرتضيٰ ٻڌايو ته سقراط کي جو زهر ڏنو ويو هيو جنهن کي "هيملاڪ" چون ٿا ۽ نباتات جي ٻولي ۾ ڪونم مڪيٽم چون ٿا سهڻن ننڍڙن اڇن ڦلن ۽ ٽاري تي دورنگي چٽ سو سهڻو ٻوٽو، زهريلو، امر ڏاهي سقراط جو خاتمو ڪرڻ وارو اسلام آباد ۾ ۽ چوپاسي تمام گهڻي تعداد ۾ ٿئي ٿو.

واهه ڙي مولا واهه!! تنهنجي قدرت جا ڏيک!! هيڏا واضح- اسلام آباد کي ته ڪنهن به سقراط کي زهر پيارڻ جي ضرورت ئي ڪونهي تي ايس ايليئٽ ويچار پٽيندو مري ويو ته ائين سڀ خالي، ڪوڪلا ۽ ٻوهه جا ڀريل ماٺهو آهيو" برنارڊشا به منهن مٿو پٽيو ته "اسين پتڪڙا ۽ ننڍڙا ماڻهو

آهيون. ڏاهپ جي جنس جو هتان لنگهه ٿي ڪونه ٿئي پوءِ زهر ڪنهن کي ڏجي!! متان ائين نه ڪونهي نه چوڏاري زهر جا ٻوٽا پيدا ٿي ان ڪري ٿين ٿا جو مٽيءَ جو تاثير اهڙو آهي اتي اسرندڙ هر شيءِ ۾ زهر جو تاثير ضرور هوندو هاڻ خبر ٿي پوي ته هي چو؟! جو جيڪي ڳڏ نپيا پليا ماروئڙن ۽ جهانگيئڙن جا ڳيت ڳاتن تن کي ڏاتي وهائيندڙ هاريءَ ۽ مترڪي هلائيندڙ مزدور کان بيگانگي چو ٿي ويئي آهي. سنڌن وجود ۾ ڪروڌ ۽ لوڌ جو تاثر چو پيدا ٿي ويو، رحم، نرم دلي ۽ درد سنڌن ويجهو چو ڪونه ٿو وڃي. ديا جو سنڌن دل وٽان گذر ڪونه ٿو ٿئي سو اهو ٿي نه آهي زهريلي ٻوٽي جو واس.

مون کي ياد آيو نه ويهارو کن سال اڳ جڏهين ڪجهه ڏينهن اسلام آباد ۾ رهڻ ٿيو نه ٻه چار ڏيهاڙا لاڳيتو بارش ٿي. اسان هريل بدلن ۽ ميرپور خاص تي پانيوسين اجهو ٿي لائيٽ وڃي بجلي وري اهڙي نه نڪ وڍي جو چوي نه مان چو وڃان. منهنجو ٿو وڃي آڳونو، ابا هڪ ڏينهن ٻيو ڏينهن، ٽيون ڏينهن، مينهن ۾ آفيس وغيره جو چڪر لڳائي وري اچي هاسٽل ۾ ڪچهري ڪندا هئاسين ڪجهه دوست پاڻ ۾ هئاسين. مينهوڳي ۽ هلڪي ٿڌ جو مزو دوبالا ڪريون ۽ سمهي رهون. ٽين ڏينهن جڏهن بارش هٽي نه شام جو دوستن چيو هلو جو گنگ تي مون چيو نه "يار گپ هوندي" هريل هئاسين ڏڌڙ، چيٽا، پولڙيون، ڪڏا ڪڏا رستا، جي ڪنهن زماني ۾ ڪول تار وچايل رستا هيا، اچيو ڪلن، چيائين "او، سائين! هي اسلام آباد آهي "هتي پاڻي اصل ڪونه بيهي" ٻاهر نڪتاسين نه ڏٺم واقعي روڊ رستا صاف هئا. چوپاسي هڪ ٻهڪار هئي. گل قل، وڻ ٽڻ وهنجي ڪنوار جيان ٽڙيل ۽ آجيان ڪندڙ پئي لڳا. مون جنهن ڪٻڙن ۽ چارين کان سواءِ ڪي ڪين ڏٺو هو، حيران ٿي چيو،..... ۽ پنهنجي رب جي ڪهڙين ڪهڙين نعمتن کان انڪاري ٿيندو...." پر اندر جو سڙيل ڪاميل ڪامريڊ وري ٻاهر نڪتو" پر يارمون کي هن شهر جي رستن ۽ عمارتن مان ملڪ جي ڏهه ڪروڙ باسين جي رت جي هٻڪار ٿي اچي. ايڏو تضاد سهوليتن جو منهنجن ماروئڙن کي پيئڻ لاءِ پاڻي ڪونهي. سواري لاءِ بس ڪونهي، اجهيءَ لاءِ گهر ڪونهي ۽.... هتي.....!! هي ڪهڙو انصاف آهي.

پر ڳالھ پئي ڪئي سين، فيض آباد ڪان زيرو پوائنٽ تائين نانگن جي وسڪاري جي فيض آباد ته راولپنڊي ۾ آهي ۽ زيرو پوائنٽ اسلام آباد ۾ يا شايد چونڪ فيض آباد اسلام آباد ۾ آهي پر اهو رستو سڄو اسلام آباد وفاقي عملداري ۾ آهي سقراط ته بانءَ ڪئي اُن ملڪ ۾ هئڻ جتي چوڌاري سنڌس لاءِ زهر جا ٻوٽا واسينگن جيان ڪر ڪنيو بيٺا هجن، پر جي هجي ها هن ۾ ته ضرور سوچي ها. پر هيءَ سوچ سقراط ڪان ڳوري آهي. هن مسئلي تي علاما خفقاني ضرور راءِ زني ڪري سگھندو. مسئلو ايڏو ته منجھيل ۽ ڏڪيڙ وارو آهي جو جواب هڪ نه آهي تي سگھي تو ته حڪومت جي سازش هجي ميان نواز شريف کي خوفزده ڪرڻ ۽ ڪيس آسلام آباد واپس ورڻ جي خواب مان ڪڍڻ لاءِ بنا مرلي وڄائڻ جي نانگن جو چار وڄائڻ. پر فيض آباد ڪان راولپنڊي ٻه ته پري ڪونهي. پنڊيءَ وارو همراھ نئون نئون آيو آهي. هيڪر ته نانگن جو پوءِ ڏيوس. جي نه ڊنو ته.... ته..... ته، اسين پاڻ ڊڄي ويندا سين.

هڪڙي ڳالھ پئي سمجھ ۾ ڪونه آئي نانگ ٻه گز ۽ ڏيڍ گز جا!! نانگڻ جو ذڪر ئي ڪونهي ويچارا اڪيلا نانگ بغير ماديءَ جي اباڻڪا ڪونه ٿيندا. ائين ته ڪونهي جو ڏيڍ گز معنيٰ ساڍا چار فٽ وڃي ٿيا. جام صاحب مرحوم جا باڊي گارڊ سنتوش ۽ سدير تي فٽ، چار فٽ، اصل روپ ۾ يعنيٰ سؤ سال ڪان پوءِ نانگ ڪان ماڻهو ۽ وري نانگ تي پيا هجن. هڪ ڳجھارت پئي ٻه ته آهي فيض آباد ڪان زيرو پوائنٽ ڇو؟ زيرو پوائنٽ ڪان فيض آباد ۽ پوءِ سڌو سنئون رستو ڏيئي ڪراچي جو سفر ڇو نه ٿاڪن. پورو ملڪ مولا جو پيو آهي. سندن ڪاچ لاءِ، لڳي ٿو شينهن ۽ ٻڪريءَ واري تڪرار ڪان پوءِ هاڻ نانگ ٻه هينائين ڏي هلن يا متائين ڏي هلن. مڙيئي ٻڪريءَ جي لغيب ۾ شينهن جو ڪاچ ٿيڻ لکيو آهي. هيئن ٿئي يا هونئن ٿئي. پر خبر اٿو ته اسلام آباد ڪنهن ناهيو هيو، نالو ته صدر ايوب خان جو آهي پر اسلام آباد شهر جو نقشو جڳ مشهور شهري رٿابندي جي ماهر لارڊ گريفن (يا ڪجھ اهڙو نالو اٿس. ڀلُ چڪ لاءِ معافي) ناهيو هيو، هن دنيا جا ٻه دارالحڪومت اسلام آباد ۽ آسٽريليا جو دارالحڪومت ڪينبرا هڪ ئي طور تي ناهيا آهن. چون ٿا ته ڪينبرا پهتو ته پائيندؤ ته روڊ رستا سڀ جيئن ڀيو اسلام آباد هجي، البت اُتي

نڪو هيملاڪ جو پوتو ٿئي نہ ئي وري نانگ نڪرن ۽ سائين منهنجا، جنهن شخص سڄي رٿابندي تي نگراني ڪئي ۽ شهر اڏايو ان جو نالو آهي، آغا محمد يحيٰ خان" جيڪو بعد ۾ هٿيار بند فوج جو سپريم ڪمانڊر، صدر پاڪستان ۽ مارشل لا ائڊمنسٽريٽر ٿيو.

اها اسان جي بدقسمتي آهي تہ تاريخ صرف هڪ پهلوءَ وار تي ڪري لکي وئي ڪيئي زاويا ڪيئي رنگ، ڪيئي گڻ اسان کان پوشيده رهجيو وڃن. آغا محمد يحيٰ خان بہ تاريخ جي انهيءَ ظلم جو شڪار آهي. پاڪستاني فوج جي بهترين پيشہ ورانہ صلاحيتن جو اعليٰ مثال هيو، آغا محمد يحيٰ، پر تاريخ جي مذاق ڪيس اسان جي سامهون رڳو هڪ شرابي ۽ عياش جنرل جي طور پيش ڪيو آهي. اسڪندر مرزا نواب خاندان جو فرد هيو. هي ٻئي انڊين برٽش آرمي جا ڪميشنڊ آفيسر هئا. صدر پاڪستان جي عهدي تي پهتا. هڪڙو مرڻ وقت ڪنگلو هيو، ٻيو لنڊن جي هوٽل ۾ ملازمت ڪندو هيو نہ پرمٽ ورتن نہ ڏنن، اسڪندر مرزا تي وڏو الزام، وڏي ۾ وڏو بہ تہ اهو هو نہ تہ، ناهيد اسڪندر مرزا انشورنس جو ڪاروبار بہ ڪندي هئي. ٽي ويچارن سان ايوب کهڙي واري ڪار، کهڙي صاحب سنڌ کي بمبئي پريزيڊنسيءَ کان اڪيلي سر ويڙهہ ڪري الڳ ڪرايو. سنڌ واسين کي اها ڳالھ ياد ڪونهي پيو اڃا ون يونٽ جو الزام پيو ڳي.

تاريخ جي پنن کي جي حالات حاضره ۽ گذشتہ جي مانڊاڻيءَ ۾ ولوڙيندا سين تہ........ ڪانگ ڪيا آڪيرا......

هاڻ ڪانگ ۽ نانگ بہ تہ هم قافيہ ۽ هم رديف آهن. ڇا ڪيون.

# ... روايتن کي ضرور قائم رهڻ گهرجي

ڊاڪٽر فهميده حسين

سنڌ جي سيني گهڻ گهرن کي عيد جون لک مبارڪون هجن! اڄڪلهه سنڌ جي مختلف طبقن ۾ اهو رواج عام آهي ته هڪ ٻئي کي عيد مبارڪ ڏيڻ تي چون "ادا اسان سنڌ وارن جون ڪهڙيون عيدون ۽ ڪهڙيون مبارڪون" يا "اڙي ادا ڪهڙي عيد مبارڪ! شاهه صاحب ڪونه چئيو ويو آهي ته: "خوشي ۽ خريوئي ويچارن وسري" ۽ اهڙن ڪن ٻين ڳالهين سان عيد جو مبارڪون ڏيڻ ۽ وصول ڪرڻ کان جهڙوڪر انڪار تا ڪن.... منهنجو خيال آهي ته حالتون ڪهڙيون به ناسازگار هجن، ڪيترا به ڏک ۽ صدما ملن.... ماڻهوءَ کي نااميدي ۽ مايوسيءَ کان نه صرف پاڻ پاسو ڪرڻ گهرجي، بلڪ ٻين کي به ان کان بچائڻ جي ڪوشش ڪجي ۽ جيڪڏهن ڪنهن کي ڪا خوشي نه ڏئي سگهجي ته به ڪنهن خوشيءَ جو پيغام نياپو يا اهڃاڻ ته ڏئي تو سگهجي، عيد جي مبارڪ ڏيڻ کي هڪ قسم جو نياپو چئي سگهجي ٿو. آئيندي لاءِ خوش آئندخبر جي خواهش يا دعا جو انداز چئي سگهجي ٿو. اسان جي قوم ايتري ته مايوسين ۾ ويڙهيل آهي جو انهن ننڍڙين ننڍڙين خواهشن جي اهميت وساري ويٺي آهي. اهي اميد ۽ اڳتي لاءِ بهتر آس جا اهي ٻول آهن جيڪي ورهائڻ سان مجموعي طرح ٻيو نه ته نفسياتي طور تي ضرور بهتر نتيجو نڪرڻ جو امڪان آهي. ڪنهن کي سالگرهه تي "هيپي برٿ ڊي" چوڻ نئين سال اچڻ تي "هيپي نيو ايئر" چوڻ يا ٻي ڪنهن خوشيءَ جي

موقعي تي نيڪ خواهشن جو اظهار ڪرڻ ۾ ڪنجوسي نه ڪرڻ گهرجي. ڪي ماڻهو انهن شين کي انگريزن جي روايت چئي نندي ڇڏيندا آهن. انگريزن ۽ ٻين جون الائجي ڪيتريون منفي روايتون اسان جي عادتن ۾ شامل ٿي ويون آهن: باقي انهن جي مثبت روايتن لاءِ آهي بهانا هاڻ گهڙيا پراڻا ٿي ويا آهن. ڀلا عيد مبارڪ چوڻ ته انگريزن جي روايت ڪانهي، پوءِ ان تي چو ٿو اهڙو اظهار ڪيو وڃي؟ ڪنهن قوم جي فردن کي نفسياتي طور تي مايوسي ۽ نااميديءَ مان ڪڍڻ لاءِ اهڙين ننڍڙين ڳالهين جي اهميت کي ضرور اجاگر ڪرڻ گهرجي. اسان ماڻهوءَ جي نفسيات کي اهميت ئي ڪونه ڏيندا آهيون، سندس جسماني گهرجن کان سواءِ ڪن ذهني، جذباتي ۽ روحاني گهرجن جي پورائي پڻ ضرور هوندي آهي. عيدون برادون ۽ ٻيا ٿهوار ۽ ڏڻ ۽ انهن تي متن مائٽن، دوستن ۽ عزيزن جو ملڻ اسان جي جذباتي گهرج جي به پورائي ڪري ٿو، ساڳي طرح سڄو سال ڪم ڪندڙ ماڻهن لاءِ ويڪيشن يا هاليڊي جو جيڪو انگريزن وٽ تصور آهي اهو آهي ئي انسان جي ذات جي تڪميل خاطر پنهنجو پاڻ لاءِ توڙي پنهنجن پيارن لاءِ وقت ڪڍڻ ۽ انهن سان ڪي گهڙيون گهارڻ. عجيب ڳالهه اها آهي ته غريب غربو مايوسيءَ جو اظهار ڪري ته اجا ڳالهه سمجهه ۾ ٿي اچي پر ڪيترائي پئسي وارا، عيد کان اڳ ڪراچيءَ جي صدر ۽ ڪلفٽن جي شاپنگ پلازائن ۾ لکها ربين جون شاپنگون ڪرڻ وارا به اڪثر اهڙو اظهار ڪندا آهن..... اها شايد انهن جي ڪاڏل اندرن جي غربت آهي، جيڪا ڪين خوش ٿيڻ ئي نٿي ڏي. اهڙي هڪڙي واقفڪار سان ملاقات ٿي، ڪچي ڪيڙي جا ٿان گاڏيءَ جي پوئين سيٽ تي ڍڳ لڳا پيا هئا..... چي "زڪوات جو ڪپڙو آهي، غريبن ۾ عيد جا ڪپڙا ورهائڻ لاءِ ورتو اٿم." ڏاڍو سٺو، غريبن جي عيد جو ته خيال اٿن.... پر غريبن جي دوائن جا پئسا ڪائي، ان مان هڪڙي پتيءَ مان انهن لاءِ ڪپڙا ونڻ ڪٿي جي زڪوات ٿي؟ هي صاحب سنڌ جي سمورن سرڪاري اسپتالن جي دوائن جي سپلائي جي مٿان رکيل آهي ۽ انهيءَ عهدي تي اچڻ کان پوءِ چند سالن ۾ ڪروڙ پتي ٿي ويو آهي ۽ هوڏانهن اسپتالن ۾ دوائون ملن ڪونه ۽ ويچارا غريب ۽ ٻي پهچ مريض چڙيون هٿيون مريو وڃن اهڙن ماڻهن کي عيد يا ڪنهن ٻئي خوشيءَ جي موقعي تي ڪهڙي خوشي

ٿيندي هوندي؟؟ اندر ته ڪاڏو پيو هوندو، ضمير ته ملامت ڪندو هوندو نه؟ ڪي ماڻهو رشوت يا حرام ڪائڻ لاءِ اهڙا ته عجيب عجيب جواز ڏيندا آهن جو حيراني ٿيندي آهي. هڪڙو اسان جو مائٽ پوليس ۾ آهي. چئي "ادي مون پنهنجن ٻارن جي پيٽ ۾ ان جو داڻو به حرام جي پئسي مان ڪونه وڌو آهي." مٿيون پئسو ضرور اچي ٿو پر ڪاڏي پيتي جو سمورو سامان پنهنجي حق حلال جي روزيءَ مان پنهنجي پگهار مان وٺندو آهيان! باقي ٻيا خرچ به ته آخر پورا ڪرڻا ٿا پون، ان لاءِ مٿئين پئسي جي گهرجي پوي ٿي..... سيڪو پيو ڪائي، اسان ڪاڏو ته چا ٿي پيو؟ هي صاحب پنج وقت نماز به پڙهندو آهي، رمضان جا سيئي روزا به رکي ڪيترائي عمرا ۽ حج ڪيا اٿس ۽ سال تي خوب زڪوات به ڪڍي. اينٽي ڪريشن وارا رڳو سندس ڪڍيل زڪوات ئي ڪٽي حساب ۾ آڻين ته به ڳالهه پڌري پئي آهي. اها زڪوات به ڏهه ڏهه يا ويهه ويهه رپيا ڪري فقيرن ۾ ورهائڻ ويهن ته گهر جي ٻاهران لائينون لڳيون پيون هونديون آهن. زڪوات مان ڪنهن غريب شاگرد جي في پرڻ، ڪنهن مسڪين جي نياڻيءَ جي شادي ڪرائڻ يا ڪنهن بيواهه جي ٻچن جي پرگهور لهڻ واري ڪنهن تصور کي مڃڻ لاءِ تيار ناهن، ڪيترا پيرا اهڙي ڪنهن ڪم لاءِ چوڻ تي جواب ملندو آهي. اسان ته رمضان جي مهيني ۾ زڪوات جي نيت سان پئسا ڪڍندا آهيون، جيئن قبول پوي... اهي خيرات ۽ صدقي جا ڪم سمجهي به دل سان ڪونه ڪيا ويندا آهن. پوءِ عيد جي موقعي تي اهي ڪيئن خوش ٿيندا؟؟ عيد جون مبارڪون ڪيئن وصول ڪندا؟

عيد جي ڏينهن پاڻ ۾ محبتون ونڊڻ ورهائڻ لاءِ خاندانن ۽ ڪٽنبن جو گڏجڻ به هاڻي ته رسمي رهجي ويو آهي. دوستن يارن سان اڳواٽ ملڻ بدران پهرين وجي پنهنجي باس کي ملبو آهي، ڪنهن فائيو اسٽار هوٽل جي بيڪريءَ مان ٿهيل ڪيڪ وٺي انهن ماڻهن جي سلامي پرڻ لاءِ وڃڻ جو رواج آهي، جن ۾ ڪو ڪم پيل هجي يا ڪم پوڻ جو امڪان هجي. جيڪي ڪنهن نه ڪنهن ريت فائدو ڏيڻ جي پوزيشن ۾ هجن.... هڪ پيري مون سان ڏاڍي تعدي ٿي، جنهن جي يادگيري ڏياري منهنجا ٻار ڏاڍا کلندا آهن. منهنجي ننڍپڻ جي هڪ تمام پياري ساهيڙي ميٽرڪ واري زماني ۾ ئي ملڪ کان ٻاهر هلي وئي هئي. سندس

پيءُ جي بدلي ٿي وئي هئي..... ڪجھ وقت خط ڪتابت ڪئي هئي سين. پر پوءِ اها آهستي آهستي ختم ٿي وئي ۽ هن جي توڙي منهنجي ائڊريس بدلجڻ ڪري هڪ ٻئي جي ڪا خبر ڪانه رهي. سال گذري ويا ٻه ٽي سال ٿيا ته اها مون کي سنگاپور ۾ گهمندي ملي. هن سان پنهنجا ٻار هئا، ۽ اُ ٻه ٻارن سان هئس ڏاڍي سڪ مان ملياسين، هڪ ٻئي کي ائڊريسون ڏنيون سين فون نمبر لکاياسين.... مطلب ته ٻئي ڏاڍيون ايڪسائيٽيو هيونسين ڪجھ وقت کان پوءِ هن سان ملڻ لاءِ سوچيم، اتفاق سان عيد ويجهي هئي سوچيم ته عيد ڏينهن وڃي ملندي سانس، عيد جي شام جو ڪيڪ وٺي ٻارن کي ساڻ ڪري هن جي گهر پهتاسين، مون کي خبر ڪانه هئي ته هن جي مڙس جو کهڙو عهدو آهي. هو ڪنهن تمام وڏي عهدي تي هو، جنهن جي ڪري هنن وٽ صبح کان ڪيڪ کڻي ماڻهو ايندا رهيا هوندا.....

بهرحال در تي بينل گارڊ اسان جو پورو انٽرويو ورتو، وري اندر ان جو اطلاع ڏنائين. مڙس کي منهنجي نالي جي ڪا يادگيري ڪانه پئي ۽ شايد گارڊ کي چيائين ته ملڻو ناهي. مون وري پنهنجي دوست جو نالو وٺي پنهنجي ان حوالي سان سڃاڻپ ڪرائي ۽ هڪ پرچيءَ تي تفصيل لکي موڪليو. ماڻهو اها پرچي اندر کڻي وڃڻ لاءِ تيار نه ٿئي، چئي صاحب منع ڪري چڪو آهي، هاڻي وري وڃيس ته ناراض ٿيندو. ” مون چيومانس ”صاحب کي نه بيگم صاحبه کي اها پرچي وڃيڏي. “ ڏاڍي مشڪل سان مڃيو. اندر ويو ته پندرهن منٽ واپس ڪونه وريو. منهنجا ٻار مون کي چون ”امان واپس هلو، جن ماڻهن سان عيد ملڻ لاءِ منٿون ڪرڻيون پون، انهن وٽ اسان کي هلڻو ئي ناهي. “ مون جواب ڏنو ته ”نه پٽ جڏهن خبر پوندن ته اسان ڪير آهيون ته فورن ملندا. “ جڏهن اندرا ماڻهو موٽيو ته چيائين بيگم صاحبه نماز پئي پڙهي پرچي نوڪرياڻيءَ کي ڏئي آيو آهيان، جيئن ئي نماز ختم ڪندي ته ان کي ڏيندي. “ ٻيا ڏھ پندرهن منٽ ائين گذري ويا. ٻارن مون کي تپائي ڇڏيو ته امان هل واپس.... اها ته بي عزتي آهي. اسان کي جڻ ته ڪو ڪم هجي جو در تي بيٺا آهيون. دل ئي دل ۾ مون کي به ڪاوڙ اچڻ لڳي، پر ڪجيس ڪانه، پوءِ ڪيڪ تي پنهنجو نالي وارو ڪارڊ لڳائي ڏنم گارڊ کي ته اهو اندر ڏئي ڇڏجانءِ،

اسين وڃون ٿا. اسان وري ٻئي طرف گهمڻ ڦرڻ نڪري وياسين. پوءِ ڪيترا ڏينهن گذري ويا. هڪ ڏينهن منهنجي ان دوست جو فون آيو ۽ ملڻ لاءِ ڏاڍي سڪ ڏيکاريائين... مون چيومانس تون اڄ باقي منهنجي اچڻ جو تہ سوال ئي پيدا ڪونہ ٿو ٿئي..... تون اهڙي بي مروت آهين جو موٽائي هڪڙو فون بہ ڪونہ ڪيئي." هوءَ حيران ٿي وئي جڏهن سمورو قصو ٻڌايومانس. چئي "فهمي قسم خدا جو مونکي خبر بہ ڪانهي، عيد واري ڏينهن ايترا ماڻهو در تي ڪيڪ ڏئي ويندا آهن جوانهن کي ڪائڻ تہ ڇا ڏسڻ تي بہ دل ڪانہ ٿيندي آهي. ممڪن آهي تو وارو ڪيڪ بہ نوڪرن ٻين ڪيڪن سان رکي ڇڏيو هجي، ۽ "مون واري پرچي؟" مون شڪايت مان چيو! پرچي تہ ڪا مون کي ملي ڪانہ..... مڪن آهي نوڪرياڻيءَ ڪٿي رکي هجي ۽ مون کي ٻڌائڻ وسري ويو هجيس. اصل ۾ ڪمن ڪارين وارا ايترا ماڻهو ايندا آهن جو اسين بيزار ٿي پوندا آهيون." ان کان پوءِ هڪ ڏينهن هوءَ پاڻ مڙس سان گڏجي ملڻ آئي. ڪافي دير ويٺي، ڪچهري ڪيائين ۽ اڳئين پيري جون معافيون گهرندي پنهنجي گهر اچڻ لاءِ چيائين.... پر اجا تہ آءُ ڪانہ وئي آهيان.... فون تي پيا ڳالهائيندا آهيون، سو عيد واري ڏينهن دوستن ۽ عزيزن بدران ڪمن ڪارين وارا ماڻهو عيد ملڻ ويندا تہ اجهو ايئن ٿيندو.

اسان کي هڪ ٻئي سان عيد ملڻ. عيد مبارڪون چوڻ ۽ بنا ڪنهن غرض جي دل جي خوشيءَ خاطر هڪ ٻئي وٽ وڃڻ جي روايت کي ضرور قائم رکڻ گهرجي... نہ تہ سال ۾ هڪ اڌ اهڙي موقعي تي خوش ٿيڻ بہ وسري ويندو جيڪا ڳالهہ انفرادي توڙي اجتماعي نفسيات لاءِ بهرحال چڱي ڪانہ چئي سگهبي.

# اڌوري ڪوڙ ۽ اڌوري سچ ۾ پناهه جي کهڙي ڪاڻ؟

فهميده حسين

گهڻن ڏينهن کان هوءَ ڏسڻ ۾ ڪانه پئي آئي، هڪ ڏينهن اوچتو ڪنهن ميلاد ۾ ڏٺومانس.... اسٽيج تي ويٺي ميلاد پڙهيائين، اڇا ڪلف لڳل ڪپڙا نراڙ تائين ڍڪيل مٿو، اکيون بند اڳيان پنيان ٿيندي ڏاڍي محبت سان نعتون پئي پڙهيائين. آءُ ٿوري دير سان پهتي هئس پاسي ۾ ويٺل هڪ واقف ڪار چيو "اڳ ۾ اهڙي ته سٺي ۽ مٺي انداز ۾ واعظ ڪيائين جو روح سرشار ٿي ويو، ڇا ته آواز ۽ ڇا ته انداز اٿس... اصل آپا مريم نوحاڻيءَ کي به مات ڪري ڇڏيو اٿس جنهن جي تقرير ۽ واعظ جي ميجتا طور پاڪستان جي صدر کيس "اُم الڪلام" جو اعزاز ڏنو هو."

هوءَ اسان جي انهيءَ ٿهيءَ جي ليکڪا ۽ شاعره هئي، جيڪا مون کي "سگهڙين سٽ" جي صفحي لاءِ گهٽي ۾ گهٽا خط لکندي هئي، پنهنجون لکڻيون موڪليندي هئي ۽ سنڌ جي هڪ تمام علم دوست هڏڏوکي ۽ ترقي پسند خاندان سان تعلق رکندي هئي. سندس والد سنڌ جي انهن سڄاڻ سياستدانن مان هو جيڪي سنڌين جا سچا سڄڻ سمجهيا ويندا هئا ۽ بنيادي طور سوشلسٽ هئڻ جي ڪري سنڌ جي ڏکن سورن جو وڏي ۾ وڏو سبب عام سنڌي ماڻهن جي جهالت، توهم پرستي، پيري مريدي ۽ مذهب جي نالي ۾ دڪانداري چمڪائيندڙ ملائيت کي سمجهندا هئا. سندس سمورو اولاد به ترقي پسند هو، جن مان سندس ڏيئرون پنهنجي

شهر جون ڇوڪريون هيون جيڪي پنجاهه ۽ سٺ جي ڏهاڪن ۾ اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پڙهيون، جنهن جي ڪري پنهنجون نياڻيون پڙهايون.... ۽ اڄ انهيءَ شهر جون ڪيتريون عورتون ڊاڪٽر، انجنيئر، پروفيسر ۽ بيوروڪريٽ آهن ۽ لاهور، اسلام آباد تائين ملازمت ڪن ٿيون.... ها انهيءَ ساڳئي ماڻهوءَ جي هيءَ ڊاڪٽر ڌيءَ هڪ اهڙي مرشد جي مريدياڻي آهي جيڪو روزانو شام جو پنهنجي آستاني تي واعظ ڪندو آهي ۽ هر جمعرات ۽ جمعي واري ڏينهن تي وٽس ننگر لڳندو آهي ۽ ڪيترائي شهري ٽوٽي ڳوناٽا عقيدتمند اچي ثواب خاطر اهو کائيندا آهن، هن پنهنجي مريدن ۽ مريدياڻين کي ميلاد پڙهڻ، نعتون ۽ حمد پڙهڻ سان گڏوگڏ واعظ ڪرڻ ۽ پنهنجي هڪ مخصوص فرقي جي تبليغ ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو آهي ۽ هو انهيءَ "مذهبي فريضي" جي ادائگي تمام پابنديءَ سان ڪندا آهن. هو ڪو معاوضو ڪونه وٺن پر ڪين سڏيندڙ ماڻهو جيڪڏهن خوشيءَ سان ڪا سوکڙي وغيره ڏين ته انڪار ڪونه ڪن.

فرقي پرستيءَ ۽ مذهب ۾ ڪٽرپڻي جي خلاف جهاد ڪندڙ صوفي صفت سوشلسٽ بلڪ ڪميونسٽ سنڌي سياستدان جي هيءَ ڌيءَ پنهنجي تقريرن ۾ شيعا، سُني، بريلوي ۽ ديوبندي فرقن ۾ فرق ٻڌائيندي اهو ٻه ٻڌائيندي آهي ته هڪڙا چون ٿا ته ميلاد پڙهڻ غلط آهي. درود ۽ سلام لاءِ اٿي بيهڻ غلط آهي، بدعت آهي، حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن ڪي نور نه پر انسان سمجهڻ گهرجي ۽ ٻيا چون ٿا ته ميلاد پڙهڻ ۽ درود سلام مهل اٿي بيهڻ جائز آهي. حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي ذات نور آهي هر وقت موجود آهي ۽ اهڙا ڪئين اختلافي مسئلا بيان ڪري پوءِ پنهنجي خيالن (يا مرشد جي خيالن) موجب هڪ کي غلط ۽ ٻئي کي صحيح چئي حاضرين کي قائل ڪرڻ لاءِ گهڻائي دليل دلائل ڏيندي آهي، جنهن جو نتيجو اهو نڪرندو آهي جو ميلاد جي پڇاڙيءَ ۾ سلام پڙهڻ مهل هڪڙيون عورتون اٿي بيهي "يا نبي سلام عليڪ" پڙهنديون آهن ته ٻيون ويٺيون هونديون آهن ۽ بحث شروع ٿي ويندو آهي ته ڇا صحيح آهي ڇا غلط آهي؟ ۽ ڪهڙو فرقو بهشت ۾ ويندو ۽ ڪهڙو دوزخ ۾ ويندو.

مون کي هن جي مرشد سان ملڻ جو ڏاڍو شوق ٿيو. مون ڏسڻ ٿي

چاهيو ته هڪ روشن خيال پڙهيل لکيل خاندان جي هڪ ذهين سا ٻه ڊاڪٽرياڻي عورت ڪهڙيءَ ريت قائل ٿي هوندي. ميلاد ختم ٿيڻ کان پوءِ ٻيون پروفيشنل ميلاد پڙهڻ واريون ته ڳچيءَ ۾ پاتل هار لاهڻ بنا پنهنجا تحفا، سوکڙيون ۽ معاوضو وٺي هليون ويون، پر هيءَ هار لاهي اچي اسان سان ويٺي، مون خيرعافيت کان پوءِ چيومانس ته مونکي تنهنجي مرشد سان ملاءِ.... هوءَ حيرت مان مون ڪي ڏسڻ لڳي ۽ چيائين "تون ٻه...." اهو جملو ائين ئي هو جيئن "يو ٽو بروٽس!" وارو جملو آهي، مون چيومانس "ها آءُ پاڻ بذات خود تنهنجي مرشد سان ملڻ ٿي چاهيان." تڏهن مشڪوڪ انداز ۾ چيائين "سندس مريد ٿيڻ لاءِ يا مٿس تنقيدي نظر وجهڻ لاءِ؟"

چيم.... "تنقيدي نظر وجهبي تڏهن ته قائل ٿبو- پوءِ ته مريد ٿبو.... ائين اکيون پوري مريد ٿيڻ ته ممڪن ڪونهي." هوءَ سوچ ۾ پئجي وئي ۽ چيائين "عقيدي ۾ ته اکيون پوري ڇڏبيون آهن. مقصد صرف روحاني سڪون هئڻ گهرجي. عقل ۽ ذهن کي وچ ۾ آڻبو ته پوءِ ڳالهه ڪانه ٺهندي. پڌو ڪونه اٿئي ته عقيدو انڌو ٿيندو آهي." تڏهن مون پڇيومانس ته "ڀلا تون بنا ڪو ذهن هلائڻ جي ۽ عقل استعمال ڪرڻ جي مريد ٿي هئينءَ يا اکيون پوري ڇڏيون هيئي!" چيائين "ادي فهميده اهي دل ۽ روح جون ڳالهيون آهن، تون جيستائين عقيدو پختو ڪري نه هلندينءَ تيستائين تون قائل ٻه ڪانه ٿينديءَ! جيستائين حڪيم يا ڊاڪٽر ۾ عقيدو نه هجي ته اهو ڪيترو ٻه ڪواليفائيڊ ڇو نه هجي مريض کي فائدو ڪونه ٿيندو آهي!" چيومانس "ڀلا اهو ته ڏسڻ ڏي ته تنهنجو مرشد ڪيترو ڪواليفائيڊ آهي.... پوءِ آءُ سندس عقيدتمند ٿيان- الله سائينءَ ئي ته هي عقل ۽ ذهن ڏنو آهي، اهو استعمال ڪرڻ لاءِ ٻه پاڻ ئي چيو اٿس سو پهرين آءُ ملندس پوءِ توکي ٻڌائيندس ته منهنجي دل ۽ روح ڇا ٿا چون." هوءَ منجهي پئي. هن کي منهنجي باري ۾ پوري ڄاڻ هئي. منهنجي پرورش ۽ هن جي پرورش تقريباً هڪ جهڙي ماحول ۾ ٿيل آهي، هن گهڻو سوچي سوچي پوءِ چيو "ادي فهميده آءُ جڏهن انهيءَ مرشد سان ملي هئس ته بيمار هئس، بظاهر ڪا بيماري ڪانه هئي، پر منهنجي دل ۽ روح بيمار هئا.... مون جنهن ماحول ۾ تربيت ورتي هئي ان ۾ ڪنهن

ڪي دوڪو ڏيڻ، ڪنهن جو حق مارڻ، رشوت ۽ ناجائز ڪمائي حاصل ڪرڻ، ٻين پاڻ جهڙن انسانن سان ناانصافي ڪرڻ انهن جو استحصال ڪرڻ جهڙا سڀ ڪم گناهه سمجهيا ويندا هئا.... گهٽ ۾ گهٽ مون اهوئي سمجهيو هو. پوءِ منهنجي شادي ٿي.... حياتيءَ ۾ خوش هئس، ننڍڙا ننڍڙا ٻار ٿيا، منهنجو گهر وارو هڪ خوشحال فرد هو، سٺي سرڪاري نوڪريءَ ۾ هو پر وقت گذرڻ سان مون کي خبر پئي ته هو رشوت وٺندو آهي، سول سرجن هئڻ ناتي غلط سرٽيفڪيٽ ڏيڻ، غلط ماڻهن کي فائدا ڏيڻ ۽ ڪيترن غريب مسڪين ماڻهن کي پئسن بنا سندن ڪنهن جائز ڪم ڪري ڏيڻ کان انڪار ڪرڻ- مطلب ته منهنجي معيارن موجب هو صحيح ماڻهو ڪونه هو پر تڏهن به هو مون سان پيار ڪندو هو، ٻارن تي ساهه ڇڏيندو هو، خاندان، اوڙي پاڙي ۽ سماج ۾ عزت هئس، آءُ هن سان سهمت نه هئس ۽ هو پنهنجي پاڻ کي بدلائي نٿي سگهيو، نتيجو اهو نڪتو جو خاندان جي نالي، ٻارن جي آئيندي ۽ پنهنجي محبت سبب هن کي ڇڏي ڪانه سگهيس، پر ذهني طرح بيماري ٿي پيس ۽ هن جي ناجائز ڪمائي جا پئسا مون کي نانگ بڻجي ڏنگيندا هئا. هن جا غلط ڪم مون کي ننڊ ڪرڻ ڪونه ڏيندا هئا ۽ آءُ روحاني تسڪين خاطر ڀٽڪڻ لڳس، تن ڏينهن ۾ مون کي هڪ دوست هن مرشد جي آستاني تي وٺي وئي، جتي مون کي ڏاڍي تسڪين ملي ۽ پوءِ مون انهيءَ ۾ ئي پاڻ لاءِ پناهه ڳولي ورتي- هاڻي منهنجو مڙس ڇا به پيو ڪري مون کي ان جي لاءِ ڪو احساس جرم محسوس نٿو ٿئي، منهنجي ذهن تي ڪو بار نٿو پوي، آءُ ذهني روحاني طرح مطمئن ٿي زندگي گذاريان پي- بس منهنجي لاءِ اهوئي ڪافي آهي.“

مون هن کي ڇتائي ڏٺو ۽ مون کي لڳو ته هوءَ سارو سچ ڪانه پئي چوي، پر جيڪي ڪجهه چيائين اهو سارو ڪوڙ به ڪونه هو- اهو اڌورو ڪوڙ- سچي سچ ۽ سچي ڪوڙ کان وڌيڪ خطرناڪ هو- اهو فرار هو پوري سچ کان پوري ڪوڙ کان! ۽ پناهه هئي اڌ سچ ۽ اڌ ڪوڙ ۾!!!

اتندي مهل مون کان پڇيائين... ”تون ڀلا ڪڏهن هلندينءَ منهنجي مرشد وٽ؟“ مون ڏانهس نهارڻ بنا چيو ”منهنجي دل ۽ روح تي ڪو اهڙو بار، ڪو اهڙو احساس جرم ڪونهي جيڪو مون کي ڪنهن اڌوري سچ ۽ اڌوري ڪوڙ ۾ پناهه وٺڻ تي مجبور ڪري.



# چـهـنـڊڙيـون...

ڊاڪـٽـر نـواز علي شوق

اخبارن ۾ سياسي اڳواڻن، اديبن ۽ شاعرن جا بيان ۽ تقريرون پيون چيچجن تہ: عورتن کي مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلڻ گهرجي. تنهن ڪري يونيورسٽين ۽ بازارن ۾ ڪلهي گس لڳي پئي آهي. عورتن جي ڪانفرنسن ۽ جلسن ۾ اهي مطالبا پيا ٿين تہ عورتن کي مردن جهڙا حق ملڻ گهرجن. خبر ناهي هو الائي ڪهڙا حق گهرن ٿيون؟ اسان انهيءَ غيب ۾ نہ ٿا پئون، چو تہ گدو ويچارو اڳ ئي چئي ويو آهي تہ:

گدو چئي غيب جي خاوند کي خبر.

جيڪڏهن عورتن کي مردن وارا حق ملي وڃن تہ اسان جون اکيون ٺريون، جيڪڏهن مائي ملوڪان هرڪلهي ڪري، وڃي ٻني کيڙي ۽ ڏگاٽو وينو گهر ۾ ديڳڙا ڌوئي.

اڄ ڪلهہ وري اهو فيشن شروع ٿي ويو آهي تہ زناني ذات نہ ٿي نهي مردن سان مقابلو آهي تہ پوءِ جيڪڏهن ساڄن سمو سڏجي ٿو تہ پوءِ مائي

سفوران سمي بجاءِ ڇو نہ سَمو سڏائي! ساجن سمو تہ سفوران بہ سمو سائينداد سومرو تہ سڪينہ بہ سومرو، مکڻو اونو تہ مکڻي بہ اوني، جانب جت تہ جنت بہ جَتُ پئي سڏائي. پلا سَمي، سومري، جت يا جتڻي ۽ اوني سڏائڻ ۾ ڪهڙو عيب آهي. افسوس جو اسان ڀٽائي کي ڪونہ ٿا پڙهون. ڀٽائي اسان جو رهبر ۽ رهنما آهي، سنڌي ٻوليءَ لاءِ سَندَ آهي، اڇو تہ ڏسون تہ سائين ڇا ٿو فرمائي. سائين فرمايو آهي تہ:

نہ سَمي، نہ سومري، نہ آءُ جَتِ، اوني.

هينئر غور ڪري ڏسون تہ جيڪڏهن ٿمينہ سمون چئون پر جيڪڏهن ٻہ ڇوڪريون ساڳي ذات واريون هجن تہ پوءِ ڇا ائين چئبو تہ امينہ ۽ ٿمينہ سما آهن. اهو جملو ڪيڏو نہ عجيب ٿو لڳي. مثال طور هڪ طرف ڪان ٻہ ٽي سميون اينديون هجن تہ اسان ڇا چونداسون؟ سما ٿا اچن يا سما ٿيون اچن؟ منهنجي خيال ۾ ٻئي جملا غلط آهن. صحيح جملو هن ريت هئڻ گهري تہ ”سميون ٿيون اچن“. جيڪڏهن وري ڪي سما ذات وارا مرد ايندا هجن تہ چونداسون تہ ”سما اچن ٿا.“ هينئر غور ڪري ڏسو تہ ”سما اچن ٿا“ ۽ ”سما اچن ٿيون“ ٻئي ڪيئن صحيح چئبا. ظاهر آهي تہ سما اچن ٿا صحيح آهي. پر سما اچن ٿيون صحيح نہ آهي، ان لاءِ چئبو تہ سميون اچن ٿيون. جيئن ڀٽائي فرمايو آهي:

ڪوءِ سميون، ٻن سومريون، جي اچن اوچي ٻاٽ.

پلا ٻڌايو تہ نوري کي ڪٿي گندرو يا مهاڻو لکيو ويو آهي؟ زمان شاهہ جو مشهور ڪافي آهي:

سما ڄام سلطان منهنجي ذات مهاڻي.

هنئر جيڪڏهن نوريءَ جي واتان چورايون تہ:

سما ڄام سلطان منهنجي ذات مُهاڻو. تہ ڪيڏو نہ ڪنو لڳندو.

هيءَ تہ ڳالهہ هئي عورتن جي، هينئر اچو تہ ڏسون تہ مرد خاص طور اديب ۽ شاعر ڪهڙا نہ عجيب لفظ ٿا اچارين. افساني جي ويهڪ، شاعريءَ جي ويهڪ، تنقيدي ويهڪ. ويهڪ هڪ اهڙو لفظ آهي جو اهو ڪو مرد بہ شرمائي اچاريندو. هينئن ڏڙ ۾ ڪا تڪليف هوندس تہ: ”ادا ويهڪ واري جاءِ تي ڦڙ نڪتو آهي، تنهن ڪري چڱيءَ طرح ويهي نہ ٿو سگهان.“

**

پلا جيڪڏهن اسان ويهڪ جي جاءِ تي محفل يا مجلس چئون ته کهڙو عيب آهي؟ چڱو پلا اهي ڏاريا لفظ آهن ته پوءِ ڪچهري، گڏجاڻي، ڳالهه ٻولهه چوڻ ۾ ڪهڙي برائي آهي؟ ويهڪ لفظ ٻڌڻ يا پڙهڻ سان ائين محسوس ٿيندو جڻ ته افسانو ڪو مرد آهي، ڪهاڻي ڪا مائي آهي، اديبن جي گڏجاڻيءَ ۾ ان جي ويهڪ واري تڪليف بابت ڪا ڳالهه ٻولهه ٿيندي، يا ساڻس ويهڪ واري تڪليف بابت ڏک ۽ ارمان ڪبو!

ڪجهه ڏينهن اڳ هڪ سنڌي اخبار ۾ هڪ ڳالهه بابت بحث هليو. مردن ۽ عورن کان رايا ورتا ويا. بحث جو موضوع هو "ڇوڪرا ڇوڪرين کي ڇو ڇيڙين ٿا؟" پڙهندڙو ٻيلي قسم اٿو خدا جو ٻڌايو ته "ڇيڙڻ سنڌي لفظ آهي؟" خدا جو خوف رکي سچائي ۽ ايمانداريءَ سان جواب ڏيو. لڳي ٿو ته ڪنهن جانداهي اديب جي چوڻ تي اخبارن اردو لفظن جي لانڍ لائي ڏني آهي. "هاتا پائي"، "منهن ماري"، پاڻيءَ جو "ريلو".

ريلو ته ٻهراڙيءَ جا ماڻهو هڪ غليظ شيءِ کي چوندا آهن. سنڌو درياهه جي پوتر پاڻيءَ کي ريلو سڏڻ ڏاڍي ڏک جهڙي ڳالهه آهي. ڇا وهڪرو لفظ اسان وساري ڇڏيو آهي. سچ پچ ته اسان جي سونهن سوڀيا واري ٻولي ملاوت سبب ڪوجهي ٿيندي پئي وڃي. اخبارن وارؤ! خدا جي واسطي ان جي سونهن نه وڃايو.

# چهنڊڙيون...

## ڊاڪٽر نواز علي شوق

اڄ ڪلهه اهو فيشن ٿي پيو آهي ته ڪنهن نه ڪنهن شخص يا ادارن جي ويهي شڪايت ڪجي ۽ ويهي پاڻ ٻڌائجي ته ”آءٌ هيڏو قابل ماڻهو آهيان، پر منهنجي قابليت جو ڪو قدر ڪونه ڪيو ٿو وڃي. ادارن ۾ پنهنجن کي نوازڻ واري پراڻي ريت ۽ رسم هلندي اچي.“ ميون ٿا ته ادارن ۾ ڪي قدر ائين هوندو. اها انساني فطرت آهي جيڪا صدين کان هلندي اچي اهو الزام پئسو تڪو ادارن ۽ ماڻهن تي ڏئي سگهي ٿو، پر صفا سورنهن آنا ائين ڪونه آهي. هر اداري ۾ معياري شيءِ جو قدر آهي، انهن فقط هڪ يا ٻن اديبن جا ڪتاب ڪونه ڇپيا آهن پر گهڻن ئي اديبن ۽ عالمن جا ڪتاب ڇپرايا آهن. مثال لاءِ سنڌي ادبي بورڊ، سنڌالاجي، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ۽ سنڌي ٻوليءَ جهڙي اداري پاران ڇپيل ڪتابن جي فهرست ڏسو ته توهان کي تمام گهڻا نالا نظر ايندا. تنهن ڪري اهو الزام مڙهڻ اجايو آهي. ٿورو اسان کي پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ڏسڻ گهرجي ته اسان پاڻ ڪهڙا ڦاڙها ماريا آهن. فقط سنڌي ۾ ئي اڄ خير سان ويهن کان وڌيڪ اديبن ۽ عالمن ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري وٺي منزل ماڻي آهي. ڪي اڃا اڌ پنڌ ۾ آهن. ڏوري ڏوري نيٺ وڃي منزل ماڻيندا. اسان جون اکيون ٺڏيون، وڏي واڙي لڳي پاڳ.

پر پي ايڇ ڊي جي ڊگري وٺڻ کان پوءِ فقط ويهي پنهنجي قابليت جون نلهيون ڳالهيون ڪرڻ ۽ پاڻ پڏائڻ مان ڪهڙو فائدو؟ اسان کي گهرجي ته ان جو ثبوت ڏئي، پاڻ کي ان جو اهل ثابت ڪريون. نهايت افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته اسان جا ڪي عالم پي ايڇ ڊي ڪرڻ کان

پوءِ ائين سمجهن ٿا ته بس ڇيهه ٿيو. هيڏي وڏي ڊگري ملي وئي، ڊاڪٽر جي پُڇڙي لڳي وئي، الائونس ملي ويا. هينئر وڌيڪ لکڻ مان ڪهڙو فائدو! مانڙي ڪري ويهي رهجي، ڪو تحقيقي ڪم ڪرڻ بدران، ڪو عهدو هٿ ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻجي، جيستائين اهو ملي تيستائين سستي شهرت حاصل ڪرڻ لاءِ ادارن تي الزام مڙهجن. اها ريت ۽ راهه چڱي نه آهي. بهتر اهو آهي ته پاڻ کي ان ڊگريءَ جو اهل ثابت ڪجي. اهڙو علمي، ادبي ۽ تحقيقي ڪم ڪجي جو هر ڪو واهه واهه ڪري. رڳو پاڻ کي قائم خان يا دائم خان سڏائڻ مان ڪجهه ڪونه ورندو.

هيءَ هڪ حقيقت آهي ته اسان جا سرڪاري ادارا پنهنجي وسيلن آهر چڱو ڪم ڪري رهيا آهن. اهي ڪنهن کي نه ٿا وٺن ته ٻيا ڪوڙ خانگي اشاعتي ادارا آهن، جيڪي ماڻهن کي منٿون ڪري ڪائنن مختلف موضوعن تي معياري مسودا وٺي ڇپرائيندا رهن ٿا. اهي برابر ڪمرشل ادارا آهن، پر هنن سنڌي زبان ۽ ادب جي وڏي خدمت ڪئي آهي. ڪي ادب جا عاشق پنهنجي هڙان خرچ ڪري ڪتاب ڇپرائي رهيا آهن. ڳالهه اها آهي ته جيڪڏهن ڪنهن وٽ ڪا چڱي شيءِ آهي ته ان جا قدر دان موجود آهن جيڪڏهن سچ پچ سنڌي زبان ۽ ادب سان عشق آهي ۽ ڪنهن وٽ ڪا معياري شيءِ موجود آهي ته اها ضروري اگهامبي، نه ته ٻه هڪ ٻه ڪتاب پاڻ پنهنجي خرچ تي ڇپرائي سگهجن ٿا. ادب جا عاشق ائين ڪري رهيا آهن. هونئن ٻه غور سان ڏسجي ته اسان الاجي ڪيتري فضول خرچي ڪري رهيا آهيون. جيڪڏهن ڪنهن ڪتاب تي ويهه پنجويهه هزار خرچ ڪيوسين ته اهو اجايو نه، پر سجايو آهي. ٻي ڳالهه ته ضروري نه آهي ته اتندي ئي ماٺهو هزار صفحن جو ڪو ڪتاب ڇپرائي. ادارن جون شڪايتون ڪرڻ ۽ پاڻ پڌائڻ کان اهو بهتر آهي ته اهڙا اديب، پروفيسر ۽ ڊاڪٽر پهرين سنڌي ادبي بورڊ جي ٽه ماهي مهراڻ ۾ ڪجهه مقالا ڇپرائي، پاڻ مڃرائين. سنڌي ادبي بورڊ وارا خاص طور مهراڻ جو ايڊيٽر محترم نفيس احمد ناشاد سنڌي اديبن ۽ عالمن کي نه فقط خط لکندو رهندو آهي، پر روبرو منٿون به ڪندو آهي ته، ”مهرباني ڪري مهراڻ لاءِ ڪو مقالو لکي موڪليو“ مون ڏٺو آهي ته مهراڻ ۾ ڊاڪٽرن ۽ پروفيسرن جا مقالا ڪي ورلي نظر ايندا، پر ٻين اهڙن اديبن جا معياري مقالا نظر ايندا

جن وٽ نه ايڏي وڏي ڊگري آهي ۽ نه وري هو ڪا ٻئا ڪ هٽن تا.

حقيقت هيءَ آهي ته ڪم اسان ڪان ڪونه ٿو پڄي تنهن ڪري اسان جي عادت ٿي وئي آهي ته رڳو ٻين ادارن تي چوهه چنبيون. سنڌي ۾ چوٽي آهي ته "پنڌ پاڻ ڪان نه پُڄي، لعنت گوڏن تي" هونئن به سڪٽي ڪُني گهٽو اُيامندي آهي. منهنجي دوستن، خاص طور علم جي ڊاڪٽرن کي نماڻي گذارش آهي ته رڳو ٻئاڪون هٽڻ مان ڪجهه ڪونه ورندو، ڪو اهڙو علمي ادبي ڪم ڪريو، جيڪو يادگار بڻجي وڃي.

اميد ته اسان جا اديب منهنجي هن سهڻي صلاح مان ڪو غلط مقصد وٺي ناراض نه ٿيندا ۽ ٿورو لکيو گهڻو سمجهندا.

# پٿائيءَ سان دل جو سودو

مصطفيٰ نانگراج

عشق انهن ڪان سونهن جي تيمارداري ڪئي آهي ۽ سونهن وري سدائين رقابتن جي باغيچي جي آبياري ڪئي آهي ۽ ان آبياريءَ مان گلن جو غوغاءُ ڪوڙ ٿيو ۽ اجا به ٿيندو. ليڪن عاشق عزازيل بهار ڪي خزان جي آمد جي نويد چئي ساٿس پنهنجائپ جو اظهار ڪندي مطمئن ٿي ويا يا ٿي وڃن ٿا.

عاشق عزازيل، ٻيا مئي سڙيا.

هو سمجهن ٿا ته ڪائي به بهار سدائين شهسوار نه ٿي رهي سگهي. بهار ڪان پوءِ خزان ڪي ۽ خزان ڪان پوءِ بهار ڪي هر حال ۾ اچڻو ئي آهي. مڪڙيءَ مان گلاب، گلاب مان پنکڙين جو سڪي ڇڻي زمين ۾ ملي مدفون ٿي ويل ڪيرو اوس ٿيڻو آهي. پر زمين ڪي هر حال ۾ رهڻو آهي ۽ زمين عشق آهي. جنهن مان سونهن خود به ڦٽي ٿي- تخليق جي ڪهاڻي مذهبن ڪان سائنس تائين سين وٽ ساڳي آهي. مذهبن چيو ته هن ڪلن جي ڪامل تخليقڪار جڏهن آدم ناهيو تڏهن ان جي مٽيءَ ۽ پاڻيءَ

منجهان ئي سموري صورت جڙي راس ٿي ۽ سائنس به اجان تائين جيو جي جنم ڪي مٽيءَ ۽ پاڻيءَ جو ڪرشمو ٿي چوي.

۽ عشق جي اظهار جا الاهي نمونا آهن. جيئن هڪ پاسي سيني انسانن جو خمير ساڳيو آهي. تيئن وري سندن اظهار جا انداز مختلف آهن. ڪو ماڻهو ڳالهين جو ڳهير ٿو ٿئي جو چئنجي ته هوند سارا سانگا لاهي وينو ڪيس ٻڌجي. وقت جو اصل احساس ئي ناهي رهندو. اهڙن ماڻهن جي محفل ۾ ائين ئي ڪو ماڻهو وري اندر جي اڌمن کي ڪينواس جي ڪنڊن تائين رنگن جي هوليءَ سان رڱي ٿو ڇڏي ۽ ڪير ٿو ڄاڻي ته دل جي درمان ڪان ڪنهن ڏڳهي ڊرائنگ روم جي ديوار تي سجڻ تائين سا تصوير ڪيترو ۽ ڪهڙو سفر طئه ٿي ڪري؟ ۽ اجا به ائين ته اها تصوير ان ڊرائنگ روم جي سجائڻ لاءِ ٺهي به هئي يا نه؟ پر اها به هڪ حقيقت آهي ته اهو ان تصوير کي خريد ڪري پنهنجي ديوار تي سجائڻ به خود ان سجائڻ واري شخص جي پيار واري اظهار جو هڪڙو نمونو آهي.

سُرندي جي تان تي آڱرين جي عبادت وارو عشق جو اظهار زبان جو قطعي محتاج نه ٿوٿي سگهي. سرندي جي سُرن دوران ائين لڳندو آهي ته ڄڻ جتان زبان جو سليقو ختم ٿو ٿئي. اتان ئي سرندي جي سرن جو سفر شروع ٿو ٿئي.

پر لڪڙيءَ جي لڙهيءَ کي چيري چٻي گهڙي گهتي، سرندي جي سر کي ناهڻ واري عمل ڪان سرندي ساز شخص جي عشق جو اظهار نه چئبو؟ بلڪ پاڻ سڀ ان ڳالھ تي شايد متفق ئي هونداسين ته ماڻهن کي محو آغوش آٽيندڙ سرن جي دراصل سرندي سازي ئي سيڙهي آهي.

بلڪ انساني عشق جي اظهار جي هڪ بنھ ئي ڏگهي ۽ نه ڪٽندڙ قطار آهي. جنهن ۾ اناالحق چوندڙ منصور الحلاج به آهي ته سخنور پٽائي به آهي. جتي بي بي رابعہ بصري هڪ هٿ ۾ باھ جي آرانيي ۽ ٻئي هٿ ۾ پاڻيءَ جو ڪٽورو کنيو جنت کي ساڙڻ ۽ دوزخ کي نارڻ لاءِ ڊوڙي رهي آهي ته جيئن ماڻهو ماڻهپي ڏانهن موٽن. اتي اوشوءِ جو اشرم جي مير متاثڻ لاءِ جتن ڪري رهيو آهي. اجا ئي اڳيان هو شاھ عنايت شهيد به آهي جو وطن تي وار سامهون سينو سپر ڪيو بيٺو آهي ته اتي ئي ان جي سامهون تاريخ جي ممبر تي حسين ابن علي ڪربلا جي ڪاري ميدان ۾

آڻ نہ مجڻ لاءِ دليلن جي بارش ڪري رهيو آهي.

۽ هو ڏاهو سقراط وسارئي نہ وسرڻ جهڙو شخص، جو جيئري اٿينس جي مڙني موچارن نوجوانن جو محبوب هو ۽ مئي پڇاڻان ساري دنيا جي ڏاهن جو سرواڻ ٿي ويو، جنهن جي اجا تائين ”ڪيئن ڳالهائجي واري ڏانو جي سحر مان ساري دنيا ناهي نڪتي. اهو بہ عشق جو هڪڙو سليقي دار اظهار ئي هو.

پر انهن سمورن اظهارن جو وري سهڻو، مٺانهون ۽ نرالو نمونو شاعري آهي. شاعري جا روح جي غذا آهي ۽ روح تخليق جو بنيادي جوهرآهي، پر جيئن زمين هر ٻوٽي کي ميسر هجي ٿي، ليڪن ڪهڙي زمين؟ ڀلي، وچولي يا ڏلي. تہ جيڪڏهن زمين ڀلي آهي تہ سلو سريلو ٿيندو ۽ جي زمين ڏلي آهي تہ ٻوٽو ٻنهہ ئي ڪمزور ۽ ٻي ڦلو ئي ٿيندو.

شاعريءَ لاءِ دنيا جي ناميارِي شاعر ۽ ليکڪ رلڪي پنهنجي هڪڙي مداح ۽ شاگرد جيڪو ڪيس پنهنجي شاعري اصلاح لاءِ موڪليندو هو. ان کي هڪ ڀيري ان جي اصلاح لاءِ موڪليل شعر جي جواب ۾ لکيو تہ ڪنهن شعر لکڻ کان پهرين، جيڪو اندر مان اڌمو اُڇل ڏئي نڪري، ان اُڌمي لاءِ پهرين اهو طئہ ڪر تہ ان کي جيڪڏهن تون لکندي تہ پڪ سان مري ويندين تہ پوءِ اُهو اڌمو ضرور لک نہ تہ لکڻ جي ڪائي ضرورت ناهي ۽ شاعري دراصل اهڙي احساس جي عمل جو ئي نالو آهي تہ ڀٽائي اهڙن ئي اڻ مين اُڌمن جو گلدستو آهي. جنهن شاعريءَ ذريعي پنهنجي اظهار جو طريقو ان ڪري نہ اپنايو هو تہ کيس ماڻهو هڪ لاثاني ۽ لافاني شاعر ڪري سڃاڻن، بلڪ هن پنهنجي من جي ميار جيئن ٿي آيس تيئن ٿي لاٿائين. اندر ۾ عشق جون جيئن جيئن ٿي ارڏيون چوٽ چڙهيون، تيئن تيئن هو ويو ٿي شعر چوندو. تڏهن ئي ڀٽائي شخص پنهنجي شاعري ۾ سدائين دار تي چڙهيل ۽ سدائين امتحان ۾ ئي ٿو رهي. سندس هڪڙو بيت آهي:

مون کي مون پرينءَ، ٻڌي وڌو ٻار ۾،
اَيا ائين چون، مڇڻ پاند پسائين.

هتي آئون جڏهن جذبي جي شدت واري حوالي سان ڀٽائيءَ جو ذڪر ڪري رهيو آهيان. تڏهن منهنجو اهو مطلب هرگز ناهي تہ آئون

ڪيس پهريون دفعو وڏو شاعر ڇئي پيش ڪري رهيو آهيان. پر ڳالھ دراصل هيءَ آهي تہ اهو يتائي جو اڏمن پريو من اسان وٽ سندس امانت آهي ۽ اسين جڏهن سندس چاهڪ آهيون، تڏهن اسان ڪي پنهنجي اندر ۾ جهانڪي ڏسڻ گهرجي تہ اسين واقعي سندس حقيقي پيروڪار آهيون يا رڳو روايتن جي گهاٽي ۾ وهندڙ ڏاند آهيون. يتائيءَ تہ روايتن کان بغاوت ڪئي هئي. هن تہ هر سودو دل جي چوڻ تي ئي ڪيو هو.

۽ اڄ جڏهن يتائيءَ سان عهد تجديد جو ڏهاڙو آهي تڏهن مڙي جي ڏسون تہ ڇا تہ ڇا واقعي اسين روايتن جي رڃ ۾ ناهيون ڦاٿا پيا؟ اهو يتائي جنهن اسان کي بنان پاند پسائڻ جي تارو تار پاڻيءَ ۾ گهڙڻ جي تلقين ڪئي هئي يعني هر حال ۾ پرينءَ کي پهچڻ جي ڳالھ ڪئي هئي ۽ جنهن پنهنجي ساري عشق جي پروان چڙهڻ واري سرزمين سنڌ لاءِ چيو هو:

سائينم سدائين، ڪرين مٿي سنڌ سُڪار،
دوست مٺا دلدار عالم سڀ آباد ڪرين.

سائين يتائيءَ جي سنڌ جا هن اسان کي امانت طور ڏني هئي. اڄ اسان جي هٿن مان واريءَ جيان وهندي پئي وڃي ۽ اسين اجا تائين رڪوالائپ واري رمز ئي ناهيون سکي سگهيا. ڪوئي بہ تربيوت تيستائين ڪارگر ناهي، جيستائين ان شخص يا شيءِ سان دل جو رابطو ناهي. جنهن سان دل جي تار ڳنڍيل ناهي. يتائي چيو:

پاسي تنين مَ لِڪُ، نينهن نہ سڃاڻن جي.

جڏهن تہ اسين يتائيءَ جي فڪر کان ڪوهين ڏور بيٺا آهيون. اسين يتائيءَ ڏانهن نينهن سڃاڻ وارن جا ڪاروان ڪاهيون پيا وڃون ۽ جي ڪو اڪيلو نينهن سڃاڻ وارو آهي بہ تہ اهو اسان جهڙن جي وچ ۾ بنا ڀڙڪ ٻاهر ڪڍڻ جي ڇپياتبو پيو وڃي.

دل جي ديسڪ تان



# اظهار جي قوت ۽ ڪالاباغ ڊيم

وسيم سومرو

ڇا سنڌ جا اديب، ڪالاباغ ڊيم خلاف، سنڌ ۾ پنهنجي ون يونٽ واري تاريخي ڪردار جيان، ڪو ڪردار ادا ڪري سگهندا. سنڌ جي اديب کي سنڌي سماج جي گهڻ رخي نظر ڏسي رهي آهي. جيتوڻيڪ ڪيترن اديبن جو هميشه اهوچوڻ رهيو آهي ته، اديبن وٽ اها قوت نہ هوندي آهي، جيڪا رياست جي فيصلن کي تبديل ڪرائي سگهي، ڇو تہ اديبن وٽ سياسي قوت نہ پر صرف اظهار جي قوت هوندي آهي ۽ منهنجي خيال ۾ تہ ان اظهار جي قوت کي "صرف" جي ڏنگين ۾ بند ڪرڻ سان، اها گهٽجي نٿي سگهي. بلڪ اظهار جي قوت ئي اها عظيم سگهہ آهي، جيڪا فوجي، اقتصادي ۽ سياسي قوتن جي مچن کي لوڙهي وجهڻ ۾ ايتري ديرڪندي آهي، جيتري دير ۾ طوفاني بارش، زمين تي اڏيل جهوپن کي لوڙهي ڇڏيندي آهي. ڇا فلسطين جي جنگ صرف ياسر عرفات وڙهيو هو، ان ۾ محمود درويش جي اظهار جي شاعرانڻي قوت جو

ڪوبہ ڪردار ناهي. ڇا چلي جي آزاديءَ ۾ پيبلو نرودا جي اظهار جي شاعراڻي قوت جو ڪوبہ ڪردار نہ آهي. جڏهن سويت يونين جي مضبوط بلاڪ جا سڄي دنيا ۾ چرچا هئا. تڏهن پاسترناڪ جي لکڻين سڄي دنيا ۾ ان سان هڪ اظهار جي اهڙي بلاڪ جي شڪل ۾ سامهون اڏول بيٺو هو، جو ان سڄي دنيا کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو هو. ليکڪ جو جيڪڏهن ضمير سجاڳ آهي ۽ ان جي روح جا رستا فرانس جي والٽير، روس جي ٽالسٽاءِ، بنگلاديش جي نذرالسلام، آمريڪا جي والٽ وٽ مين، يا هندستان جي امرتا پريتم جي روح وارن رستن سان ملن ٿا تہ پوءِ ان جي اظهار جي قوت کي اها سگهہ اها شڪتي ۽ اها زمين ۽ اهو آڪاس ملي سگهي ٿو. جنهن جي تصور ۾ دنيا جي سموري سياسي قوت گم ٿي سگهي ٿي، ادب جي نئين سجاڳيءَ جي دور جو ڪرسٽوفر مارلو چوي ٿو تہ ليکڪ کي پنهنجي حدن جي شڪتيءَ مان ايري هڪ اهڙي سپر سگهہ ۾ تبديل ٿيڻ اگهرجي، جنهن جو تصور آڪاس، شڪتيءَ کان بہ مٿانهون هجي، منهنجي خيال ۾ اظهار جي قوت ايسين ڇڙ تہ انڌي ماٺهو جهڙي آهي. جيسين ان کي عمل جا پير نہ آهن. يعني جيڪڏهن ليکڪ جي لکڻين جي وچ ۾ سماجي رشتن جي تازگي ڪانهي تہ پوءِ هن جي اظهار جي قوت ان ڪٺڪ جي ڪري مثال آهي. جنهن جو ڪوبہ رکوال ناهي. جنهن کي پکي چڳي سگهن ٿا. برسات خراب ڪري سگهي ٿي ۽ سرو بي سگهو ڪري سگهي ٿو ۽ اهو ڪٺڪ جو ڪرو، ماڻهن جي پيٽ جو ڪاج ٿي. جسماني توانائيءَ ۾ تبديل ٿي نٿو ٿي سگهي. ان ڪري جيڪي ليکڪ ان وهم ۾ آهن، تہ انهن وٽ سياسي قوت جهڙي سگهہ نہ آهي جو هو رياست ۽ حڪمرانن جي فيصلي کي بدلائڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري سگهن. صرف اهڙا ليکڪ يا اهڙا اديب آهن، جن جي اظهار جي سگهہ صرف ڪٺڪ جي ڪري جيان، سندن پنن ۾ پئي هوندي آهي، جيڪي سماجي رشتن کان ڪٽيل هوندا آهن. پر جيڪڏهن هو پنهنجي اظهار جي قوت کي ماڻهن جي ذهنن ۾ لاهي، ان کي نئين توانائي ۾ تبديل ڪري سگهڻ ۾ ڪامياب وڃن تہ هو پنهنجي اظهار جي قوت کي ائين محسوس ڪرڻ لڳن، جيئن هوائي جهاز جو ڊرائيور، فلائنگ ڪندي. آڪاس جي مسافريءَ ۾ پنهنجي دماغ

۽ وجد جي سگهه جي وشالتا کي محسوس ڪندو آهي.

ڪالاباغ ڊيم، سنڌ جي موجوده نازڪ سماجي حالتن ۾ بنهه غلط فيصلو آهي، جنهن جو تفصيلي ۽ گهڻ پاسائو اپياس اگ ئي سنڌ جا اديب ڪري چڪا آهن. سچ ته اهو آهي ته هڪ غاصب حڪومت کي ڪنهن اديب جو صرف هڪ نظم، هڪ ڪهاڻي، هڪ مضمون يا هڪ مختصر ناول ئي ڪافي آهي، جيئن اوريانا فلاسيءَ جي مختصر ناول ”اڻ ڄاول ٻار ڏانهن“ هڪ مردن جي معاشري واري ٻيهڪ کي ڏوڏڻ لاءِ ڪافي آهي.

ان ڪري سنڌ جي اديبن جو ڪالاباغ ڊيم جي مسئلي تي ڀرپور عمل تمام سگهارو ۽ تخليقي رخ ۾ لکڻ آهي، جيڪا پڻ شروعات ٿي چڪي آهي. بلڪ سنڌ جي اديبن ته پنهنجو احتجاج ريلي ۽ بک هڙتالن جي شڪل ۾ شروع ڪري ڏنو آهي، جيئن تازو سنڌ جي ڪيترن ئي سڃاڻ اديبن حيدرآباد شهر ۾ راڻي باغ کان پريس ڪلب تائين ريلي ڪڍي، رياست ۽ حڪمرانن تي واضح ڪيو ته ڪالاباغ ڊيم جو منصوبو، ڪنهن ٻه طرح ملڪ جي وحدت لاءِ نيڪ نه آهي. ٢٨ جون تي ٻيهر سنڌي ادبي سنگت پاران ڪالاباغ ڊيم خلاف احتجاجي مظاهرو پڻ ٿيڻو آهي، بک هڙتال جي سلسلي ۾ ناز سنائي ۽ منصور قادر جوڻيجو شروعات ڪري چڪا آهن.

سنڌ جي ليکڪن، هڪ ڀيرو ٻيهر ون يونٽ جي تحريڪ جيان پنهنجي رد عمل کي ظاهر ڪيو آهي. هو هڪ ڀيرو ٻيهر سنڌ جي مستقبل جي روشنين لاءِ پنهنجي آواز جون چڻنگون کڻي نڪتا آهن.

پر انهن کي هڪ منظم تحريڪ بنائڻ لاءِ هڪ وڏي محنت ۽ رٿاجي ضرورت آهي، برابر ڏکڻ جي پاڻ مرادو هوائن جيان، سنڌ جي ليکڪن پنهنجي احتجاج جي شروعات ڪئي آهي پرانهن کي باقائدگيءَ سان رٿابندي ڪري. ڪالاباغ ڊيم جي خلاف موجوده حڪومت ۽ خاص طرح سنڌ حڪومت جو گهيرو ڪرڻو پوندو ۽ اها وقت جي ضرورت آهي.



# ڊاون سائيزنگ ۽ ٿائرن جو ڪاروبار

محمد هاشم ”حامي“

ڊائون سائيزنگ جي شڪار ٿيڻ کان پوءِ هو مون کي پهرين ڀيرو مليو هو. مون سوچيو هو ته ڊائون سائيزنگ کان پوءِ هن جي سائيز به ڊائون ٿي وئي هوندي، پر اها منهنجي ڀل هئي. هو بنهه مختلف نڪتو. هو اڳ کان اڳرو هو، هڏ ڪاٺ ۾ به اڳ وانگر مضبوط، هشاش بشاش! حالانڪ هن جي ئي ڪيپ ۾ جن تي ڊائون سائيزنگ جو نزلو ڪريو هو، اهي ڏاڍا مايوس هئا، ايتري تائين جو ڪي ته خودڪشيءَ لاءِ به تيار هئا، پر هي بلڪل نارمل هو. ملڻ کان پوءِ پڇيومانس ڪيئن ٿي گذري؟ ڪلندي چيائين ”اڳ کان بهتر“. هن جي جواب مون کي سوچڻ ۾ وجهي ڇڏيو پڇيومانس: ڇا توکي پنهنجي سرڪاري نوڪريءَ جي وڃڻ جو ڏک ناهي؟ ٻيهر ڪلندي چيائين ته ڇا جو ڏک؟ ڪجهه دير خاموش رهڻ کان پوءِ چيائين، پهريان ٿيو هو، پر هاڻي مان تمام گهڻو خوش آهيان.

هو منهنجو دوست آهي، اسان ٻئي پرائمري کان وٺي گڏ پڙهيا

آهيون، هن جو نالو نه ٻڌو خان آهي پر مان هن کي اولڊ خان سڏيندو آهيان. الائجي ڪيئن سرڪاري نوڪري ملي ويس، پر ڪجھ سالن بعد هن کي به ڊائون سائيزنگ جي عمل ڪري پنهنجي نوڪريءَ کي خدا حافظ چوڻو پيو.

جيتوڻيڪ هو بلڪل مايوس نه ٿي لڳو، پر تنهن هوندي به مون وٽ هن لاءِ همدردي هئي. چانھ جي صلاح ڪئي مانس، ڪلندي چيائين، چانھ نه، اڄ مان توکي آئيس ڪريم کارايان. هن ويتر حيران ڪري ڇڏيو. سمجھ ۾ نه پئي آيو ته آخر نوڪريءَ ۾ نه رهڻ کان پوءِ به هي ايترو خوش ڪيئن آهي. مان آئيس ڪريم کائڻ کان نٽائڻ چاهيو، پر هن جي گهڻي ضد کان پوءِ مون کي ساڻس گڏ وڃڻو پيو، هن جنهن هوٽل ۾ آئيس ڪريم کارائي پئي، گهٽ ۾ گهٽ مان ان کي "افورڊ" نه ڪري سگهان ها. هن جي اهڙين ڳالهين مون کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. اڄ ڪلھ ڇا ڪندو آهين؟ هن خوشيءَ ۾ ڊگهو ساھ پريو ڪاروبار.... جيتري قدر مون کي هن جي مالي حيثيت متعلق ڄاڻ هئي تنهن سوچڻ تي مجبور ڪيو ته هو ڪهڙي طرح ٿو ڪاروبار ڪري سگهي؟ هن مون کي اڃا وڌيڪ حيران ڪري ڇڏيو. ڪاروبار پر ڪهڙو؟ ٺهڪ ڏنائين اهڙي ڪا به ڳالھ ناهي دوست، مان ڪو نشي وغيره جو واپاري ناهيان نه ئي ڪا سمگلنگ پيو ڪيان ڪجھ دير خاموش رهيو، منهنجي ٽائرن جو ڪاروبار آهي. مون کي مسلسل حيران ڪندو رهيو. هن ٽائرن جي ڪاروبار جو ذڪر ڪيو ۽ اهو اهڙو ڪاروبار آهي، جنهن لاءِ چڱي ڀلي رقم جي ضرورت پوي ٿي، هن اهو ڪاروبار ڪيئن ۽ ڪهڙي طرح شروع ڪيو؟ اهو بهرحال منهنجي سمجھ کان ٻاهر هو، يار اولڊ خان، مون کي خبر آهي ته تون به مون وانگر هڪ مسڪين قسم جي گهراڻي جو فرد آهين، تنهنجي شادي به پاڻ جهڙي غريب خاندان مان ٿيل آهي. مٿان وري تون نوڪريءَ مان به لاٿو ويو آهين؟ وري تون ڪاروبار ٿو ڪرين ٽائرن جو.... يار...... مان اڃا ٽائين سمجهي نه سگهيو آهيان يا تون مون کي مذاق پيو ڪرائين؟

"يقين ڪر مان بلڪل صحيح پيو چوان" هن سنجيده ٿيندي چيو پر يار اولڊ خان تون ۽ ڪاروبار... منهنجي سمجھ ۾ بنھ نٿو اچي. چڱو تنهنجو اهو ٽائرن جو ڪاروبار ڪهڙي جڳھ تي آهي. مون هن کان ان

ڪاروبار بابت مڪمل ڄاڻ وٺڻ چاهي، هن هلڪو ٽهڪ ڏيندي چيو، دوست منهنجي هن ٽائرن جو ڪاروبار لاءِ ڪنهن به قسم جي دڪان وغيره جي ضرورت نٿي پوي.

"ته پوءِ تون اهو ڪاروبار ڪيئن ٿو ڪرين؟"

دراصل مان اڳ ۾ آرڊر وٺي پوءِ مال سپلاءِ ڪندو آهيان. اچا ٺائين مان هن جي ڳالهين کي سمجهي نه سگهيو هئس. هن کي به منهنجي ان نه سمجهه واري ڳالهه جو شايد احساس ٿي ويو هو.- منهنجي ڪلهي تي پنهنجو هٿ رکندي چيائين تون ان ڳالهه سان متفق آهين نه ته اسان وٽ سياسي پارٽيون تمام گهڻيون آهن. مان ڪنڌ سان هائوڪار ڪئي. تون منهنجي ان ڳالهه سان متفق هوندين ته اسان وٽ مسئلا به تمام گهڻا آهن. هاڻي به مون کي هن جي ڳالهه جي تائيد ڪرڻي پئي. خبر اٿئي اهي سياسي ڌريون انهن مسئلن کي حل ڪرائڻ لاءِ اڳتي ايندڻ آهن. مون کي هن جي ڳالهين مان لڳو ته ڊائون سائيزنگ کان پوءِ هو گهڻو چالاڪ ٿي ويو هجي. نه ته اڳ هو بنهه مختلف هو. هن پنهنجي ڳالهه جاري رکي ته، منهنجا دوست اهي سياسي ڌريون عوامي مسئلن جي حل لاءِ حڪومت اڏو ڌرڻا هڻنديون آهن. اچا ٺائين مان سمجهي نه سگهيو هئس ته آخر انهن سيني ڳالهين جو هن جي ڪاروبار سان ڪهڙو تعلق پڇيومانس. يار چڱ انهن ڳالهين کي، مون کي پنهنجي ڪاروبار بابت ٻڌاءِ. ڪلندي چيائين، مان اهوئي ته ٻڌايان پيو. دراصل انهن ڌرڻن دوران باهيون به ڏنيون وينديون آهن ۽ انهن باهين لاءِ ٽائر مناسب رهندا آهن. جنهن ڪري ٽائرن جي به ضرورت پوندي آهي. جيئن ته پراڻا ٽائر، نئين ٽائر جي ڀيٽ ۾ تمام گهڻو سستا ملن ٿا. جنهن ڪري مان انهن پراڻن ٽائرن جو ڪاروبار ڪندو آهيان. ان ڪاروبار ۾ مون کي نوڪري واري پگهار کان تمام گهڻو وڌيڪ ملي ويندو آهي. هن جي چهري تي هاڻي خوشيءَ جا آثار پهريون کان ڪجهه وڌيڪ هئا. هنن جي ڳالهه ٻول جاري هئي، جيئن ته انهن ڌرڻن ڏانهن حڪومت اصل توجهه نه ٿي ڏئي، جنهن ڪري انهن ۾ ڏينهون ڏينهن اضافو ٿيندو پيو وڃي. مون کي اميد آهي ته تون سمجهي ويو هوندين، چڱو هاڻ مان هلان ٿو، مون کي ٽن سياسي پارٽين جي ڌرڻن لاءِ ٽائرن جو انتظام ڪرڻو آهي... هن رڪشي کي هٿ ڏنو ۽ مون کان موڪلائي پنهنجي ڪاروبار لاءِ هلي ويو.



# شاهه لطيف ۽ اڄ جو سنڌي اديب

احسان دانش

شاهه لطيف رحہ نہ فقط سنڌ جي شاعرن جو سرتاج آهي پر هو دنيا جي عظيم شاعرن مان پڻ هڪ آهي. سنڌ جي هڪ وڏي مفڪر ۽ دانشور علامہ آءِ آءِ قاضي شاهه سائين جي ڪلام کي عالمي معيارن جي ڪسوٽي تي پرکي دنيا جو وڏي ۾ وڏو شاعر ثابت ڪيو. شاهه صاحب ميٺ محبت، امن، ايڪي ۽ الفت جو شاعر آهي. تڏهن ئي تہ چيو اٿائين:

محبت پاڻي من ۾ رنڌا روڙيا جن

تن جو صرافن، اڻ توريو اگهائيو.

محبت هڪ عالمگير پيغام آهي. محبت ۾ ئي دنيا جي دردن جو علاج آهي، ڪپت، ڪيني ۽ ڪروڌ ڀري دنيا کي محبت جو پيغام ڏيڻو آهي. ڪائنات جي هر شيءِ محبت جي قابل آهي. بس دل ۾ محبت جي جاءِ ناهي آهي ۽ اسان وٽان وري محبتون ويندبون ختم ٿينديون.

يعني اسين لطيف سائين جي ڪلام ۽ پيغام کي وساريندا ٿا

وڃون. اسين فقط هڪ ٻئي جا ترا ڪڍڻ لاءِ ويٺا آهيون. ماڻهن جي توبين لاهڻ جو فن ڪو اسان کان سکي! اسين شاعر، اديب ۽ دانشور پيار جا پوڄاري، حق جا حامي ۽ محبتن جا پيغمبر ٿا سڏجون. پر اسين حقيقت ۾ ڇا آهيون!؟ ڇا واقعي اسين پيار جا پوڄاري آهيون، حق ۽ سچ جا حامي ۽ محبتون ورهائيندڙ آهيون!!؟ پنهنجي اندر جو آواز ٻڌنداسين ته جواب "نه" ۾ ايندو.

اسين پيار ۽ محبت جا وڏا وڏا نعرا ته هڻي سگهيا آهيون، پر ڪڏهن پيار ڪري نه ڏٺو آ. اسان ته اڃا محبت جو مفهوم ئي نه سمجهيو آ. لطيف چيو آ ته:

ولر ڪيو وتن پرت نه ڇنن پاڻ ۾
پسو پکيئڙن، ماڻهئا ميٺ گهڻو.

مٿئين بيت ۾ شاهه سائين محبت جو Symbol پکين کي ڇو بڻايو آهي، ان تي ڪنهن سوچيو آ؟ لطيف جڏهن پنهنجي دور جي معاشري ڏانهن نظر ڦيرائي ته کيس سواءِ نفرت ۽ ڪلفت جي ڪجهه ٻه نظر نه آيو. هن ڏٺو ته هڪڙو ماڻهو ٻي جي پاڙ ڪوٽڻ جي ڪڍ آهي. ماڻهو محبت جي انگ ۽ ننگ کان وانجهيل آهن. تڏهن شاهه جي نگاهه نهايت پريت ۽ پاٻوهه سان ولرن جي شڪل ۾ اڏامندڙ پکيئڙن تي پئي، جن جو مثال ڏيندي انسانن کي انهن کان ايڪي ۽ محبت جو سبق سکڻ جي ترغيب ڏني.

انسان مِنڊ کان وٺي خود غرض ۽ انا پرست رهيو آهي، کيس ٻين جي احساسن، اندر جي اڌمن ۽ جذبن جو ڪوبه خيال نه آهي، هو پنهنجي ئي خول ۾ بند هوندو آهي ۽ اردگرد سندس نظرئي نه ويندي اهي ته ڪائنس سواءِ ڪو ٻيو به هتي آهي ۽ اسين اديب ۽ خاص طور سنڌي اديب ته ٻين کي نظرانداز ڪرڻ جي فن ۾ ماهر آهيون ۽ اسان جا ڪي همراهه پنهنجي انهيءَ خول ۾ ايڏا ته بند آهن جو شاهه، سچل ۽ سامي کي به نظرانداز ڪيون ويٺا آهن. ڪن ڪنهن جي ڪا پرواهه ئي نه آهي ته ڪير ڪيئن ٿو چوي. سچل سائين کي ته ڄڻ اڳي ئي خبر هئي جيڪي پيا ابتيون سبتيون ٻُڌالهيون ڪندا. تنهن ڪري انهن جي وات بند ڪرڻ لاءِ اڳواٽ چئي ڏنائين.

ڪو ڪيئن چوي، ڪو ڪيئن چوي،
مان جوئي آهيان سوئي آهيان.

عاجزي ۽ انڪساري جو ڪيڏو نہ سهڻو نمونو آهي، ڪيڏي نہ سچائي سمايل آهي سچل سائين جي مٿئين سٽ ۾. پر سچ ڪي اڄ مڃي ڪير ٿو. سچ تہ آهي ٿوهہ جيان ڪوڙو پوءِ ان کي ڪير چکي، جيڪڏهن مان هتي لکندس تہ اسين اديب فقط گفتار جا غازي آهيون، تہ ڪي همراهہ چڙي بہ پوندا ۽ پوءِ وري مون کي چوندا تہ "ڀلا تو وري ڪهڙو وڏو عملي ڪم ڪيو آهي. فقط شاعري ڪرڻ، ڪهاڻيون ۽ مقالا لکڻ تہ سڀ ڪجھ نہ آهي. عملي طور تو ڪهڙا ڦاڙها ماريا آهن؟"

دراصل اسان مان هر هڪ کي ويهي سنجيدگيءَ سان انهن سوالن جا جواب ڳولهڻا آهن، پنهنجي ضمير کان انٽرويو ڪرڻو آهي، پر مسئلو اهو آهي تہ ائين ڪرڻ لاءِ ڪو تيار ئي نہ آهي. هر ڪنهن کي ٻاهر جي واهہ واهہ وڻي ٿي پر اندر جي واهہ واهہ جي ڪنهن کي پرواهہ ئي نہ آهي! ۽ اها ئي بنيادي غلطي آهي تہ اسين ٻاهرئين چلڪي کي پسند ڪيون ٿا، پوءِ اندر ڀل اونداهو هجي. اهوئي سبب آهي جو اسان وٽ محبتن جو ڏڪار پئجي ويو آهي ۽ ڌرتي تي نفرتون اوندهہ وانگر ٿيون ڦهلبيون وڃن. ايڪو ۽ اتحاد ختم ٿيندو ٿو وڃي ۽ وير ۽ ويڇا وڃن ٿا وڌندا. لطيف چيو آهي:

پڙهيو پيا پڙهن، ڪُڙهن ڪين قلوب ۾
پاٽان ڏوهہ چڙهن، جي ورق ورائن وترا.

اسان ڪڏهن ويهي سوچيو آهي تہ اسان جي دلين مان اهي محبتون ڇو ٿيون گهٽبيون وڃن، نفرتن جا ديوَ اسان جي دلين تي ڇو حاوي ٿي ويا آهن، ڪوڙ ۽ ڪدورت جو وهنوار ڇو ٿو وڌندو وڃي. ها انهيءَ جي ڪري تہ اسين پڙهون تہ پيا پر اندر ۾ ڪڙهون ڪونہ پيا، سمجهون ڪونہ پيا، پرکيون يا پرجهون ڪونہ پيا، يا پرجهڻ ڪونہ پيا چاهيون! اسان کي ڏاهپ جا ڏس تہ ملن ٿا پر اسين انهن تي عمل ڪونہ ٿا ڪيون. اسان کي اها بہ خبر آهي تہ اسان کي ڪهڙين ڳالهين تي عمل ڪرڻ گهرجي ۽ ڪهڙين تي نہ. اسين انهن ڳالهين تي عمل ڪيون ٿا جن کي ڇڏڻ گهرجي يعني لطيف سائين جي بقول اهي ورق ٿاورايون جيڪي ايمان مان ئي ٿا ڪڍي ڇڏين. سچوءَ چيوهو تہ، "پاڻ سڃاڻي پاڻ کي ڳولهي لهج

پاڻ. پاڻ منجهان ئي پاڻ کي پوند ئي ڄاڻ سڃاڻ" ته حقيقت ۾ اسين اڄ صحيح طرح پنهنجو پاڻ کي ئي ناهي سڃاتو. سيئي صوفي بزرگ ۽ شاعر اسان کي پاڻ سڃاڻڻ وارو پيغام ڏئي ويا آهن. پر اسان ان پيغام کي سمجهيو ئي نه آهي.

چوندا آهن ته انقلاب هميشه پنهنجي گهر کان شروع ٿيندو آهي. سڀ کان پهريان پنهنجي ذهن ۾ ڪا سوچ رکي يا منصوبو سٽي چئن ماڻهن کي ان ڏانهن مائل ڪبو آهي ۽ پوءِ انهن چئن ماڻهن مان وڌي ان سا ڳي سوچ کي هٿي ڏيندڙ چار ٻيا ماڻهو پيدا ٿيندا آهن ۽ ائين هم خيال جو انگ وڌي وڃي هزارن ۽ لکن ۾ ٿيندو آهي. ۽ ائين ڪنهن منصوبي کي پايه تڪميل تي رسايو ويندو آهي. هونئن به دنيا جي وڏن انقلابن جو محرڪ ڪو هڪڙو ئي ماڻهو رهيو آهي. جنهن جي لڙهه لڳي ماڻهن انقلاب آندا آهن. پر اسان وٽ اهڙو ماڻهو ڪٿان اچي جيڪو مثبت نموني سوچي! خير.... ڳالهه پئي هلي ته پهريان پاڻ سڃاڻجي ۽ پوءِ ڪا منزل متعين ڪري ان جي ڳولا ۽ جستجو ۾ سندرا ٻڌي نڪري پئجي ۽ اهڙي منزل کي ماڻڻ لاءِ پنهنجي ارد گرد جي ماڻهن جو سهارو به وٺجي.

ادبي حوالي سان جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته اسان کي اها به خبر نه آهي ته اسان جي منزل ڪهڙي آهي؟ ۽ اسين جنهن راهه تي هلون ٿا اها ڪٿي ڪندي؟ ادب ۾ پير پائڻ کان پوءِ گهٽو ڪري اسان جا نوان اديب دوست پهريائين ڳولهي ڳولهي مغرب جي ناليوارن يا اردو جي نالي وارن اديبن کي پڙهڻ شروع ڪندا آهن جيئن هو ڪنهن ٻئي آڏو نالا ڳڻي سڻي ڪتابن جا حوالا ڏئي ثابت ڪري سگهن ته سندن عالمي ادب جو مطالعو ٿيل آهي يا هو وڏا ڄاتو آهن. ائين ڪرڻ سان ٻين تي پنهنجو رعب ڄمائڻ چاهيندا آهن. منهنجي نظر ۾ ان کان وڌيڪ احساس معتبري جو ڪو ٻيو مثال ٿي نٿو سگهي. ٺيڪ آهي مان مڃان ٿو ته عالمي ادب جو مطالعو به تمام ضروري آهي. اسين جيستائين ٻاهرين ادب کي نه پڙهنداسين ته ادبي حوالي سان اڻپورا رهجي وينداسين. پر جيئن مون ذڪر ڪيو ته "انقلاب هميشه پنهنجي گهر کان ايندو آهي." ان ڪري ادبي حوالي کان به پهريان گهرسنڀالڻ گهرجي. اسين جيڪڏهن شيڪسپيئر کي پڙهون ٿا ته اسان کي سوچڻ گهرجي ته ڇا اسان لطيف کي پڙهي ورتو آهي. اهڙي طرح جان

ڪيٽس کي پڙهنداسين تہ سچل سرمست بہ پڙهڻو پوندو. گوئٽي کي پڙهون تہ اڳ ۾ سامي بہ پڙهون، وردس ورٿ کي پڙهون تہ اول اياز ۽ استاد کي بہ پڙهون. يعني مطالعي جي شروعات پنهنجي ادب کان ڪرڻي آهي، پوءِ پنهنجي ئي ادب کي پڄهڻو آهي. بلڪل ائين ئي جيئن پنهنجي ذات کي سمجهڻ کان پوءِ ئي ذات حقيقي کي سمجهي سگهبو آهي.

افسوس جهڙي ڳالهہ آهي تہ اڄ اسان جي ادبي لڏي جي گهڻن اديبن کي دوستووسڪي، جان ڪيٽس، برنارڊشا، شيڪسپيئر، ٽئگور، مئڪسم گورڪي ۽ پئبلو نيرودا جون تخليقات تہ بر زبان ياد آهن پر لطيف سائين جا چاربيت بہ ياد نہ آهن. شاهہ سائين چيو آ تہ:
جيها جي تيها، مون مارو مڃيا.

ڪيڏو نہ فرق آهي شاهہ جي فڪر ۽ اسان جي سوچن ۾. لطيف اسان کي هرحال ۾ پنهنجو ٿو ڪري ۽ اسان جيئن پوءِ تيئن پاڻ کان پري ٿا ڪندا وڃون. لطيف جا بيت تہ آيتون آهن ۽ جيڪي اهي آيتون وساريندا آهن، بين لفظن ۾ پٺ ڏٺي جي ڪلام ۾ لڪل الاهي پيغام کي سمجهڻ جي ڪوشش نہ ڪندا آهن. اهي پٺڪي ويندا آهن. شايد اهڙن ئي ماڻهن لاءِ چيو ويو هو:

رب رسي مت ڪسي هٿي ڪونہ هشيار
ڏسي اهڙو پار، جنهن ۾ جوکو جيءَ جو.

اسان جي بہ مت تہ نہ ڪسجي وئي آهي؟ اسين صوفي ازم جا نعرا ٿا هڻون پر اسان مان گهڻن کي اها بہ خبر نہ آهي تہ صوفي ڪير ۽ ڪيئن هوندا آهن. سندن نياپو ڪهڙو هوندو آهي. صوفي انسان دوست ۽ محبت ونڊيندڙ هوندا آهن. منهنجن هندو، مسلم، سک، عيسائي جي ڪائي تفريق نہ هوندي آهي. هو فقط پيار جا پوڄاري هوندا آهن. انسان سان محبت ڪرڻ ۽ شاهہ لطيف وانگر سڄي عالم جو خير گهرڻ سندن شيوو هوندو آهي. هنن جو من منداين کان واندو هوندو آهي..... ڇا اسين انهن ڳالهين تي عمل پيرا آهيون جو پاڻ کي صوفي ازم جا دعويدار ٿا سڏايون؟ هي سسوري افراتفري، هل هنگامو ۽ من ۾ بي چيني فقط انهيءَ جي ڪري آهي تہ اسين لطيف سرڪار جو محبتن وارو سبق وساري نفرتن کي ڳلي لڳايو آهي. نفرت اهو سرو آهي جيڪو دل جي پڃري کي اندران ئي اندران

اهڙي نموني ڪائي ڪوڪلو ڪري ڇڏيندو آهي جو منجهس محبت جو نانءُ ۽ نشان به نه بچندو آهي. لاڪيڻي لطيف چيو هو:

سپت پريا سپرين، ڪپت ڪيمَ ڪريو
ڌوري گهٽي ڏينهڙي، ماڻهو وڃن مريو
تيسين قرب ڪريو، جيسين جيئرا آهيون جهان ۾.

شاهه سائين جو سمورو ڪلام محبت جو مجموعو ۽ نفرت کان نفرت ڪرڻ جو سبق آهي. شيڪسپيئر چيو هو "زندگي تمام مختصر آهي، پيار ڪرڻ لاءِ به مختصر. ماڻهو الاجي ڇو اها نفرت ۾ وڃائي ٿا ڇڏين." پٽ جي شاهه به ساڳي ڳالهه ڪئي آهي ته ماڻهو جي حياتي تي ڀروسو نه آهي. "سامان سو برس ڪا پل ڪي خبر نهين" سو ان ڪري زندگي جي هن مختصر سفر ۾ جيترو ٿي سگهي محبتون ورهائجن، من مان ڪيني ۽ ڪپٽ کي ڪوري ٻاهر ڦٽو ڪجي ۽ جيڪو وري سڄي حياتي محبت جو سوداگر رهيو ان جا ٻيڙا پار آهن.

جيڪي ماڻهو پنهنجي ماضي کي وساري ڇڏيندا آهي. وقت مستقبل ۾ انهن کي وساري ڇڏيندو آهي. اسان جي ماضي ۾ لطيف سائين جهڙو عظيم شاعر به آهي. اچو ته سندس ڪلام ۽ پيغام کي ياد ڪري پنهنجي دلين مان سڀ نفرتون ڪڍي اندر کي محبتن سان معطر ڪري ڇڏيون. اوهان يقين ڄاڻو جنهن ڏينهن اسين پٽ جي گهوٽ جي ڪنهن هڪ بيت جي هڪ سٽ به سمجهي ۽ ان تي عمل ڪيو ته اسان جون زندگيون بدلجي وينديون.

## من جا ميرا



# اي ڪاش اهو تون چاڻين ها!!

سڪندر سروڻ

دنيا جو ڏڪئي ۾ ڏکيو ڪم ڪنهن دوست جي خوشيءَ ۾ سچي دل سان شريڪ ٿيڻ ۽ خوش ٿيڻ آهي. پنهنجي من اندر جهاتي پائي ڏسو اوهان کي اها ڳالهه سورنهن آنا سچ لڳندي. اعتبار نه اچيوَ ته آزمائي ڏسو. اجا به سچ نه لڳي ته پئسا واپس. جڏهن ته نه مون اوهان کان پئسا ورتا آهن نه اوهان ئي ڏنا آهن. سو سيڪو خوش هجي پنهنجي خرچ تي؛ سو به پنهنجي گهر ۾. ٻئي جي گهر جي ڳالهه خير صلح ۾ به اجائي آ. ڇو ته اسان وٽ ڪاروڪاري جي موسم هر دور ۾ ائين ئي آهي؛ جيئن لطيف چوائي: جتي اوهان ڇڏيون اتي ئي آهين. آخر ته غيرت جو معاملو آ، مذاق ته ناهي. اها ٻئي ڳالهه آ ته مرد لاءِ سڀ ڪجهه جائز ۽ عورت لاءِ عذاب. اوهان ڪڏهن به ڪنهن اخبار ۾ نه پڙهيو هوندو ته ڪنهن عورت مرد کي ڪارو ڪري ماريو هجي. آئي ڳالهه سمجهه ۾ نه. دوست جي خوشي ته پري پر اسان ماڻهن کي پنهنجي گهر اندر پنهنجي ئي عورتن جون خوشيون

نہ وٺنديون آهن. اسان جي ڀھراڙين ۾ اڃا تائين بہ شل نہ ڪا عورت بنا ڪنهن شادي وغيره جي ڀوت ڏوئي. بس طعنن جا وسڪارا تي ويندس تہ ڪنهن لاءِ تي هار سينگار ڪرين. شهرن جي ڳالهہ ئي ٻي آ. جيو تہ شهرن ۾ اُهي ئي مرد چلڪنا ڀوت ڳوليندا آهن. جيڪي پنهنجي گهرن اندر پنهنجين عورتن کي سرمو پائڻ بہ نہ سهندا آهن. ۽ وري مٿان شڪايت تہ انَ پڙهيل عورتن سان شادي ڪري ڪيئن گذارو ڪجي. اهو ڄاڻندي بہ تہ هنن کي ڪير پڙهائيندو. اهڙي ئي قسم جو هڪ ساٿي ڪراچي گهمڻ آيو. صدر. ڪلفٽن ۽ طارق روڊ تي پندرهن سالن کان ٥٠ سالن تائين مختلف عورتن جا نمونا ڏسي فرمائڻ لڳو تہ. يار پنهنجن گهرن ۾ تہ جنڙيون آهن جنڙيون! چيم انهي جو ذميوار ڪير آ. چيائين، رنن کان ڀوت ڏوئڻ ئي ڪونہ ٿو پڄي.

اسان ڇا ڪيون. چيم: پڄي ٿو. پر اوهان کان سنو نٿو ٿئي. چيائين ائين ناهي. چيم: پنهنجي نياڻين کي اسڪول موڪليندو آهين. چيائين: ڇوڪريون پڙهي ڇا ڪنديون. چيم: بس ڳالهہ ئي ختم ڪري ڇڏئي. سو ڳالهہ پئي ڪئي سين ڪارو ۽ ڪاري جي. ۽ اسان ڪارو ڪاري تي بحث ڪونہ ٿا ڪيون. ۽ نہ ئي دليل ڏيڻ جو شوق اٿئون. ڪارو ڪاري جي تاريخ ۽ جاگرافي سيڪو ڄاڻي ٿو. ۽ اخبارون روزانو اهڙا واقعا ڇاپينديون رهن ٿيون. پر ڳالهہ ڪبي انصاف جي تہ اسان ماڻهو ڪارو ڪاري رسم سان ڪيترو ٻيا انصاف ڪريون. تازو اخبارن ۾ ڇپيو تہ: ڇاچي پنهنجي ڀائٽيءَ ۽ ٻن ڀائٽين کي ڪارو ڪاري جي ڏوهہ هيٺ قتل ڪري ڇڏيو. هڪ ڀائيٽو ڪارو ٻيو ڀاءُ کي بچائڻ وارو. هڪڙي ئي گهر ۾ سوبہ موت ڪيئن ڪارا ٿيا. اهو سيڪو ڄاڻي سگهي.

ٻي خبر ڇپي تہ بس پيار ڪندڙن کي ڪارو ڪاري جي الزام هيٺ قتل ڪيو ويو. مرد جي مائٽن پنهنجي ڇوڪر جي لاش کي دفنائڻ کان اڳ ميندي لائڻ ۽ موڙ ٻڌڻ جي رسم پوري ڪئي. مطلب تہ گهوٽ بڻائي دفن ڪيائون. جڏهن تہ عورت يعني ڇوڪريءَ جي مائٽن ڇوڪريءَ جو لاش بنا ڪفن ڏيڻ جي دفن ڪري ڇڏيو. پنهنجي هياءُ تي هٿ رکو، ۽ پوءِ انصاف جو ڪلمو پڙهو. تہ ڇا انهي جو نالو غيرت آهي. حقيقت ۾ ان کان وڌيڪ ٻي ڪا بي غيرتي آهي ئي ڪانہ! مردانگي کان واڃهيل

ماڻهو اهڙا قتل ڪندا آهن. مرد ڪنهن کي چاهي ته سڀ ٺيڪ آ، پر جي عورت ڪنهن کي چاهي ته بي غيرت ۽ ڪاري آ. مرد جي چاهت جو نشان ڪير....؟ ٿورو سوچي ڏسو، مردن عورت جي پسند جو ڪڏهن خيال رکيو آ......؟ ويهن سالن جي عورت کي سٺ سالن جي مرد ته خوشي سان ڏنو وڃي ٿو، پر ويهن سالن جي مرد کي سٺ سالن جي عورت امان ٿي لڳي.... آخر ڇو.... عورت به انسان آ. هن وٽ به جذبا آهن. هن کي به ڪنهن کي چاهڻ جو حق آ. بلڪ عورت ته نالو ئي آ پيار جو، جنهن کي پاپ جي گندي نالي ۾ لوڙهيو وڃي ٿو. پوءِ جڏهن هو انصاف لاءِ بغاوت ڪري ٿي ته ڪاري ٿي ٿي پوي. پيار ته سچ آهي، ۽ سچ ڪڏهن به ڪارو نه ٿيندو آهي. اصل ۾ حقيقت کي نه مڃڻ وارن جا من ڪارا ٿي ويندا آهن. جنهن ڪان پوءِ دنيا جي هر شيءِ هنن کي ڪاري نظر ايندي آهي. مزي جهڙي ڳالهه ته اهڙن پيار جي قاتلن لاءِ ڪو قانون ڪا سزا آهي ئي ڪانه. غيرت جي بهاني ۽ اوٽ ۾ ايڏي وڏي ڏوهه ڪرڻ ڪان پوءِ به آزاد ٿي وڃن ٿا. اهو انصاف نه آهي. مرد ڪجهه ڪري ته سڀ جائز عورت ڪجهه ڪري ته گنهگار! اهو ته ائين ٿيو نه. جي ڪو ماڻهو جانور تي حملو ڪري شڪاري، ۽ جي جانور پنهنجي جان بچائڻ لاءِ ان ماڻهو مٿان حملو ڪري ته وحشي. ۽ قصو ائين ئي هلي پيو. بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي. پر ائين ٿيڻ نه گهرجي. اهو انصاف نه آهي. سڀ ائين چوندا آهن پر ڪندو ڪير به ڪونهي. جڏهن پنهنجي مٿان ايندي آ ته اهو انصاف جو راڳ به وسري ويندو آهي. پوءِ پڙهيل هجي يا اڻ پڙهيل ڪو فرق ئي نٿو پوي.

هلندي هلندي ليڊي ڊيانا جو قصو به ڪٿندا هلون. تازو ليڊي ڊايانا پنهنجي محبوب ڊوڊي الفهد سان ڪار حادثي ۾ وفات ڪري ويئي. دنيا ان کي عشق جو قصو پئي سڏي. عرب ملڪن ۾ ڊايانا جو موت ڊوڊي سان شادي چاٽايو پيو وڃي. هنن جو خيال آهي ته ڊوڊي مسلمان هيو، ان ڪري انگريزن ڪان برداشت نه ٿيو ته هنن ڊايانا کي قتل ڪرائي ڇڏيو. ڳالهه ڪيئن به هجي پر ان قصي جي پس منظر ۾ ڏسنداسين ته ائين لڳندو ڄڻ برطانيا وارن ڊايانا کي ڪنهن غير سان گڏ ڏسي غيرت ۾ اچي ڊايانا ۽ ڊوڊي کي ڪارو ڪاري ڪري ماريو هجي (اهو هڪ خيال آهي، انگريزن ۾ ائين ٿيندو ئي ڪونهي. پر ڳالهه ڪرڻ ۾ ڇا آهي). سو سنڌين ۽ برطانيا

وارن جي سوچ ۾ ڪيترو نہ فرق آهي. جو ڊايانا جي مرڻ يا مارڻ کان پوءِ نہ تہ ڪو انگريز شهر وٽي غيرت جي پڳ ٻڌي ٿاٽي تي پيش پيو، ۽ نہ ئي ڊايانا کي بي ڪفن دفن ڪيو ويو. پر ڊايانا جي آخري رسمن دنيا کي حيران ڪري ڇڏيو. اهي بہ تہ انسان آهن. پوءِ.... شايد ان ڪري سڄي دنيا هنن جي مٺ ۾ آهي. ۽ اسان ماٺهو پنهنجي گهرن کان وٺي پنهنجي شهرن تائين ڏاريا ۽ اوپرا آهيون. ڀلي سوچي ڏسو- يقينن اوهان محسوس ڪندؤ تہ پنهنجن لاءِ پنهنجا ڪيڏا نہ من ميرا آهن.

وما علينا الاالبلاغ



# يادن جو ڪوهيڙو

مـيـان مـيـر خـان چـانـڊيـو

رڻ جي اتهاس ۾ ڀٽڪندڙ پوڙهو مسافر ۽ آئون! ڀنڀرن جو نوائي ۾ آئون اُٺ تي اوچين اوچين ڀٽن جي چاتين کي لتاڙيندو نامعلوم هند ڏانهن وڃي رهيو آهيان. زندگي جو گذريل حصو منهنجي لاءِ وسري ويل ڪهاڻي تي لڳي آئون هڪ دفعو ٻيهر هن کي دنيا کي Fare-well چئي رهيو آهيان، اڄ آئون وچڙيل پنهون ۽ پنيان ڇڏيندڙ هر هڪ پٽ سسئي تي لڳي. پنهون ٽيس پاڻ، سسئي تان سورهئا! لري، تيز لڳي رهي آهي، نه وڻ ڇانوَ نه ڪٿي ڏاگهن ڏيرو رُج تي رڙيون ڪري ايتري ۾ منهنجي نظر ڪانير ڄانگري جي هيٺان ويٺل پوڙهي مسافر تي پوي ٿي! آئون اٺ جهڪائي لهي ٿو پوان، مسافر جي پاسي ۾ پاٽيءَ جي ڪلي ۽ ٻڏل هڙ جا Map of World جيان گول ٿي لڳي جي پاسي ۾ ويهي ٿو رهان.

پوڙهي مسافر جون اکيون فوت ٿيل ڪرشن جي اکين جيان ٿيون

لڳن جيڪي نہ ڄاڻ ڪڏهن کان ونـي ڪنهن وچڙيل جي اوسيئڙي ۾
تتل راهن تي جميل رهيون آهن.

آئون توهان جي ڪا مدد ڪري سگهان ٿو! مون چيو. پوڙهو مسافر
ناڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻي ٿو. توهان ڪڏهن کان ونـي ۽ ڪٿان کان
ڪاهيندا پيا اچو؟ مون سوال ڪيو.

مهراڻ درياءَ جڏهن تار وهندو هو جنهن ۾ سهڻي ترندي ترندي هڪ
رات ٻڏي ويئي اسين انهن ڏينهن کان بہ اڳ واپار ڪندا هئاسين پوڙهو
ڳالهائيندي ٽپيءَ ۾ هليو ٿو وڃي..... ها! توهان واپار ڪندا هئا آئون
جملو دهرايان ٿو.... ڪتوري جو پڳهہ ڏيئي ٻيڙا ڇوڙي ڪاري کي ويندا
هئاسين ڇهہ مهينا پرڏيهہ ۾ ڪٽي تڏهن موٽندا هئاسين جڏهن سر نسرندا
هئا اتر اوتون ڪندو هو وڻجارن جون زالون ڳيچ ڳائينديون هيون. منهنجي
پاڻ وهيڻي ماءُ سنڌ بہ منهنجي آمد تي ڪٽي آيو خير سان ۽ وڃڻ مهل رو نہ
لڙڪ جهل آئي ڙي آيل! ڪهڙو پڇين پرديسن جو؟ بيراڳي گيت
ڪُڇندي هئي. پر هڪ ڏينهن پنهنجن ئي منهنجي ماءُ سنڌ کي چرو
ڪک ۾ هنيو! هو ٻيهر غوطي ۾ هليو ويو ڄانگريءَ مان سچ جا ڪرٽا
مسافر تي ائين لڳا جيئن ڪارن چيلڙن تي اڇي رنگ جا ٽيڪا.

منهنجو خيال ڪيئي سال پوئتي ڇڪجي ويوننڊي هوندي هڪ
ڏينهن آئون پنهنجي ڏنار ايوڙي، جنهن جي اڇي ڏاڙهي ٻاراٽي ڪتاب
جيڏي هوندي هئي. سان گڏ ٻڪرن ۾ ويو هوس جهنگ ۾ شڪاري
ڪتي اوچتو هٽي چيلڙيءَ جي ڪک ٽوڙي وڌي اسان جي هڪلن تي
ڪتو ڀڄي ويو ۽ چيلڙي دانهون ڪندي اسان جي اڳيان اچي دم ڏنو!
پر جڏهن ڪنهن انسان جي لک ۾ چرو لڳي..... مون پيڙا ۾ اکيون
پوري ڇڏيون ۽ پوءِ اکيون پٽي ڏٺم تہ اٺ اوڳاري رهيو هو. اٺ کي نہ
صرف لطيف سائين پر دنيا جي ڪيترن شاعرن ڳايو آهي، برساتي رت ۾
انن جي قطار ڪنهن صحرا مان ويندي ڏسي ڪوئي ماڻهو ڪنهن نئين
دنيا جي تصور ۾ وڃڻ کان بيهي نہ سگهندو.....

سج جي تپش جي ڪري سارو ڪوهستان ٻرندڙ جبل جيان باهہ ۾
تپي ڦاٽڻ وارو ٿي لڳو. تيز لري اکن جي ڪوچلن پنن ۽ پٽن تي بيٺل
سڪل گاهہ مٿان جڻ هٿ ٿي ڦيريا!

پوڙهي جي زيب ڇڏي ويل اکين مان لڙڪ ائين پئي تميا جيئن چيل تان شبنم ڪرندي آهي هن پاٽيءَ جي ڪلي ۾ هٿ وجهي، مون ڏانهن ڪئي مون به ڊڪ ڀري ڪلي پوڙهي کي ڏني پوڙهي ڪلي وات تي رکي لڳو تي ته وات سان باجو وڃائي رهيو آهي پاٽي پي چوڻ لڳو سر سڪو سو لڳي گيا! هاٽي ته اهي اڳوٽيون ڳالهيون به نه رهيون آهن....

پوڙها تنهنجي ماءُ ڇا ڪندي هئي؟ مون سوال ڪيو منهنجي ماءُ سگهڙ آهي، هوءَ سُٽ ڪتيندي هئي اگهاڙن کي ڍڪيندي هئي، ٻکين کي کارائيندي آهي هاڻ جهور پوڙهي تي ويئي آهي! هن وراڻيو.....

تنهنجي ماءُ اڃان زنده آهي؟ مون سوال ڪيو.

منهنجي ماءُ ڪڏهن به مرڻي نه آهي! هوءَ قيامت جا تڏا ويڙهيندي تون ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين؟ مون پڇيو... آئون اوڙاه ۾ وڃي رهيو آهيان منهنجو وڏو ڀاءُ به ائين بي خبر تي اوڙاه ۾ وڃي ڪريو هو. هو موئن جي دڙي ۾ رکيل آهي. هاٽي ته هن جون هڏيون به خاڪ تي ويون هونديون هاڻ ته ڪو شايد ڄاڻي ته هٿ به ڪا وسندي هئي هتي جي به تهذيب ۽ تمدن هئي ائين چئي پوڙهي هڙ پنن تي رکي ۽ اٿي بيٺو. مون به اٿي اٺ تي لانگ ورائي مسافر مون کي اٺ تي چڙهندو ائين ڏسي رهيو هو، ڄڻ چوندو هجي!

اي اوني ڪيڏهن تون ڪاهيندو تو وڃين
لڪ جهولي ۾ جلائيندو تو وڃين
پنهنجو تن من ۽ يادون پراڻيون
تنهنجي پيار جون به آهن شمع اُجهاڻيون!؟
ڪيئن ڪٿين تو تون منزل ۾ وهاڻيون؟
اڇو! اٺ جهلي وڻ ڇانوَ ۾ دم پٽيو
پنڌ ته ناهي ڪڏهن بي ڪُٿو
ان جي نه ابتدا نه انتها آهي،
راه مان نڪتل راه آهي
راهون وڃائجي وڃن تيون چئوماسي جي هوائن ۾
۽ سانجهه جي گفائن ۾.
ڪئين راه گذر!

بن بن پتڪي ڦتجي تا پون
ائين اڙانگهين ۾ اتڪي تا پون
مان اتڪي پيو ها ان ٻگالھ ۾
تہ پتائي پورب کهڙي واٽ ويو هو؟
اجان پنڌ ڪيترو آهي پري؟
اي اوني! مون کي ڪٿي هلندا
چاڪاڻ تہ آئون هلڻ کان چور آهيان
نڪري ويو دور هان.
توهان مون کي ساڻ نيو،
جيئن جوڳين پتائيءَ کي نيو هو
اي اوني!
اي اوني!

مون کي اٺ تي ڪٿي هلندا، ايتري ۾ مسافر ڏرتيءَ ڏانهن جهڪي پنڌ پوي ٿو منهنجو ڪرهہ پيرن سان واريءَ کي لپاٽون وڃائيندو اڳيان رڙهڻ ٿو لڳي.

جو وَڏُ جڙي جن سين



# دنيا جو امن ۽ بين الاقوامي ادارا

ڊاڪٽر بشير احمد شاد

اسان جي قوم جو نعري بازيءَ ۾ جواب ئي نہ آهي. بلڪ نعري بازي ثابت ٿي آهي. جيڏانهن ڏسو نعرا. جڏهن پڙهو نعرا. درن ديوارن تي نعرا. مڪانن مسجدن تي نعرا. مزارن مقبرن تي نعرا. رودن رستن تي نعرا. واعظن مجلسن ۾ نعرا. ڪچهرين ۾ نعرا. مطلب تہ نعرا ئي نعرا. جڏهن تہ تاريخ گواهہ آهي تہ عمل کان عاري قومون فقط کوکلن نعرن ذريعي ڪڏهن بہ پنهنجي منزل نہ ماڻي سگهيون آهن.

جيڪڏهن فقط نعرن سان مسئلا حل ٿين ها تہ پوءِ دنيا ايئن مسئلن جي جار ۾ وڪوڙيل نظر نہ اچي ها. هن وقت دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان جيڪي نظرياتي ٽڪرائن، غاصبانہ قبضن، معاشي نابرابري، سياسي بليڪ مئلنگ ۽ بين الاقوامي داداگيريءَ جون دانهون هرگز نہ هجن ها.

واتهڙو وري ڪالہ استيشن تان هڪ ذو معنيٰ نعرو پڙهي آيو. گاڏي

اسٽيشن تي اچي بيٺي. مسافرن جي لهڻ ۽ چڙهڻ جي رش لڳي ويئي. واتهڙو سڄي گاڏيءَ جي رائونڊ هڻي جائزو ورتو. جڏهن گاڏي وسل هڻي هلي پئي ته هڪ زناني گاڏي مان هڪ پوڙهي عورت منهن ٻاهر ڪڍي نعرو هنيو:

"اسلام"

اسٽيشن تي بيٺل ماڻهن جو ايماني جذبو جوش ۾ اچي ويو: "زنده باد".

۽ پوءِ پوڙهي "اسلام، اسلام" ڪندي رهي ۽ جواب ۾ ماڻهو زنده باد چوندا رهيا. گاڏي جي رفتار تيز ٿيڻ لڳي، واتهڙو ڊڙنو ته هڪڙو نوجوان پاڻيءَ جي گهگي هٿ ۾ کنيو گاڏيءَ ۾ چڙهڻ لاءِ ڊوڙندو ٿي ويو پر گاڏيءَ ۾ چڙهي ڪونه سگهيو. نوجوان ٻڌايو ته منهنجو نالو اسلام الدين آهي ۽ اها پوڙهي منهنجي ماءُ ٿئي، جيڪا مو کي سڏي رهي هئي.

ماضي جي تاريخ گواهه آهي ته دنيا جون قومون تلوار کان ايترو ڪونه ڊنيون آهن، جيترو قلم جي وار ۽ زبان جي گفتار کان. ڪيترين هارايل جنگون شعله بيان مقررن جي خطاب جي نتيجي ۾ فتح ۾ تبديل ٿي ويون. پسپا ٿيندڙ فوج پنهنجي دشمن تي ٻيهر حمله آور ٿي، سندس صفن ۾ زلزلو مچائي ڇڏيو.

هيئنر ته معاملو ئي اور آهي. يو، اين، او هجي يا سلامتي ڪائونسل جتي هر مظلوم ملڪ جو نمائندو پنهنجي موقف کي بيان ڪرڻ وقت پاڻ کي حق تي ثابت ڪرڻ ۽ غالب کي غاصب ۽ ظالم ڄاڻائڻ لاءِ نهايت مفصل، مدلل ۽ جذباتي تقرير ذريعي عالمي نمائندن جون همدرديون حاصل ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪندا آهن. پر اتي ويٺل مصلحت پسند مدبر ۽ مفڪر اسان جي عوام جهڙا سادا، ڀولا ۽ ڪنن جا ڪچا ڪونه هوندا آهن، جو سندن ڳالهين تي ويساهه ڪري ويهن، بلڪ عام طرح اهي ٻنهي ڪنن جو جائز استعمال ڪندي هڪ ڪن کان ٻڌي ٻئي ڪن مان ڪڍي ڇڏيندا آهن ۽ اهڙا اهم اجلاس نشتند، گفتند ۽ برخاستند جو شڪار ٿي ويندا آهن.

ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته انصاف، بي ريائي ۽ مظلوم قومن جي دادرسي لاءِ قائم ڪيل انهن بين الاقوامي ادارن جي نمائندن کي گهرجي ته

سمورين مصلحتن کي پاسي رکي نهايت انصاف ۽ خدا خوفيءَ سان پنهنجي ضمير جي آواز مطابق پنهنجي راءِ جو اظهار ڪن. جيڪي ملڪ يا قومون فريادي بڻجي اهڙن ادارن کي دادرسيءَ لاءِ دانهن ڪن ٿيون تن جي حالت زار جو بذات خود جائزو وٺي انصاف جون تقاضائون پوريون ڪن، جيئن انهن بين الاقوامي ادارن جو تقدس برقرار رهي سگهي.

هن وقت دنيا جي اڌو ڪشمير، بيت المقدس، افغانستان ۽ بابري مسجد سميت ڪئي ديرينه، بنيادي ۽ اهم ترين مسئلا آهن. بيت المقدس تي اسرائيل جي غاصبانه قبضي مسلمانن جو سڪون برباد ڪري ڇڏيو آهي افغانستان جي بحران سبب افغان پناهگيرن جو مسئلو ۽ بابري مسجد جو خونريز گهوٽالو دنيا جي توجه جا مستحق آهن ۽ عالمي قوتن جي ضمير کي جهنجهوڙي رهيا آهن. مگر ان جو ڪو مثبت حل اڃا تائين نڪري ڪونه سگهيو آهي.

ٻئي طرف دنيا جا مسلمان ملڪ پاڻ ۾ وير، ويڇا ۽ تنازعا وڌائي پنهنجي گڏيل طاقت کي منتشر ڪري دشمن لاءِ ميدان هموار ڪرڻ ۾ رڌل آهن. ايئن ٿيلو ٿيلو ٿي ٽٽي وڃڻ وقت جي تقاضا ٽوڙي حڪمت عملي جي خلاف آهي مسلمان ملڪن کي پاڻ ۾ امن، ايڪي ٻڌي ۽ يڪجهتي جي جيتري اڄوڪي دور ۾ ضرورت آهي، ايتري اڳي ڪڏهن ڪانه رهي آهي. هي ويڇا وسارڻ جو وقت آهي. باقي جيڪڏهن ايئن هر ڪو ملڪ پنهنجو ڏيڍ چانور جدا رڌڻ چاهيندو ته پوءِ مال ملالا کائي ويندا ۽ باقي وڃي نعرا رهندا.

# خيرالنساءِ جعفري جو وڇوڙو ۽ تخليق جو سفر

جهانگير عباسي

سنڌي ادب ۾، ستر واري ڏهاڪي دوران، ڪهاڻي ڪيتر ۾ هڪ، نئون نالو اڀري آيو هيو، جنهن جي ڪهاڻي "حويلي کان هاسٽل تائين" ڇپجندي ئي ادبي دنيا ۾ چڙ زلزلو اچي ويو. اها ڪهاڻي لکندڙ هڪ عورت ليکڪا هئي، جنهن انهي ڪهاڻي کان پوءِ ڪجھ ٻيون ڪهاڻيون لکيون آهن. جن کي سنڌي ادب جي شاهڪار ڪهاڻين ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو، انهن شاهڪار ڪهاڻي کي تخليق ڪندڙ ان عورت ليکڪا جو نالو خيرالنساءِ جعفري آهي.

٧ آگسٽ ١٩٤٧ع تي پيدا ٿيندڙ خيرالنساءِ جعفري اهڙي شخصيت جو نالو آهي، جنهن جا تي مختلف روپ رهيا آهن. هوءَ گهر ڀاتين لاءِ "گڏي" ۽ همعصر ليکڪن/ ليکڪائن، دوستن، ساهيڙين لاءِ "خيرو" جي

روپ ۾ سڃاتي ويندي هئي. جڏهن ته پنهنجن شاگردن، شاگردياڻين وٽ "آپا" جي نالي سان مشهور هئي. سندس تعلق پيغمبري واري پيشي يعني پڙهڻ ۽ سيکارڻ سان رهيو. خيرالنساءِ جعفري جا هي ٽئي روپ عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏٺا ويندا هئا. هن بحيثيت هڪ عام فرد جي پنهنجي هر هڪ روپ سان پرپور پاڻ ملهايو آهي سماج ۾ عزت ماڻي آهي. هن کي ماڻهن جي صحيح پرک انهن جي جذبن احساسن جو قدر ڪرڻ ايندو هيو. نفسيات جي شعبي سان لاڳاپيل هئڻ ڪري، هوءَ ماڻهن جي داخلي/ خارجي، مسئلن کي جاچڻ جو فن رکندي هئي. اهوئي سبب آهي جو هن پنهنجين ڪهاڻين جا موضوع به اهڙا ئي مبهم کنيا آهن. جن کي اسين پنهنجي عام زندگي ۾ نظرانداز ڪري ڇڏيندا آهيون.

خيرالنساءِ جعفري بي باڪ، بهادر، اڏول، اصول پرست، پنهنجي قول ۽ فعل تي قائم رهندڙ سچ لکندڙ ۽ چوندڙ ڪهاڻيڪار هئي. ڪري ڳالهه چوڻ ڪري هن کي زندگي، جي هر نئين موڙ تي، روز نوان ڏک صدما ۽ اذيتون، برداشت ڪرڻيون پونديون هيون. پر هوءَ پنهنجون پيڙائون لڪائيندي هميشه مسڪرائيندي رهي. هن جا وڏا ٿهڪ، ڏکن کي شڪست ڏيندا رهيا. هن جون ڪهاڻيون هن جي اندر جي اڌمن، احساسن ۽ ڏکن جي ترجماني ڪندڙ هيون، جن بابت گهڻو اڳي عبدالقادر جوڻيجو، لکيو هو ته "سنڌي افساني جي ارتقا ۾ ماڻڪ جي نئين روپ ۾ مشتاق شوري جي نالي کان پوءِ ڪجهه وقت مانار اچي وئي ۽ ڪو اهڙو نئون نالو، ڏسڻ ۾ نٿي آيو، جنهن کي سٺن ڪهاڻيڪارن ۾ ڳڻي سگهجي. ڪهاڻي ۾ نيون فڪري راهون، ڳولهي لهڻ پنهنجي جاءِ تي، پر هڪ تازي، تواني نالي جو وجود ۾ اچڻ، جيڪو هن پيڙهي جي پڙهندڙن کي پليون ڪهاڻيون ڏئي سگهي وڏي خوشي جي ڳالهه آهي. سنڌي افساني جي اها کوٽ خيرالنساءِ جعفري پوري ڪئي. جيوڻيڪ هوئن ته، ڪافي وقت اڳ کان ڪهاڻيون لکندي اچي، پر سندس اندر ۾ وينل آرٽسٽ، سندس تخليق "تخليق جو موت" ۾ پڌرو ٿي پيو.

خيرالنساءِ جعفري کان ڪوئي به صحيح معنيٰ ۾ انٽرويو ڪري ڪونه سگهيو هو. هن جي ڪرن جوابن جي تيرن ۽ سندس حاضر دماغي کان هر ڪوئي خوف کائيندو هيو هو بناوٽ بدران، عام ٻولي ڳالهائيندڙ اديبا هئي. هن جي ذهن ۾ نفرت، مفافقي ۽ ڪوڙي وڏائي، جو ڪوبه

تصور موجود ڪونہ هوندو هو. هوءَ هڪ بولڊ ڪهاڻيڪاره هئي، عورت هئڻ باوجود، هن جنس جي موضوع تي، وڏي بي باڪيءَ سان لکي، سماج جي انهن ڪردارن، جي سچاڻپ ڪرائي آهي، جيڪي جنسي فرسٽريشن جو شڪار رهيا. منهنجي نظر ۾ هو سنڌي ادب، جي عصمت چغتائي آهي، هن جي پڙهندڙن جو حلقو وسيع آهي. جيئن محترم علي نواز ڦل، هن بابت لکيو هو خيرالنساءِ جعفري کي انهن ڪهاڻيڪارن ۾ ڳڻي سگهجي ٿو، جن پنهنجا سنڌي ادب ۾ پڙهندڙ پيدا ڪيا آهن. خيرالنساءِ جعفري جيتوڻيڪ نجم عباسي وانگر، ٽي سو سٺ ڪهاڻيون، تخليق ڪونہ ڪيون آهن. پر هن ”پيڙا جو پڙلاءُ“ کان وٺي ”قربتون ۽ فاصلا جي مختصر ڪهاڻين تائين ۽ چند ڪتابن جي مهاڳن تقريرن ۽ ٻن ٽن مضمونن جي تعداد ۾ جيڪو ڪجھ لکيو آهي. اهو سڀ سنڌي ادب جو قيمتي سرمايو آهي هن جون نراليون لکڻيون، لازوال ۽ امر آهن ۽ هميشہ رهنديون.

سنڌي ادب جي ”گڏي“ همعصر ليکڪن ۽ دوستن جي ”خيرو“ ۽ پنهنجن پيارن شاگردن جي بي حد پياري ”آپا“ بي باڪ اصول پرست اگهاڙو سچ لکندڙ ۽ چوندڙ خيرالنساءِ جعفري اسان سڀني کي پنهنجن ٿهڪن سان کلائيندڙ اڄ اسان کي روئاري اسان کان وڇڙي وئي آهي. زندگي جا اهي سڀ درد، اذيتون ۽ پيڙائون پنهنجي من ۾ ئي سمائي اسان کي اداس اڪيلو ڪري هلي وئي آهي. انهي رستي جي طرف، جنهن طرف گهڻو اڳي ”خيرو جي ساهيڙي ۽ سنڌي ادب جي موچاري ليکڪا، ثميره زرين هلي وئي هئي. جنهن جي بي وقتائي موت تي خيرالنساءِ لکيو هو: ثميرا زنده هئي! ثميرا مري وئي!! اهي ته بظاهر مختصر ٽي ڳالهڙي پر ان هئي ۽ آهي جي مختصر وچوٽي ۾ وقت جو هڪ طويل وقفو آ هڪ دور آ، عهد آ، تکي مني جيون جو رس ڪس آ سچي ساري ثميرا چند ڪاغذن ۾ قيد ٿيڻي تہ ناهي.“ وقت ڏاڍو بي رحم آهي. اڄ وقت اسان سڀني کي وري وڏو گهاءُ ڏنو آهي. خيرالنساءِ جعفري، جي وڇوڙي جو گهاءُ اسان جا پيارا فنڪار، مهان ليکڪ هڪ ٻئي جي پٺيان وڇڙي رهيا آهن اڃا هڪ جي وڇوڙي تي اکيون آليون ئي آهن، وري مٿان ڪنهن ٻئي جي وڇوڙي، جو ٻڌي اکين جا ڀريل بادل برسڻ شروع ٿي وڃن ٿا. اي موت تون هاڻي ٽري وڃ، ڏور هليو وڃ هاڻي اسان جي دلين ۾ ايتري

همت ناهي رهي جو اسين ڪنهن ٻئي جي وڇوڙي جو گهاءُ برداشت ڪري سگهون. هاڻي اسان جي اکين جا لڙڪ سڪي ويا آهن، اسان جون دليون اداس آهن اسين بي حال آهيون اي موت! تون هاڻي هليو وڃ خيرالنساءِ جعفري جو نالو سنڌي ادب ۾ هميشہ لاءِ امر آهي. مهان آهي، عظيم آهي. خيرالنساءِ ھ هڪ دور جو نالو آهي. عهد جو نالو آهي تاريخ جو نالو آهي. خيرو زنده هئي، خيرو مري وئي آهي تہ بظاهر مختصر ئي ڳالهڙي پر هئي ۽ آهي، جي مختصر وڇوٽي ۾ وقت جو طويل وقفو آ.... تڪي متي جيون جو ڪس آ..... سڄي ساري خيرالنساءِ جعفري چند ڪاغذن ۾ قيد ٿيڻي تہ ناهي.

# ملير جي مارئي جي سياست سئيز بئنڪ تائين ڪيئن پهتي؟

ذوالفقار شاهه

ڪراچي پريس ڪلب ۾ گذريل جمعي ڏينهن پيپلز پارٽي جي ”بيٽ“ وارا صحافي بلاول هائوس وڃڻ لاءِ ان ڪري ڏاڍا بي چين هئا جو ڪين ذري گهٽ پڪ هئي ته ان ڏينهن پ پ قيادت ضرور ڪو اهم اعلان ڪندي، جيڪو موجوده حڪومت خلاف تحريڪ هلائڻ به ٿي سگهي ٿو ۽ جڏهن واپسي ٿي ته هڪ سينئر صحافيءَ انتهائي مختصر تبصرو ڪندي چيو ته ”عوامي پارٽيءَ عوام وٽ وڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي.“ بينظير ڀٽو، سنڌس ور آصف زرداري ۽ امڙ بيگم نصرت ڀٽو جا سئيزر لئنڊ جي بئنڪن ۾ اڪائونٽ منجمند ٿيڻ واري چوڀول بعد بلاول هائوس ۾ ٿيل پيپلز پارٽي جي سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جي اجلاس بابت پارٽي جي مرڪزي سيڪريٽري جنرل چوڌري احمد مختيار صحافين کي بريفنگ ڏيندي ٻڌايو ته جيتوڻيڪ اهو انتهائي سنگين مسئلو

آهي، بينظير جهڙي محب وطن ۽ عوام جي گهڻ گهري سياسي سربراهه تي ڪريل الزام هنيا ويا آهن. پر پوءِ به پيپلز پارٽي موجوده حڪومت خلاف ان ڪري ڪا عوامي تحريڪ نٿي هلائڻ چاهي جو ملڪ وڏي بحران واري صورتحال مان گذري رهيو آهي. چوڌري صاحب! معاف ڪجو، هي ملڪ پيداوار ئي هڪ بحران جي آهي. ١٩٤٧ع کان ١٩٩٧ع تائين ڪو هڪڙو اهڙو ڏينهن ٻڌايو جو بحران نه رهيو هجي. توهان اهو به فرمايو آهي ته جڏهن کان ٦ نومبر ١٩٩٦ع کان توهان جي حڪومت وئي آهي ملڪ خلاف سازشون ٿي رهيون آهن. هڪ دفعو ٻيهر معذرت سان جيڪڏهن توهان جو حافظو ڪمزور نه هجي ته آهي ڪو هڪڙو ڏينهن اهڙو ياد، جو هن ملڪ ۾ سازش نه ٿي هجي. جيڪو ملڪ ٺهيو ئي سازش هيٺ هجي، ان ۾ ڀلا سازشون نه ٿينديون ته ٻيو ڇا ٿيندو؟

قائداعظم کي ڪٽي ايندڙ ايمبولينس جي خرابي کان لياقت علي خان کي گولي لڳڻ تائين، بنگالين جي قتلام کان بلوچن تي بمباري تائين، يحيٰ خان کان ايوب تائين، ذوالفقار علي ڀٽو جي ڦاهيءَ کان مير مرتضيٰ جي شهادت تائين سازشن ۽ بحرانن جي هڪ ڊگهي تاريخ آهي، جنهن ۾ هتي جي مظلوم ماڻهن هميشه ڀوڳيو آهي. عوام کي قرباني جو ٻڪرو بڻائي نه ڄاڻ ڪهڙا ڪهڙا حساب چڪايا ويا آهن، پر ڪڏهن به ڪنهن سياسي پارٽيءَ ڪا تحريڪ هلائڻ وقت اهو نه چيو ته ملڪ بحران ۾ آهي، ان ڪري تحريڪ نٿا هلايون ۽ هاڻ جڏهن "دل ڪي بات زبان پي آ هي گئي هئي" ته مون کي عوام تائين عوام جي اها راءِ پهچائڻ ۾ ڪا به هٻڪ محسوس نٿي ٿئي ته اصل ۾ پيپلز پارٽي هڪ زبردست نه ته ڏهن به هلڪي ڦلڪي عوامي تحريڪ هلائڻ چاهي پئي، ته جيئنءَ اسٽريٽ پاور ذريعي ميان محمد نواز شريف جي اسٽيٽ پاور کي آصف علي زرداريءَ خلاف وڌيڪ ڪارروائين کان روڪي سگهجي. پر چوندا آهن ته "پنهنجي وڍي جو نه ڪو ويڄ نه ڪو طبيب" سو پيپلز پارٽيءَ پنهنجي پنئين دور حڪومت ۾ عوام سان جيڪا روش روا رکي ان کي نظر ۾ رکندي اها عوام ڏانهن ڪهڙو منهن ڪٽي ويندي؟ سنو ٿيو جو چوڌري احمد مختيار بحران جو بهانو بڻائي عوام وٽ نه وڃڻ جي ڳالهه ڪئي، پر جيڪڏهن هو ڪنهن احتجاجي پروگرام جو اعلان به ڪري ها ته هاڻ ٨٣ع ۽ ٨٦ع

جو وقت نہ آهي جو ماڻهن "پنو" جي نالي تي پنهنجا سر ڪپايا ۽ پوءِ جڏهن اقتدار مليو تہ ايم آر ڊي تحريڪ جي سشهيدن لاءِ سنڌي اخبارن ۾ لڳندڙ اها سرخي "ڪڏهن ڪڏهن تہ سارجو...." "پ پ ايم آر ڊي جي شهيدن کي وساري ڇڏيو"، "شهيدن جي ورسيءَ ۾ ڪوبہ عهديدار ۽ وزير شريڪ نہ ٿيو." شايد ئي هيءَ خبر ڪنهن پ پ اڳواڻ جي نظر مان گذري هجي، ڇو تہ سياستدان اقتدار ملڻ ڪان پوءِ اخبارون پڙهڻ ڇڏي ڏيندا آهن ۽ پيپلز پارٽيءَ وارن کي تہ اها خاص بيماري آهي جو جڏهن اقتدار کان ٻاهر هوندا آهن تہ ٻہ ڪم ڪندا آهن، هڪ عوام کي ويجهو رهندا آهن ۽ ٻيو اخبارن کي ۽ جڏهن وري اقتدار ۾ هوندا آهن تڏهن بہ ٻہ ڪم ڪندا آهن، هڪ عوام کان پري رهندا آهن ٻيو اخبارن کان. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها بينظير جي ذري گهٽ ڇهن سالن واري دور ۾ مشاهد حسين، پ پ وارن کي ميڊيا جي ميدان ۾ ڊوڙائي ڊوڙائي نہ ماري ها. ۽ هڪ طرف سڄي حڪومت هئي تہ ٻئي طرف اڪيلو مشاهد ۽ رڪارڊ ثابت ڪري ٿو تہ هو ملھ ماري ويو.

اڄ چون ٿا تہ پ پ قيادت جو ميڊيا ٽرائل ڪيو پيو وڃي، بابا! اوهان جو ميڊيا ٽرائل تہ اوهان جي حڪومت ۾ ئي شروع ٿي ويو هو ۽ جيڪڏهن توهان جا اقتدار وارا نشا لٿا هجن تہ ياد ڪيو اوهان جي حڪومت جي وڃڻ جو سبب بہ ميڊيا ٽرائل هو ۽ اهو سڀ ڪجھ اوهان جن پنهنجن افعالن جو نتيجو هو. هاڻ جڏهن سياست سئيز بئنڪ تائين وڃي پهتي آهي تہ پ پ وارن کي اعتراف ڪرڻو پوندو تہ انهن پنهنجي گذريل دور حڪومت ۾ نہ رڳو غلطيون پر فاش غلطيون ڪيون. انهن جي دماغ ۾ ٥ سال اقتدار سان چنبڙيل رهڻ جو خناس هو. ٿوري ٿوري ڳالھ تي چوندا هئا "اسان پنهنجو مدو پورو ڪنداسين." دوستو! ناراض نہ ٿجو، هن ملڪ جو نہ ڪو پنهنجو مدو آهي ۽ نہ ئي هتي ڪنهن ٻئي جو "مدو" آهي. اسان مدو پورو نہ ٿيڻ تي بہ توهان جي ڏک ۾ برابر جا شريڪ هئاسين ۽ اڄ جڏهن سئيز بئنڪ ۾ اڪائونٽس جي ڳالھ ٿي هلي تڏهن بہ توهان جي بي چيني ۾ برابر جا شريڪ آهيون. پر ڳالھ رڳو اها سجھ ۾ نٿي اچي تہ آخر عوام جي اکين ۾ "سرمو وجهڻ جي ڪوشش ڇو ٿي ڪئي وڃي. جڏهن موجوده حڪومت جي احتساب سيل جو سربراھ

سينيٽر سيف الرحمان ان ڳجھ تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهي ته سئيزر لئنڊ جي بئنڪ اڪائونٽن ۽ لاڪرن ۾ بينظير ڀٽو، آصف علي زرداري ۽ بيگم نصرت ڀٽو جي نالن تي اٽڪل ٣ ارب روپين کان وڌيڪ جي رقم ۽ ٻيا قيمتي هيرا پيل آهن ته پوءِ آخر اهو سڀ ڪجھ عوام کان چو پيو لڪايو وڃي. هي عوام جيڪو گونگو آهي پر ٻوڙو ڪونهي، ان کي ٻڌايو ته اها رقم اوهان جي آهي ۽ يقين ڄاڻو هي توهان کان ڪڏهن نه پڇندو ته اوهان اها رقم ڪٿان آندي. چون ٿا ته لنڊن جي هڪ خوبصورت اپارٽمينٽ ۾ خوبصورت ماڻهن جي موجودگيءَ کان ڪجھ وقت اڳ ”دونها ڀائي“ جي هڪ هم راز دوست سينيٽر سيف الرحمان ۽ انٽيليجنس بيورو (آءِ بي) جي اعليٰ عملدار کي ”ڀٽوءِ زرداري“ فيملي جي اڪائونٽ ۽ لاڪر نمبرن سميت اها سموري معلومات جيڪا هن وٽ هئي صرف ان شرط تي ٻڌائي ته ان همراهه تان ڪيس واپس ورتا ويندا ۽ پاڪستان اندر سندس جيڪو ڏندو ڌاڙي آهي ان ۾ رنڊڪ نه وڌي ويندي، پر ٻيٽو واڌ ويجھ لاءِ مدد فراهم ڪئي ويندي.

احتساب سيل لاءِ معلومات جو هڪ ٻيو ذريعو واپار ۽ پيداوار کاتي جو اڳوڻو سيڪريٽري سلمان فاروقي پڻ ٻڌايو وڃي ٿو، جيڪو هن وقت گرفتار آهي ۽ چون ٿا ته ان وري بنا ڪنهن شرط جي صرف ٣ ڏينهن ۽ راتيون ننڊ ڪرڻ کان روڪڻ جي سزا ۾ سڀ ڪجھ ٻڌائي ڇڏيو. سلمان فاروقي پاڻ سئيز بئنڪن ۾ بينظير ۽ زرداري جا اڪائونٽ کولرايا هئا، ان ڪري هن اهڙا ته ثبوت ڏنا جو نواز حڪومت نه رڳو سئيزر لينڊ جي حڪومت کان اڪائونٽ منجمند پڻ ڪرائي ڇڏيا. بينظير ڀٽو سميت پيپلز پارٽي جي اعليٰ قيادت انهن اڪائونٽن جي نه تصديق ٿي ڪري نه ترديد. پ پ چيئرپرسن جنهن ٿورو عرصو اڳ اسيمبلي فلور تي چيو ته ٻه ڀيرا وزيراعظم رهڻ باوجود هن جو ڪنهن ٻه پرڏيهي ملڪ ۾ گهر نه آهي ۽ نه ئي ڪٿي اڪائونٽ آهن، اها اڄ پنهنجي بيان کي گول مول ڪري چئي ٿي ته سئيز بئنڪ ۾ اڪائونٽ هجڻ ڏوھ ناهي. آخر اها ائين چو نه ٿي چئي ته سندس ۽ آصف جا سئيز بئنڪن ۾ اڪائونٽ آهن يا ناهن.

ان کان اڳ جو سيف الرحمان ۽ خالد انور هڪ ٻي ڪانفرنس

ڪن، بينظير ڀٽو عوام ڪي ٻڌائي ڇڏي ته "سري محل" واري ڪهاڻي سچي آهي ۽ پنهنجي اڳهاڙي عوام جي ڳالهه ڪندڙ ملير جي مارئيءَ ٥ سال اقتدار پورو ڪرڻ بعد عوام ڪي اڪيلو ڇڏي لنڊن ۾ آرام واري زندگي گذارڻ چاهي ٿي. پر جيئن ته آصف جيل ۾ ڦاسي پيو آهي، ان ڪري محترمه ڪجهه وڌيڪ عرصي لاءِ عوام وٽ ڦاسي پئي آهي. خير اڳوٽي وزيراعظم ڪجهه ٻڌائي يا نه پر هتي جو ماڻهو هاڻ موجوده وزيراعظم بابت به سوچي ٿو ۽ اها به پڪ آهي ته سئيز بئنڪن ۾ رڳو بينظير، آصف ۽ بيگم نصرت ڀٽو جا اڪائونٽ نه هوندا پر ميان نواز شريف، شهباز شريف ۽ بيگم ڪلثوم نواز جا اڪائونٽ به هوندا. جتي رقم سان گڏ لاڪرن ۾ سون ۽ قيمتي هيرا جواهر رکيل هوندا. اها ڳالهه به عوام تائين پهچي چڪي آهي ته سئيز بئنڪن ۾ رقم رکڻ تي منافعو نه ملندو آهي، پر ڳجهي رکيل رقم تي معاوضو ملندو آهي. مسئلو ان عوام سان دوکي، ٺڳي، فريب ۽ چالاڪيءَ جو آهي، جنهن جي ڪلهن ڪي ڏاڪڻ بنائي اهي ماڻهو اقتدار جي اعليٰ منصب تي پهتا، جيڪڏهن واقعي توهان وٽ حق حلال جو ايترو پئسو آهي ته پوءِ اهو ملڪ اندر بئنڪن ۾ ڇو نٿا رکو؟ ان پئسي جي سيڙپڪاري ڇو نٿا ڪريو؟ جڏهن توهان پئسو لڪائي ڇپائي ملڪ کان ٻاهر کڻي وڃو ٿا ته پوءِ اهي شڪ پڪ ۾ تبديل ٿين ٿا ته اهو پئسو ناجائز آهي ۽ عوام جي رت ۽ پگهر مان نچوڙيل آهي. جيڪڏهن اهو پئسو حلال جو هجي ها ته ٣ فيبروري ٩٧ع جي چونڊن لاءِ نامزدگي فارمن سان گڏ گوشوارن ۾ ڇو لڪايو ها. انهن گوشوارن ۾ ته اوهان پاڻ کي ايترو غريب ظاهر ڪيو آهي جو ايڏي اوهان کي امداد ڏيڻ لاءِ سوچي رهيو آهي.

هن ملڪ جو هڪ ذميدار شهري هجڻ ناتي منهنجو اهو پورو پورو حق آهي ته مطالبو ڪريان ته هڪ اعليٰ سطحي عدالتي ڪميشن جوڙڻ گهرجي. جيڪا جاچ ڪري ته بينظير ڀٽو ٻه ته ٻه ڀيرا وزيراعظم رهي چڪي آهي ۽ نواز شريف به ٻيو ڀيرو حڪومت ڪري رهيو آهي، انهن ٻنهي جي ذاتي ۽ خانداني ملڪيت اقتدار کان اڳ ڪيتري هئي ۽ هاڻ ڪيتري آهي. پوءِ جيڪا به انهن جي جائز ملڪيت هجي اها سندن حوالي ڪئي وڃي، باقي عوام جو پئسو عوام کي واپس ڪيو وڃي ۽

جيڪڏهن انهن تي عوام جو پئسو لٽڻ جو ڏوهہ ثابت ٿئي تہ ٻنهي کي نااهل قرار ڏئي، سياست کان رٽائر ڪيو وڃي. پر صرف بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف سان اهڙو امتيازي سلوڪ ڇو ٿئي؟ مولانا فضل الرحمان کان نوابزادي نصرالله تائين، قاضي خالد کان قاضي حسين احمد تائين، اسلم بيگ کان الطاف حسين تائين، آفتاب شير پائو کان، فاروق احمد لغاري تائين سيني جي ملڪيتن جي جاچ پڙتال تيڻ گهرجي. پر احتساب صرف سياستدانن جو ڇو؟ ڀ ڏينهن اڳ رٽائرڊ ٿيل مڪاني ادارن واري کاتي جي سيڪريٽري احمد مقصود حميدي کان احمد صادق تائين سمورن ڪامورن کان بہ ملڪ، عوام ۽ قوم جي قرلٽ جو حساب چڪايو وڃي ۽ جيڪڏهن نہ تہ پوءِ آئون پنهنجي هن ڊائري جي ورق کي رڪارڊ رکي دعويٰ ٿو ڪريان تہ سئيز ٻئنڪن مان بينظير ڀٽو جا پئسا بہ واپس اچي نہ سگهندا. ڇو تہ نواز شريف کي بہ خبر آهي تہ اڄ جيڪي ماٺهو بينظير ڀٽو جا پئسا ٻاهران ڪٽي ايندا اهي سپاٽي سندس بہ ڪٽي ايندا ۽ يقين سان اهو سودو ميان صاحب کي منظور نہ هوندو.



# هڪ نئين معاشرتي نظام جي ضرورت

**سڪندر عباسي**

چوڏهين آگسٽ ١٩٤٧ع جو سج جڏهن اوڀر جي سيني منجهان سوراخ ڪري نروار ٿي آسمان تي بيهي رهيو هو تڏهن دنيا جي نقشي تي هڪ نئين اسلامي جمهوري مملڪت پاڪستان اڀري آئي هئي.

پاڪستان اسان سڀني مسلمانن جي آزاديءَ جو آدرش، اسان سڀني جي تمنائن جي تڪميل، جتي برصغير جي مسلمانن کي ملي ڪري هڪ قوم جي حيثيت سان هڪ نئين زندگيءَ جو آغاز ڪرڻو هو.

پر پوءِ ڏٺو ائين ويو ته پاڪستان جن آدرشن جي بنياد تي ورتو ويو هو سي آدرش آزاديءَ کان پوءِ الائي ڪيڏانهن هليا ويا، نعرا فقط نعرا ئي رهجي ويا.

شروع کان وٺي ئي اسان جو ملڪي نظام هڪ عجيب شڪل وٺي بيهي رهيو آهي. اهوئي سبب آهي جو بدعنوانين جي لحاظ کان موجوده وقت

۾ پيارو پاڪستان ٽئين نمبر تي آهي. ۽ جيڪڏهن اسان جو معاشرتي نظام اهڙي ئي بيحسيءَ واري رفتار سان هلندو رهيو ته اهو وقت پري ناهي جڏهن پاڪستان پهرين نمبر تي پهچي وڃي. آزاديءَ کان اڳ اسان جا سڀ جذبا توڙي مفاد اجتماعي هيا. پر آزاديءَ کان پوءِ اسان جي هر قسم جي اجتماعيت. انفراديت ۾ تبديل ٿي وئي. اسان جا ذاتي مفاد. اسان جي ملليل مفادن کي شڪست ڏئي ويهي رهيا.

دراصل اسان پاڪستان حاصل ڪرڻ کانپوءِ اهو وساري ڇڏيو هيو سي ته پاڪستان جو فقط حصول ئي اسان جي منزل ناهي. بلڪ پاڪستان جو صحيح معاشرتي قيام ۽ عدل و انصاف وارو محبوب نظام ئي اسان جي تمنائن جي اصل تڪميل آهي.

اسان جي ملڪ جا ڪرتا ڌرتا ۽ اهم ترين فرد يعني سياستدان پنهنجون سرگرميون. وفاداريون. ذهني صلاحيتون ۽ نيڪ نيتون رڳو طاقت ۽ اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ استعمال ۾ آڻيندا رهيا آهن. نظرين. اصولن. قدرن ۽ دورانديشيءَ جو عمل سياست ۾ باقي نه رهيو آهي. هتي شروع کان وٺي سياست اهڙي نموني ڪئي وئي آهي ته جيڪي ڪجھ چيو وڃي. اهو هرگز نه ڪيو وڃي ۽ جيڪي ڪجھ نه چيو وڃي ان تي عمل ڪيو وڃي. قول ۽ فعل ۾ تضاد سياست جو بنيادي اصول وڃي رهيو آهي. هتان جي سياستدانن ”لفظ“ ۽ ”عمل“ جي ميلاپ واري تعلق کي ٽوڙي ڇڏيو آهي. سياسي بيان ۽ تقريرون رڳو جادو ئي لفظن سان ڀريل آهن. اهڙا جادو ئي لفظ جن جو مقصد فقط عوام جي دل مٺ ۾ ڪرڻ هوندو آهي. هو پنهنجا منشور ۽ پنهنجيون همدرديون ڊائس تي تقرير ڪرڻ کان پوءِ اسٽيج تي ڪنهن استعمال ٿيل ٽشو پيپر جيان اڇلائي ايندا آهن.

پنهنجي ملڪ جي معاشرتي نظام جي باري ۾ سوچيندي مون کي اڄ کان هڪ صدي اڳ وارو واقعو ياد اچي ٿو جڏهن گذريل صديءَ جي آخر ۾ انتشار جي هڪ نئين تحريڪ ”انارڪيت“ جي نالي سان هلي هئي. جنهن جو مقصد اهو هيو هو ته معاشري ۾ انقلابي تبديلي لاءِ جيڪي ڪجھ پهرين کان موجود آهي تنهن کي تباهه ڪيو وڃي. تاريخ لکي ٿي ته انارڪيت جي اوچتي ظاهر ٿيڻ جا سبب اهي هئا ته ان وقت معاشري ۾ جيڪي نااصافيون هيون. بدعنوانيون هيون. تن جي باري ۾

يورپ ڪنڊ جو نئون نسل شدت سان اهو خيال ڪندو هو تہ پراڻي معاشرتي ڍانچي کي ڪيرائڻ کان سواءِ نئين معاشرتي نظام جي قيام کي عمل ۾ آڻي نہ ٿو سگهجي. سندن پراڻي ڍانچي کي ختم ڪرڻ جي مفهوم ۾ پراڻين شخصيتن کي بہ ختم ڪرڻ شامل هو ۽ اها سوچ رکڻ وارا انارڪسٽ سڏبا هئا.

فرانس ۾ انارڪيت جا آثار ١٨٩١ع ۾ يوم مئي جي موقعي تي نمودار ٿيا هيا. جڏهن مزدورن جون جهڙپون فرانس جي وڏن وڏن شهرن ۾ پوليس سان ٿيون هيون. جنهن ۾ مزدور رهنمائن کي گرفتار ڪري سزائون ڏنيون ويون هيون. انهيءَ ئي زماني ۾ انارڪيت سان تعلق رکندڙ هڪ نوجوان ڪاسريو پنهنجي هڪ ساٿي اناڪيت جنهن کي قومي اسيمبليءَ کي بم سان اڏائڻ جي ڪوشش ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ ڦاسيءَ جي سزا ڏني وئي هئي تنهنجي انتقام وٺڻ لاءِ فرانس جي صدر ڪارنو کي قتل ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو هو ۽ ٢۴ جون ١٨٩۴ع تي هن هڪ هنڌ ماڻهن جو هجوم ٽوڙيندي صدر ڪارنو جي پيٽ ۾ خنجر پيوست ڪندي نعرو بلند ڪيو هو تہ: "انارڪيت زنده باد" صدر جي قاتل ڪاسريو کي گرفتار ڪيو ويو، پر سندس منهن تي ڪوبہ پڇتاءُ ڪونہ هو ۽ ڪيس جي ٻڌڻي دوران هن سرعام اعلان ڪيو هو تہ: "مان انارڪسٽ آهيان، مان هڪ صدر جو خون ڪيو آهي جيڪڏهن ان جاءِ تي ڪو شهنشاهہ هجي ها تہ بہ مان ائين ئي ڪيان ها." ان نوجوان ڦاسيءَ کان اڳ بيان ڏيندي چيو هو تہ "مان هڪ سچو انارڪسٽ آهيان ۽ انارڪيت لاءِ شهيد ٿيڻ منهنجي زندگيءَ جو مقصد اهي" ان خوفناڪ ڏوهہ جي ڪري سڄو فرانس دهلجي ويو هو.

انارڪيت جي گذريل ان دور تي نظر وجهي جڏهن اهڙي تحريڪ پيدا ٿيڻ جي سبب جي باري ۾ سوچبو تہ خبر پوندي تہ اهو ساڳيو ئي بغاوت تي مجبور ڪندڙ ماحول پاڪستان جي معاشرتي نظام ۾ بہ آهي تہ پوءِ چا ان خدشي کان ڪنڌ ڪيرائي سگهجي ٿو تہ انارڪيت جي گذريل ميسارجي ويل خطرناڪ تحريڪ پاڪستان ۾ بہ شروع ٿي سگهي ٿي!؟

مان سمجهان ٿو تہ جهڙو ايڏائيندڙ معاشرتي نظام اسان جي ملڪ ۾ آهي ان مطابق اهڙي تحريڪ کان ڪن لٽار ڪري نہ ٿي سگهجي. ڇو تہ

جن سببن جي ڪري هڪ صدي اڳ ۾ ان تحريڪ جنم ورتو هو. اهي ئي سبب اسان جي ملڪ جي سيني اڳوڻن توڙي موجوده حڪمرانن پيدا ڪري ڇڏيا آهن ڇو تہ سندن پاليسي عوام دوست ناهي.

هتي رشوت ۽ سفارش بهترين صلاحيت طور سڃاتيون ۽ مڃيون وڃن ٿيون. انهن ٻنهي صلاحيتن کان سواءِ ڪوبہ جائز ڪم ٿيڻ ناممڪن آهي. بيروزگاري ۽ بدعنواني ناسور جي شڪل ۾ اسان جي معاشرتي ڍانچي سان چهٽيل آهن. عدم تحفظ جو احساس عوام کي واسينگ ٻڌجي ڏنگي رهيو آهي. ڪنهن بہ اداري ۾ ڪابہ داد رسي ڪونهي. جيڪڏهن پاڪستان ۾ شخصي تنگ نظريءَ کان بالاتر، قول ۽ فعل ۾ تضاد کان پاڪ، عدم تحفظ واري ماحول جي خاتمي رشوت ۽ سفارش کان پاڪ معاشرو قائم نہ ٿيو تہ شايد هتي بہ انارڪيت اٽتر ٻڌجي وڃي، جنهن جو منشور ئي اهو آهي تہ، پراڻي معاشرتي ڍانچي جي خاتمي کان سواءِ نئون معاشرتي ڍانچو وجود ۾ اچي ئي نہ ٿو سگهي ۽ پراڻي ڍانچي ڪيرائڻ واري مفهوم ۾ پراڻين شخصيتن کي ختم ڪرڻ بہ اٽتر آهي."



# لُڙڪ ۽ مُرڪ

ذاڪر حسين ڪنڀر

"ها سائين" ڳالهه شروع ڪجي ٿي لڙڪن ۽ مُرڪن جي. تنهن ڏينهن منهنجي ڳوٺ جو چوڪرو ڏاڏا ڏاڍو خوش هو ۽ خوشيءَ ۾ مدهوش هو جو ڪيس تعليم جي وفاقي وزير جناب پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه ماستريءَ لاءِ هڪ درخواستي ڏي. اي. او نٽو ڏانهن فارورڊ ڪري ڏني هئي جنهن ۾ لکيل هو ته "پليز اپائنٽ هم" اهو نوٽ ۽ صحيح سيد غلام مصطفيٰ شاهه جي هئي ۽ سندس ذاتي اکر هئا جيڪي هن ڏاڏا کي جاتيءَ جي ريسٽ هائوس ۾ ڪيل ڪلي ڪچهري درووان لکي ڏنا هئا. پوءِ ته ڏاڏا جا ڀاڳ کلي ويا ۽ دل ئي دل ۾ پي. پي حڪومت ۽ سيد سڳوري جي ساراهه جا ڍڪ ڀرڻ لڳو. ايڏو خوش هو جو صرف صبح ٿيڻ جي انتظار ۾ هو ته ڊي اي او صاحب کي سيد صاحب جا هٿ اکر

ڏيکاري نوڪري وني اچي. صبح ٿيڻ لاءِ ڏاڏا سڄي رات تارا ڳڻيندو رهيو ۽ جلدي رات ڪٽڻ جون دعائون گهري رهيو هو.

ڏاڏا منهنجي ڳوٺ جو هڪ غريب ۽ بااخلاق ڇوڪرو آهي جيڪو مئٽرڪ "سي" گريڊ ۾ پاس آهي ۽ غريب هئڻ سبب مزدوري کان عار نہ ڪندو آهي. جيستائين کيس نوڪري ملي ايستائين هي ويچارو غريب شهر ۾ هڪ ننڍڙي چڱن جي پڙي لڳائي پنهنجو ۽ پنهنجي والدين جو گذران ڪندو آهي. ڏاڏا جنهن جو اصل نالو يعقوب آهي پر کيس گهر وارا ڏاڏا چوندا آهن جنهن ڪري سڄي شهر ۾ ڏاڏا مشهور آهي. جڏهن پڙهندو هو تڏهن کان مزدوري ڪندو هو ڇاڪاڻ جو سندس مائٽ سخت غريب آهن. مون کي ياد آهي جڏهن آئون جاتي هاءِ اسڪول ۾ ماستر هوس تڏهن ڏاڏا انين ڪلاس ۾ پڙهندو هو ۽ روزانو رسيس ۾ بسڪيٽ وڪڻي گذران ڪندو هو ۽ ڪتاب وغيره خريد ڪندو هو وري با اخلاق بہ اهڙو جو سمورا استاد سندس عزت ڪندا هئا. آخرڪار پنهنجي استادن جي دُعا ۽ پنهنجي سخت محنت سان هن مئٽرڪ "سي" گريڊ ۾ پاس ڪئي. هي هوشيار نوجوان آهي هن ۾ وڌيڪ پڙهڻ جي توفيق نہ هئي. جنهن ڪري هن شهر ۾ پڙي لڳائي گذران ڪيو جيستائين کيس ڪا سٺي نوڪري ملي آخرڪار هڪ ڏينهن جمهوريت آئي ۽ جمهوريت ۾ هڪ ڏينهن اهو بہ آيو جو مشهور تعليمي ماهر ۽ سنڌين جو هڏڏوکي الحاج سيد غلام مصطفي شاهہ جيڪو اسان جي تڪ جو ايم- اين- اي آهي ۽ وفاقي وزير تعليم پڻ آهي. جڏهن ريسٽ هائوس ۾ ڪچهري ڪرڻ آيو تہ ڏاڏي بہ وڏي وڃي کيس هڪ درخواست پي- پي جي جنرل سيڪريٽري معرفت ڏني جنهن وڏي جاکوڙ کان پوءِ درخواست شاهہ صاحب کان فارورڊ ڪرائي ڏاڏا کي ڏني پوءِ تہ ڏاڏا ايترو خوش ٿيو جو هن کان اڳ ڏاڏا کي مون ايترو خوش ڪڏهن بہ ڪونہ ڏٺو هو.

هڪ ڏينهن آئون بازار مان وڃي رهيو هوس تہ ڏاڏا پي- پي جي هڪ سابق جنرل سيڪريٽري ۽ موجوده وقت جي ڪامياب داروغي سان گڏ بيٺو هو. شايد کيس التجا ڪري رهيو هو تہ مون سان گڏجي ڊي- اي- او آفيس هل پر هو صاحب لهرائي رهيو هو ۽ چئي رهيو هو تہ ڊي- اي- او صاحب منهنجو واقف ڪونهي. وري جو مٿان آئون آيس تہ داروغي صاحب

مون کي ڏسي ڏاڏا کي دلاسو ڏنو ته تنهنجو ڪم ٿي ويو. هن سان گڏجي وڃ ڊپ- اي- او صاحب مون کان وڌيڪ هن جو واقف آهي اهو صرف هن پاڻ تان بار لاهڻ لاءِ چيو باقي ڊپ- اي- او صاحب جيڪو منهنجو واقف آهي تنهن جي مون کي خبر آهي. پر ڏاڏا جي خوشي ڏسي آئون انڪار نه ڪري سگهيس. مون ڏاڏا جي درخواست ڏسي اندازو لڳايو ته ڏاڏا جو ڪم مشڪل آهي پر هڪدم جواب ڏيڻ مناسب نه لڳوجنهن ڪري ڏاڏا جي دل رکڻ لاءِ ڪيس خوش ٿي چيم ته ادا موجوده حڪومت جي ڪنهن ڪارندي کي چوين ها ته تنهنجو ڪم ٿي وڃي ها پر جيئن ته توکي صرف دلاسا ڏيئي رهيا آهن وري جو آئون به توکي سڪنا دلاسا ڏيان تنهن لاءِ بهتر آهي ته تون ٽائيم رک ته گڏجي ڊپ- اي- او آفيس ڏانهن هلون. ڏاڏا ايترو ته خوش هو جو چيائين ته هينئر جو هينئر هلون. چيم منا! هينئر آفيس بند ٿي ويئي هوندي سڀاڻي هلنداسين. ڏاڏا چيو سڀاڻي ٨ بجه توهان کي گهران سڏ ڪرڻ ايندس. آئون سڀ ڪجهه ڄاڻندي به صرف ڏاڏا جي دل رکڻ لاءِ انڪار نه ڪري سگهيس.

ٻئي ڏينهن صبح سوير ستين بجي ڏاڏا بس اسٽاپ تي بس ۾ جاءِ رکي مونکي گهران سڏڻ آيو آئون ساڻس گڏجي آيس ته بس ۾ دير هئي جنهن ڪري اسان ٨ بجه واري بس ۾ نٽي روانا ٿياسين. بس هلندي منهنجو ذهن سيد غلام مصطفيٰ شاه جي نوٽ ۾ سنڌي آفيسرن جي رويئي ڏانهن هليو ويو. سوچيم ته ڪم مشڪل آهي خدا ڪري ڪم ٿي وڃي ۽ ڏاڏا مايوس نه ٿئي پر مون کي ڪوبه نمايان آثار ڏسڻ ۾ نه آيو. سيد غلام مصطفيٰ شاه جو نوٽ ڏسي مون کي منهنجو حال منهنجي سامهون ڦري آيو جو جڏهن آئون گريجوئيٽ هئڻ جي حيثيت سان هاءِ اسڪول ۾ ڊيپوٽيشن تي نوڪري ڪندو هوس تڏهن مون کي ڪنهن دوست صلاح ڏني هئي ته سي- ٽي جو امتحان ڏيئي ڪيڊر چينج ڪرائي هاءِ اسڪول ۾ پڪو ٿي وڃ انهيءَ ۾ تنهنجو فائدو آهي. مون دوست جي صلاح تي عمل ڪري علامه اقبال اوپن يونيورسٽيءَ مان سي- ٽي جو امتحان "بي" گريڊ ۾ پاس ڪيو ۽ انهيءَ دوران سنڌ يونيورسٽيءَ مان پرائيويٽ ايم- اي سنڌي سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪيم. جڏهن اسان جي تعلقي ۾ نوان مڊل اسڪول کليا ته مون کي به قابليت جي بنياد تي هڪ مڊل اسڪول ۾

رکيو ويو. جتي لڳاتار ٽي سال مون اڪيلي سر ڊيپوٽيشن تي ڪم ڪيو ۽ هڪ ئي وقت ٽي ڪلاس پڙهائيندو هوس پر پڳهار پرائمري مان کڻندو هوس. هاڻي مون سي- ٽي پاس ڪئي هئي جنهن ڪري ڪيڊر چينج ڪرائڻ لاءِ هڪ دفعو ڊي- اي- او صاحب کي درخواست ڏنم جيڪا قبول ٿي ۽ انٽرويو ٿيو جنهن ۾ آئون سٺن نمبرن سان پاس ٿيس. ڪجهه وقت کان پوءِ مون کي "آفر" مليو ۽ جيستائين آئون "آفر" ۾ گهربل ڪاغذ پورا ڪري ڊي- اي- او آفيس پهتس ته مون کي ٻڌايو ويو ته جيڪي پئسا ڏيئي چڙهي ويا سي چڙهي ويا باقي سمورا "آرڊر" وزيراعليٰ صاحب بند ڪري ڇڏيا آهن جنهن ڪري آئون مايوس ٿي واپس موٽي آيس ۽ مون کان پوءِ به ڪافي استاد ڏيتي ليتي جي بنياد تي پراڻين تاريخن ۾ چڙهي ويا. مون وٽ پئسو ۽ سفارش ٻئي ڪانه هيون جنهن ڪري مايوس ٿي واپس ساڳئي ڏندي سان لڳي ويس. اهو جوڻيجو صاحب جي جمهوريت جو دور هو.

جڏهن موجوده جمهوريت آئي ته مون پنهنجو رهيل حق طلب ڪيو جنهن لاءِ هڪ ٻيرو وري هڪ درخواست سيڪريٽري تعليم ڏانهن اسان جي حد جي ايم- اين- اي ۽ وفاقي وزير تعليم پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهه کان فارورڊ ڪرائي سيڪريٽري صاحب ڏانهن ويس. ان ڏينهن آئون ڏاڍو خوش هوس جو مارشل لا دور جو رهيل حق مون کي هن جمهوريت ۾ ملڻ جي پڪي اميد هئي. آئون هڪ دوست جي معرفت سنڌ سيڪريٽريٽ ويس جتي سيڪريٽري تعليم جناب نظر محمد شيخ (اڄان تائين موجود آهي) ڊپٽي سيڪريٽري ايڊمن جناب گوپانگ محمد صالح (هن وقت بيورو ڪريڪيولم جو ڊائريڪٽر) هئا. سيڪريٽري سان ملاقات جو ٽائيم ختم ٿي ويو هو جنهن ڪري درخواست پٽيوالي کي ڏنم جنهن پهرين ته نٽي ورتي پر پوءِ شايد ڪيس رحم اچي ويو ۽ مون کان درخواست وٺي سيڪريٽري صاحب کان نوٽ هڻائي آيو جنهن ۾ لکيو هو پروسيس (Process). آئون درخواست پي- اي صاحب ڏانهن کڻي ويس جنهن مون کي نمبر لڳائي ڏنو ۽ چيائين ته گوپانگ صاحب ڏانهن وڃو. آئون سڌو گوپانگ صاحب ڏانهن ويس جيڪو صاحب سنڌي هو ۽ وڏي قرب سان مونکي مليو ۽ چيائين نيڪ آهي توهان ٻلي وڃو مون عرض

ڪيو ته سائين ڪم ٿيندو يا نه؟ ٻاهر ويهان؟ يا ڳوٺ وڃان؟ واضح ٻڌايو! ته هن صاحب وراڻيو بابا وڃي ڳوٺ ويهي رهو. صاحب پروسيس لڪيو آهي اها جانچ ٿيندي. ڪاغذ ڊائريڪٽر تعليم ڪان ٿي پوءِ ڊي اي او آفيس ويندا تون ٻي ڪٽڪو ٿي وڃي گهر ويهي رهو تنهنجو گهر ويٺي ڪم ٿي ويندو. آئون ڏاڍو خوش ٿيس. خوشقسمتيءَ سان ان ڏينهن ڊائريڪٽر تعليم آف اسڪولس جناب غلام رسول ڪوڪر (اڄان تائين آهي) صاحب به گوپانگ صاحب جي آفيس ۾ موجودهو. جنهن صاحب کي آئون تمام ڳهڻو سڃاڻان. مون کي ياد آهي ڪوڪر صاحب جڏهن نئتي جو ڊي- اي- او هو تڏهن آئون هاءِ اسڪول جاتي ۾ نائون ڪلاس پڙهندو هوس. اسان جي اسڪول جي ساليانی انسپيڪشن وقت اسان اسڪول ۾ هڪ اتيج ڊرامو ڪيو هو جنهن ۾ متاثر ٿي هن صاحب مون کي انعام به ڏنو هو. گوپانگ صاحب کي عرض ڪيم ته توهان نوٽ هڻي ڏيو ۽ ڪوڪر صاحب کي به عرض ڪريان ٿو ته اهو به نوٽ هڻي ڏي ڊي اي او صاحب ڏي ته آئون اڳوپو يڪو نئتي هليو وڃان ۽ وري اچڻ جي زحمت نه ڪريان. پر منهنجي هڪ به نه ٻڌائون. صاف چيائين ته اڳوڻو "آفر آرڊر" جيڪڏهن هجي ته اسان کي ڏي انشاءَالله ڪم ٿي ويندو ۽ تون اطمينان سان وڃي گهر ويهي ره. مون "آفر آرڊر" گوپانگ صاحب کي ڏنو ۽ آئون اطمينان سان وڃي گهر وڃي ويهي رهيس. اڄ پورو هڪ سال گذري چڪو آهي ۽ آئون اڄان تائين اطميان سان انتظار ڪري رهيو آهيان. انهن آفيسرن مان گوپانگ صاحب بدلي ٿي ويو آهي باقي سڀ پنهنجن عهدن تي اڄان تائين فائز آهن.

اوچتو بس نئتي پهچي ويئي ۽ آئون پنهنجي خيالن جي دنيا مان موٽي آيس. ۽ منهن وراڻي ڏٺم ته ڏاڍا خوشيءَ مان مُرڪي رهيو هو. سندس مُرڪ ڏسي آئون به مُرڪي پيس. جڏهن مڪني تي ڊي اي او آفيس پهتا سين ته ڏاڍا وڏيڪ خوش ٿيو ۽ آئون به سائس خوشيءَ ۾ شامل ٿيس. اسان تڪڙا تڪڙا ڊي- اي- او صاحب جي آفيس ۾ آياسين ته ڊي اي او صاحب ڪاني وقت کان جاءِ تي هو. ٻڌڻ ۾ آيو نه نيڪ نه هئڻ سبب جاءِ تي هوندو آهي ۽ آفيس ڪونه ايندو آهي. ڪو خاص ڪم هوندو آهي ته فون تي پڇندو آهي. اسان ڊپٽي ڊي اي او صاحب ڏانهن وياسين جيڪو

ان وقت فون تي صاحب سان ڳالهائي رهيو هو ۽ اسان کي آفيس سپرنٽيڊنٽ ڪرسين تي ويهڻ لاءِ چيو ۽ اسان ويهي رهياسين. صاحب فون تان واندو ٿي اسان کي مخاطب ٿيو، "بابا ڪيئن اچڻ ٿيو؟" "ٻڌايم ته، "سائين غلام مصطفيٰ شاهه درخواست تي لکي ڏنو آهي "پليز اپائنٽ هم" ۽ سنڌس وڏو ٿيو پڻ لڳل آهي." ڪيس ڏاڏا کان درخواست وٺي ڏنم. صاحب درخواست وٺي ڪجهه لکيو ۽ اسان کي پڪ ٿي ويئي ڪم ٿي ويو. مون ڏاڏا ڏانهن ڏٺو جيڪو مُرڪي رهيو هو. صاحب وري پٽيوالي کي گهنٽي هڻي جيڪا هُن پرسان بيٺل هوندي به ڪونه ٻڌي. جنهن تي صاحب وري هڪ وڏو سڏ ڪيو. "او!! قادر بخش!!!" جنهن بعد پٽيوالو آرام آرام سان آفيس ۾ آيو. صاحب ڪيس اسان جي درخواست ڏيندي چيو ته "هيءَ مصطفيٰ کي ڏي ته جمع ڪري ڇڏي." پٽيوالي رُکو جواب ڏيندي چيو "مصطفيٰ اڄا آيو ڪٿي آهي." ايئن چئي پٽيوالي ساڳئي ٽيبل تي درخواست رکي ڇڏي. صاحب اسان کي مخاطب ٿي چوڻ لڳو، "بس توهان هاڻي ڀلي وڃو، ٻن مهينن کان پوءِ اخبار پڙهجو جنهن بعد جيڪا پاليسي مٿان کان ايندي پوءِ حاضر آهيون!!" مون عرض ڪيو صاحب ٻن مهينن ۾ اسان جي درخواست گم ٿي ويندي ڇو جو ڏاڏا جي هڪ درخواست اڳ ۾ به پيل آهي جنهن کي ڪافي وقت ٿي ويو آهي پر اڃان تائين ڪوبه پتو نه آهي تنهن ڪري هن درخواست جي نقل ڪاپيءَ تي توهان اسان کي "رِسيوڊ" لکي ڏيو ته اسان وري سائين غلام مصطفيٰ شاهه کي ياداشت ڏيون يا ٻن مهينن کان پوءِ اچون ته توهان کان درخواست نه هٿ ڪري سگهون. ته صاحب چيو ته، "بابا درخواست داخل ٿي ويئي آهي هاڻي اوهين ڪوبه ڪنٽڪو نه ڪيو انشاءَالله ڪونه گم ٿيندي." اسان ڪافي منٿون ۽ التجائون ڪيون پر ڪجهه به ڪونه وريو. آخرڪار اسان مايوس ٿي آفيس مان واپس موٽي آياسين. ٻهرين مُرڪندي آفيس ۾ گهڙيا هئاسين ۽ هاڻي اسان جون مُرڪون لڙڪن ۾ تبديل ٿي چڪيون هيون. مون ڏاڏا ڏانهن ڏٺو جيڪو ٻهرين ڏاڍو خوش هو ۽ هاڻي مايوس ۽ روئنهارڪو ٿي ويو هو. ڪيس آٿت ڏيندي چيم ته ڏاڏا اهڙي ڪابه ڳالهه نه آهي انشاءَالله ٻن مهينن کان پوءِ تنهنجو ڪم ٿي ويندو. ايستائين ڪنهن موجوده حڪومت جي جيالي ڪارڪن کي جهلي ڪوشش ڪر تنهنجو

ڪم ضرور ٿيندو. باقي وزيرن جي نوٽن سان الائي ڪيترن بيروزگارن جون درخواستون تو وانگر هن آفيس ۾ جمع ٿينديون رهنديون آهن جن جو اجان تائين ڪوبہ پتو ڪونهي. آئون ۽ ڏاڏا واپس موٽي ڳوٺ آياسين.

آئون سوچيان پيو تہ هي وڏا اعليٰ عملدا ۽ وزير صاحب بيوس چو آهن. اهي جڏهن اليڪشن ۾ بيٺا هئا تہ چيائون تہ اسان اوهان کي نوڪريون هڪ نہ پر هزار وني ڏينداسين ۽ هاڻي جڏهن اقتدار ۾ آهن ۽ ماشاءَالله وزير تعليم بہ آهن تہ پوءِ هنن ويچارن جي ايتري هلندي چو نہ آهي جو سندن نپي يا صحيح کي ڪابہ اهميت نہ آهي. نيڪ آهي جيڪڏهن نوڪريون نٿا ڏيئي سگهن تہ پوءِ اڳي پريشان ماڻهن کي وڌيڪ پريشان چو ٿا ڪن. انهن کان تہ سنڌي پهاڪي وانگر "سخيءَ کان شوم ڀلو جيڪو ترت ڏي جواب" يا تہ کلين ڪچهرين ۾ واضح اعلان ڪن تہ نوڪريون حال في الحال ڪونهن جڏهن بہ جايون خالي ٿينديون يا جڏهن بہ ڪوٽا ايندي تہ ضرور نوڪريون ملنديون. پر نہ ائين هرگز نہ ڪندا آهن. جلسن جلوسن ۾ سنڌي ماڻهن جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ جي لاءِ وڏيون ڀيڪيون هڻي ماڻهن کي بيوقوف ڪندا آهن ۽ سندن هلندي ايتري بہ ڪونهي جو خصيص آفيسر بہ ڪٿي سندن هٿن اکرن کي مَان ڏي.

انهن دوکيباز ۽ نهلي ڊاڙ هڻندڙن جي صحيحن سان خبر ناهي ڪيترا غريب ڇوڪرا پنهنجي سرٽيفڪيٽن جا فائيل ڪٽي آفيسن جا چڪر هڻندا رهندا آهن ۽ جڏهن مايوس ٿي واپس ايندا هوندا تہ خبرناهي ڪهڙيون دُعائون کين ڏيندا هوندا. اگر انهن ۾ بغاوت جو جذبو پيدا ٿيو تہ چوندا تہ جمهوري حڪومت کي ناڪام ڪرڻ جي سازش ڪري رهيا آهن. حقيقت ۾ جمهوري حڪومت کي ناڪام ۽ بدنام پاڻ پنهنجي هٿن سان ڪري رهيا آهن ۽ ڏوهہ وري ماڻهن کي ڏيندا آهن. جيڪي اڳ ئي ڪيترن مسئلن ۾ گهريل آهن. انهن جي زخمن تي پَها رکڻ بجاءِ انهن جي زخمن تي وڌيڪ لوڻ ٻُرڪڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

ڪاش!! اسان جا وزير صاحب ۽ اعليٰ عملدار صحيح نموني سان جمهوري حڪومت جي بچاءُ ۽ سنڌي ماڻهن جي خدمت ڪن پر ائين هرگز نہ ٿيندو. انهن لاءِ ئي شاهہ صاحب فرمايو آهي تہ:

سي جي لوڙائو ٿيا، جنين سنڌي ڌير
تہ پوءِ ماروئڙا فقير. ڪنهن در ڏيندا دانهڙي. (شاهہ)

# سنڌ جا قومپرست سياستڪار ۽ ”مان“ وارو وائرس

زرينه حسين ناريجو

اربع ۴ فيبروري جي ڪاوش ۾ اڪبر سومرو صاحب جو مضمون ”نيٺ ڇا ڪجي؟“ جي عنوان هيٺ پڙهڻ کان پوءِ ايئن محسوس ٿيو ڄڻ اهو انهيءَ سنڌي جي دل جو آواز هجي جيڪو سنڌ ۽ سنڌي قوم جي آئيندي لاءِ سنجيدگي سان سوچي ٿو مون کي لڳو ڄڻ ته اهو سڀ ڪجھ جيڪو اڪبر سومري صاحب پنهنجي مضمون ۾ لکيو آهي سو مان به سوچيندي رهي آهيان ۽ مون وانگر ٻيا به گهڻا ماڻهو شايد ايئن ئي سوچيندا هوندا . انهيءَ خيال جي تصديق لاءِ جڏهن اهو مضمون مون ٻن ٽين ماڻهن کي پڙهايو ته انهن به اهڙن ئي خيالن جو اظهار ڪيو. لڳي ٿو ڄڻ ته پاڪستان جي موجوده جمهوريت جي دعويدار سياسي پارٽين ۽ سنڌي قومپرست پارٽين جي ڪردار کان مايوس ٿيڻ بعد سنڌي عوام هڪ ئي

نقطي تي سوچيندو هجي ۽ اهو نقطو آهي "نيٺ ڇا ڪجي؟" ڇا رهبرن
ڪان مايوس ٿي پنهنجي قيادت پاڻ ڪجي؟ ڇا محترم پروفيسر عمر ميمڻ
صاحب جن جي پيشن گوئي مطابق انهيءَ مسيحا جو انتظار ڪجي
جيڪو بقول ميمڻ صاحب جي "سنڌ جي سيني مسئلن جون واڳون
سنڀاليندو ڪاش. ڪاش سنڌي قوم مان ڪو اهڙو ماڻهو پيدا ٿي پوي
جيڪو نه رڳو پنهنجي ڪردار ۾ مضبوط هجي. پر سنڌ ۽ سنڌي قوم جي
حقن لاءِ گهڻ رخي جنگ وڙهي سگهي. اهڙي ئي هڪ رهبر جي تلاش ۾
اکيون جڏهن واجهائي واجهائي وري موٽيو ماڳ تي اچن ٿيون ته وري
ساڳي ئي سوال ذهن ۾ ڪر ڪنيو بيهي رهي ته "نيٺ ڇا ڪجي؟"
جيڪڏهن تاريخ جي هن موڙ تي اسان سنڌي ماڻهو ڪنهن به واٽ تي
هجون ته به ڪا ڳالهه ڇئجي. اسان ته هڪ اهڙي مقام تي اچي بيهي رهيا
آهيون. جتي چوڏاري اونداهيءَ ڪان سواءِ ڪجهه ناهي. رستو ڪو سجهي
ڪونه ٿو پوءِ به اهو فارمولا جيڪو اڪبر سومري صاحب پنهنجي مضمون
۾ ڄاڻايو آهي قابل قبول ٿي سگهي ٿو ته "سنڌ ۾ سنڌ جي روايت ۽
تهذيب جي زير اثر هڪڙو عام فهم نظريو يا حڪمت عملي نهڻ ڪپي
جنهن ۾ اسان جي روايتن جو عڪس هجي." هتي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي
ته آخر ان قسم جو نظريو ناهي ڪير؟ عام سنڌي ماڻهو ۽ سيني قوم
پرست سياسي ڌرين کي ان تي عمل ڪرڻ تي مجبور ڪرڻ لاءِ اهڙو
مضبوط ڪردار ڪٿان آڻجي؟ سنڌي ماڻهن کي موجوده Isolation
(اڪيلائپ) مان ڪڍي جديد دؤر جي تقاضائن مطابق (جن جو ذڪر
اڪبر سومري صاحب پنهنجي مضمون ۾ ڪيو آهي) هلڻ تي آماده
ڪيئن ڪجي؟ جڏهن ته موجوده سياسي سماجي ۽ اقتصادي نظام ايترو
ته بگڙيل آهي جو اوهان اهي ماڻهو جيڪي سنڌ ۽ سنڌين لاءِ دل ۾ درد
رکو ٿا ڪيڏيون به رڙيون ڪريو اوهان جو آواز نقارخاني ۾ طوطي جي
آواز مثل ٿيندو، هر طرف افراتفريءَ جو ڏيک آهي. اجتماعي مفادن لاءِ
سوچ ۽ عمل جي گهٽتائي آهي. هر ماڻهو ذاتي مفاد جي ڪڍ آهي خواه
اهو مفاد ڪهڙي به اڻنگي طريقي سان حاصل ٿئي. عام ماڻهو ڪان وٺي
سنڌي قوم پرست قيادت تائين سڀ ساڳي بيماريءَ جو شڪار آهن. اهائي
ذاتي مفاد پرستي ته آهي جنهن اسان جي رهبرن جو رستو ڪوٽوڪري وڌو

جيڪي پاڻ ئي رستو وڃائي ويٺا هجن سي قوم کي ڪهڙو رستو ڏيکاريندا. هي جيڪي پنهنجي ضمير کي به وڪڻي ڪائي ويا سي اڄ سنڌ ۽ سنڌي عوام جي موجوده خستہ حالت ۽ سمورن مسئلن جو ذميوار هڪ ٻئي کي پيا سمجهن. ڪوبہ پنهنجو پاڻ کي ذميوار ڪونہ ٿو سمجهي. ڪوبہ پنهنجي غلطي ۽ غداري تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ناهي. بقول يوسف لغاري صاحب جي تہ "اسان وٽ هن ملڪ جي قومن سان ڳالهائڻ لاءِ بہ ڪو ڪارڊ ڪونهي. اسان سان پنجابي تہ نهيو پٺاڻ ۽ بلوچ بہ ڳالهائڻ لاءِ تيار ڪونهن." افسوس ۽ بدقسمتي جي ڳالھ آهي جو اسان هن ملڪ جي ٻين قومن مان پنهنجا اتحادي وڃائي ويٺا آهيون. ڇا اسان ڪڏهن اهو سوچيو آهي تہ اڄ ولي خان سنڌين وٽ اچڻ بجاءِ مهاجرن وٽ ڇو ٿو وڃي؟ اڄ اسان جا سابق پنجابي سرائيڪي ۽ بلوچ اتحادي اسان کان پري ڇو پيا ڀڄن؟ اهو سڄو اسان جي رهبرن جو ڪمال آهي جو پنهنجي دانشوريءَ جي ڦوند ۾ (۽ ٿي سگهي ٿو تہ ان ۾ ڪنهن ذاتي مفاد جو بہ دخل هجي) سيني اتحادين کي ڀڄائي ڇڏيو. مون اهو تماشو اکين سان ڏٺو ۽ پٺاڻن ۽ پنجابين جون شڪوه شڪايتون ڪنن سان ٻڌيون جيڪي سؤ سيڪڙو جائز هيون. افسوس آهي جو اسان جي رهبرن اسان سنڌين جا طاقتور ۽ سياسي اتحادي ڀڄائي اسان سنڌين کي ميدان ڪارزار ۾ اڪيلو ڪري مارايو.

سنڌ ۾ سياسي ٽيلينٽ جي ڪوٽ هرگز ناهي. ۸۰ع واري ڏهاڪي جي شروعات ۾ سنڌي قومپرست سياست جنهن عروج تي هئي پنهنجي ڪاز سان سچائي، پاڪيزه سوچون قومپرستيءَ جي راھ ۾ پاڻ ارپي ڇڏڻ جو جذبو، مسلسل محنت ۽ قرباني اهي سڀ خوبيون قومپرست انقلابي پارٽين ۾ بدرجہ اتم موجود هيون. ڪارڪنن جي قربانين ۽ جدوجهد ۽ سرواڻن جي محنتن جي نتيجي ۾ اها سياست پنهنجي عروج تي هئي جو اڄ جن غير سنڌي قومپرست تنظيمن کي اسين اچرج، رشڪ سان پيا ڏسون سي اسان ڏي حيرت، رشڪ ۽ حسد سان ڏسنديون هيون. ان وقت بہ ارڙي ۽ جانباز قومپرست انقلابي ليڊر فاضل راهوءَ کان علاوه اسان جا سرواڻ اهي ساڳيا ئي قومپرست ليڊر هئا جيڪي اڄ ناڪام قومپرست اڳواڻن جي قطار ۾ بيٺا آهن. خبر ناهي تہ ڪهڙو ڪارو واءُ گهليو،

ڪهڙو طوفان آيو، ڪهڙو ڀونچال آيو جو اسان جا اهي سرواڻ آسمان جي بلندين تان ڪريا ۽ پراسراريت جي پردن ۾ گم ٿي ويا. اڄ اهي ئي ڪلهه جا ڪامياب اڳواڻ، ناڪام سياستدانن جي صف ۾ بيٺل آهن. وڏي محنت سان رڏل ڀوڙ هاري ديڳڙا اونڌا ڪري سنڌي ماڻهن کي بگهڙن جي منهن ۾ ڏئي پاسيرا ٿي ويهي رهيا.

منهنجي ذاتي خيال ۾ اسان جي قومپرست ليڊرن جي ناڪاميءَ جو سبب اناپرستي، مفاد پرستي ۽ معتبرائپ ماڻڻ جو حرص آهي. سنڌ ۽ سنڌي قوم جي ڀلي خاطر ڪنهن هڪ جي اڳواڻيءَ ۾ سر جوڙي ويهڻ هنن جي شان جي خلاف آهي، ڪوبه ڪنهن ٻئي جي اڳواڻي قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهي. هر ڪو پنهنجي ليکي قوم جو ابو ٿيڻ ٿو چاهي. انهن ئي ذاتي مفاد پرستيءَ جي خطرناڪ وائرس هنن جي ضميرن کي ڪائي ڪوڪلو ڪري ڇڏيو آهي. هنن کي "مان" جي خطرناڪ بيماري لڳي وئي آهي. "ليڊر به مان، دانشور به مان، مون کان سواءِ ملڪ ۾ اونده آهي." وغيره وغيره. اسان وٽ هر سياسي پارٽيءَ جي ليڊر کي اها "مان" جي بيماري لڳل آهي. ڪوبه پنهنجو متبادل ناهڻ لاءِ ۽ پارٽيءَ مان "ٻئي" ٽيلينٽ کي اڳتي اچڻ نٿو ڏئي. نتيجي ۾ قومي تحريڪون ان ڪري ختم ٿي وڃن ٿيون جو ڪو متبادل پيدا ڪونه ٿو ٿئي ۽ سيڪو ئي پنهنجي ڏيڍ سر جي مسجد الڳ ناهيو ويٺو آهي جيئن اڃي ڪاري جو مالڪ صرف پاڻ هجي. اسان وٽ ڪيترين ئي قوم پرست پارٽيون آهن پر هر ڪنهن جي اها ئي دعويٰ ته سنڌي عوام جي واحد ترجمان اها ئي (سنڌن پارٽي) آهي. بهرحال جيڪڏهن اهي ناڪام ٿيل قوم پرست اڳواڻ پنهنجون غلطيون مڃي سنڌي قوم کان پنهنجي ڪوتاهين جي معافي وٺن ۽ "مان" ۽ ذاتي مفادن کي پنهنجي زندگيءَ جي ڊڪشنريءَ مان ڪڍي ڪنهن به هڪ کي پنهنجو اڳوڻ تسليم ڪري قومي انقلابي جدوجهد کي سچائي ۽ بهادريءَ سان اڳتي وڌائين ته يقيناً سنڌي عوام کين ڀليڪار چوندو. پر اسانجي قومرست ليڊرن جي نفسيات کي مدنظر رکندي اهو ناممڪن ٿو لڳي. اهڙي صورت ۾ اڪبر سومري صاحب واري فارمولا ڪار آمد ٿي لڳي ته سيني سنڌ دوست سياسي ڌرين جي اتحاد کان بنا ئي الڳ الڳ رهي ڪري غربت واري مزاج واري سياست ڪرڻ کپي ۽ سنڌي قوم ۾ اها جاڳرتا

پيدا ڪرڻ ڪپي ته هو پنهنجو پاڻ کي جديد دؤر جي تقاضائن مطابق بدلائين ۽ نه رڳو جديد تعليم ۾ واپار ڏانهن توجه ڏين بلڪ اعليٰ ۽ بلند اخلاق کي به پنهنجي زندگيءَ جو حصو بڻائين. جيتوڻيڪ اهو سڀ ناممڪن ناهي پر ڇا توهان سمجهو ٿا ته اسان جا قومپرست سياستدان غربت واري سياست ڪري سگهن ٿا؟ حالانڪ اسان جي قومپرست سياستدانن جو تعلق مڊل ڪلاس سان هوندو آهي. هنن لاءِ "غريب مزاج" واري سياست ڪرڻ مشڪل ناهي، پر ڪنهن جي زبان کي هڪ دفعو ڪنهن به قسم جو "چشڪو" لڳي وڃي ته پوءِ ان لاءِ ان قسم جي سياست ڪرڻ مشڪل آهي. بهرحال منهنجي خيال ۾ سنڌي قوم کي پنهنجي زندگين کي جديد دؤر مطابق بنائڻ ۽ سنڌ دوست سياست ڏرين کي هڪ مخصوص مزاج جي سياست تي آماده ڪرڻ جي ذميواري جيڪڏهن سنڌي پريس کڻي ته اهو سڀ آسان ٿي سگهي ٿو. سنڌي پريس ذريعي سياسي دانشور قوم کي سنئين دڳ لائي سگهن ٿا. سنڌي قوم ۽ سياسي ڏرين کي اخبار ذريعي ويجهو آڻي سگهجي ٿو. جيئن هڪ ٻئي کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ ۾ مدد ملي بلڪ اخباري ريفرنڊم ذريعي سياسي ڏرين ۽ اڳواڻن بابت عوام جي راءِ معلوم ڪري سگهجي ٿي. سنڌي پريس تيستائين اها ذميواري عارضي طور تي سنڀالي جيستائين ڪو رستو واضح نه ٿئي يا اهڙي قيادت پيدا ٿئي جيڪا سموري قوم لاءِ قابل قبول هجي. ٻي صورت ۾ ايئن ٿيندو ته غاصب قوتون نه رڳو سنڌي قوم جو وجود مٽائي ڇڏينديون پر هن ڌرتيءَ جو نالو ئي بدلائي ڇڏينديون. ڪٿي ايئن نه ٿئي ته سنڌ ۾ سنڌي قوم تاريخ جي ورقن ۾ قيد ٿي ماضيءَ جو حصو بڻجي وڃن.

# آدم جي احسان فراموش پٽ جي حوا جي ڌيءَ تي حڪمراني

زرينه حسين ناريجو

ڪجھ عرصو اڳ "ڪاوش" ۾ منهنجو هڪ انٽرويو ڇپيو هو جنهن ۾ مون ٻين ڳالهين کان سواءِ خاص طور تي عورت جي مظلوميت ۽ اسان جي معاشري ۾ عورت جي ڪريل حيثيت جي باري ۾ پنهنجي راءِ جو اظهار ڪيو هو. اهو ڏسي ذري به حيرت نه ٿي ته گهٽن ماڻهن (مردن) منهنجي خيال سان اتفاق ڪيو هو. سوال هي ٿو پيدا ٿئي ته ڇا مرد ايترو حقيقت پسند ٿي ويو آهي جو واقعي اهو سجهي ٿو ته اسان جي سماج ۾ عورت کي اها حيثيت مليل ناهي جنهن جي هوءَ مستحق آهي؟ هرگز نه بلڪ ڪنهن سچائيءَ کي زباني تسليم ڪرڻ ۽ عملن ان جي نفي ڪري منافقانه طرزِ عمل اختيار ڪرڻ اسان ماڻهن جي فطرت جو هڪ حصو بڻجي چڪو آهي. خاص طور تي ان وقت جڏهن اسان جي ذاتي مفاد تي لت اچي. سو مرد به عورت جي معاملي ۾ انهيءَ بيمائيءَ جو شڪار ٿي ويو آهي ڇو ته عورت جي صحيح مقام ۽ حيثيت کي تسليم ڪرڻ سان هن کي پنهنجي انهن حقن تان هٿ کڻڻو پوندو جيڪي هن پنهنجي من ماني ۽ غاصبائي طرزِ عمل جي نتيجي ۾ حاصل ڪيا آهن. اهوئي سبب آهي جو مرد زباني ڪلامي ۽ محض فيشن طور پاڻ کي ترقي پسند سڏائڻ لاءِ عورت جي حقن کي تسليم ڪري ٿو پر عمل جي وقت گهٽ هنيو وڃي.

صدين کان اهو موضوع زير بحث رهيو آهي پر اڄ ڏينهن تائين عورت

جي سماجي حيثيت جو تعين نه ٿي سگهيو آهي. ٽوٽي جو اڄ جي دؤر ۾ عورت جي ڪارڪردگي سماج جي هر شعبي ۾ مرد جي برابر بلڪ ڪن ڳالهين ۾ مرد کان به وڌيڪ آهي پر ان جي باوجود به عورت دنيا جي بازار ۾ سڀ کان سستي جنس آهي. اوهان کي انهيءَ ڳالهه تي يقين ڏيارڻ جي ضرورت ناهي. پنهنجي چؤطرف نظر ڦيرايو. روز اخبارون ڏسو ته عورت تي ذهني، جسماني ۽ جنسي تشدد جون ڪيتريون خبرون اوهان جا ويچار پيون ڪنديون. اوهان جي هٿ ۾ جيڪا اڄ جي اخبار آهي اهائي ڏسو ان ۾ ان قسم جون ٻه ٽي خبرون اوهان کي ضرور ملنديون يا ٻه ٽي نه ته هڪ خبر ته هوندي ئي هوندي.

هي موضوع ٽوٽي جو پراڻو ۽ گنل موضوع آهي پر هن تي غور ڪرڻ سان هر دفعي نوان نوان رخ سامهون ايندا ۽ هن موضوع جي اهميت ويتر وڌيڪ نظرايندي ڇو ته عورت ۽ مرد جا باهمي تعلقات ئي اهڙي اهم وٿ آهن جيڪي سماج جي جوڙجڪ ۾ انتهائي اهم ڪردار ادا ڪن ٿا پوءِ عورت ۽ مرد جا اهي تعلقات زال مڙس جي حيثيت ۾ هجن. ياءُ پيڻ جي حيثيت ۾ هجن يا ماءُ پٽ ۽ ڀين ڪن ٻه رشتن جي حيثيت ۾ هجن. اوهان ڏسندؤ ته انهن سڀني رشتن جي معاملي ۾ مرد جو ڪردار انتهائي طاقتور هوندو آهي. هو مڙس، پيءُ، ياءُ يا ڪنهن ٻه ٻئي روپ ۾ عورت مٿان نه رڳو حاوي آهي پر هن جو رويو هر روپ ۾ حڪمرانيءَ وارو رهيو آهي. عام طور تي اهو سمجهيو ويندو آهي ته ٻهراڙيءَ جو مرد جيئن ته اڻ پڙهيل ۽ جاهل آهي تنهن ڪري عورت جي صحيح حيثيت ۽ مرتبي کي نه ٿو سمجهي سگهي ۽ ان جي نظر ۾ عورت هڪ اهڙي وٿ آهي جنهن کي پنهنجي سڀني خواهشن جي پورائي لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو. مثلاً جيڪڏهن گهر ۾ ڪم وارن ماڻهن جي ڪوٽ آهي ته هڪ مرد جو ٽي چار شاديون ڪرايون ويندون آهن جيئن عورت ڪين مزدور کان وٺي گهر جي نوڪرياڻيءَ تائين ۽ ان کان ٻه اڳتي ڏهه پندرهن ٻيا ٻه محنت ڪش پيدا ڪرڻ ۽ نسل کي وڌائڻ لاءِ مشين جي طور تي ڪم ڏئي سگهي. ڪنهن مرد کي پيريءَ ۾ هڪ جوان خدمتگار جي ضرورت آهي ته اهو پندرهن ويهه هزار ادا ڪري نوجوان ڇوڪري وٺي سگهي ٿو جيڪا نڪاح جي ٻن ٻولن ۾ هميشه لاءِ سندس ملڪيت ٿي

ويندي. ڪنهن ماٺهوءَ کي چار ڌيئون آهن ته اُنهن چئن جي بدلي ۾ چار ڇوڪريون وٺڻ ضروري آهي پوءِ ڀلي ڪٿي انهن جي ضرورت هجي يانه. ڀلي ڪيس پيريءَ ۾ نابالغ ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻي پوي يا نابالغ پٽ کي چار شاديون ڪرائڻيون پون. ايتري قدر جو جيڪڏهن ڪنهن مرد کي ڪنهن جي ڀيڻ يا ڌيءَ پسند اچي وئي ته ان لاءِ اهو مشڪل ناهي ته هو پنهنجي زال، ڀيڻ ياڌيءَ کي ان ماڻهوءَ سان ڪاري قرار ڏئي ماري ۽ بدلي ۾ گهربل عورت سان شادي ڪري. اڄ ڪلهه هڪ اهڙو خوفناڪ رواج نڪري پيو آهي جنهن جي جيتري به مذمت ڪجي گهٽ آهي. ڀهراڙين ۾ ڪيترائي مرد ڪنهن جي ملڪيت تي ناجائز قبضو ڄمائڻ لاءِ يا ڏنڊ طور لکين روپيه حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي زالن، ڌيئن، ڀيڻن ۽ ويندي پنهنجي پوڙهين مائرن تي به ڪارپ جو الزام هڻي انهن کي ماري گهربل ماڻهوءَ کان رقم يا ملڪيت حاصل ڪن ٿا. مٿين سڀني ڳالهين کي ذهن ۾ رکي سوچبو ته لڳي ٿو ڄڻ ته اسان ڪنهن اهڙي ڪاري دؤر مان لنگهي رهيا آهيون جتان علم جي روشنيءَ جو ڪڏهن گذر ئي نه ٿيو آهي. جهالت جي گپ ۾ گپيل ننهن کان چوٽيءَ تائين گندا ۽ بدبودار اسان ماڻهوءَ ايڪويهينءَ صدي ۾ ڪيئن داخل ٿينداسون. اسان کي اهو فيصلو ڪرڻ آئينو ڏسڻ کان پوءِ ڪرڻ کپي.

اهو ته ذڪر هو ڀهراڙين جي اڻ پڙهيل مردن جو پر هيڏانهن تعليم يافته، اعليٰ تعليم يافته ۽ مهذب مردن کي ڏسو. هنن جي نظر ۾ به عورت جي حيثيت هڪ جنس کان وڌيڪ ناهي جنهن جو ڪارج صرف اهو آهي ته مرد جي وحشيانه نفساني خواهشن جو پورائو ڪري جڏهن اهو مرد عورت کي بازاري مال سمجهي دولت جي زور تي خريد ڪري ان کي رسوا ڪري ٿو تڏهن ماءُ، ڀيڻ ۽ ڌيءَ جي عظمت ۽ پوترتا روئي پوي ٿي ۽ پوءِ جڏهن پنهنجي سمورن جذبن جو خزانو لٽائي گهر راهي ٿئي ٿو ته اتي به هڪ عوت (سندس زال) اکين ۾ سونهري سپنا سجائي ڌڙڪندڙ دل سان سندس منتظر آهي پر هو سندس جذبات کان بي خبر ٿي ٿڌي گوشت جي لوٿڙي وانگر سندس پهلوءَ ۾ ڍهي پوي ٿو. پوءِ ڇا موٽ ۾ زال کيس سچي محبت ۽ پوترتا جا موتي ڏئي يا...؟ انهيءَ سوال جو جواب ته هو پاڻ ئي ڏئي سگهي ٿو.

قدم قدم تي عورت جي عظمت ۽ پاڪيزگيءَ جو قتل عام ٿئي ٿو. هن کي اڇلايل هڏي يا ڇيڇڙو سمجهي پنيوڙيو وڃي ٿو. اخبارون هر روز اهڙن ڪيترن واقعن جي خبرن سان ڀريل ملنديون. ٨ سالن جي نابالغ معصوم ٻارڙيءَ کان وٺي پوڙهي عورت سان ريپ نه پر گينگ ريپ! اهو اسان جي سماج تي لڳل اهڙو داغ آهي جيڪو اسان جي پڙهيل لکيل ۽ مهذب مردن جي دليل بازي سان ڌوپجي نٿو سگهي.

سوال هي ٿو پيدا ٿئي ته اسان جي معاشري ۾ عورت سان مرد طرفان جيڪو سلوڪ ٿئي پيو. ڇا عورت واقعي ان سلوڪ جي مستحق آهي؟ سماج ۾ آخر عورت جي حيثيت جو تعين ڪيئن ٿئي؟ ڇا عورت واقعي مرد کان گهٽ آهي؟ ڇا عورت واقعي مرد جي برابر آهي؟ برابري جي اهڙي دعويٰ عورتن جون اڪثر تنظيمون ۽ عورتن جا همدرد ڪن ٿا. مختلف دليل ڏئي انهيءَ دعويٰ جي سچائي ثابت ڪرڻ ته ”عورت مرد جي برابر آهي“ جڻ هڪ فيشن بڻجي ويو آهي. عرصي کان اها ڪيسيٽ وڄندي پئي اچي پر مان چوان ٿي ته عورت مرد جي برابر هرگز ناهي. عورت جڏهن مرد جي برابريءَ جي دعويٰ ٿي ڪري ته پنهنجي حيثيت ۽ مرتبي کان گهٽو ڪري ٿي پوي. حقيقت ۾ مرد کي پنهنجي مضبوط جسماني ساخت هڪ نفسياتي گهمنڊ ۽ احساس برتريءَ ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي ورنه مرد ته دنيا جي ڪمزور ترين مخلوق آهي جيڪو اڪثر پنهنجي وحشياڻن جنسي جذبن ۽ دولت ۽ طاقت حاصل ڪرڻ جي حرص اڳيان ئي گوڏا کوڙي هٿيار ڦٽا ڪري جنون جي تيز وهڪري ۾ وهي لڙهي ويندو آهي. اهو مرد ئي آهي جنهن دنيا جي هن ننڍڙي گولي کي قدم قدم تي ڏنبي ڏنا ۽ هاڃا رسايا آهن. ماحولياتي گدلاڻ کان وٺي ذهني ۽ جسماني گدلاڻ تائين ۽ پاتال کان خلائن تائين ڌرتيءَ کي ڌڪويو آهي ۽ عورت کي ذلت ۽ پستيءَ جي موجوده حيثيت تائين آڻڻ وارو به مرد ئي آهي. مرد ڪڏهن به پيءُ، ڀاءُ، پٽ ۽ مڙس وارن پوتر رشتن جو احترام نه ڪيو آهي. ان جي برعڪس عورت ماءُ، ڌيءُ، ڀيڻ ۽ زال جي حيثيت ۾ هميشه کان هڪ اهڙي مٿاهين رتبي ۽ مقام تي بيٺل آهي جتي مرد کي ڪنڌ گهٽو مٿي ڪري ڏسڻو ٿو پوي. مرد ڀلي ڪٿي پنهنجي فطري خود غرضي ۽ انا پرستيءَ جي ڪري اها ڳالهه نه مڃي پر اها حقيقت آهي.

مان انهن گنل پينل پراڻين ڳالهين کي نہ ورجائيندس تہ عورت کي ماءُ، ڀيڻ، ڌيءُ ۽ زال جي حيثيت ۾ ڪيتريون قربانيون ڏيڻيون ٿيون پون. ڪيترا سور سهڻا ٿا پون بلڪ مان تہ مرد جي انهيءَ سادگيءَ تي حيران آهيان. ويچارو مرد انهن سمورين حقيقتن کي سمجهڻ جي قابل ئي نہ آهي. اهڙيون حقيقتون جيڪي سج وانگر روشن ۽ ڪليل آهن. يا تہ مرد ايترو ابوجهہ آهي جو عورت جي طاقتور ۽ بلند سماجي حيثيت کي سمجهڻ کان قاصر آهي يا وري اهڙو چالاڪ ۽ حرفتي آهي جو سموري حقيقت کي سمجهڻ ۽ دل ۾ مڃڻ جي باوجود بہ وينو اوندهہ ۾ ٽاڪوڙا هڻي. حيرت تي لڳي تہ پڙهيل لکيل مرد بہ ڪلاڪن جا ڪلاڪ انهيءَ بحث ۾ ڳاريو ڇڏين تہ عورت مرد کان گهٽ آهي يا برابر آهي؟ ۽ انهيءَ رينگٽ کان اڳتي هنن ويچارن جي پهچ ئي ناهي. بجاءِ خود اهو تصور ئي هنن لاءِ هنياو ڏاريندڙ آهي تہ عورت جي حيثيت ۽ مرتبو مرد کان گهٽ يا برابر نہ آهي پر مرد کان ڪيترا ڀيرا وڌيڪ مٿانهون آهي. ڇا ايترو ڪافي ناهي تہ جنهن هستيءَ جي طفيل مردهن دنيا ۾ آيو آهي. هو ان جي حيثيت جي نفي ٿو ڪري؟ عام طور تي مرد ۽ عورت جي تعلقات ۽ سماجي حيثيت تي بحث ۾ مرد جي طاقتور جسماني ساخت ۽ عورت جي نازڪ جسماني بيهڪ کي دليل طور پيش ڪيو ويندو آهي ۽ دليل بازي ڪندڙن جو عقل انهيءَ کان اڳتي هلي ئي نہ سگهندو آهي تہ مرد جيئن تہ جسماني بيهڪ ۾ طاقتور آهي ۽ عورت جيئن تہ جسماني طور تي نازڪ آهي تنهن ڪري مرد عورت کان وڌيڪ آهي. انهيءَ مرحلي تي پهچي مرد جو عقل ڳئون تي ويندو آهي (ڳئون گاهہ کائيندي آهي ۽ ابوجهہ بہ هوندي آهي!) هو ويچارا اها ڳالهہ سمجهڻ کان قاصر هوندا آهن تہ اها جسماني نزاڪت ئي تہ اصل ۾ عورت جي طاقت آهي. مثلاً هاٿي جسماني طور تي شينهن کان وڏو ۽ طاقتور آهي پوءِ بہ جهنگ جو بادشاهہ تہ شينهن ئي آهي. انهيءَ مثال کي ٿورو کولي ٻڌايان تہ مرد حضرات ڪاوڙجي پوندا.

مون هڪ ننڍڙو ٻالڪ ڏٺو. تمام ننڍڙو ۽ ڪمزور جو پنهنجي منهن تي وينل مکيون بہ هٽائي نہ ٿي سگهيو. بس کان روئي رهيو هو. هن جون اکيون واجهائي رهيون هيون. هڪ مشفق ۽ مهربان هستيءَ جي تلاش ۾ هن جي اکين جي ماٺڪين مان ڳوڙها وهي رهيا هئا جيڪي سنڌس

ڪياڙيءَ کي ٻه آلو ڪري رهيا هئا. ٻاڪاري رهيو هو ۽ رحم طلب نگاهن سان تلاش ڪري رهيو هو ان هستيءَ کي جنهن نو مهينا ڪيس پنهنجي ڪک جي مهربان هندوري ۾ سانديي پنهنجي رڳن ۾ وهندڙ خون پيئاري هڪ گوشت پوست جو خوبصورت وجود بڻجڻ جي قابل ڪيو ۽ ان وجود کي جنم ڏيڻ لاءِ دل جي خوشيءَ سان موت جي پل صراط تان لنگهي وئي. هي ننڍڙو وجود جنم وٺڻ کان پوءِ ٻه پنهنجي جسم ۽ جان جا رشتا قائم رکڻ لاءِ رحم طلب نگاهن سان ڳولهي ٿو ان مهربان ۽ شفيق هستيءَ کي جيڪا هن کي پنهنجي ڇاتين سان لڳائي پنهنجي جسم جو اهو رت پيئاري جيڪو فطرت هن ننڍڙي وجود کي زنده رکڻ لاءِ امرت ڌارا بڻايو آهي. ان نازڪ ۽ نفيس هستيءَ جا مهربان هٿ وڌن ٿا ۽ ان ڪمزور ۽ نبل وجود کي جيڪو پنهنجي منهن تي وينل مکيون به نٿو هٽائي سگهي سيني سان لڳائن ٿا. سندس وجود ۾ هن ننڍڙي وجود لاءِ محبت جو اٿاهه سمند پلٽي ٿو اچي. شايد ان لاءِ ته هي ننڍڙو وجود جيڪو پنهنجي منهن تي وينل مکيون به نٿو هٽائي سگهي جڏهن وڏو ٿي هڪ سگهارو جوان ٿئي ته هن نازڪ نفيس ۽ مهربان هستيءَ کي حقير سمجهي. هن جي حيثيت جو تعين پنهنجي ئي ناهيل پيمانن ۽ ڪسوٽين تي ڪري ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ان بحث تي مٿا ماري ڪري ته ڇا اها هستي جنهن هڪ ڪمزور ٻارڙي کي هڪ سگهارو جوان مرد بڻائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو سا هن کان گهٽ آهي يا هن جي برابر؟ ڪلاڪن جا ڪلاڪ انهي بحث تي مٿا ماري ڪرڻ کان پوءِ ٿڪجي ٽٽي وري هڪ نازڪ وجود جي پاسي ۾ سمهي هن جي ٿڌي گرم لمس جي جادوءَ جي زير اثر دنيا جي مڙني پريشانين کان بي خبر ٿي مٺي ننڊ سمهي خوابن ۾ وري ڪنهن ٻئي نازڪ ۽ نفيس وجود جو سهارو وٺي ڪنهن جادونگريءَ جا سير پيو ڪري.

واهه آدم جا احسان فراموش پٽ! تون پنهنجي محدود وجود کان وٺي آخري گهڙيءَ تائين جنهن هستيءَ جو محتاج آهين، بلڪ جيڪا هستي تنهنجي خوابن ۾ به توکي پئي ريجهائي ان جي حيثيت جو تعين ۽ ليکو چوکو ڪرڻ وارو تون ڪير ٿيندو آهين؟ تون ته پاڻ ڪمزور آهين. تون جيڪو پنهنجي وحشي جذبن جو غلام آهين. تون ڪيئن ٿو ڪري

سگهين عورت تي حڪمراني؟

انهيءَ سموري ڪٿا جو مقصد بحث براءِ بحث ناهي. نہ مان عورتن جي اجائي وڪالت پئي ڪريان ۽ نہ ئي مردن جي خلاف آهيان. مان چاهيان ٿي تہ عورت ۽ مرد پنهنجي پنهنجي ان مقامَ تي بيهي هڪ ٻئي کي ڏسن جيڪو فطرت هنن لاءِ منتخب ڪيو آهي. هڪ ٻئي جو احترام ڪن ۽ سماج جي ان بگڙيل توازن کي سڌارين جيڪو هنن ٻنهي جي پنهنجي پنهنجي فرض کان منهن موڙڻ ۽ هڪ ٻئي جي حقن کي نظرانداز ڪرڻ جي صورت ۾ پيدا ٿيو آهي.

# پنهنجون ڳالهيون

## سلطانه وقاصي

سڀ ڪان آسان ۽ سولو آهي ڪنهن جي دل کي ڏڪائڻ.... سڀ ڪان ڏکيو ۽ برداشت ڪان ٻاهر ٿي پوندو آهي. ڪنهن کي سکيو ستابو خوشحال ڏسڻ.... انسان فطرتاً تنگ نظر ۽ تنگ دل آهي. وڏيون ڳالهيون ڪرڻ وارا پيار محبت جا سبق ڏيڻ وارا ٻه ڪڏهن ڪڏهن اهڙا رويا اختيار ڪندا آهن، جو حيرت لڳندي آهي...

مولانا عبدالستار ايڌي ڪيتري نه صحيح ڳالهه چئي آهي ته:
"انسانيت پهرين وجود ۾ آئي آهي ۽ مذهب جو بنياد پوءِ پيو آهي."
ڪيتري نه متائين ڳاهه ڪئي اهي مولانا ايڌي.... صحيح ٻه ته اهو ئي آهي ته انسان کي انسان جي ويجهو آڻڻ ۽ انسان کي انسان جي بنيادي حقن جو احساس ڏيارڻ لاءِ ئي مذهب جو بنياد پيو. جيڪڏهن انسان نه هجي ها ته هنن مذهبن ۽ اخلاقي پرچارن جي ضرورت ئي نه پوي ها. دنيا ۾

اڃڻ ڪان پوءِ هي ناتا رشتا ڏاڍا اهم ٿي ٿا وڃن. انسان جو انسان سان تعلق ۽ وري هن ذرتي واسين جو پالڻهار سان تعلق... جو ته پالڻهار ته سڀ ڪجهه ڏسي ٿو. وڏيون وڏيون مدايون ميٽي پنهنجي رحم ۽ شفقت سان پنهنجن بندن کي نوازيندو رهندو آهي.... ها پر هن دنيا ۾ جيڪو انسان سان انسان جو رشتو آهي ان ۾ انسان ايتري ته نفرت ڪان ڪم ٿو وني جو ڪڏهن ڪڏهن انسانيت تان به دل کڄي وڃي ٿي.

انسان جو انسان سان تعلق محبت ۽ احساس جو آهي. هڪ ٻئي جي جذبي جو قدر ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي کي ڪم اچڻ ئي سڀ ڪان وڏي خدمت آهي. زبان سان ڪنهن کي ڏکوئجي نه. پنهنجي عمل سان ڪنهن جون واٽون روڪي ڪندا نه وڃائجن....

بنيادي طور اهم شيءِ آهي انسان جو انسان سان انهيءَ تعلق کي سمجهائڻ لاءِ ئي ڪيترا مذهب وجود ۾ آيا....

پنهنجي گهر جي چوديواري ڪان وني پنهنجي شهر ملڪ دنيا ۾ هڪ رشتي ۾ ٻڌل آهن، هي سڀ انسان.... جيڪڏهن هر انسان ان پنهنجي ننڍڙي يونٽ جي اطراف جنهن کي گهر چيو ٿو وڃي، پاڻ کي خوش رکي ۽ هڪ پرسڪون زندگي کي گذاري ته پوءِ ان جو اهو فرض آهي ته هو پنهنجن عزيزن ۽ آس پاس رهندڙن سان به سٺو رويو اختيار ڪري.... پر ڏٺو اهو ويو آهي ته، پنهنجي گهر ۾ سڪون رکڻ وارا، آس پاس، مٽ مائٽن جي روين ڪان پريشان هوندا آهن.... ڪي ماڻهو ته وري اهڙا هوندا آهن، جو اهي سک سان ويهي نه سگهندا هوندا آهن.... انهن جي فطرت ۾ اهڙي هلچل هوندي آهي جو هو هر وقت ٻين جي ٽوه ۾ لڳا پيا هوندا آهن. ٻين جو ڪائڻ پيئڻ اٿڻ ويهڻ. گهمڻ، ڦرڻ ۽ سڀ انهن جي نظر ۾ هوندو آهي. انهن کي پاڻ کي ڇا ڪرڻ گهرجي، ان ڳاله تي ڪير به نه سوچيندو آهي. باقي ٻين جي ڪڏ هو پڪي نظرداري ڪندا رهندا آهن.

ڪي انسان خاموش طبع ۽ پاڻ ۾ گم هوندا آهن، اهي نه ڪنهن جي معاملي ۾ دخل اندازي ڪندا آهن، ۽ نه وري اهو چاهيندا آهن ته انهن جي معاملن ۾ به ڪو دخل اندازي ڪري.... اهڙن ماڻهن جي پنيان به وٺ لڳل هوندي آهي. مختلف القابن سان انهن کي نوازيو ويندو آهي.

جنهن ۾ وڏو ماڻهو ۽ پاڻ کي ڪنهن جي به برابر نه سمجهڻ وغيره.

ڪي انسان ته فطرتن اهڙا ته پيارا هوندا آهن. جو هر وقت سڀ ڪنهن جي ڏک سک ۾ حاضر رهندا آهن. تو سڏيو يا مون سڏيو حاضر... هنِ سان گڏ وڃڻو آهي. هَن سان گڏ ويهڻو آهي، هر وقت هر ڪم لاءِ حاضر اهڙن، نيڪ فطرت انسانن کي وري ابوجهه ۽ بي عقل جا القاب نوازيا ويندا آهن. سامهون تعريف ڪري ڪم ڪڍي پرپٺ گلا ڪئي ويندي آهي.

ها سائين! ڪجهه اهڙا انسان به آهن. جن کان دنيا ڊڄندي به آهي ته احترام به ڪندي آهي. اُهي اِهي ماڻهو آهن جن وٽ دولت جي گهڻائي آهي. هو پنهنجي وڏ ماڻهپيءَ ۾ ڪنهن کي به ليکي ۾ نه آڻيندا اهن. پاڻ جهڙو ڪنهن کي به نه سمجهندا آهن. انسانن کي هو دولت جي ترازيءَ ۾ توريندا آهن. ايندڙ ويندڙ کي ماڻ ڏيڻ به انهن کي ڪونه اچي.... ها باقي پاڻ جهڙن ۽ پاڻ کان وڏن ماڻهن وٽ هو خوش هوندا آهن.... اهڙن ماڻهن وٽان ڪا عزت ڪانه ملندي آهي، ان جي باوجود به انهن ماڻهن وٽ وڃڻ انهن سان ملڻ ۾ سڀ ڪو فخر محسوس ڪندو آهي... دولت جي گهڻائي ۽ شان شوڪت انهن جي رکي طبيعت ۽ عيبن کي به ڍڪيو ڇڏي. اهو به ضروري نه آهي ته هر دولتمند ماڻهو اهڙو هجي.... فطرتاً ڪي ماڻهه اهڙا سٺا هوندا آهن جو چاهي هو دولتمند هجن، چاهي غريب، انهن جي طبيعت هرهنڌ انهن کي عزت ۽ ماڻ ڏياريندي رهندي آهي....

دولت جي معيار تي رشتن ناتن جي سڃاڻپ ڪئي ويندي آهي، غريب مائٽ چاهي اها سڳي ڀيڻ يا ڀاءُ هجي ته به وچ ۾ سنڌو رکيو ويندو آهي. معاشري جي اڻ برابري ۽ احساس محبت جي کوٽ اڄڪلهه هر ڪنهن کي ذهني عذاب ڏيو وينئي آهي.... هن گهماگهمي واري ماحول ۾ جت سڀ ڪو نوڪريءَ سانگي پيٽ قوت جي پنيان لڳو پيو آهي. ذهني طور پريشان اڄ جو انسان جنهن وٽ وقت ئي ڪونهي آس پاس نظر وجهڻ يا سوچڻ جو اهڙو انسان غلط قسم جون ڳالهيون ٻڌي ذهني طور بي سڪون ٿيو وڃي. جسماني طور ٺڪل انسان جنهن کي ذهني سڪون به حاصل نه هجي ته پوءِ ڀلا ڇو نه هو ڊپريشن. السر ۽ ٻين بيمارين ۾ مبتلا ٿيندو....؟ انسان کي جسماني پورهيو ۽ ڪم نه ٿڪائيندو آهي. ڪم

انسان جي صحت لاءِ تمام ضروري آهي. ڪم ڪندڙ انسان چست ۽ چالاڪ رهندو آهي. ها باقي ضرورت کان وڌيڪ ڪم ان سان گڏ ذهني پريشانيون ۽ مسئلا انسان کي ٿڪايو ڇڏين.

اهڙن ماڻهن جي چهري مان وقت کان اڳ ۾ ئي زندگيءَ کان بيزاري پئي بکندي آهي.... اڄڪلھ انسان ئي ان ان کي منجهائي وينو آهي. ذهني تڪليفون ڏيئي ٿڪائي وينو آهي. زبان مان ڏنل ڏک ۽ عمل مان پهچايل تڪليفون انسان کي بي وس ۽ لاچار ڪيو ڇڏين. دنيا ته ٺهيو پر پنهنجي وجود مان به مزو نڪريو وڃي. ان ويل مان سوچيندي آهيان ته ڀلا انسان سک جي خوشين جي خواهش ڇو ڪري؟ مانُ ۽ عزت ڇو گهري؟ جڏهن ته خبر آهي ته هن دنيا مان ڪجھ به ناهي ملڻو.... ها هڪ سک ملندو آهي. جيڪو نو مهينا ماءُ جي پيٽ ۾ انسان هوندو آهي يا وري مري قبر ۾ داخل ٿيندو آهي. باقي وچ واري گذاريل وقت ۾ جو جيڪو جيون انسان دنيا ۾ گهاري ٿو. هو پنهنجي وس پاڻ کي خوش رکي، سڪون ڏئي.... ها باقي ٻين مان اميدون رکڻ اجايون آهن. جڏهن هن دنيا جي انسانن وٽان ڏک ۽ تڪليفن کان سواءِ ٻيو ڪجھ ملڻو ناهي ته پوءِ شڪايت ڪنهن سان....؟ پنهنجي هر عمل کي انسانيت جي خدمت ۾ وقف ڪري سڌو رستو وٺي هلجي... شايد ان سان ئي هيءَ منزل آسان ٿي وڃي.

# پنهنجون ڳالهيون

## سلطانه وقاصي

ڪيترائي موضوع ۽ مسئلا اسان جي چوطرف پکڙيا پيا آهن. هر موضوع پنهنجي جاءِ تي اهم آهي. ڪجھ مسئلا اهڙا آهن جن تي جيترو بہ لکجي سو گهٽ آهي، منهنجو اڄ جو موضوع آهي نوڪريون ڪندڙ عورتون ۽ انهن جا مسئلا. اڄ جي حالتن ۾ جڏهن مهانگائي چوٽ چڙهيل آهي، اسڪول ۽ ڪاليجن جون پڙهائيون ڏاڍيون ڏکيون ۽ مهانگيون ٿي پيون آهن. پئسي جي اهميت ۽ ضرورت وڌندي پئي وڃي. ضرورتن جو ڪو انت ئي ڪونهي. انسان انهن سيني حالتن کي صحيح معنيٰ ۾ منهن ڏئي رهيو آهي، اسان جي معاشري ۾ وچولو طبقو ڳاڏيءَ جي ٻن ڦيٿن وانگر جڏهن زال مڙس گڏجي محنت ڪن ٿا، ڪمائين ٿا، تڏهن وڃي هو هن معاشري جي مسئلن کي منهن ڏئي سگهن ٿا. ها ڪن خوشحال گهرن جون عورتون شوقيہ نوڪري ڪنديون آهن، انهن وٽ وقت ۽ پئسو گهڻو هوندو آهي، ان ڪري هو پنهنجو وقت گذارڻ لاءِ پنهنجو شان ڏيکارڻ لاءِ نوڪري ڪنديون آهن. هن وقت مان اُنهن عورتن جي مسئلن جو ذڪر ڪندس، جيڪي وچولي طبقي جون عورتون آهن، انهن مان ڪي نوڪريون ڪن پيون ۽ گهڻيون گهريلو عورتون آهن. نوڪري ڪندڙ عورتون جيڪي گهڻو ڪري معاشي جدوجهد ۾ پنهنجي مردن جون ساٿياڻيون آهن. ڪيترا اهڙا گهر مون ڏٺا آهن جت زال مڙس ٻئي ڪمائيندڙ آهن، انهن مان هڪ جي پگهار مان فليٽ بوڪ ڪرائي قسطون ڏنيون وينديون آهن تہ ٻئي جي پگهار مان گهر جو خرچ ڪفايت سان هلايو ويندو آهي.

جيڪڏهن گهر پنهنجو آهي ته گهر جي ضرورتن جي شين لاءِ پئسا بچايا ۽ گڏ ڪيا ويندا آهن. ننڍڙو سنو پرسڪون گهر، جت سڪون ۽ پيار محبت هجي ته ان کان وڏي جنت ٻي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي.

نوڪري ڪندڙن عورتن جي زندگي ان وقت ٿورو گهڻو مسئلن جو شڪار ضرور ٿيندي آهي، جڏهن ٻار ننڍا هوندا آهن، توجه جا مستحق هوندا آهن. انهن حالتن کي جيڪڏهن گڏجي زال مڙس منهن ڏيندا آهن ته پوءِ اهو ڏکيو وقت به خير خوبيءَ سان گذري ويندو آهي. اهڙن حالتن ۾ گڏيل خاندان جوهجڻ هڪ نعمت کان گهٽ نه هوندو آهي. گهر ۾ ڪا وڏي اُها ماءُ هجي يا سَسُ، ٻارن وٽ ويني آهي ته ڪم ڪندڙ عورت کي ٻه سڪون هوندو. اويل سويل ٿي به وڃي ته پنيان جو فڪر نه هوندو آهي.

ڪم ڪندڙ عورت هر وقت چست رهندي آهي. هوءَ وقت جي حساب ڪتاب سان پنهنجي زندگي جو ٽائم ٽيبل ناهيندي آهي. گهڻن ماڻهن جو اهو خيال هوندو آهي ته نوڪري ڪندڙ عورتون پنهنجن ٻارن تي گهٽي توجه نه ٿيون ڏين ۽ انهن جا ٻار تنهائي ۽ مايوسي جو شڪار ٿي وڃن ٿا. اسان توهان سيني به اهڙا گهر ڏٺا هوندا. اهو سڀ ڪجهه چوڻ غلط به نه آهي. اهي اُهي عورتون آهن. جيڪي پنهنجن ٻارن ۽ گهريلو ذميوارين کي چڱيءَ طرح نه ٿيون نڀائين. اهڙين عورتن جو تعداد هرويرو اهڙو گهڻو به نه آهي. اهڙين عورتن لاءِ ضروري نه آهي ته ڪو هو نوڪريون ڪندڙ هجن. گهرن ۾ رهندڙ ڪيترين عورتن کي اسان ڏٺو آهي، جيڪي صبح جو ڏهين لڳي ننڊ مان مس اٿنديون آهن. گهر جي ڪم ڪار، صفائي سترائي ڏانهن جو ڪوبه توجه نه هوندو آهي. سڙي ٻري ٻوڙ جو ديڳڙو چاڙهينديون ته به گهڻو ٿيو. ٽڪل ٽڪل ٻارن جن ناشتو به صحيح طريقي سان نه ڪيو هوندو آهي، اُهي ويچارا اسڪول مان موٽي وڃي تندور جي دڪان جي لائين ۾ بيهندا آهن ۽ اٽان نانُ خريد ڪري پوءِ گهر اچي پيٽ پريندا آهن. اصل ۾ پنهنجي پنهنجي طبيعت جي ڳالهه به هوندي آهي. ڪرڻ چاهين ته نوڪريون ڪندڙ عورتون ۽ سماجي ڪمن ۾ حصو وٺڻ واريون عورتون اندر ٻاهر جي ڪمن کي ايئن صحيح طريقي سان منهن ڏينديون آهن جو انهن جا ٻار بولڊ هوشيار ۽ گهر صاف سٿرو ۽ پرسڪون هوندو آهي.

منهنجي ڪاليج جي زماني جي هڪ ساهيڙي هڪ ڏينهن اوچتو سينٽ جوزف اسڪول جي دروازي تي ملي وئي. پڇيومانس ته، "هت نوڪري پئي ڪرين ڇا؟" ٻڌايائين ته. "هتان جي هڪ ماستريائي تن مهينن جي موڪل تي ويل آهي، ان مون کي چيو ته، تون منهنجي مدد ڪر، تي مهينا اچي نوڪري ڪر سو مان ٻه حامي ڀري ۽ هاڻ هت پڙهائڻ ايندي آهيان." مون پڇيو، "پڙهائڻ ۾ مزو آهي؟" ڪلندي چيائين ته، "پڙهائڻ ته ڏاڍو سٺو پر گڏوگڏ نوڪري ڪرڻ سان منهنجي گهر جو ماحول به متجي ويو آهي." پنهنجي گهرواري جي نالي ٻڌايائين ته. هو ته ايترو خوش آهي جو چوي ٿو ته، مان هاڻ توکي مستقل نوڪري وٺي ڏيندس." مان خوش ٿيندي چيو ته. "اها ڏاڍي سٺي ڳالهه، تون به ته آخر پڙهيل لکيل آهين. نوڪري ڪرڻ ته سٺي ڳالهه آهي. آخر ضرورتون به ته وڌيل آهن ۽ پئسو آخر ڪنهن کي ڪونه ٿو گهرجي.

ان ڪلندي ٻڌايو ته خبر اٿيئي سلطانه منهنجو گهر وارو چوندو آهي ته اڳ صبح جو مان توکي ننڊ مان اٿاريندو هوس ۽ تون به منهن سڄائي مس مس اٿندي هئينءَ. چانهه ناشتو ڪري مان آفيس هليو ويندو هوس، جڏهن واپس ايندو هيس ته تون اهڙي ئي خراب حال ۾ گهر ۾ ويٺي هوندي هئينءَ. ڪڏهن قرب مان چوندو هيو مانءِ ته "منهن ته ڌوئيندي ڪر، ڦڻي ته ڏيندي ڪر." اهو سڀ ٻڌي تنهنجو بلڊ پريشر هاءِ ٿي ويندو هو. ڪاوڙ مان چوندي هئين ته، "ڪهڙا نوڪر رکي ڏنا اٿئي. گهر جو ڪم ڪيان، ٻارن کي سنڀاليان يا وري پنهنجو هار سينگار ڪيان؟ هاڻ ته سائين حالتون مٽيل آهن. هاڻ ته صبح جو سوير اٿي سڀ ڪجهه تيار ڪري پوءِ مون کي اٿاريندي آهين. پاڻ مون کي وقت جو احساس ڏياري جلدي٦ ڪرڻ لاءِ چوندي آهين. اڳ صبح جو ٻارن جو گوڙ متو پيو هوندو هو. ڪنهن جو يونيفارم استري ٿيل ڪونهي ته ڪنهن جو بوٽ آهي ته جوراب ڪونه پيا ملن. اصل جنگ جو ميدان لڳو پيو هوندو هو، گهر هاڻ ته ائين هر شيءِ وقت سان صحيح ۽ فٽ فاٽ... وڏي ڳاهه ته اِها آهي ته هاڻ تون به صاف سٿري رهندي آهين. اکيون کول ته تنهنجو منهن ڌوتل ۽ ڦڻي ڏنل صاف سٿر چهرو نظر ايندو آهي. هوءَ ڪلندي ڪلندي مون کي اهي ڳالهيون ٻڌائيندي رهي.... حقيقت به اها آهي ته نوڪري ڪندڙ

عورت چست چالاڪ رهندي آهي. گهر جي ماحول کان ٻاهر نڪري هوءَ پاڻ کي خوش سمجهندي آهي. گهر ۾ هزار مسئلا گهريلو خانداني جهيڙا انهن کان پري ڪجهه ٽائيم پرسڪون ۽ ڪنهن مقصد لاءِ گذاريو ته وڃي.....

نوڪري ڪندڙ عورتون ٻٽيون جوابداريون سنڀاليون ويٺيون آهن. مرد ته نوڪري تان موٽندا ته انهن کي پاڻي ۽ کاڌو به کٽ تي گهر جي. گهر جي ڪم ڪار سان انهن جو ڪوبه واسطو نه هوندو آهي، عورت ويچاري نوڪري ڪري پوءِ سڄي گهر جو ڪم ڪار ڪري، مثال ٻارن جي پڙهائي ڏي توجهه ڏيڻ به ان جي حصي ۾ اچي پوندو آهي، ڇو ته عورت پڙهيل لکيل آهي. ان ڪري مرد جي اها جوابداري به ڇڏي.... ٻار به وڏيڪ ويجهو ماءُ جي هوندا آهن، ان ڪري هو پيءُ کي گهٽ وڃڙندا آهن. اسڪولن ۾ به ڏٺو ويو آهي ته جڏهن داخلائون ٿينديون آهن يا امتحانن جي رزلٽ آئوٽ ٿيندي آهي يا وري استادن ۽ مائٽن جي پڙهائي جي باري ۾ گڏجاڻيون هونديون آهن ته اُت به عورتن جو تعداد مردن جي مقابلي ۾ گهڻو هوندوآهي....

شهري پڙهيل لکيل عورت نوڪري ڪري ٿي ته ٻهراڙيءَ جي ابوجهه عورت به ڪا گهٽ ڪونهي، ان ابوجهه عرورت جو ته ڪو حال همدرد به ڪونهي. ٻهراڙي جي عورت جسماني پورهيو گهڻو ڪندي آهي. ٻنيءَ کان وٺي ڦٽين جي چونڊي تائين هوءَ ڪم ڪري ٿي. گهر جو ڪم ۽ انسان گڏ رليون ناهڻ. ملهه تي يرت يرڻ ۽ راتين جو دير تائين ويهي اکين جو نور نچوئڻ. ان جي باوجود به ان کي سڪون ڪونهي، پيار محبت تحفظ جيڪو ڪيس ملڻ گهرجي اهو نٿو ملي. ٻهراڙي جي عورت جي مسئلن تي ته الڳ گهڻو ڪجهه لکي سگهجي ٿو. هن وقت نوڪري ڪرڻ واري عورت، جنڪا ٻٽيون يوڳنائون يوڳي رهي آهي، ان جي مسئلي تي لکٽو آهي. گهر جڏهن پُرسڪون آهي. هڪ ٻئي لاءِ احساس ۽ ذميوارين جو قدر آهي ته پوءِ ڪوبه مسئلو مسئلو نه رهندو آهي، هن ڪيو ته ڇا....

مان ڪيو ته ڇا! پر ڪن گهرن ۾ جڏهن رينگٽ لڳو پيو هوندو آهي. ذميوارين جو بوجهه عورت تي گهڻو هوندو آهي. ذميوارين جي پورائي

ڪرڻ جي باوجود به قدر نه ٿيندو آهي ته اها عورت ذهني انتشار ۽ بي سڪوني جي ڪري مختلف بيمارين جو شڪار ٿي ويندي آهي. مان سمجهان ٿي ته پيار محبت سان ماڻهو جبل به ڪنيو ڇڏي ۽ رينگٽ وارو ڪک به چيندو آهي. تڪليف ڏيندو آهي.... اهڙي ئي هڪ عورت جيڪا گهريلو مسئلن ۽ معاشي مصيبتن جو شڪار آهي. ان ڪان هڪ دفعو پڇيو هيم ته تون ڇا ٿي چاهين؟ تون ڇا سوچيندين آهين؟ ڪا اهڙي خواهش ٻڌاءِ، جيڪا پوري ٿيڻ تي توکي سڪون ۽ راحت ملي.... ان ڏاڍو نراسائي سان چيو، "مان اُها سڪون واري ننڊ ڪرڻ چاهيان ٿي، جنهن ننڊ ۾ منهنجي ذهن ۾ سوچون نه هجن. ڪو بار نه هجي.... بس اکيون بند ڪيان ته ننڊ اچي وڃي. اهڙي پرسڪون ننڊ جنهن ۾ اهي سوچون نه هجن ته مون ڪي اٿي ڪهڙا ڪم ڪرڻا آهن، پنهنجن جا ڏنل ڏنپ ۽ زيادتيون برداشت ڪرڻيون آهن، ڪي مون مان خوش آهن ته وري ڪهڙا ناراض آهن. ذهن ۾ ته عذاب واريون سوچون آهن ئي آهن، پر ننڊ ۾ ڊپ وارا خواب آهن، انهن سڀن ڪان جان ڇڏائڻ چاهيان ٿي.

چوڻ لاءِ ته هي سڀ ننڊڙيون ڳالهيون آهن، ها پر انهن ڪان ته وڃي پڇو جيڪي ڀوڳين پيا ته هي سڀ ڇا آهي؟ سڪون، پيار ۽ محبت حال ڪرڻ ۽ ڏيڻ اهو ئي انسانيت جو بلند ترين درجو آهي، مون ڪي ان ڳالهه جو يقين آهي ته پيار محبت سان ئي ۽ هڪ ٻئي جو احساس ڪرڻ سان ئي اسان جا مسئل حل ٿي سگهن ٿا.

گياني جا ڳڻتا

# ٿرين جو ادب ڏانهن لاڙو

## من موهن گياني

تاريخ جي متعلق محققن جا رايا مختلف ٿي سگهن ٿا، جيئن سر رابرٽ والپول جو خيال آهي ته (All history is a lie) معنيٰ تاريخ سڄو ڪوڙ آهي ته ٻئي طرف (Schlegal) شليجل جو خيال آهي ته (The Historian is a Prophet looking backward) سچو مورخ سچ پچ دور جو پيغمبر هجي ٿو خيال هر ڪنهن جو پنهنجو پنهنجو آهي، آئينو هر ڪنهن کي پنهنجو صحيح عڪس ڏيکاريندو آهي. تاريخ هميشه سمورين مصلحتن، مفادن ۽ طبقن کان بالاتر ٿي لکي ويندي آهي. هڪ مورخ يا اديب جي لاءِ اهو ضروري آهي ته حقيقتون جيڪي مستند هجن انهن کي هڪ هنڌ جامع طريقي سان گڏ ڪري، جيئن ٿر جي ڌرتي رتي ۾ اتهاس جي گرمي هجي ۽ تخليقي سفر اعليٰ مقصد لاءِ جاري رکي ته ٿر جي پورهيت اديبن جو قلمي پورهيو سجايو ٿي پوندو.

ادب ٿر جي رڻن جي ريت وانگر شفاف هئڻ گهرجي. اُنهي جو

جتناءَ ۽ مارئي جي محبت مثل اڏول هجي. ادب لفظن جي ترتيب سان وجود ۾ ايندو آهي ۽ سماجي عمل جي صحيح اظهار جو طريقو آهي. ادب هر علائقي جي تهذيب ۽ ثقافت جو آئينه دار هوندو آهي. انهي ۾ زبان اهڙي استعمال ڪجي جيڪا مقامي ماڻهن جي سمجهه ۾ آساني سان اچي، جنهن کي هو املھ سمجهن ۽ انهي جو آدرياءُ/ سنڪار ڪن.

تاريخ ئي آهي جنهن مان اسين سماج، سياست ۽ نفسيات تي صحيح ڪم ڪري سگهون ٿا ۽ ماضي جي پيڙهه جي پٿر تي مستقبل جي مضبوط عمارت جوڙي سگهون ٿا. پر اسان وٽ نه ماضي آهي نه مستقبل- صرف سچائي لڪائي پنهنجي جا داستان ٻڌائڻ لاءِ آهن، جيڪي اسان جي قوم پرستي ۽ غلامي جا ڪارڻ آهن.“ ادب ئي اسان کي نئين شعور سان آشنا ڪري ٿو. ادب جي ذريعي تجربا ٿين ٿا ۽ انهن ئي اسان کي حيواني سطح کان بلند ڪري انساني شعور ڏنو يعني اشرف المخلوقات ٿياسين نه ته زندگي جي اٿاهه اونهي سمنڊ ۾ غوطا کائيندا وتون ها. اهو شعور ئي آهي جيڪو انسان لاءِ زندگي جو لطف، خواب ۽ تابناڪ مستقبل جي سوچ جون نيون راهون پيدا ڪر ٿو. مارشل پردست هڪ هنڌ لکي ٿو ته ”اسان جي اصل زندگي ته نظرن کان اوجهل رهي ٿي، پر اِهو ادب ئي آهي جنهن جي ساڃاهه سان سماج ۽ سياسي نظام، نظريه ۽ تخليق جي راهه پسي سگهجي ٿي.“ اديب هڪ آدرشي انسان ٿئي ٿو، جيڪو پنهنجي نظرئي ۽ خيالن جي ذريعي سماج کي صحيح راهه ڏانهن گامزن ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي ٿو. اديب هڪ گل مثل آهي، جڏهن مکڙيءَ هوندو آهي ته پوئترا اچي واس وٺندا آهن ۽ جڏهن ٽڙي گل ٿيندو آهي ته خوشبوءَ سان جهان کي مسرور ڪندو آهي. ادب جي ذريعي اسين جذبات، احساسات ۽ فلسفه حيات جي تخليق متعلق ڄاڻ حاصل ڪريون ٿا.

ٿري ادب ڏي اسان جي بي توجهي افسوسناڪ آهي. اڄ ضرورت آهي ته اسين نوس عملي ۽ ثقافتي، تهذيب، روايتن ۽ سنجيده عنوانن ڏانهن وڌيڪ توجهه ڏيون. ٿر ۾ عنوان جي کوٽ نه آهي. پر اڄ جو نئون نسل شايد انهي کي هڪ گذريل داستان سمجهي ٿو، انهي ڏانهن بي توجهي جي ڪري هڪ اونداهي کوهه ڏانهن پاڻ کي ڌڪيندو ٿو وڃي. ڏاهن جو قول

آهي ته جيڪي ماڻهو نو عمري ۾ شاهه. سچل. بيدل. بيڪس. شيخ سعدي. حافظ. غالب. مير اقبال. شيڪسپيئر. دانتي. گوئٽي ۽ ٻين کي پڙهن ٿا انهن جو اثر قبول ڪن ٿا. سي اڳتي زندگي ۾ اهڙا ڳالهه سمجهڻ کان قاصر رهن ٿا ته ڪوبه ماڻهو انسان دوست. خدا ترس. فرض شناس. ديانتدار ۽ پنهنجي قول ۽ فعل سان سچو ٿيڻ کان سواءِ آخر ڪيئن ٿو رهي سگهي؟ اهو معلوم نه آهي ته اها خرابي اسان جي گهرو تربيت. درسي تعليم. يا ڪتابن مان مليل بصيرت ۽ دانائي ۾ آهي جو جنم ۽ روح انهي جي فيض کان محروم ٿا رهن. اديب ته ريگستان ۾ پنهنجي مرضي جا وڻ سجائي مزو ماڻڻ وارن مان آهن.

ڪتاب لکن ٿا ته ڪائنات ايئن نه هئي جيئن اڄ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. مالڪ جو جوڙ طلسم وانگر آهي. جنهن جو جنسي لقاءُ هر هنڌ آهي. پر جن کي سائنسيات ڏسڻو هجي سو ٿر ريگستان ۾ اچي جتي پٿر. پاڻي. معدنيات. ماس ۽ موت جي بوءِ ۽ قدرت جو ڪرشمو. ڪيترن ئي علائقن جا سنگم ۽ ڪيترن ئي سيپتائن جا مقبرا جيئرا جاڳندا سگ سوڏا ثابت ملندا.

ٿر جو اتهاس نئون نه آهي. هتي هڪ جنسي جيئري جاڳندي سيپتا هئي. جڏهن سنڌو هتان وهندي هئي ته چوندا هئا.

"يلا" اوج تنهنجي يلا موج تنهنجي
عجب تنهن جون چولون.
ڏين دل کي لوليون
هي لوليون ٿيون ٻوليون ڪري نين.

موهن جي دڙي ۽ ڪاهوجي دڙي وانگر هتي هر هڪ پٽ هيٺ ٽيڪسيلا ۽ هڙپا جي سيپتا دٻيل آهي. انهن ريت جي چمڪندڙ موتي جهڙي ذرڙن جي قدر قيمت کان اوهان آشنا نه آهيو؟ ڪارونجهر جي سوامڻ سون اوڳاڇڻ کان اوهان بي خبر آهيو؟ ڪارونجهر جي ڪک ۾ ڪهڙا نه ڪاريجهر ۽ ڪوننڊر ڪرڪنيو ڪيهون پيا ڪن- انهن جي ڪيڪن جا آواز اوهان جي ڪنن تائين ڪونه پهتا آهن؟ پٿائي ۽ گوڙدري جي گجگجوڙ گرينائيٽ جي گوڙ ۾ گم ٿي ته ڪونه ويئي آهي؟ انهن ٻيرئين جي ڦڪن ٻرن. چارئين جي مٿي پيروئن ۽ ڪنڊن مان انسانن ۽ مال جي

گڏيل ڪاج (سنگريون)

"پاڙ پتلي جو اونڌو. متي لانبا جهوڙا ڪيس اهڙي پلي سوَڪڙي. سيٽان نان ميلهان پيٽ. نانگن جي پرن مان جوڳي جور جاڳائي. ڪاريهر. هڻ ڪڻ. گوريهڙو. پيئڻ. اجگر اوهان کي ياد آهن.

اڪن ۽ ٿوهرن جي نمائشي نظارن کان روهيڙي جي بنا خوشبوءِ سهڻن گلن ۽ قيمتي ڪاٺ سان پيار آهي! انهن جي جهونگاڻ. گهمائڻ. سنوارن. پيرينئن جي پنڌ ۾ ساڃاهه اجاڪن ۾ آهي. اوچ نيچ. طبقاتي ويڇا. هٿ جاهنر. ڪيس. ڪتا. گج. هنا. پاڪڙا. گجهارتون ڪهاوتون. سوڻ ساٺ. پويا پرڙا.

گر ڏائو ويسئر جمٽو. مڙو اپونو جائي

اتنا سون لي چلي. تو ڪڏهي نه خطا کائي.

(گڏهه ڏائي هٿ تي ٻولي. نانگ بلا ساڄي هٿ تي ڦوڪارو ڪري. مڙدو ايئن پيرين اڳتي وڃي. جيڪڏهن ايترا سوڻ ٿين ته انهن جي فتح آهي ڪارج سڌ ٿيندو.)

غالبچن جا گونج. مظلومن جون آهون ۽ دانهون ٻ. ڪنن تائين ڪونه ٿيون پهچن ته پلا مور. پاپيهو. مالهاري. باتيبڙ جون ڪيڪون نارائڻ سر کان انچليشور تائين. سائين راضي شاهه کان پوڏيسر تائين پلجي ٻ پڳتن جي پچن جيان ڪنن ۾ رس ڪونه ٿيون ڏين.

پوءِ پلا روپلي. مولوي عبدالحق (ثاني). جهان خان کوسي. جگديش ملاٽي. ارباب توٻگاچي. موهن لعل راجا جهڙن ڪونڌرن جا ڪارناما ۽ قربتون نه ته سنت هرداس. سائين پار برم. سنت نيٽورام پڳت کيم چند جهڙن جي نيهن جي نعرن ٻ ڪونه نباهيو ته ٿر جي مهمان نواز جاني لنجي. سيٺ نالچند پچيئي ميگهواڙ جي ۱۹۴۲ع جي رب ته ياد هوندي.

ٻائيتالي ۾ ٻوچئي. رامي پائي راب سري ري سمتول رب ٿاري راميا".

اهي نه ته اولياءَ. مدرسا جي نه ته معدنيات ڪاو سون (ڪوئلو) اڇو سون (لوڻ) چيرولي جي نه ته نور ورنين جون ٻيڙولهيان ۽ چوڙاته سمجهين ٿو جيڪي انهن لاءِ املهه ۽ سهاڳ جي نشاني آهن.

ڪراين ڪچ جا چوڙا ڪجُوڙا جن

سو مَرڪَ مارونڙن. جئان لوڪ لڄ ٿئي

ڇا ٿري ڪاري ڪوئل مائي ڀاڳي. مراد فقير، موهن ڀڳت اسان مان ڪونہ هئا جو انهن کي نئين دنيا ۾ روشناس ڪرايون. موهن ڀڳت مرڻ کان چند مهينا اڳ مٺي ۾ نصير مرزا کي آخري انٽرويو ۾ سچ ٻڌائي ٿر جو مان متاهون ڪري ۽ ٿري روايت کي قائم رکندي چيو تہ اسان ٿرين کي وائي جي خبر نہ آهي تہ وائي ڇا آهي ۽ ڪافي ڇا؟ اسين تہ شاهہ جي وائي کي ڪافي چوندا آهيون. اهڙو ڀيو سچ ڀڳت ڀڳڙي اسلامڪوٽ واري اوگهڙنات جي ٿان تي ڀڄن ڳاتو تڏهين ڪنهن پريمي چيو تہ اهوئي ڀڄن ڀڳت اڳي تون ٻئي سر ۾ ڳائيندو هئين تڏهن وڌيڪ مزو ڏيندو هو. ڀڳت صاحب وراڻيو تہ اڳي اسين اوجهڙ ويندا هئاسين هاڻي رستي جي ڪجهہ ساڃاهہ ۽ راڳ ۽ راڳڻي جي سُرن جو تال ميل ريڊيئي پاڪستان وارن سيکاريو آهي، سو انهن سرن ۾ ڳايون ٿا ڪيڏا نہ مهان آهن، اُهي اڻ پڙهيل ابوجهہ ٿريا!!! مفڪرن جو خيال آهي تہ مهان آهي اُهو انسان جيڪو پنهنجي غلطي تسليم ٿو ڪري ۽ سچ ٿو چوي. شايد سقراط جي سچ خاطر زهر پيئڻ تي واجد پنهنجي نظم ”جيون پيتا“ چيو آهي تہ:

سچ کي سک جو ساهہ کڻڻ
اڄ بہ ڪٿي ناهي نصيب
سچائي سان سوچڻ وارن جي هٿڙن ۾
اڄ بہ آهن زهر جا جام.

حضرت ابوبڪر صديق رضہ فرمائين ٿا تہ: ”جيڪڏهن مان سچائي تي آهيان تہ منهنجي حمايت ڪريو، غلطي ڪريان تہ مون کي ٽوڪيو. حڪمرانن جي سامهون سچ ڳالهائڻ اطاعت ۽ سچ کي لڪائڻ غداري آهي.“ پر اڄ ڪلهہ ڪي چون ٿا تہ اسين هڪ بيمار سماج جو حصو آهيون جتي صداقت، ايمانداري ۽ جرئت جي ڪوٽ آهي. سچ لڪائڻ اسان جي حب الوطني جو هڪ حصو آهي، جنهن سان اسان جي بنيادي ذهانت جي تصديق ٿئي ٿي.

انگريز ليکڪن پروفيسر رئيس ۽ پروفيسر مئڪس ملر ڄاڻائين ٿا تہ جڏهن پرلئہ ٿي ويئي هئي، آرين جا ويد پستڪ گم ٿي ويا تہ قديم آرين جو حافظو ايترو تيز هو جو هزارين سال اڳ ۾ گم ٿيل ڪتابن کي اکر

۽ اڪر وري لکي ويا. اسان ۽ انهن جي اولاد. پيڙهيءَ يا ونس مان آهيون. انهن جون خاصيتون بدرجه اتم موجود آهن جو تري اڻ پڙهيل هوندي به سچيون ڳالهيون، وارتائون، ڪٿائون، قصا، ڪهاڻيون، ڳجهارتون ڳاهون، بيت، ڏوهيڙا، برزبان ياد رکندا اچن. پر هاڻي اُهي جاڻو، سڄاڻ، سمجهو غائب ٿيندا ٿا وڃن. انهي لاءِ عرض آهي ته چو نه اهو املهه مواد اُهي پاڻ يا ڪنهن جي معرفت لکيت ۾ آڻين جيئن تر جي هڪ ناياب تاريخ جي ورق کي گم ٿيڻ کان بچائي سگهجي ۽ مورخ انهي کي هميشه جي لاءِ ڪتاب جي ڪک ۾ ماتا وانگر سانديي ۽ پالنا ڪري تر جي ڪنهن سڄاڻ انهي لاءِ ڪيڏي نه عقل واري ڳالهه ڳجهارت ۾ چئي آهي.

هَر هَرَ پُون پاتڙي، هاري چتر سڄاڻ

هٿن وهائي باجهري، نيڻ ڪيان ليڏاڻ."

(هر= قل، پون پاتڙي= ڪاغذ، هاري چتر سڄاڻ= لکندڙ، هٿن واهائي يا جهڙي= لکيو، ڪيان ليڏاڻ اکين سان پڙهان)

ايهي ۽ اهڙيون بيون اُملهه ۽ اڻلڀ ڪهاوتون ۽ ڳجهارتون سمجهڻ ۽ چوڻ وارا به ناياب ٿيندا ٿا وڃن، ڪنهن گمنام شاعر چيو آهي ته،

چه مي پُرسي عزيز من حقيقت حال دنيارا،

که کس نکشود و نکشايد، بحکمت اين معمارا!

منهنجا پيارا دنيا جي حال جي حقيقت مون کان ڪهڙي ٿو پڇين! هيءَ اُها ڳجهارت آهي جنهن کي عقل ۽ ڏاهپ جي وسيلي نڪي ڪو ٻجهي سگهيو آهي، نه ٻجهندو.

برطانوي تاريخ دان ۽ فلسفي آرنلڊ ٽوائن بي چوي ٿو ته: سموري دنيا جا معاشرا، تمدن ۽ تهذيبون، پنهنجي وجود لاءِ محتاج آهن عالمن، دانشورن، فلسفين، شاعرن، استادن، سائنسدانن، مصورن ۽ موسيقارن جون جيڪي دراصل تخليقي اقليت سان تعلق رکن ٿا. جيڪي عوام جي دلين تي حڪمت ڪن ٿا، ۽ تاريخ جي سفر کي اڳتي وڌائين ٿا.



# آسمان نيرو آهي

## مرزا ڪاظم رضا بيگ

وڏڙن جي ويچارن ۽ پراڻين پچارن ۾ انيڪ، عجيب ۽ دلچسپ ڳالهيون ملن ٿيون. جن جي پڙهڻ ۽ پروڙڻ سان ڪيترين ئي حقيقتن تي روشني پوي ٿي. هونءَ به حال جي پاڙ ماضيءَ ۾ ڪتل چئي وڃي ٿي. ان حيثيت سان اسان جي حال جو واسطو ۽ رابطو ماضيءَ سان هر حال ۾ قائم ۽ دائم آهي.

هڪ پراڻي پچار ۽ هڪ اهڙي ديس جي ڳالهه ملي ٿي، جنهن ۾ بڌايل آهي ته اتي مرد توڙي عورتون، بدا توڙي ٻار سڀ نگاهون جهڪائي هلندا هئا. ڪنهن کي مجال هئي جو ڪو لوڻو ڦيرائي، هيڏي هوڏي ڏسي سگهي! مٿي ڏسڻ ته بنه پاپ قرار ڏنو ويو هو. اگر ڪنهن مٿي ڪنڌ کڻي نهاريو مس هوندو ته مٿانئس سزا آئي ڪ آئي! سيني ماڻهن ۾ اهو

وهم ويهي ويو هو ته اهو حڪم اهڙي جوان مرد بادشاهه ڪيو هو. جو پانَ کي ماڻهن کان اوچ سمجهندو هو ۽ چوندو هو ته مون ڏانهن توڙي منهنجي تخت ڏانهن نهارڻ ڪا سٺي ڳالهه ناهي! اهو قانون ايترو ته سخت هو جو بادشاهه جا عزيز به ان جا پابند رکيا ويا هئا. مجال جو سندس پياءُ، پٽ يا ماءُ ۽ شهزادي ڏانهس ڪنڌ کڻي نهاري سگهي!

ڳالهه جا جاڻو چون ٿا ته ڪن ڏينهن پڄاڻان جڏهن ان بادشاهه لاڏاڻو ڪيو، تڏهن سندس پٽ تاج پهريو. تخت تي ويهڻ وقت به سندس ڪنڌ جهڪيل هو هن نئين بادشاهه ته موربگو ان قانون ۾ سختي پيدا ڪئي. نتيجو اهو نڪتو جو ماڻهو ته ماڻهو پر ڪنهن پکيءَ کي به جرات ڪانه هئي جو مٿي اک کڻي ڏانهنس نهاري سگهي. سندس وزير ۽ امير، عزيز ۽ قريب، نوڪر ۽ چاڪر، ملازم ۽ ڪاروباري ماڻهو ته ڇا، خود مذهب جا رکوال به ان حڪم جي پورائي ۾ جنبي ويا. ماڻهن کي ٻڌايو ويو ته هيءَ هدايت سون سالن کان هلندڙ آهي، جا وڏن نيڪ مردن، خيرخواهن کان ۽ عقل وارن ڏني آهي. انهن اسان کي نصيحت ڪئي آهي ته جيڪو به ڪنڌ مٿي ڪري نهاريندو، سو پئون سٺ، ڪنهن دردناڪ عذاب ۾ مبتلا ٿي چڙي چُڙي مري ويندو. انهن اهو به اسان کي سمجهايو آهي ته آسمان مان جيڪي روشنيءَ جا ڪرڻا ٿا اچن، تن ۾ زهر مليل آهي. مٿي ڏسڻ شرط ڏسندڙ اک جنب ۾ اندو ٿي پوندو ۽ پوءِ سندس ڪل سڙي ويندي ۽ پوءِ ڇيڇلائجي مري ويندو. اهو به ٻڌايو ويو آهي ته آسمان ۾ جيڪا بجلي ٿي چمڪي، سا مٿي ڏسندڙن کي سزائون ٿي ڏئي. نيڪ مردن جي انهن ڳالهين جي تائيد ڪندي خود سائنس جي ڄاڻن به اهو فيصلو ڏنو ته آسمان جو رنگ هيڊو آهي، هن ڏانهن نهارڻ سان ماڻهو هيڊو ٿي، ڦٿڪي مري ويندو.

ان فيصلي تي چريائيءَ جي حد تائين هلندڙ بي حياتي ائين ته جانورن وانگر گذاري وڃي ها، پر جلدي اهڙو ڦيرو آيو جو ان هدايت وري هيو نئون رنگ اختيار ڪيو ٿيو هيءُ جو سيني ماڻهن ان تي نهراءُ ڪيو ته جنهن ماڻهوءَ نمار گهڻو وقت ڪنڌ جهڪائي هلڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي هجي، ان کي ئي پنهنجو پڳدار بنائجي. نتيجو اهو نڪتو جو جي نيچ ماڻهو، اوچ ماڻهن جي درجن تي پهتا تن ته هيڪاري هدايت ۾ سختي پيدا

ڪئي. انهن ٻڌايو ته اڄ ڪان پوءِ ننڍڙي ٻار کي. ٻينگهي ۾ نه اونڌي مُنهن سمهاريو ويجي ۽ مڙدن کي قبرن ۾ به اونڌي منهن دفن ڪيو وڃي. جيئن سندن رخ ڌرتيءَ ڏانهن رهي.

ان ديس جا رهواسي جڏهن ته ايامن ڪان ان هدايت تي هري، مري چڪا هئا جڏهن ڪين ان جو احساس به نتي پيدا ٿيو ته هيءُ هدايت ڪا اجائي سجائي آهي. پاڻ مورڳو جيئن پوءِ تيئن ان تي وڌا ٿي هرندا.

ڳالهه جي جاڻن لکيو آهي ته هڪڙو ڏينهن خدا جو ٿيو. شهر جا ٻه ٻارڙا. هڪ ڇوڪرو ۽ ٻي ڇوڪري، باغ ۾ راند ڪيڏي رهيا هئا. بهار جي مند به جوڀن تي هجي. باغ جي هر ٻوٽي ۾ قسمن قسمن جا گل ٽڙيا بينا هجن ۽ چوڌاري هبڪاري شيون پيون هجن. ٻنهي ڄڻن گلن جي رنگن تي اچي پاڻ ۾ بحث شروع ڪيو. ڇوڪريءَ جو چوڻ هو ته نيري رنگ جا گل سڀني کان سهڻا آهن. ڇوڪر ڀڙڪائين ته رد ڏنو پر پوءِ چيائين: ڀيڻ! مان به ائين ئي سمجهان ٿو، پر مصيبت اها آهي ته نيرو رنگ ڏاڍو گهٽ ٿو نظر اچي، ان ڪري اڇو گل تمام سهڻو سمجهڻ گهرجي.

ڪنڌ ته ٻنهي جا هدايت موجب جهڪيل هئا پر اتفاق اهڙو ٿيو جو گهمندي ڦرندي ڇوڪر جو پير ڇپر تان ترڪي پيو ۽ هو نڙاڪ ڪري وڃي ڪريو. ڪرڻ شرط پنهنجو مُنهن ڪٽي گاهه ۾ وڌائين. پر پوءِ جهٽ گذرڻ ڪان پوءِ، ڀيڻ کي ڏسڻ لاءِ ٿورو ڪنڌ مٿي ڪري ڏانهس نهارڻ جي ڪوشش ڪيائين. گاهه تان اڃا پورو ڪنڌ به نه کنيو هئائين ته سندس نظر وڃي آسمان تي پئي. ترڇي تيڏي نظر سان ڪٽي جو ڏسي ته مار! آسمان جو رنگ اهڙو هو جهڙو نيري گل جو! ٽپو ڏئي اٿي ويٺو. دانهن ڪري چيائين ته ڀيڻ! ڏس آسمان نيرو آهي نه! ائين چوندي وڏڙن جي هدايت ڪان پاسيرو ته ٿيو، پر سندس لاءِ دماغ مان اهو خوف به نڪري ويو ته ڪو بجلي ايندي ۽ ڪيس ماريندي يا ڪو ڪيس ڪافر سڏي سزا ڏئي سگهندو! جڏهن ڀيڻس ويجهي آئي، تڏهن ڪيس ڇهتي پيو ۽ رڙيون ڪندي ڪندي چوڻ لڳو. ڀيڻ اڄهو ڏس ته آسمان نيرو آهي، نيري گل وانگر!

پوءِ ته ٽپا ۽ ٽپنگ ڏيندي وٺي شهر ڏانهن ڀڳا. ڇوڪر جي زبان تي اها دانهن هجي ته "آسمان نيرو آهي- نيرو آهي. نيرو آهي-" ان طرح دانهن

سان ڪٺي سچو شهر مٿي تي کنيائين. ماڻهو ويچارا اڳيئي هدايت تي هريل سي پنهنجي عقيدي موجب ڪفر جي ڳالهه کي پڌي اگ ڪان ٻہ وڌيڪ زمين ڏانهن جهڪڻ لڳا. ڪين ان خوف اچي ورتو تہ بجلي آئي ڪہ آئي!

چوڪر کي نيٺ بادشاهہ جي ڪارندن اچي پڪڙيو ۽ ڪيس سزا ڏيڻ لاءِ پنهنجي پاڪ مندر جي پٽ سان تيڪ ڏئي اچي بيهاريائونس. گرزن سان سپاهين جو ساٿ گهرايائون ۽ کين حڪم ڪيائون تہ اسان جي اشاري ملڻ شرط سڀ گڏجي چوڪر ڏانهن گرز اڇلائين. جيئن چوڪر قيمي جو ڍير ٿي وڃي!

هڪ سپاهيءَ چوڪر کي ڪلندي ۽ مرڪندي ڏسي اِهو خيال ڪيو تہ ڏسان تہ آسمان جو رنگ ڪهڙو آهي ۽ چورو سچ ٿو چئي يا ڪوڙ ٿو هڻي. پنهنجي گرز کي بهاني سان مٿي ڪيائين ۽ ڏيکاءُ اِهو ڏنائين تہ هو چتائي اهو گرز چوڪر کي هڻي رهيو آهي. مٿي جو ڏسي تہ مار. آسمان برابر نيرو آهي پرسان بيٺل ٻئي کي نونٺ هڻي چيائين! "چوڪر سچ ٿو چوي آسمان تہ نيرو آهي. ان طرح ٻئي سپاهي ٽئين کي ڪن ۾ چيو. آفيسر دانهن ڪئي، گرز اڇلايو!

سپاهين گڏجي چيو: "ڪوڙا آسمان برابر نيرو آهي. اسان چوڪر کي گرز نہ هڻنداسون. اسان کي بجلي ڪانہ مارينديٰ!" سپاهين گڏجي آسمان کي ڏسڻ شروع ڪيو ۽ جڏهن سپاهين کي سزا ڏيڻ لاءِ ڪا بجلي نہ ڪري تڏهن تماشبين هزارن ماڻهن بہ نگاهون مٿي ڪري، ڏسڻ شروع ڪيو. آخرڪار بازارن تائين ڳالهہ پهتي ۽ اک چنبڀ ۾ سڄي شهر ۾ هُل ٿي ويو تہ "آسمان نيرو آهي!" نيٺ ساري شهر مٿي نهاري پڪ ڪئي تہ برابر آسمان نيرو آهي! هدايت وارو اهو جادو ٽٽي پيو!

ڳالهہ کي ڪٿائيندڙن آخر ۾ چيو آهي تہ اڄ تائين ان شهر ۾ ان جوڙي جا مجسما بيٺا آهن، ۽ سندن نگاهون ۽ هٿ مٿي آسمان ڏانهن آهن.



# پائي ڪان ڪمان ۾

طارق عزيز شيخ

سنڌ سدوريءَ جا سلڇڻا سياستڪار روز روز پنهنجن ڪارنامن جون حيرت انگيز نيون نيون ڪلابازيون ڪائي بوڪلائجي پيا آهن. هو عوام آڏو پنهنجن تجربن ۾ پڻ ايئن لڳڻ لڳا آهن جيئن وچ شهر ۾ مداري جا نچندڙ ڪڏندڙ جانور لڳندا آهن. هينئر فرق فقط اهو آهي ته مداريءَ جو روپ اقتدار آهي ۽ اهو مداريءَ تماشو ڏسندڙ هاڻي ايڏا ته بيزار ۽ تنگ ٿي پيا آهن جو اصل سياست نالي ڪان ڪين ورچ ٿي اچين. جيڪي همراه وري اقتدار جامخالف آهن اهي پوءِ اسيمبلين ۾ هجن توڙي اسيمبلين ڪان ٻاهر وارا هجن. سي وري پنهنجي ملهه مارڻ جي جتن ۾ سندرا ٻڌڻ ۾ پورا هوندا. شل نه ڪا سندن خلاف ٻڙڪ ٻڌڻ اچي پوءِ اصل داستانن جا داستان کولي پڌرا ڪندا ته فلاڻي هي ڳالهه چوچئي آهي پهرين پنهنجي گريبان ۾ نهاري. سنڌ سدوريءَ ۾ ته وري هر ڪو اچيو لڏو لاهي ۽ پوءِ پنهنجي سياسي دڪانداري چمڪائي جڻ سنڌ سنڌين جي ڌرتي نه پر ربلوي

ٽيشڻ“ آهي. ڪڏهن ”لاوَ پناڻ“ واڄ ۾ ڇپجي ڦيرينڌي اڇيو لهي ته ڪڏهن ”ملڪ جي“ گوڏ جو ور ڇڪيندي اڇيو زوراور ٿئي. ڪڏهن ”افغاني مجاهدين“ اسلام جي پيرويءَ ۾ پناهه وٺي هيروئن جي آڏار تي ڪتڪن. ته ڪڏهن وري ”حريت پسند“ پنهنجن پر وارن مجاهدن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي لبيڪ ڪري ڪشمير جي فتح ڪاڻ هرجانو ڪمائي رهيا آهن. انهن مڙني ڪان متارا ته اجا اچڻ ۾ پورا آهن ۽ ڪيترن ته چڱي تعداد ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد جي ڪوٽڙيءَ ۾ وسنديون به وسائي چڪا آهن، جن کي عالمي سطح تي معزز طرح سان ”محصورين پاڪستان“ ۽ اصليت ۾ ”بهاري“ چئبو آهي. سي ته هر ايندڙ حڪومت لاءِ پهرين نقطي ۾ گهرائڻ جي فرض تي اٽڪيل آهن. ١٩٨٨ع واري حڪومت جا حاڪم ظاهري طرح ته نه پر ڳجهي نموني انهي نقطي تي راضي هئا ۽ سنڌن معاهدي ۾ ”محصورين پاڪستان“ جي وارثن به سي ڪان اڳ ۾ هنن کي هتي گهرائڻ ته ڇا پر هنن جي لاءِ سنڌ جون زمينون ۽ شهر جڻ خريد ڪري ڇڏيا. بهارين جو سنڌ تي حق آهي نعرو ٻڌائي ڇڏيائون پر معاهدو شايد وزارتن جي ڳٺ جوڙ ۾ ئي رهيو ان ڪري پختو نه رهيو. ان ڪان پوءِ اڄوڪي ”سونهاريل جمهوري“ حڪومت قائم ٿي ۽ هن حڪومت جي مالڪن به ”پاڪستان جي وارثن“ سان ڳٺ جوڙ جي سنبنڌ ۾ انهيءَ ساڳئي بهارين واري نقطي کي آڏو رکيو جنهن تي عمل درآمد پڻ ٿي چڪو آهي. ان جو ثبوت سکر يا روهڙي جي ريلوي اسٽيشن تان لڳائي سگهجي ٿو. البت ڪن نوجوان انهي معاملي ۾ گستاخي جو مظاهرو ڪندي ”پاڪستان جي وارثن“ کي خيرپور اسٽيشن تي غيرقانوني طور ملڪ ۾ اچڻ تي قابو ڪري پوليس حوالي به ڪيو. جن ۾ عورتن جو گهڻو تعداد هو ۽ ٻيا ٻار ۽ مرد به هئا. حيرت جي ڳالهه ته اها آهي جو انهن ”پاڪستان جي وارثن“ کي پاڪستان جي قومي ٻولي اردو به ڳالهائڻ ته نهيو سمجهه ۾ به نه پئي آئي، پوءِ خبر پئي ته پاڻ ڳالهائيندڙ اها ٻولي ”بهاري“ ٻولي هئي. اها به حيرت جي ڳالهه آهي ته انهن نوجوانن کي ايتري همت ڪيئن ٿي ”پاڪستا جي وارثن“ کي هٿ لڳائڻ جي، پر اهو ٻڌڻ ۾ آيو ته اهي نوجوان ”ملڪ دشمن“ ۽ ”غدار پاڪستان“ جي ليبلن وارا هئا.

اهي هئا جوان جن وٽي هوش ڪيو باقي سنڌ سدوريءَ وارا سلڇڻا

سياستڪار تڏهن بہ ساڳئي هڪبئي سان لباڙن ۾ گم هئا. اڄڪلھ وري سياست ۾ هر نئين يا جهوني سياستدانن لاءِ اهو فيشن بہ عام ٿي ويو آهي تہ هو قومپرستي جو چوغو بہ پهري. ڇاڪاڻ تہ سنڌ هن وقت مختلف نسلن ۽ گروهن جي ميڙاڪي سان نُسجي نُسجي يتيم خانو ٿي وئي آهي ۽ انهن مختلف غير سنڌي گروهن ۽ نسلن جي دهشت ڪان سنڌي قوم جو رجحان قومپرستي ڏي لڙيو آهي ان ڪري "سلڇڻا" مداريءَ جي تماشي جيان ٿي پيا آهن. مٿان وري ڏاڙيلن جو بہ ڏچو "سلڇڻن سياستڪارن" ڪانڻ ٿيو آهي. ڇاڪاڻ تہ ڏاڙا روزگار جي اڙانگائي سان لڳن ٿا ۽ بيروزگار ڏاڙيل بڻجن ٿا

ڏنو وڃي تہ هن وقت سنڌ جي صورتحال بگڙيل گهوڙي جيان آهي ۽ ان بگڙيل گهوڙي جي واڳ "اسلامي جمهوريت پسند" حاڪمن جي هٿ ۾ آهي. جيڪڏهن گهوڙي سوار گهوڙي کي بي لغام ٿا ڪن تہ بہ صورت ۾ ڪين ١٩٧٧ع جهڙو ڇهبڪ ڪٽندا ۽ جيڪڏهن سنڌ جو لغام اڄوڪن ڏينهن جيان ڇڪيل آهي تہ اڄوڪا ڏينهن تہ گهاريون پيا پر سياڻي صورتحال ان ڪان بہ بدتر هوندي. ان جي ڪارڻ ۾ بہ اسان جي "سلڇڻن" جو وڏو هٿ هندو. گهڻي قدر تہ باشعور عوام هاڻي پنهنجي سگهہ سان ڪامورا شاهي جو انت آڻڻ جا وجھ ڳولهي پئي ۽ قديم سياست کي تڏي پئي پر جيڪڏهن انهن مڙني وجهن ڳولڻ ڪان بنھ هٽي ڪري فقط هڪ پيرو ايڪو ڪري ترقي پسند سوچ موجب وکون اڳتي وڌائجن تہ سمورا "سلڇڻا" عرش تان فرش تي اچي ڦهڪندا. پر افسوس ان جو آهي تہ اسان جو هينيون طبقو پنهنجي ناڪامي جي نشي واري اگهور ننڊ مان اڃا سجاڳ نہ ٿيو آهي نہ تہ ڇا جي ڪاموا شاهي ۽ ڇا جا سياست جا ڪارناما سڀ ڪم پورا هجن ڇاڪاڻ تہ سڄي قوم جي سگهہ هينين طبقو ئي هوندو آهي. پر ٻگي ڪجھ ائين ٿو تہ هينيون طبقو انهن "سلڇڻن". جا ڪرتب ڏسڻ لاءِ بہ زبردستي مجبور ۽ لاچار آهي ۽ کيس ترقي پذير سياست ڪرڻ ڪان ورچ ٿو ڪائي شايد سندس ورچ جو سبب ساڻائي آهي. "ڪامورن سڀاجهن" جي هينئين طبقي مٿان مڙهيل بالادستي ڪين ايڏو تہ ساٿو ڪري ڇڏيو آهي جو شعور هوندي بہ پاڻ تي ڏاڍ سهن پيا پر ڪجھ ڪين ٿا ۽ سندن اهائي ساڻائي "سلڇڻن" ۽ "سڀاجهن" کي اڃا بہ پختو ڪري منجهن نوان گر اپاربندي.

سورج ۽ سوراج



# مقتل ۽ ماڻهو

سارنگ امر

هي قتل گاهه آهي، هتي حُسين کان حُسين بن منصور تائين انيڪ انسان شهيد ٿي آهن. وقت جي يزيدن هٿان.

هي اهڙو مقتل آهي جنهن ۾ هر انسان کي ڪٺو ويندوآهي. جيڪو جيئڻ چاهيندو آهي. جيڪي جيئڻ نہ چاهيندا آهن. سي جيئرا رهندا آهن- جن انسانن کي زندگي پياري هوندي آهي تن کان زندگي کسي ويندي آهي ۽ جيڪي زندگي سان نفرت ڪندا آهن سي هن مقتل ۾ سولو ساهه کڻي سگهندا آهن. هي علائقو موت جي علمبردارن جي هٿ وس آهي، اهوئي سبب آهي جو هن کي قتل گاهه سڏجي ٿو.

هتي قسمين قسمين قتل ٿيندا آهن. هڪ هڪ ماڻهو جو الڳ الڳ قتل ڪيو ويندو آهي ۽ گهڻن ماڻهن کي هڪ ئي هنڌ هڪ ئي وقت بہ قتل ڪيو ويندو آهي. ڪن کي چيو ويندو آهي تہ "موت جو انتظار ڪيو"! ۽ ڪي مٽي کي منيءَ ڏيڻ جي مهلت وٺي نہ سگهندا آهن. ڪن

کي اعلان ڪري قتل ڪيو ويندو آهي ته ڪن کي اونداهي رات ۾ چوريءَ ختم ڪيو ويندو آهي. ڪي عدالتي قتل سڏبا آهن ته ڪي غير عدالتي، ڪي غير قانوني قتل ٿيندا آهن ته ڪي قانون جي عين مطابق ٿيندا آهن. مطلب ته هتي رڳو قتل ٿيندا آهن.

وڏا وڏا قتل ٿيا آهن ۽ تمام گهڻا ٿيا آهن پر سڀ کان گهڻا قتل احساسن ۽ جذبن جا ٿيندا آهن. ڪن ماڻهن جا جذبا قتل ڪيا ويندا آهن. احساس ڪنا ويندا آهن ۽ ڪين دنيا ۾ ڳالهائڻ ۽ روئڻ لاءِ ڇڏيو ويندو آهي. اهڙا ماڻهو پنهنجي مُک تي تڏهن به مرڪ سجائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا جڏهن سندن جذبا قتل ڪيا وڃن ٿا. سندن اندر ۾ ان قتل جا گهرا زخم ٿين ٿا. هو سعيد وانگر چوندا آهن.

من- شهر ۾ رات هڪڙو قتل ٿيو
۽ ڏسڻ آيو نه ڪوئي واردات!

هتي اهڙيون وارداتون گهڻيون ٿينديون آهن. جن کي ڏسڻ لاءِ لوڪ نه ايندو آهي. ڪُنل انسان گهڻو ڪري جهوپڙين جا رهواسي هوندا آهن پر جهوپڙين کي هتي نيچ سمجهيو ويندو آهي اهڙي ريت جهوپڙين وارا گهڻو ڪري اڪيلا هوندا آهن. هو اڪيلي سر سور سهندا آهن ۽ پنهنجي واري جو انتظار ڪندا آهن.

موت جو انتظار ڪن ڪن ماڻهن کي ڏاڍو مهانگو پوندو آهي. ۽ هو اندر ئي اندر ۾ جهرندا رهندا ۽ روئندا رهندا آهن. جيڪي وري نه روئندا ۽ نه جهرندا آهن بلڪ مرڪندا رهندا آهن. تن کي زنجيرن سان جڪڙي روئارڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي پر هو پوءِ به کلندا آهن. هو پنهنجي ساٿين کي قتل ٿيندي ڏسندا آهن پر کلندا رهندا آهن. کين خبر هوندي آهي ته قاتل مرڪ جي هٿيار سان مرندو آهي. کلڻ يا مرڪڻ زندگي جي زبردست علامت آهي ۽ انسان زندگي سان پيار ڪندا آهن وري پيار جي ڏوهه ۾ قتل به ٿيندا آهن.

هي قتل گاهه آهي، هتي انسانن کي بنا ڪو ڏوهه پيدائش جي قتل ڪيو ويندو آهي. اهڙن انسانن ۾ نوان ڄاول ٻار به شامل آهن، کين ماءُ جي ڇاتي کان زوري پري ڪري نڙيءَ تي ننهن ڏنو ويندو آهي. مائرن کي پنهنجي اکين تي اعتبار نه ايندو آهي ته کين ائين به قتل ڪيو ويندو، سندن

جگر جي ٽڪرن کي ڪائنن ڏارَ ڪيو ويندو. اهي پڪارينديون رهنديون آهن. پنهنجي اندر ۾ گهرا زخم محسوس ڪنديون آهن. جڏهن هو خاموش ٿينديون آهن. ته سموري جهان جي ٻچڙن لاءِ دعا گهرنديون آهن.

بهرحال ٻچڙن جو قتلام جاري رهندو آهي. گهوٽن کي رت سان وهنجاريو ويندو آهي ۽ ڪنواريون روئي نه سگهنديون آهن. ڪنوارين جو قتل به ٿيندو آهي. ڪين ڪنوار بدران ڪاري سڏيو ويندو آهي، ڪڏهن ڪڏهن ڪنوار کي قتل ڪرڻ ۾ دير ڪئي ويندي آهي ته برادري وارا ڪاوڙجي پوندا آهن ۽ ڪنوار کي جلد قتل ڪرڻ جو مطالبو ڪندا آهن، ڪنوارينهنجي واري جو انتظار ڪندي آهي. نيٺ ڪيس ڪاري سڏي ڪنو ويندو آهي.

هتي اهڙيون ڪاريون تمام گهڻيون هونديون آهن جڏهن به ڪا ماءُ ڪنهن ڪنوار کي جٽيندي آهي ته اداس ٿي ويندي آهي ڇو ته ڪيس خبر هوني آهي ته ڪنوار کي ڪاري سڏيو ويندو.

ڪنهن کي ڪاري سڏي ڪنو وڃي. باغي سڏي ختم ڪيو وڃي يا ڏوهاري سڏي ماريو وڃي. بهرحال اهو قتل آهي ۽ قتل هن قتل گاهه جي وڏي ۾ وڏي روايت آهي ڇو ته وقت جو هر يزيد قتل ڪرڻ جو هيراڪ رهيو آهي.

هن قتل گاهه به ڪي زمانا گذاريا آهن. اڄ صدي کن اڳ هن قتل گاهه جو نالو هڪڙو هو اڄ ٻئي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. هونئن نالي سان ڪو خاص فرق نه پوندو آهي. گهڻن ماڻهن کي اها خبر آهي. نالو پاڪ هجي يا پليت، قتل جي روايت برقرار آهي. قاتلن جي بادشاهي پڻ برقرار آهي. هتي ننڍا وڏا قاتل ٿيندا آهن، ڪي سئو ماڻهن جا ته ڪي هزار ماڻهن جاقاتل ان حساب سان سندن عهدا به ننڍا وڏا هوندا آهن- ڪن کي ننڍا هٿيار هوندا آهن ڪن کي وڏا. هڪڙن کي هڪ نموني جا ڪپڙا هوندا ته ٻين کي ٻئي نموني جي پوشاڪ هوندي آهي. هو هٿياربند به ٿين ٿا ته پوشاڪ بند پڻ.

ڪنهن قتل کي جائز يا ناجائز چوڻ وارا قاضي پڻ هتي آهن. وڏي دلچسپي جي ڳالهه هي آهي ته هتي قتل توڙي قتلام جا قانون پڻ ناهيا، لکيا ۽ پڙهيا ويندا آهن. يعني قتل ڪرڻ لاءِ به قانون آهي. ڪن کي ڦاسي

ڏئي ته ڪن جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري قتل ڪيو ويندو آهي. ڪنهن کي ڦاهي چاڙهيو ويندو آهي ته ڪنهن کي ٻڪيا ٻڪيا ڪري ختم ڪبو آهي. ته ڪنهن کي رڳو خنجر هڻي پورو ڪبو آهي. پر اهڙن قانونن جي چار کي ڇڏي ڏيڻ گهرجي ڇو ته قتل بهرحال قتل آهي. قتل گاهه جي قانون ۽ روايتن هيٺ قتل جي نمائش پڻ ٿيندي آهي. ڪڏهن ان نمائش ۾ وڏو جشن پڻ ملهايو ويندو آهي ڪڏهن سادي خوشي ڪئي ويندي آهي. تماشبين ماڻهن کي قتل ٿيندي ڏسندا آهن جن مان چند اهڙا به هوندا آهن، جن جي اکين ۾ لڙڪ اچي ويندا آهن. انهن مان ڪي اهڙا به هوندا آهن جيڪي، قتل ڪرڻ وارن کي غلط يا ڏوهي چوندا آهن ايئن چوڻ وارن کي پڻ واجب القتل سڏيو ويندو آهي. جيڪي واجب القتل هوندا آهن سي هڪ ته انسان هوندا آهن ٻيو ته انهن جي وڏي سچائپ محبت هوندي آهي. اصل ۾ محبت ئي انهن جو اهڙو ڏوهه آهي. جنهن ڪري هو قتل ڪيا ويندا آهن.

هن قتل گاهه ۾ قاتل پاڻ کي جمهوري سڏائيندا آهن ۽ مذهبي به چورائيندا آهن. ۽ حق پرست به- پر سڀ کان وڏيڪ حيرت جي ڳالهه ته ڪين انسان به سڏيو ويندو آهي. هن مقتل جا مالڪ پنهنجون ٻوتاڙيون تبديل ڪندا رهندا آهن ته جيئن ڪو اصل ٻوتاڙي نه سڃاڻي وٺي!

هم سي قاتل ڪي خال وخد پوڇو!
هم ني مقتل ۾ شب گذاري هي.



# ڪراچي ۾ طالبان جي پهرين هڙتال

ڪرم علي شاهه ”ڪرم“

ڪراچي ۾ عالمن جي قتل خلاف تازو ٿيل هڙتال ذهن جي اسڪرين تي ڪيترائي سوال پئدا ڪيا، ڇو ته ان هڙتال دوران شهر جي مختلف هنڌن تي جيڪي احتجاجي ڏيک نظر اچي رهيا هئا. انهن مان ائين پئي لڳو ڄڻ ته طالبان افغانستان مان ڪراچي احتجاج ڪرڻ آيا هجن!

احتجاج ڪندڙن جي اڪثريت پٺاڻن جي هئي، جن ۾ خاص ڪري افغاني پٺاڻن جو وڏو انگ هو، اوچتو ئي اوچتو سمورا مولوي هزارن جي تعداد ۾ شهر جي رستن تي نظر آيا ۽ ٽائر ساڙڻ سان گڏ هو گاڏين تي پٿراءُ به ڪري رهيا هئا. جيڪا هڪ غير متوقع صورتحال لڳي رهي هئي، ڇو ته اڳ رڳو شهر ۾ اردو ڳالهائيندڙن جون اهڙيون احتجاجي ڪارروايون ٿينديون هيون، پر هن ڀيري پٺاڻن جي اڪثريت جي رستن تي نڪري اچڻ ڪابل جو ڏيک ڏئي ڇڏيو. ڪراچي ۾ جتي ڏينهون

ڏينهن افغانين جي تعداد ۾ واڌ ٿيندي پئي وڃي. هاڻ لڳي ٿو ته مذهب جي بنياد تي ڀڃائڻ طرفان اهڙين هڙتالن جي شروعات ٿي وئي آهي ۽ هاڻ جيڪڏهن نه رڳو ڪراچي ۾ پرملڪ جي ڪنهن به حصي ۾ ڪو مذهبي معاملو پئدا ٿيو ته ڪراچي ان جي سخت لپيٽ ۾ اچي ويندو ۽ پر تشدد هڙتال جو ان نئين تجربي ڪيترن ئي معنائن کي جنم ڏنو آهي.

لڳي ٿو ته هاڻ سنڌ جي ان راڄڌاني ۾ طالبان به پنهنجا جوهر ڏيکارڻ وارا آهن ۽ اتان ڪان ملڪ کي يرغمال بنائڻ جي لاءِ پهريون تجربو ٿي چڪو آهي، جو ته بظاهر بنوري ٽائون جي علمائن جي قتل جو ڪو جواز نظر نه ٿو اچي. بريلوي، سنين واري جهڳڙي جي ته ڳالهه ڪئي وڃي ٿي، پر ان ڳالهه ۾ ڪو وزن نٿو لڳي، ائين لڳي ٿو ته ڪٿي هڙتال جو اهڙو تجربو ڪرڻ لاءِ علمائن کي قتل ته نه ڪرايو ويو آهي. بهرحال تازي هڙتال اهو به ٻڌائي ڇڏيو آهي ته ڪراچي ۾ صرف اردو ڳالهائيندڙ ئي نه پر مذهبي ماڻهو به ڪامياب هڙتالون ڪرائڻ جي سگهه رکن ٿا، جن ۾ گهٽائي ڀڃائڻ جي آهي. تازي هڙتال ان مذهبي جماعت طرفان ڪرائي وئي آهي، جنهن جو تعلق فضل الرحمان جي ”جي يو آءِ“ سان آهي، جنهن بابت چيو ويندو آهي ته اهائي جماعت افغانستان ۾ طالبان جي روپ ۾ وڙهي رهي آهي. ملڪ ۾ سپاهه صحابه ۽ تحريڪ جعفريه جو جهيڙو ته مشهور هو، پر اوچتو ئي اوچتو جي يو آءِ سان تعلق رکندڙ ماڻهن جو قتل ٿيڻ جو سبب سمجهه ۾ نه ٿو اچي.

٧ نومبر واري ان هڙتال دوران پٿراءُ، روڊ بلاڪ ڪرڻ ۽ ٽائرن کي باهيون ڏيڻ وارا سمورا واقعا پوليس جي موجودگي ۾ ٿيا ۽ پوليس ڪنهن به قسم جي مداخلت نه ڪئي ۽ ائين لڳي رهيو هو ته ڄڻ پوليس پرتشدد احتجاجن جي حفاظت لاءِ بيٺل هجي، جڏهن ته جڏهن به هڙتالون ٿينديون آهن، پوليس ۽ رينجرز کي شهر جي مختلف حصن ۾ مقرر ڪيو ويندو آهي، پرهن ڀيري نالي ماتر پوليس ۽ رينجرز جا جٿا مقرر ڪيا ويا، ڪيترن ئي وڏن چونڪن تي رينجرز ۽ پوليس مقرر نه هئي. ان ڪان اڳ علمائن جي قتل واري ڏينهن تي جڏهن گرومندر واري علائقي ۾ بس بئنڪن کي باهيون ڏنيون ويون ۽ هڪ نوجوان کي ماريو ويو، تڏهن به پوليس ۽ رينجرز گهٽو پري رهي ۽ احتجاجين کي جيئن وڻيو پئي تيئن

ڪيائون. اهڙي بظاهر نه سمجھ ۾ ايندڙ صورتحال يقيناً ويجهي مستقبل ۾ ڪراچي کي هڪ ٻئي تشدد جي اوڙاهه ۾ وجهڻ جي هڪ نئين شروعات نظر اچي ٿي ۽ طالبان جي ان نعري کي به تقويت ملي ٿي ته "ڪابل کان پوءِ ايندڙ ٽارگيٽ" بعد" پاڪستان. شايد جنهن جي شروعات ڪراچي کان ڪئي پئي وڃي. اڄ ٽائر سڙڻ، گاڏين تي پٿراءُ ٿيڻ، دڪانن کي باهيون ڏيڻ ۽ هوائي فائرنگ جا واقعا ٿيا آهن. يقينن سياڻي اهي پنهنجي مولانا جهاد في سبيل الله جي نالي راڪيٽن جي استعمال ۾ دير نه ڪندا ۽ ائين انتظاميا کي بليڪ ميل ڪري ڪراچي کي پنهنجي مرضي هلائڻ چاهيندا. ملڪي حڪمرانن کي گهرجي ته هو اڪ پٽن ۽ سياڻي جي طالبان جي پٺي تي ڪن مخصوص مقصدن خاطر شفقت ڀريو هٿ رکڻ ۽ مولوي سڳورن کي صبر جي تلقين ڪري علمائن جي قاتلن کي سنجيدگيءَ سان وائکو ڪن، نه ته ڪراچي ۽ پوءِ سڄي ملڪ ۾ بارود جي بوءِ ۾ انساني رت جو وهڻ يقني ٿي پوندو. جنهن تي پوءِ ڪير به ضابطو نه آڻي سگهندو. ايئن جيئن افغانستان لاءِ نوربرٽ هول به ڪجھ نه ڪري سگهيو.



# آبِ حيات ڏانهن وڌندڙ سنڌ جي جوانيءَ جو وزيراعظم کي خط

رزاق ڪٽي

جناب وزيراعظم صاحب:

هي خط شايد توهان تائين پهچي سگهي! يا هن ملڪ جي بيروزگار نوجوانن جي نوڪرين و ارين درخواستن وانگر دوري جي واپسي ڪان پوءِ هلندڙ گاڏيءَ مان اڇلايو وڃي. يا مڪمل طور هن خط بابت توهان کي ڪا آگاهي به حاصل نه ٿي سگهي. آئون اهي انومان ان ڪري ظاهر ڪري رهيو آهيان ته توهان جي هن ملڪ ۾ سڀ ڪجھ ممڪن آهي، سواءِ انصاف جي! اهو انصاف جيڪو اڄ زندگيءَ جي پهرين ۽ آخري تحرير تائين مون کي نه ملي سگهيو.

مون سمجهيو هو، ته لکڻ ڪو سولو ڪم آهي، پر ٻن ڏينهن کان لکندو ٿو اچان ۽ ٻيهر انهن لکيل ڪاغذن کي ڦاڙيندو ٿو اچان. پنهنجي

ڪنهن به لکت مان مطمئن ناهيان. مون کي ائين ثولجي ٿو ته هن وقت تائين جيڪي ٿيهارو ڪن لکيون مون ڦاڙيون آهن. اهي سڀ اڻپوريون ۽ بي معنيٰ هيون. هوبهو مون جيان.

ان ڪري هي اکر جڏهن آئون لکي رهيو آهيان، تڏهن پهرين اکر لکڻ کان اڳ اهو فيصلو ڪيو هئم ته هاڻ جيڪو ڪجهه لکندس اهو پهريون ۽ آخري ڪاغذ هوندو، جنهن کي ڦاڙڻ جو حق مون کان سواءِ هر ڪنهن کي هوندو. ڇاڪاڻ ته مون کان ته سسورا حق ڦريا ويا. جيڪڏهن اُهو آخري حق آئون پنهنجي پاڻ کان ڦري وٺان ته اُن ۾ ڪهڙي "اربا خطا" آهي. سو مون هن ڀيري به زندگي جي ٻين فيصلن جيان اهو فيصلو گهٽو سوچڻ سمجهڻ کان پوءِ ڪيو آهي. ڇاڪاڻ ته فيصلي جو حق مون کي قدرت طرفان مليو آهي، ان ڪري آئون ان ۾ ڪنهنجي به مداخلت برداشت ڪرڻ جو قائل ناهيان.

پيارا سائين!

جنهن سنڌ جي ڳالهه ڪندي توهان ۽ توهان جي ماڻهن جي زبان نٿي ٿڪجي، مان اُن جي ڪُک مان جنم ورتل ان جو هڪ اهڙو اڀاڳو پٽ آهيان. جنهن جو ڀاڳ، سدائين رقيب رهيو. ان ۾ شايد ڀاڳ جو ڏوهه نه به هجي. اهو ان ڪري ته هتي ڏنڊي جو راڄ آهي ۽ جنهن جي هٿ ۾ وڏو ڏنڊو آهي. اهوئي سڀ ڪجهه آهي. هن ملڪ ۾ تمام ٿورا ڏنڊا آهن، جيڪي نسل در نسل منتقل ٿيندا ٿا اچن، پر بدقسمتي سان اهي عيسيٰ مسيح جي ڏنڊي جهڙا ناهن، جنهن سان هو مردن کي جيئرو ڪندو هو. پر هي ڏنڊا جيئرن کي ماريندا آهن. جنهن جو آئون به ٿوري دير کان پوءِ شڪار ٿيڻ وارو آهيان ۽ منهنجو رت به اُن ڏنڊي تي لڳڻ وارو آهي. حيرت جهڙي ڳالهه ته اها آهي ته اُن ڏنڊي تي رت جو رنگ لڳندو به ناهي. اهو جڏهن پنيءَ تي لڳندو آهي ته واپسيءَ مهل پنيءَ تان چمڙي کي کوچيندو ويندو آهي، پر هن کي ڪو به داغ نه لڳندو آهي. اهو پنهنجي مالڪن جيان سدائين بي داغ رهيو آهي. بلڪل توهان وانگر....!

هر اکر توهان ڏانهن لکڻ جو مقصد اهو نه هو ته ڪو توهان انهن کي پڙهي پريشان ٿيو. منهنجو اهو به ارادو ناهي ته آئون پنهنجو داستان لکي توهان جي جاهه ۽ جلال ۾ ڪمي آڻيان ۽ توهان جي اندر ۾ درد ليئو پائي

سگهي. قطعي نه! مون کي نه اهو سوچڻو آهي ۽ نه سوچڻ جو ارادو آهي. درد ۽ حڪمراني ٻه الڳ الڳ شيون آهن. ظلم ۽ حڪمراني جو پري ڪان ٻه ڪو تعلق ناهي. ان ۾ ايترو فرق آهي، جيترو زمين ۽ آسمان ۾، جيترو مون ۾ ۽ توهان ۾! جيتوڻيڪ توهان جنهن گهر ۾ پيدا ٿيا آهيو، ان ۾ توهان جو ڪوبه ڪمال ناهي ۽ جنهن تڏي تي منهنجو جنم ٿيو آهي، اهو به ڪو اتفاق آهي. توهان جو ڪمال نه اُن ۾ هجي ها نه توهان منهنجي جاءِ تي پيدا ٿيو ها ۽ هينئر جنهن مرتبي تي آهيو، ان تي پهچي وڃو ها. پوءِ نه توهان جي پيشاني چمڻ اسان جو فرض هو. پر جن پيشانين تي پورهئي جو پگهر جيڪو ڪڏهوڪو سڪي چُڪو آهي. توهان جي پونيئرن انهن پورهيتن کي سندن اجورو اجا تائين ادا نه ڪيو آهي. اهو توهان جو دستور آهي، ڇا هزارين پورهيتن کي بيگار ۾ ورهائي تاج محل نهرائڻ کان پوءِ اُن عمارت کي پيار جهڙي مقدس جذبي سان مذاق سمجهان ٿو. هڪ اهڙي مذاق جيڪا ڪڏهن شاهجان ڪندو رهيو آهي ۽ ڪڏهن توهان ٿا ڪريو، پنهنجي قوم سان.....!

آئون هاڻ پنهنجي ان داستان ڏانهن موٽان ٿو، جيڪا سالن کان هن ملڪ جي ماڻهن مٿان ورهائجي پئي وڃي. ڪاله ڪو ٻيو هو، اڄ آئون آهيان ۽ سڀاڻي ڪو ٻيو هوندو ۽ جن ماڻهن انهن داستانن کي ورجايو آهي. اُهي به پنهنجا روپ مٽائيندا رهيا آهن. جيڪي اڄ آهن اُهي سڀاڻي نه هوندا. سڀاڻي هنن جي جاءِ تي ڪو ٻيو هوندو، جيڪو هنن جي اڄوڪي عمل کي جاري رکڻ جو عمل ڪندو.

آئون هن ملڪ جو هڪ باشعور فرد آهيان، باشعور پاڻ کي اُن ڪري ٿو سمجهان نه مون کي خبر آهي نه شعور وٽ لٺ نه هوندي آهي، مون کي فخر آهي، پنهنجي شعور تي نه آئون توهان سان سڌيءَ طرح مخاطب آهيان ۽ اهو شعور مون کي قلم ڏنو آهي، جنهن جي ذريعي اڄ هي داستان لکي رهيو آهيان.

منهنجو سنڌ جي هڪ ننڍي شهر ۾ هڪ گهر هو، جيڪو بيحد سڪون وارو هو ۽ آئون اُن گهر کي جنت سان ڀيٽ ان ڪري نٿو ڏئي سگهان نه آئون جنت ۾ رهيو ناهيان ۽ هاڻ جيڪو عمل آئون ڪندس، ان کان پوءِ ان جنت جا به مولوي صاحبن موجب مون مٿان دروازا بند ٿي

ويندا.

ها، سو سڪون واري گهر ۾ هڪ ننڍڙو خاندان زندگي گذاريندو هو، جنهن ۾ منهنجي زال، جيڪا زال هوندي به منهنجي معشوق ٿي رهي. سدائين گهر ۾داخل ٿيڻ وقت بهارن جهڙي مُرڪن سان منهنجو آڌرڀاءُ ڪندي هئي. هڪ پٽ ڀيجل، جيڪو گونگو آهي ۽ ڳالهائي نه سگهندو آهي، پر اهو سدائين هن جي هنج مان ٽپ ڏئي مون ڏي هليو ايندو هو ۽ هڪ پياءُ هو، جيڪو بي اي پاس ڪري ڪنهن سرڪاري نوڪري جي انتظار ۾ پنهنجا ڏينهن گهاري رهيو هو.

.... ۽ پوءِ جڏهن حڪمراني جو ڇٽ توهان جي مٿي تي رکيو ويو ته، مون به ٻين جيان ائين سمجهيو هو ته پڳهار وڌندو، ڪي قرض ملندا ته مزو اچي ويندو. پئسا گڏ ڪري رشوت ڏئي پياءُ جي نوڪري هٿ ڪري وٺبي، پر منهنجي ته خوابن جي ڀرم ئي ٽٽي ويو، جڏهن مون کي نوڪري مان ائين ڪڍيو ويو، جيئن آدم کي جنت مان ڪڍيو ويو هو، جنهن ڏينهن مون کي نوڪري مان تڙيو ويو، ان ڏينهن مون کي اهو احساس ٿيو هو ته هر آدم کي هڪ ڏينهن جنت مان نڪرڻو ئي پوندو آهي، دوزخ جهڙي دنيا ڏانهن وڃڻ لاءِ.....

نوڪري مان ڇا ڪڍيو ويس، ڄڻ سڀ ڪجهه تبديل ٿي ويو، ضرورتون جيڪي پوريون ٿينديون هيون، تن جو پورائو ختم ٿي ويو، ضرورت ڪهڙي ٻچڙي شيءِ آهي، اُن جو اندازو ته توهان کي به مخالف ڌر ۾ ويهڻ دوران ٿيو هوندو، ڇاڪاڻ ته توهان جي ضرورت حڪمراني آهي ۽ منهنجي ضرورت نوڪري، جيڪا مون کان کسجي چڪي آهي، ڏسو نه، اسان جي ۽ توهان جي ضرورت ۾ زمين آسمان جيترو فرق آهي.

جناب وزير اعظم صاحب!

منهنجي اها زال جيڪا سدائين بهارن جهڙي مرڪ سان دروازي ۾ داخل ٿيڻ وقت منهنجو آڌرڀاءُ ڪندي هئي، تنهن جي چپن تي پن ڇڻ جو راڄ ٿي ويو، هوءَ مڪمل طور ڪومائجي وئي، خوشين جا پن هن جي روح مان هڪ هڪ ٿي ڇڻي پيا، منهنجو گونگو ڀيجل پنهنجو روئڻ به وساري ويٺو ۽ بيروزگار پياءُ خرچي گهرڻ به ڇڏي ڏني. هڪ ڏينهن توهان جي رياست جي پوليس منهنجي پياءَ کي ڏاڙيل قرار ڏئي قتل ڪري

ڇڏيو. گهر ۾ ٻن ڏينهن جي ٻڪ ڪان پوءِ هو انڊيا جي ڪنهن فلم جي هيرو جيان خالي هٿين گهر مان نڪتو ۽ واعدو ڪري ويو ته هو ماني وٺي ايندو. پر هو جيئرو نه موٽي سگهيو. پوليس هن جو پيٽ گولين سان ڀري ڇڏيو. هن جي ڪفن دفن لاءِ پئسا گهربل هئا. پاڙي وارن مدد ڪئي، پر ڪجهه وقت ڪان پوءِ گهر جو سمورو سامان وڪٽي هن جي ڪفن ۽ دفن لاءِ ورتل قرض لاهڻو پيو.

انسان ته آخر انسان آهي، هو هلي هلي هڪ هنڌ ته نيٺ ٿڪجي پوي ٿو، سو ائين ئي ٿيو. گڏ جيئڻ ۽ گڏ مرڻ جا واعدا ڪرڻ واري منهنجي زال هڪ ڏينهن مون کي ڇڏي وئي. گهر موٽيس ته هن به هڪ خط لکيو هو، جيڪو منهنجي آخري ملڪيت آهي. هن ڪان منهنجي حالت ڏٺي نه ٿي، ۽ هن آپگهات ڪري ڇڏيو. گونگو ٻيجل پنهنجي مرده ماءُ جي جسم سان چنبڙيو رهيو، پر هو ڪري به ڇا ٿي سگهيو؟ هو جنهن دور ۾ پئدا ٿيو آهي، تڏهن وٽس نه ٻيجل جهڙو گلو اٿس ۽ نه ڪو راءِ ڏياچ.....! هو ويچارو ڪري ته ڇا ڪري!

هاڻ ڪروڙن ماڻهن جي هن سنڌ ۾ اڪيلو رهجي ويو آهيان، مون وٽ جيئڻ لاءِ هاڻ ڪابه معنيٰ. ڪو به مفهوم باقي نه رهيو آهي. جنهن ماڻهو تان هيتريون قيامتون گذري وڃن ته پوءِ باقي ڪهڙي قيامت آهي، جنهن جو انتظار ڪجي. آئون سمجهان ٿو ته اهڙيون قيامتون هن ملڪ ۾ ڪيترن ئي ماڻهن مٿان گذري چڪيون آهن. پر سمورا ماڻهو انهن قيامتن کي تقدير جو لکيو سمجهي قبول ڪندا رهيا آهن. ڀلا توهان ئي ٻڌايو ته خدا، جنهن سدائين پنهنجي مخلوق سان پيار ڪيو آهي. اهو ڪيئن ٿو پنهنجي تخليق کي ايذائي سگهي؟ هتي ته مخلوق ئي مخلوق جي دشمن آهي، پر اهي پنهنجا سمورا گناهه پنهنجي ئي خدا جي کاتي ۾ وجهي ٿي، ۽ چوي ٿي اهو "رب جو حڪم هو".

آئون سمجهان ٿو ته حالتن هٿان زخم کاڌل ماڻهن جي قتل تي وقت ئي پٽيون ٻڌندو آهي، پر مون وٽ هاڻ وقت ناهي. مون کان سڀ ڪجهه کسيو ويو آهي، صرف هڪ ٻيجل آهي. جيڪو سنڌ جيان سدائين بي زبان رهندو. پر هن منهنجي پيءُ جو لاش ڏٺو آهي. هن پنهنجي ماءُ جي آپگهات واري منظر کي اکين سان ڏٺو آهي. ان ڪري هن لاءِ هاڻ ان کان

وڏيڪ ڪوبہ ٻيو ڏکيو وقت نہ ايندو. آئون دعا ٿو ڪريان تہ اهو ٻوڙو ٻيجل وڏو ٿئي ۽ خدا هن جي هٿن ۾ ايتري طاقت ڏئي جو هو اقتدار جا ايوان لوڏي ڇڏي. هو ظالمن کان صدين جو حساب تہ نہ وٺي سگهندو. پر جيڪڏهن هڪ پل جو حساب وٺي ڇڏي تہ ڇڙ گناهن جو بار هلڪو ٿي پوندو ۽ روح کي آرام ملي سگهندو.

پيارا سائين!

هن تحرير جي آخري مرحلي ۾ آئون توهان کي پنهنجو فيصلو ٻڌائيندو هلان تہ مون توهان جي هن رياستي نظام کان بغاوت جو فيصلو ڪيو آهي ۽ احتجاج طور آپگهات ڪريان ٿو. مون کي زندگي کان نہ ڪا شڪايت آهي ۽ موت کان نہ ڪو ڊپ. زندگي کي جيڪو ڪجھ ڏيڻو هو. اهو هن ڏنو ۽ توهان جي حڪمراني ۾ مون کي جيڪو ڪجھ ملڻو هو. اهو مليو. توهان کان ٻيو ملي بہ ڇا ٿي سگهيو. ايترو ڪجھ ٿي وڃڻ کان پوءِ هاڻ مون کي شرم ٿو اچي تہ توهان جي حڪمراني ۾ زنده رهجي. اهڙي جيئڻ کان مري وڃڻ سئو دفعا بهتر آهي. گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي روح آڏو تہ ماٺهو شرمسار نہ هوندو. هونئن تہ زندگي سڄي ڄمار جو حساب گهري ٿي. پر ڇا ڪجي. جيڪڏهن ڪو پاڻ آڏو شرمسار هجي تہ هو ٻئي آڏو ڇا ڪنڌ ڪٺي سگهندو؟!

توهان جو هي نظام منهنجو قاتل آهي. مان تاريخ وٽ جيئري پنهنجي ايف آءِ آر داخل ٿو ڪرايان. تاريخ، جيڪا اسدائين بي رحم ٿيندي آهي ۽ هو انصاف ڪرڻ بہ ڄاڻي ٿي. ان ڪري انصاف جي ڪٽهڙي ۾ بيهڻ لاءِ تيار ٿيو. جيڪڏهن توهان جو وارو نہ آيو تہ پڪ توهان جو اولاد توهان جي بدران تاريخ جي ڪٽهڙي ۾ هوندو ۽ منهنجو ٻيجل انصاف جي ڪرسي تي هوندو. هو ئي منهنجي خون جو حساب توهان جي اولاد کان وٺندو. مان احتجاج طور توهان جي هن نظام خلاف بغاوت ٿو ڪريان ۽ ان بغاوت جي پهرين مرحلي ۾ مان پنهنجي جان ٿو ڏيان (۽ پوءِ هن باغي آپگهات ڪري ڇڏيو)

---

# سنڌي دانشورن جو بدلجندڙ تصور

صادق ٻرڙي

سنڌي ادبي سنگت ڪان اڳ سنڌي اديب ۽ دانشور انجمن ترقي پسند مصنفين سان پنهنجائپ ڪري هڪجهڙائي سبب لاڳاپيل هوندو هو. پر ترقي پسندن پاران پاڪستان جي قومي زبانن ۽ قومي تحريڪن خلاف جيڪو غير فطري هترادو ۽ هٺ نوڪئي بين الاقوامي پرولتاري ڪلچر جو ڍنڍورو ڪيو ويو ان ترقي پسندن ۽ سنڌي دانشورن ۾ وڇوٽيون وڌائي ڇڏيون هيون. سنڌي دانشورن ۽ ترقي پسندن جي قوم ۽ قوميت تي ٽينڊڙ نظرياتي ۽ فڪري بحث ۾ بدبختي سان ترقي پسند اها تشريح ڪئي ايندا هئا ته پاڪستان هڪ قوم آهي ۽ سنڌي پنجابي بلوچي ۽ پختون ان جون قوميتون آهن. ترقي پسندن جي ان تشريح سنڌي پڙهيل لکيل طبقي ۾ سندن علمي بي ايماني خلاف سخت ردعمل پيدا ڪيو ۽ سياسي ادب ۾ اهانشريح ڪتي به لاڳو نه پئي ٿي. نه وري ڪو اهڙو مثال ٿي مليو ۽ نه وري ان منطق ۾ ڪو تخليقي بنياد هو. وقت گذرڻ سان فڪري محاذ تي

جماعت اسلامي ۽ ترقي پسند سنڌي دانشور جي قومپرستانا ۽ محب وطن سوچ تي گڏجي حملا ڪرڻ ۾ مصروف هئا. فرق صرف ايترو هو ته جماعت اسلامي پاران اسلام ازم ۽ ترقي پسند پرولتاري بين الاقواميت جو نالو ونئي رهيا هئا. جڏهن ته سنڌي دانشور جي فڪر خلاف رياست جا سڀ ذريعا ريڊيو پاڪستان ۽ پي ٽي وي نظرئي پاڪستان مسلمان قوميت جي نعري هيٺ ڪم آندا ويا. پاڪستاني ترقي پسندن جي پرولتاري بين الاقواميت اصل ۾ سرمائيداري واري ڪاسمو پولٽينزم هئي. جنهن کي تاريخي ۽ حب الوطني وارو شعور رکندڙ سنڌي دانشور قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه هو.

جنرل ايوب ۽ جنرل ضياءَ جي حڪمراني دوران سنڌي دانشور ۽ رياست جي وچ ۾ تضاد گهٽو وڌي ويو. ان دوران سنڌي معاشرو ڌاري آبادي جي غير معمولي تعداد ۾ داخل ٿيڻ سبب تمام گهٽي گهٽ ٻوسٽ جو شڪار ٿي ويو ۽ ٻيو اختيارن جي مرڪزيت اسلام آباد ۾ ماضي جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ مرتڪز ٿي وئي هئي. ان صورتحال ۾ سنڌ ۽ ڌرتي سان وابستگي جو شعور وڌيڪ پختو ٿيو سنڌي دانشور سنڌين کي اقليت ۾ تبديل ڪرڻ واري سازش، سنڌي زبان ۽ ادب سان رياست پاران ٿيندڙ ڏاڍاين، ٻهارين کي حڪمرانن پاران گهرائڻ ۽ سنڌ جي وسيلن تي ٿيل قبضي خلاف پنهنجي تحريرن ۾ لاڳيتو احتجاج ڪندو رهيو. ساڳئي وقت سنڌي دانشور بنيادي انساني حقن ۽ عوام جي جمهوري حقن تي هنيل ڌاڙن تي پڻ احتجاج ڪندو رهيو. اهڙي طرح جنرل ضياءَ جي دور ۾ سنڌ ۽ اسلام آباد ۾ وڇوٽيون تمام گهٽيون وڌي ويون هيون. جنرل ضياءَ خلاف سنڌ ۾ هلندڙ جدوجهد قومي جمهوري جدوجهد جو روپ ونئي وئي هئي. سنڌي دانشور آمريت ۽ اسلام آباد جي مرڪزيت خلاف سنڌ ۾ جدوجهد جا پنيت ٻارڻ لاءِ پنهنجو پاڻ کي اربي ڇڏيو هو. جڏهن ته سنڌ جي قومپرست قيادت جنرل ضياءَ جي خلاف تحريڪ هلائڻ ۾ ڪا به دلچسپي نه ورتي هئي. پر سنڌ ۾ قومي جمهوري جدوجهد جي پيدا ٿيل ڌاري قومپرست قيادت کي پٺتي هٽڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو هو. اهڙي طرح سنڌي دانشور ون يونٽ دوران سنڌ تي آيل مصيبت خلاف جيڪو پنهنجو قومي ڪردار نڀايو هو اهو جنرل ضيا جي دؤر ۾ مڙهيل آمريت

خلاف ٿيندڙ جدوجهد ۾ هنن وڏيڪ زوردار طريقي سان ورجايو هو.

جنرل ضياءَ ان جو جواب ڏاڍي خطرناڪ انداز ۾ ڏنو. سنڌ جون سرحدون هندستانين برمين، بهارين، بنگالين، افغانين، پنجابين ۽ پٺاڻن وغيره لاءِ کولي سنڌ کي بين الاقوامي يتيم خانو بنائي ڇڏيو. ايم ڪيو ايم کي وجود ۾ آڻي سنڌ جي تاريخي بنياد رکندڙ قومپرست تحريڪ جي مقابلي ۾ هٿ ٺوڪئي مهاجر قوميت جو تصور اڀاري مڪاني ادارن جون چونڊون ڪرائي سنڌ جي ڪراچي حيدرآباد ۽ سکر جهڙن شهرن ۾ غير سنڌي ميئر چونڊائي دنيا کي اهو ثابت ڪيو ته سنڌ ۾ سنڌي ٿورائي ۾ مهاجر گهڻائي ۾ آهن نه رڳو ايترو پر مهاجر قوميت جي بنياد تي ٺهندڙ تنظيم کي وحشي دهشتگرد تنظيم جو روپ ڏئي سنڌين کي هيسائڻ ۽ ڊيچارڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪئي. اها جنرل ضياءَ جي شروع ڪيل راند اڃا جاري آهي.

اها صورتحال محمد خان جوڻيجي جي هڪ دفعو ۽ بينظير ڀٽو جي ٻه دفعا وزيراعظم ٿيڻ جي باوجود تبديل نه ٿي سگهي آهي. بينظير ڀٽو کي وزيراعظم جي عهدي تان هٽائڻ لاءِ ٻئي ڀيرا ايم ڪيو ايم جو ڪارڊ بنيادي ڪارڊ طور استعمال ڪيو ويو. ايم ڪيو ايم هر ڀيري اها ڪوشش ڪندي رهي ته مرڪز ۾ غير سنڌي وزيراعظم اچي ۽ سنڌ ۾ وڏ وزارت ڪيس ملي. چاڪاڻ ته غير سنڌي وزيراعظم جو اهو مسئلو نه آهي ته سنڌي اقليت تبديل ۾ ٿين ٿا يا نه، ٻهاري گهرائڻ سان ڪو سنڌين کي نقصان پهچندو يا نه. سنڌين کي نوڪريون ملنديون يا نه. ان روين سبب سنڌي دانشور اسلام آباد کان پنهنجو پاڻ کي هميشه پري رکيو.

اڄ سنڌي دانشور جي بدلجندڙ ڪردار جو دهل وڏي شور سان وڄايو پيو وڃي. ان سلسلي ۾ اهو ٻه چيو پيو وڃي ته سنڌين جي اقليت ۾ تبديل ٿيڻ سنڌ جي وجود جي سلامتي ڪالاباغ ڊيم سنڌي ٻولي ۽ ادب. بهارين جو مسئلو ۽ سنڌي قومپرستي اهي سڀ مدي خارج ڳالهيون آهن. اڄو ته پنجاب جي سرمائيدار وزيراعظم جي قيادت ۾ سنڌ ۽ جاگيرداري جو خاتمو آڻيو ڇڏيو. سنڌ ۾ جاگيرداري جو خاتمو سنڌ جي خوشحالي ۽ آزادي لاءِ الهه دين جو چراغ ثابت ٿيندو.

سنڌي دانشور کي اهو باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي ته

سنڌي سنڌين جا سڄڻ نه آهن پر ڌاريا سرمائيدار ۽ لسانيت پرست انهن جا سڄڻ آهن. الطاف حسين ۽ نواز شريف جي قيادت ۾ سنڌ ۾ خوشحالي ٿيندي. نواز شريف جي قيادت ۾ ڪراچي جو سرمائيدار سنڌين بلوچن ۽ مقامي ماڻهن جا ڪارخانن ۾ روزگار جا دروازا بند ڪري سستي پورهيت طور بنگالين، برمين، پناڻن ۽ پنجابين وغيره انهن لاءِ کولي ڇڏيندو. اعجاز شفيع ۽ ڪئپٽن حليم صديقي جي بنگالين ۽ برمين خلاف بينظير ڀٽو حڪومت پاران هلايل مهم کي روڪڻ ۾ ادا ڪيل ڪردار کي هر هنڌ ساراهيو پيو وڃي ۽ چيو پيو وڃي ته ٻنهي شخصيتن جاگيرداري خلاف يادگار ۽ تاريخي جدوجهد ڪئي هئي. اهڙي طرح سنڌي سرمائيدار کي ختم ڪرڻ کان پوءِ سنڌي پورهيت ٻه نه هوندو ته سرمائيداري لاءِ سنڌ ۾ ميدان هموار ٿي ويندو!

سنڌي سنڌين جا نه پر ڌاريا سنڌين جا سڄڻ آهن واري سوچ جو زهر سنڌ ۾ پکيڙي سنڌي قومپرستي ۽ حب الوطني جي شعور کي مڌو ڪري پاڪستان جي قومي سلامتي تي يقيني بنائڻ جا فرض پراڻي ترقي پسندن ۽ ڪامريڊن مير ٿيٻي کي سونپيا ويا آهن. ڇاڪاڻ ته پاڪستان جي واڳ ڌڻين جي نظر ۾ قومي سلامتي لاءِ سنڌي وڏو خطرو بڻيل آهن. ان ڪري قومي سلامتي جي اها تقاضا آهي ته سنڌ ۾ اهڙي دانشور ليگ يا انٽليڪچوئل ليگ جوڙي وڃي جيڪا سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن تي چپ سبي ويهي ۽ صرف جاگيرداري جاگيرداري جو دور ڪندي رهي.

اسان جون اکيون اهو منظر ٻه ڏسنديون رهيون آهن ته پنجاب جي سرمائيدار وزيراعظم سنڌ جي ڪوڙهي کان ڪوڙهي جاگيردار جي ٻه چاپلوسي ڪرڻ ۾ دير نه ڪئي آهي رڳو ان ڪري ته هو سندس پارٽي ۾ شامل ٿئي. هاڻي اسان اهو ٻه ڏسي رهيا آهيون ته سنڌ جي ٻيٽي جاگيردار ڪراچي جا لسانيات پرست ۽ پنجاب جو قومپرست پنجابي سرمائيدار سنڌي قومپرستي جي شعور جي نڙي تي لت ڏئي سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن تي سنڌي وچولي طبقي جي متحرڪ سياسي ۽ فڪري اوسر کي ڪيئن ٿو ختم ڪري ۽ سنڌ ۾ جاگيرداري جو خاتمو آڻي. جاگيرداري جي خاتمي جو عجيب طريقو آهي جو ان قوم جي وچولي طبقي جو شعور جو انت آندو وڃي.

پاڻ وٽ آهي روڪڙو جواب



# يزيدي ڪلچر ۽ امام حسين ع

## ڪامريڊ مير محمد ٽالپر

** هڪ صاحب قلهڏني کان پڇيو آهي ته هن سماج ۾ گهڻو بي ايمان ڪهڙو ماڻهو آهي؟

* منهنجا صاحب رب جي نوازش آهي هتي بي ايمانن جون ريلون پريون پيون آهن- منهنجي خيال ۾ هن سماج ۾ اقتدار جي حوس وارو ۽ دولت گڏ ڪرڻ جي حوس وارو ماڻهو ۽ درجه اول جو وي آءِ پي بي ايمان آهي. رڳو هتي چڱي ريت نظر دوڙائي ڏسو ته خبر پئجي ويندي.

** هڪ صاحب وارهه کان پڇيو آهي ته هن جهان ۾ خدا جي خوف وارو ڪهڙو انسان آهي؟

* منهنجا صاحب ڪامريڊ جي سروي ڪيل آهي ته هر مسڪين خدا جي خوف وارو آهي، ڇو ته هو ڪنهن تي به ڏاڍ ڪونه ٿو ڪري.

** هڪ صاحب گڏاپ کان پڇيو آهي ته اسلام ۾ وي آءِ پي ڪلچر

آهي؟

* منهنجا صاحب اسلام ۾ وي آءِ پي ڪلچر تي لعنت آهي. يزيد جو وي آءِ پي ڪلچر هو، باقي امام حضرت حسين ع ابن علي ع جو وي آءِ پي ڪلچر ڪونه هو ڇو ته وي آءِ پي ڪلچر واري لاءِ شهادت جو موت نه آهي. اهو مٿن پيشابن وگهي مرندو.

** هڪ صاحب جراڙي ڪان پڇيو آهي ته ٻڌو ويو آهي ته فنڪشنل مسلم ليگ جو اڳواڻ پير صاحب پاڳارو ملڪ جو سربراهه ٿيندو ته پوءِ ملڪ جو گاڏو هلندو؟

* منهنجا صاحب پير سائين بادشاهه آهي سنس گهر ٻه تاراج ٿي ويو طلاقن جي ڪري، باقي ملڪ کي ڪيئن هلائيندو پوءِ شايد پاڪستان ٻه طلاقن جي حوالي نه ٿئي!

** هڪ صاحب ڪنري ڪان پڇيو آهي ته سنڌ جي هاري جي قسمت ڪير بدلائيندو؟

* منهنجا صاحب هينئر هاري جا ڪيترا دوست پيدا ٿيا آهن، عوامي پارٽي وارو وشنومل شايد هارين جي قسمت کي جاڳائي وجهي.

** هڪ صاحب مريد سپئي ڪان پڇيو آهي ته ملڪ ۾ مضبوط لابي ڪنهن جي آهي؟

* منهنجا صاحب مضبوط لابي ڪاموري جي آهي.

** هڪ صاحب سن ڪان پڇيو آهي ته سنڌ کي هڏ ڏوڪي ليڊر ڪڏهن ملندو؟

* منهنجا صاحب اوهان ڏٺو آهي ته هتي ڪنهن ليڊر جي ورسي يا ڪو جلسو ٿيندو آهي ته ان پنڊال ۾ هڪڙا صاحب عاليشان لباس ۾ سينگاريل اسٽيج تي پنهنجي اڳيان ولايتي سگريٽ رکيو ويٺا هوندا آهن ٻيا سون ۽ هزارن جي تعداد ۾ زمين تي ويٺا هوندا آهن ويچارا منهن ڪٽيو جيڪي رڳو تاڙيون وڄائين ٿا. انهن مان مون ڪنهن کي اسٽيج تي ويٺل ڪونه ڏٺو آهي نڪو اسٽيج تي ويٺلن کي زمين تي ويهندو ڏٺو- هڏ ڏوڪي سنڌ کي تڏهن ملندو جڏهن پٽ وارا اسٽيج تي ويهندا ۽ اسٽيج وارا زمين تي ويهي تاڙيون وڄائيندا. باقي جيسين اهو گاڏو هلندو رهندو، هڏ ڏوڪي ليڊر

ڪونہ ملندو.

❊❊ هڪ صاحب ٽنڊي مير محمد حيدرآباد کان پڇيو آهي تہ تازو هتي مرحوم مير علي احمد خان ٽالپر ۽ سنڌس ڀاءُ مرحوم مير رسول بخش خان ٽالپر جن جي ورسي هنن جي اولاد مسلم ليگ جي جهنڊي جي سائي ۾ ملهائي آهي. واقعي مرحوم مير برادران مسلم ليگي هئا؟

❊ منهنجا صاحب منهنجي مير صاحبان سان قديمي نيازمندي آهي. ٻئي ڀائر مير علي احمد خان ۽ مير رسول بخش خان مسلم ليگي ڪونہ هئا اهي ليگ دشمن هئا. هنن جي اولاد ميرحيدر ٽالپر ۽ مير رفيق ٽالپر جن جي مت ڪسي آهي جيڪي پنهنجن مائٽن جا روح رنجائي رهيا آهن. مرحوم مير صاحب ڳاڙهي رنگ انقلابي جهنڊي جا پوڄاري هئا پر ليگ جي سائي جهنڊي سان انهن جي ڪابہ محبت ڪانہ هئي، اها آئون سؤٽڪا خاطري ڏيان ٿو. مڙئي ميرن صاحبن جو اولاد سرڪاري خوشنودي چاهي ٿو پر اها انهن لاءِ خواري آهي.

❊❊ هڪ صاحب علي پور بدين کان پڇيو آهي تہ وزيراعظم نواز شريف پاڻي جي فوجي سربراهہ کي بي ايماني جي بنياد تي نوڪري مان ڪڍي ڇڏيو آهي اهو قدم سهي آهي؟

❊ منهنجا صاحب وزيراعظم جو اهو قدم مردانہ قدم آهي، اهو رڳو نيوي وارو صاحب اهڙو بدعنوان ڪونهي پرهتي ڪيترن وردي وارن صاحبن ملڪ کان ٻاهر ڪروڙن جون ملڪيتون ناهيون آهن انهن جو بہ جلد احتساب ٿيڻ گهرجي پوءِ واهہ واهہ ٿيندي.

❊❊ هڪ صاحب ٽالپر وڏا کان پڇيو آهي تہ وزيراعظم نوازشريف ڪشمير ۽ ٻين معاملن تي هندستان سان ناهہ ڪري ويندو؟

❊ منهنجا صاحب هندستان سان جي سمورا معاملا ڪشمير سميت حل ٿي وڃن پوءِ تہ سبحان الله پر هتي هندستان دشمن لابي مضبوط آهي. جيڪا هند دشمني تي پنهنجو سياسي دڪان چمڪايو ويٺي آهي. اهي ڪڏهن بہ نواز شريف کي هندستان سان برادرانہ ناهہ ڪرڻ ڪونہ ڏيندا پنجاب جو وڏو حصو ۽ ڊول سپاهين جو بہ وڏو حصو ان جي خلاف آهي ان ڪري اهو معاملو ڏاڍو ڏکيو ٿو نظر اچي. جي نوازشريف ان ۾

ڪامياب ويو ته پوءِ هيرو ٿي ويندو نه ته پوءِ اتفاق فائونڊري جو به خير ڪونه رهندو.

** هڪ صاحب ٽنڊي قيصر ڪان پڇيو آهي ته وزيراعظم مسٽر گجرال هندستان واري ڪشمير جي دوري تي چيو آهي ته ڪشمير هندستان جو اٽوٽ انگ آهي. اهو سهي آهي؟

* منهنجا صاحب مسٽر گجرال جو چوڻ سهي آهي، ٿر جي واري جون پٽون به پاڪستان جو اٽوٽ انگ آهن. اهي پاڪستان هندستان جي حوالي ڪندو؟ هرگز نه هندستان به ڪشمير تان هٿ ڪونه ڪڍندو. ان ڪري اها واويلا ڪرڻ درست نه آهي جيڪو آهي ان تي شڪر ڪريو، باقي معاملا مسٽر گجرال ڀلي نوازشريف سان طئي ڪري ته اهو بهتر ٿيندو.

** هڪ صاحب ڏنڊي ڪان پڇيو آهي ته تازو ڪراچي جيل جي دروازي تي به ڪارا ٻڪرا خيرات ڪيا ويا ته آصف زرداري کي آزادي ملي. ڇا ٻڪرن جي ڪهڻ سان آزادي ملي ٿي؟

* منهنجا صاحب اها خبر ۽ ٻڪرن جي تصوير به اخبار ۾ هئي. انهن ٻن ٻڪرن جي قرباني ڇا ڪندي. هاڻ شايد زرداري جا پاليل گهوڙا به آڻي ڪراچي جيل جي دروازي تي بوراق ڪندا. منهنجي خيال ۾ انهن ڪارنامن مان ڪجهه به نه ورندو. ٿورو ترسو جلد ڪير ۽ پاڻي جلد ڏار تي ويندا.

** هڪ صاحب ڏاني دل ڪان پڇيو آهي ته هن ملڪ ۾ مذهبي نفرتن جي بازار گرم آهي. روزانه ڪيترا قتل ٿين ٿا ان جو ڪو سدباب به آهي؟

* منهنجا صاحب مذهبي نفرت هتي ملن پکيڙي آهي. جيڪي پنهنجو جوڙيل شريعتون بيان ڪن ٿا. انهن ملن جون شريعتون، شريعت محمدي ناهن اهي سڀ اٽين ترميم واريون آهن. سدباب اهو آهي جو ڪو نر مسلمان پيدا ٿئي جو اهي اٽين ترمين وارين شريعتن جيپاڙ پٽي ۽ سچي شريعت محمدي لاڳو ڪري ته پوءِ تباهي ڪان بچي سگهبو.

** هڪ صاحب ميرپور بٺوري ڪان پڇيو آهي ته سجاول جا به شهري

نوجوان جيڪي اغوا ڪيا ويا آهن. اهي جلد بازياب ٿي ايندا. اها خاطري پوليس ڪرائي آهي ته واقعي اهي يرغمالي گهر ايندا؟

❊ منهنجا صاحب اها خاطري شيرازي وڏيرن جي آهي. خود شيرازي پوليس جا دلال آهن ڏسو ته ڇا ٿو ٿئي. وڏيرو سدائين پوليس جو دلال رهيو آهي. رب ڪري اهي مسڪين گهر اچن.

❊❊ هڪ صاحب مديجي ڪان پڇيو آهي ته رهبر سنڌ سائين جي ايم سيد مرحوم جي جاءِ نشين فرزند سيد امير حيدر شاهه صاحب ۽ پوءِ سيد جلال محمود شاهه صاحب جا پاڻ اختلاف ٿي ويا آهن ڇو؟

❊ منهنجا صاحب آئون رهبر سنڌ جي سڄي خاندان جو دعاگو ۽ نيازمند آهيان، مون کي پنهنجي بزرگ جيتري عزت ڏيندا آهن. هن وقت شايد سياسي اختلاف هوندو ڇو ته تازو سائين جي ورسي تي سيد امير حيدر شاهه کي به جيئي سنڌ قومي محاذ جو ميمبر بنايو ويو آهي ورسي جي اجيان واري تقرير ۾ به سيد امير حيدر شاهه سنڌ سان پنجاب ۽ پنجابين جي ڏاداين تي خوب لتاڙ وڌي. سيد جلال محمود شاهه صاحب جن سنڌ اسيمبلي جا ڊپٽي اسپيڪر آهن، مرڪزي سرڪار سان گوڏو ڏيو ويٺا آهن. جي اختلاف آهي ته اهو هوندو- آئون ننڍڙي سائين کي استدعا ڪندس ته اوهان سيني جي انهيءَ ۾ عزت آهي ته وڏي رهبر سنڌ واري سائين جي وات هلو، ان جو ڏيئو روشن رکو، جي اهي حال اوهان جا رهيا ته پوءِ اهو ڏيئو ڪنهن ٻئي گهر روشن ٿيندو ۽ اوهان تي ڪانگ ويهندا.

❊❊ هڪ صاحب سيتا ڪان پڇيو آهي ته ڪهڙا حق پرست هئا جن حق جو جهنڊو بلند ڪيو؟

❊ منهنجا صاحب خدا جي ڌرتي تي حق پرستن جي کوٽ نه رهي آهي. آئون صرف چند صاحبن جا نالا اوهان کي ٻڌايان ٿو شير خدا علي ع جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو هو، امام حسين ع ابن علي ع جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو هو، حضرت مخدوم بلاول عليه رحمت الله جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو هو، حضرت شاهه عنايت شهيد عليه رحمت جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو هو، عن الحق منصور جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو هو، شمس تبريز عليه رحمت جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو هو، حضرت سرمد

شهيد جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو هو. حضرت شهيد ٽيپو سلطان جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو هو. ڪامريڊ لينن جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو هو. ڪامريڊ هوچي منه جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو هو. ڪامريڊ مائوزيتنگ جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو هو. رهبر سنڌ سائين جي ايم سيد جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو هو. باباءِ سنڌ حيدربخش جتوئي جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو هو. امام خميني جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو هو ۽ جيئرن ۾ لبيا جي صدر معمر قذافي جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو آهي. ڪيوبا جي صدر فيڊرل ڪاسترو جي هٿ ۾ حق جو جهنڊو آهي.

⁂ هڪ صاحب پياري لنڊ ڪان پڇيو آهي ته جيڪي وزير دوري تي اچن ٿا اهي استقبال ڪرائين ٿا پنهنجن دلال وڏيرن وٽ عاليشان دعوتون ڪائين ٿا وزيراعظم نوازشريف جي انهن حرڪتن ڪان منع آهي پوءِ ڇو؟

⁎ منهنجا صاحب وزيراعظم نوازشريف وٽ ريڊار لڳل ڪونهي جنهن تي ڏسي ته فلاڻو وزير جلوس پيو ڪڍائي ۽ ميمبرن جا مال پيو کائي.

ڏاتار نه تون ٻيا مڙئي مڱڻا

# شاهه لطيف جي شاعري ۾ عشق الاهي

نجم الدين ڪنڀر

حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي هڪ سچو باعمل ۽ موحد مسلمان هو. عشق الاهي ۽ محبت مصطفيٰ ﷺ ۾ ايڏو ته غرق ٿيل هو جو سڄي ڄمار پوري انسانيت کي وحده لاشريڪ سان عملي طور ڳنڍڻ لاءِ جتن ۽ جاکوڙ ڪندو رهيو. پنهنجي قول سان ماڻهن کي راهه رباني طرف سڏيندو رهيو. بنا رنگ، نسل ۽ مذهب ۽ اوچ نيچ جي حق جو پيغام هر ڪنهن تائين پهچائيندو رهيو پوري عمر دعوت الاهي جي تبليغ ڪندي گذاريائين. قرآن مجيد هميشه گڏ هوندو هئس، حقيقت ۾ جيڪڏهن ڏسجي ته عشق خدا وندي ڪان متاثر ٿيندي، پوري قرآن مجيد کي شاعري جي لفظن ۾ پروڙيو اٿس. ان لاءِ چيو اٿس ته:

"جي تو بيت ڀانيا سي آيتون آهن،
نيو من لائين پريان سندي پار ڏي."

شاهه ايمان، عقيدي ۽ عملي زندگي بابت عالم محمد ابراهيم

شاهواڻي لکي ٿو ته "شاهه هڪ سچو ۽ پڪو موحد مسلمان هو فرقه پرستي کان پري الله جي ياد ۾ شريعت جي پابندي ڪندي زندگي بسر ڪيائين، سماع ڪان سواءِ سندس ٻي ڪابه بدعت ڪونه ٿي ڏسجي جيڪڏهن ظاهري مسلماني پريئون نه پاڙي ها ته وقت جا مُلا ۽ مجتهد مٿس ضرور تعزيرو ڪن ها. شاهه صاحب روزا رکندو هو ۽ نمازون پڙهندو هو. مسجد پنهنجي هٿن سان پورهيو ڪري جوڙائي هئائين، تسبيح پڙهندو هو ۽ سيڪو ڪيس صوفي ٿو سڏي. ڪوبه صوفي تيسين سچو صوفي نه آهي جيسين شريعت جي پابندي نه ٿو ڪري. اڄڪلهه جو ٻنوڙائي يا ناٽا نوش ڪندڙ صوفي نه هو. (مقدمه ٢٨)

شاهه جي توحيد پرستي جو سڀ کان وڏيڪ شاهد سندس رسالو آهي جيڪو پوري جو پورو توحيد ۽ رسالت جي شاهدي سان ٽمٽار آهي جيڪڏهن ٻوڙهي نظر سان شاهه جي شاعري جو مطالعو ڪيو وڃي ته معلوم ٿيندو ته هر هر لفظ شاهه صاحب عشق الاهي کي پروڙيو آهي. ڪٿي عمر کي نفس سان مارئي کي روح سان عمر ڪوٽ کي هن دنيا سان ۽ ملير کي آخرت سان تشبيهه ڏيئي انسانيت جي روح (مارئي) کي نفس (عمر) جي دنيا (عمر ڪوٽ) مان نڪري آخرت (ملير) لاءِ اڪير ڏيکاري ٿو ته ڪٿي سهڻي کي سالڪ، ميهار کي مطلوب دريا جي هن پار کي هن جهان ۽ هن پار کي هو جهان، رات کي جهالت، ڪنيار کي مرشد، ڪچي گهڙي کي غير شريعي ڪم ۽ پڪي گهڙي کي شريعي ڪم. ڏم کي نفس سان تشبيهه ڏئي. سهڻي (طالب يا سالڪ) کي ميهار (مطلوب) سان ملڻ لاءِ مرشد (ڪنيار) کان شرعي حڪم (پڪو دلو) وٺي جهالت (رات) مان گذري هن دنيا (دريا جي هن پار) کان مٿي هن دنيا دريا جي هن پار) ۾ مطلوب سان ملڻ لاءِ ڏس ڏئي ٿو ته مٿان مرشد (ڪنيار) کان غير شرعي ڪم (ڪچو دلو) وٺي ان تي عمل ڪرڻ پاڻ فنا ٿي وڃي الله سان تعلق ڳنڍڻ لاءِ شريعت جي پابندي لازمي آهي. مطلب ته شاهه جي سيني سرن کي چٽائي ڏسو ته انسان کي الله سان ڳنڍڻ شاهه جو بنيادي مقصد نظر ايندو. شاهه انسان کي انسانيت جو درس ڏنو ۽ اهو پڻ ٻڌايائين ته جيئن خالق حقيقي جا حڪم پروڙي ان جي پوري اطاعت نه ڪبي تيسين انسانيت جي منزل تي پهچڻ ناممڪن آهي. شاهه فرمائي

ٿو تہ:

"ڪو مطالعو مون، هو جو ورق وصال جو،
تنهن ۾ تون هي تون، ٻي لات نہ لکي جيتري."

مطالعو اهو جيڪي منزل تي پهچائي ٻي مقصد۔ مطالعي مان وقت وڃائڻ ڪان سواءِ ٻيو ڇا ملندو. نيت جي سچائي ۽ دل جي ڪشش ڪان سواءِ ڪجھ بہ هٿ نہ ايندو جيئن شاهہ فرمائي ٿو تہ:

"پڙهيو تا پڙهن ڪڙهن ڪين قلب ۾،
پاٺان ڏوهہ چڙهن جيئن ورق وراين وترا."

شاهہ جي درس ۾ جيڪي محبت جا موتي پوپل آهن انهن کي چڱي طرح هينيءَ سان هنڊائي ۽ ان تي عمل ڪيو وڃي تہ جيڪر ٻئي جهان موچارا ٿي پون. شاهہ صاحب اطاعت الاهي ۽ سنت جي پيروي جو گهڻو تاڪيد ڪيو آهي. جيستائين آخري پيغمبر حضرت محمد ﷺ جن کي پوري طرح مڃي سندس ٻڌايل شريعت تي عمل نہ ٿو ڪيو وڃي. تيستائين توحيد جي دعويٰ جڻ اڌوري آهي، شاهہ فرمائي ٿو تہ:

"وحده لاشريڪ لہ جڏهن چيو جن،
تن مڃيو محمد ڪارڻي هيجان سان هنئين،
تڏهن منجهان تن اوتڙ ڪونہ اولئو."

شاهہ جي توڪل بہ عشق الاهي جو بهترين دليل آهي. هدايت يا گمراهي صرف ۽ صرف هڪ خدا جي هٿ آهي جنهن کي وٽي تنهن کي عزت ڏي. اعليٰ درجي پهچائي پوري جهان ۾ موچارو ڪري جنهن کي گهري تنهن کي هميشہ لاءِ ذليل خوار ۽ لعنتي بنائي ڇڏي جيئن شاهہ فرمايو تہ:

سوئي راهہ رد ڪري سوئي رهنما،
وتعز من تشا وتزل من تشاءَ."

شاهہ فرمائي ٿو تہ خداوند قدوس ۽ بندي وچ ۾ وڇوٽي آهي ئي ڪونہ. قادر مطلق ۽ سميع عليم هر جڳهہ هر وقت هر ڪنهن سان گڏ آهي. بقول قرآن مجيد تہ هو ساهہ جي رڳ کان بہ ويجهو آهي. شاهہ سنئون سڌو بندي جو مالڪ حقيقي سان رابطو ڪندي ٻڌائي ٿو تہ:

”ڏاتار ۾ مڱڻي ڪونه وسيلو وچ،
سائي تال تند جي سائي چارڻ چت،
جي هِت جي هُت، ته ڳالهه مڙيئي هڪڙي.“

جهڙي طرح انسان مالڪ حقيقي جي ڏنل نعمتن مان فائدو حاصل ڪري ٿو، اهڙي طرح انهن نعمتن جو شڪر ادا ڪرڻ ضروري آهي. جسم جي هر هڪ عضوي کان مالڪ جي مرضي مطابق ڪم وٺڻ حقيقي شڪر آهي. جيئن لطيف سائين فرمائي ٿو ته:

”اکيون سيئي ڏار جنهن سان پسين پرين کي،
ٻئي ڏانهن ڪين نهار گهڻو ريسارا سپرين.“

هيءَ دنيا آزمائش جو هنڌ آهي رب تعاليٰ جي منشا مطابق هت انسان کي ڪيئي مشڪلاتون ۽ مسئلا درپيش ايندا پر مڙني مصيبتن تي ثابت قدم رهڻ ۽ صرف هڪ مشڪل ڪشا ڏانهن واجهائڻ ڪامل بندي جي نشاني آهي. الله جي عشق جي زباني دعويٰ اڌوري آهي جيسين خداوند قدوس جي ٻڌايل حڪمن تي عمل ڪري دنيا جي هر در کان بي نياز ٿي صرف هڪ سالڪ حقيقي جو در جهلي انهي ۾ رب جي رضا آهي ۽ آخرت جا سک به اهڙي ٻانهي لاءِ آهن جيئن لطيف سرڪار فرمايو:

چاڪي وجين چو ٻيلي در ٻين جي،
وٺ ڪنجڪ ڪريم جي جڳ جو والي جو،
سوکو هوندو سو جنهن جو عشق الله سان.

جيڪي انسان پنهنجي مالڪ حقيقي جي در کي ڇڏي دنيا جي در جا چڪر لڳائين ٿا اهي پنهنجي هٿن جي ڪمائي جي ڪري هميشه ڏکن ۽ ڏولان ۾ گذارين ٿا. هر مصيبت ۽ پريشاني کان بچڻ لاءِ صرف مالڪ الملڪ در واجهائڻ گهرجي.

”ڏاتار ڏک ڪيا پاڻ متي مڱڻي،
تڏهن توبيا وچان ولها ڏينهڙا.“

شاهه صاحب دنيا جي هر مشڪل ۽ هر تڪليف ۾ صرف ۽ صرف هڪ مالڪ حقيقي دربار ٻاڏائڻ جي تلقين ڪري ٿو ڇو ته اهو ئي ساري ڪائنات ۾ هر مخلوق جو رزاق ۽ پالڻهار آهي. باقي دنيا جا در صرف شيطاني دوکو آهي. شاهه فرمائي ٿو ته:

"مڱ تنهن کان مڱڻا جو ڏهاڙي تو ڏي،
ڪوڙا در دنيا جا چاجڪ وڃين جي،
سيان توکي موتي ڏيندا منهن ۾."

حقيقت ڪي جيڪڏهن ڏسجي تہ ڏاتار صرف هڪڙو آهي باقي دنيا سڀ سوالي آهي. قرآن مجيد کي غور سان ڏسجي تہ چٽي طرح اهو بيان ٿيل آهي تہ ساري مخلوق هڪ خدا جي محتاج آهي. خداوند ڪنهن جو بہ محتاج ناهي. هو الله جل شان هو بي نياز ۽ بي پرواهہ بادشاهہ آهي. مخلوق تي ڪنهن وقت تائين تہ ڀلائي ڪري سگهي ٿي پر رب جي رحمت جو انت ئي ڪونهي جيئن لطيف فرمايو:

ڏاتار تہ تون ٻيا مڙيئي مڱڻا،
مينهن تہ مندائتا وسڻا سدا وسين تون،
جتي گهر اچين مون تہ ميريائي مان لهان."

رب العالمين کان سواءِ ڪوبہ ساٿي، همدرد، مددگار ۽ پرجهلو ناهي جيڪڏهن رب جي رحمت ذري دير لاءِ انسان تان هٽي وڃي تہ پوري ڪائنات جي سڄي مخلوق بہ ڪجھ بہ نٿي ڪري سگهي. ان لاءِ رب کان هر وقت رحمت ۽ مغفرت جي دعا گهرڻ گهرجي هر وقت زبان تي دل ۾ خيال ۽ صرف ۽ صرف هڪ ئي نالو جي جيڪو حقيقي حمد جي لائق آهي. شاهہ فرمائي ٿو تہ:

"مَ ڪر ڊول ڊلو ناتو نماڻين سين،
ڪونهي ڪميٽي جو بگر تو بلو،
تنهنجو نان نلو وٺيو ويٺي آهيان."

انسان خطاڪار ۽ گنهگار آهي، هر وقت رب جي رحمت ۽ مغفرت جو محتاج آهي. اهو مهربان پالڻهار ئي تہ آهي جيڪو هڪ انسان جا عيب ٻئي جي نظر کان بچايو اچي گناهہ جي اوگهڙ کان ڍڪي رکڻ صرف هڪ ستار جل جلال لہ جو ڪم آهي.

"ستر ڪر آئون اگهاڙي آهيان،
ڍڪين ڍڪڻهار ڏيئي پاند پناهہ جو."

صرف ظاهري مشڪل و صورت ۾ صوفياڻو انداز ڏيکارڻ، نالي ۽ لباس ۾ مسلماني ڏيکارڻ حقيقي مسلماني نہ آهي عمل جي پابندي سان

گڏوگڏ دل جي سچائي ضرور آهي ظاهر ۾ توحيد جو زبان سان بار بار اقرار ڪرڻ ۽ دل ۾ دنيا جا بت ويهارڻ بقول شاهه جي ابليس جا اهڃاڻ آهن. شرڪ ۽ توحيد هڪ دل ۾ ڪڏهن به نه گڏ ٿيندا. لطيف سرڪار فرمائي ٿو ته:

"ان پر نه ايمان جيئن ڪلمي گو ڪوٺائين،
دغا تنهنجي دل ۾ شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان اندر ۾ آذر آهين."

شاهه صاحب وڌيڪ فرمائي ٿو ته:

"منهن ۾ موسيٰ جهڙو اندر ۾ ابليس،
اهڙو خام خبيث ڪڏي ڪوه نه ڇڏيئن."

لطيف سرڪار ته هميشه پنهنجي قول ۽ فعل سان انسان جي ضمير کي بيدار ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪندو رهيو انسانن کي دنيا جي درن تان هٽائي هڪ حقيقي طرف اچڻ جي تلقين ڪندو رهيو، لطيف سائين جو مکيه مقصد هي هو ته:

"اکر پڙهه الف جو ورق سڀ وسار،
اندر تون پنان پڙهندين ڪيترا."

جيڪڏهن دل جي پاڪائي ۽ نيت جي سچائي سان پوري عالم جو مطالعو ڪجي ته هر شئي جو مرڪز هڪ نظر ايندو هر انسان اهو درس ڏئي ٿو. هر مخلوق ۾ اهو سبق سمويل آهي هر ڪتاب جي منشا هڪ آهي، جيئن شاهه صاحب فرمايو ته:

"ڪوڙين ڪتابن ۾ حرف مڙيوئي هيڪ،
جي تو نظر نيڪ ته بسم الله ئي بس ٿئي."

لطيف سائين جي ڏنل پيغام تي پوري طرح عمل ڪرڻ نه رڳو لطيف سرڪار جي محبت جي دعويٰ جو چٽو دليل آهي پر هن وقت جي اهم ضرورت آهي پوري ملڪ خاص ڪري سونهاري سنڌ ۾ شاهه جا عاشق ته گهڻيئي آهن پر حقيقي عاشق ڪو ڀوليو ليندو. جيڪڏهن صرف ميلن ۽ ملاکڙن لڳائڻ سان لطيف سرڪار جو روح راضي ٿئي ها ته سنڌ جي عظيم انسان اديب صحافي ۽ عالم دين مرحوم مولانا دين محمد وفائي پنهنجي ڪتاب تذڪرو مشاهير سنڌ ۾، پير رشيد الدين صاحب العلم

الثالث جو هي قصو نقل هرگز نہ ڪري ها. "هڪ ڀيري (حضرت رشيدالدين صاحب) شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي مقبري تي آيا. ٻاهر نڪري فرمايائون تہ شاهه صاحب اندر ڪونہ هو. سندس (شاهه صاحب جي) روح ٻاهر ملاقات ڪندي چيو تہ آئون هنن ٻتن ۽ نذرانن کان بيزار ٿي ٻاهر هليو ويو آهيان." (جلد٣_ ص٢١٤)

اڄڪلهہ هن نفسا نفسي جي دور ۾ شاهه جي پيغام کي دل و جان سان ويچاري پڙهڻ ۽ گهر گهر پهچائڻ جي سخت ضرورت آهي. عشق لطيف جي دعويٰ صرف "جيئي لطيف" چوڻ سان ادا نٿي ٿئي. شاهه جي ڏنل سبق تي عمل ڪرڻ سان موجوده معاشري جي ڪيترن ئي برائين کي ختم ڪري سگهجي ٿو. سنڌ سان ٿيندڙ ظلم ۽ زيادتيون، مشڪلاتون ۽ مصيبتون ماڻهن ۾ بدامني ۽ بيچيني، بي ديني ۽ شيطاني ماحول جو بنيادي سبب اسان انهن بزرگن خدا جي ولين ۽ درويشن جو حقيقي پيغام وساري خود انهن جي پوڄا پاٺ شروع ڪرڻ جي ڪري آهي. اسان جي ڌرتي جي درويشن هميشہ لاءِ انسان کي الله وحده سان ڳنڍڻ جو ڏس ڏنو پر اسان اڄ انهن جي ڏنل سبق کي وساري انهن درويشن کي پنهنجو رب بڻايو آهي. شاهه رح کان وٺي سچل رح تائين عثمان مروندي قلندر رح کان وٺي عبدالرحيم گروهوڙي تائين سمن سرڪار کان وٺي عبدالله شاهه اصحابي تائين، مخدوم هاشم ٺٽوي کانو ني وفائي مرحوم تائين هرڪنهن محبت جو درس ڏنو. انسانيت جو درس ڏنو، پيار ۽ شفقت جو درس ڏنو، توحيد ۽ رسالت جو درس ڏنو جيڪي بہ خدا جي دلين ۾ ولايت جو ايمان رکن ٿا ۽ عاشقي جي دعويٰ ڪن ٿا، تن سيني کي گذارش آهي، عرض آهي، اپيل آهي تہ خدارا جاهليت جي هن دور ۾ ٽڪيل انسان کي انهن محسنن جو پيغام پهچايو پنهنجي قول ۾ُ فعل سان انهن بزرگن جي روحن کي خوش رکو، عالم انسانيت جي بقاءَ ۽ آخرت جي چڱائي لاءِ پاڻ پتوڙيو، پيغام لطيف جي ڏيئي کي گهر گهر روشن ڪيو. اهو شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جو توهان ۽ اسان سيني تي حق آهي.



# تعليم جي تباهي ۽ ڪرپشن وارا ڪاروبار

## ڇا سنڌ هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس صاحب هن معاملي تي به ڪا Suo Moto ڪارروائي ڪندو؟

حاجي محمد رحيم ڪنير

صوبہ سنڌ جي تعليم بابت تيار ڪيل هڪ رپورٽ ڪنهن انگريزي روزنامہ ۾ شايع ٿي آهي. اهڙيون رپورٽون سنڌي اخبارن ۾ ڪئين ڀيرا شايع ٿيون ۽ هن وقت بہ شايع ٿينديون رهن ٿيون. ان لحاظ ڪان انگريزي روزنامي جي شايع ٿيل رپورٽ اڻ پوري آهي. اها بہ هن ريت آهي تہ صوبہ سنڌ ۾ ٢٩٣٢ پرائمري اسڪول ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ڪي پڙهائڻ لاءِ يا تہ بند آهن. يا ڪاغذن ۾ قائم آهن پر انهن جو وجود ڪونہ آهي. ٢٨٨ لاڙڪاڻي ضلع ۾ ۽ مني، حيدرآباد، بدين، عمر ڪوٽ، دادو، سانگهڙ

ضلعن ۾ اهڙا اسڪول ٻه ٻه سئو ڪان متي آهن. ميرپورخاص، جيڪب آباد، شڪارپور، خيرپور ضلعن ۾ هڪ هڪ سئو ڪان وڌيڪ اهڙا اسڪول آهن. ڪراچي جي پنجن ضلعن ۾ هڪ سئو ٻارنهن ڪاغذي اسڪول آهن. اها رپورٽ ١٩٩٦ع سال جي آهي. اهو پيپلز پارٽي حڪومت جو دور هو، پر سنڌ جي ٻهراڙين ۾ گهڻيون اسڪول عمارتون وڏيرن جون اوطاقون، زرعي جنسن جا ياندا، مال جا واڙا، ڪٿي ڪٿي اسان جي محافظ پوليس جا ٿاڻا آهن. گهڻن ڳوٺن ۾ ٻه ٻه ٽي اسڪولن جون عمارتون آهن. ساڳيءَ رپورٽ مطابق ٩٨٣١ اسڪول عمارتون مرمت لائق آهن. ڏهه هزار کان وڌيڪ پرائمري اسڪول بنا عمارتن جي آهن يا ته ڪکاين لانڍين ۽ وڻن هيٺان ويهي تعليم ڏني وڃي ٿي. ان رپورٽ کي پيانڪ ڇاڻايو ويو آهي. آئون پنهنجي ضلع سانگهڙ، عمر ڪوٽ ۽ ٿر ضلعن کان واقف آهيان، ان ڪري مذڪوره رپورٽ کي اٽپوري اڌوري چوندس! مذڪوره ضلعن ۾ ١٩٩٠ع کان پوءِ جهڙو ظلم زيادتي تعليم پرائمري سان ٿي آهي اهڙي شايد دنيا جي هڪ سئو پنجهتر ملڪن مان ڪنهن هڪ سان ٿيو هجي! انهن ضلعن مان اسان جي سب ڊويزن ڪپرو ۾ جهڙي بنيادي تعليم جي تباهي بند اسڪولن، اڻ پڙهيل ڪورن چٽ ماسترن، تعليمي فنڊن ۾ ڪرپشن، غير قانوني ڀرتيون، نقلي هٿراڏوڊ گريون جي پي فنڊن، بوگس سروس بڪن تي ڪنيل ائڊوانس رقمون اسڪولن لاءِ مليل فرنيچر جي وڪري، حيدرآباد ۽ ٻين شهرن ۾ تعليم پرائيندڙن جون پگهارون هر ماهه بلن ۾ ڪٽڻ، سياسي ورڪرن ۽ عهديدارن صحافي ماسترن ۽ ٻين بدعنوانين تحت ٿي آهي ان جو مثال دنيا ۾ نه ملندو.

هيڏي ساري ”انڌير نگري چرپٽ راجا“ تي لکڻ سو به سنڌي اخبارن ۾ هاٺي ته حياءَ ٿو اچي. ڇاڪاڻ جو ڪئين پيرا، خبرون، مضمونن، مقالن، تبصرن ۽ تجزين ۾ ڪيترن ئي ليکڪن، اخباري نمائندن (مون کان علاوه) ۽ ٻين ايترو ته لکيو آهي جو ان کي گڏ ڪري هڪ هنڌ ڪنهن ڪتابچي جي صورت ۾ آڻجي ته ڪيترا وڏا داستان تعليم جي تباهي جا ٺهي ويندا، ان جي باوجود اسان جي حاڪمن حڪمرانن يا ڀوتارن جي ڪنن تي ڪا جونءَ به ڪونه سري آهي هتي ١٩٩٠ع کان پوءِ هر ماه پگهارن جي بلن ۾ جيڪا سرڪاي خزاني جي ڀينگ ڪئي ويئي آهي، اها

ڪئين ڪروڙين رپين ۾ آهي مون چريائي ڪري، بيوقوفيءَ ۾ ثبوت گڏ ڪري، اهڙي رپورٽ ائنٽي ڪرپشن احتسابي سيل ڪراچي کي موجوده حڪومت جي اوائل (۱۹۹۷ع ۽ ان کان اڳ ۾) مرڪزي احتسابي سيل وزيراعظم محترم محمد نواز شريف طرفان وزيراعظم هائوس ۾ مقرر ڪيل سينيٽر سيف الرحمان چئرمن چيف احتساب ڪمشنر جسٽس (ر) مجدد مزار صاحب کي، هڪ پيرو سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ ٽائيپ ڪرائي اسلام آباد روانو ڪئي، ابتدائي انڪوائري ٿي، صرف ضلع سانگهڙ مان "ست ايس ڊي اي اوز چار مرد ٽي گرلس هڪ انهن جو اڳواڻ (ڊي اي او) اٺ ڄڻا سسپينڊ ٿيا، مٿن، وڪيشن تي موڪلن وارن مهينن ۾ ٻه سوين ماسترن جون پگهارن وارن بلن ۾ ٽريزري آفيسر سانگهڙ طرفان نشاندهي ڪرڻ تي بعد ۾ ڪجهه وقت لاءِ. "ٽرمينٽ" نوڪرين تان ڪاٺڻ جا ثبوت مليا. تازو ڪجھ مهينا ٿيا آهن ته اهي سيئي ثبوتن سان ڪرپشن ۾ قابو ٿيل ٻيهر نوڪرين تي بحال ٿي ويا!

"چري ڪئين، چي ويران وير وڏ" واري مصداق ساڳيو ڊنڊو هلندڙ آهي. ان وچ ۾ انڪوائريون ڪندڙ ٽيمون، جن ۾ تعليم کاتي جا ايماندار آفيسر، ماليات کاتي ڪراچي (اي جي) سنڌ، ائنٽي ڪرپشن سانگهڙ، ايس پي ائنٽي ڪرپشن حيدرآباد، ٽريزري آفيسر ۽ ڊي سي سانگهڙ سيني انڪوائريون ڪيون منهنجا بيان ٻه ٻه ڀيرا پڻ ورتا ليڪن اڄ تائين ڪو ڪرتيل نه نڪتو.

انهن انڪوائرين ۾ ڪن آفيسرن ڪاغذي ڪارروائي ڪري ليٽرن ذريعي ٿيل ڪرپشن جي نشاندهي ڪئي، بعد ۾ اهي فائلون آفيسن مان ڪلارڪن ۽ آفيسرن گڏجي ڪم ڪري ڇڏيا جن آفيسرن انڪوائريون ڪيون انهن ٻه حصا پتيون ونڍي ڪرپشن ڪيل معاملو لڪ مٽي ڪري ڇڏيو. ان کان علاوه ٻين کاتن سوشل ويلفيئر ۾ ٿيل بدعنوانين جا ثبوت گڏ ڪري سوشل ويلفيئر سيڪريٽري سنڌ ۽ ڊائريڪٽر جنرل کي درخواستن ۽ اخباري خبرن ۽ مضمونن ذريعي آگاهي ڪيم ان تي به ڪا ڪارروائي نه ٿي. اڳئين کان وڌيڪ بدعنوانيون ٿي رهيون آهن. سرڪاري پيل زمينون شهر جي ٽن ميلن واري حدود ۾ سستن اگهن تي قبضا گروپ ۽ بدعنوان مافيا گڏجي انهن تي ڪالونيون غير قانوني منظور ڪرائي

وڌي اگهن ۾ پلاٽن جي صورت ۾ وڪرو ڪري شهري آبادي ۾ اضافو ڪري اڳئين رهاڪن ۽ نون رهاڪن لاءِ ڪئين مسئلا پيدا ڪيا آهن. ڪپرو ٽائون ڪميٽي جي فندن ۾ وسيع پئماني تي بدعنوانيون ٿيل آهن. لوڪل مسئلا شهر ۾ صحت صفائي پيئڻ جو پاڻي صاف نہ هئڻ، مڇرن جي آزار سبب وبائي امراض ڦهلجڻ ۽ ان جو ڪو سدباب نہ ڪرڻ، شهري مسئلن جي حل لاءِ ڪي بہ جوڳا قدم نہ کڻڻ، هر سال آڪٽراءِ ٽئڪس ۽ ٻين ٽئڪسن جا ٺيڪا عام نيلام ڏيڻ جي بجاءِ من پسند ٺيڪيدارن کي آفرن تي ڏيڻ، انهن بدعنوانين ۽ ڪرپشن جي ڪري عام انسانن جا حقوق متاثر ٿين ٿا انساني حقن تي ڌاڙا لڳن ٿا. اهڙين انساني حقن جي ٽيندڙ خلاف ورزين ۽ ڪرپشن تي هي منهنجو مضمون سنڌي ازخود ڪارروائي ڪرڻ لاءِ سنڌ هاءِ ڪورٽ جي چيف جسٽس جناب وجيه الدين صاحب جي پڙڻ لاءِ اپيل جي صورت ۾ پيش ڪريان ٿو. مون کي اميد آهي تہ انگريزي ۽ اردو اخبارن ۾ شايع ٿيندڙ انساني مسئلن تي سنڌ هاءِ ڪورٽ از خود نوٽيس وٺي جهڙي طرح ڪارروائي ڪئي آهي، اهڙي طرح سنڌي اخبار ”هلال پاڪستان“ جي هن مضمون تي پڻ سنڌي ڪارروائي ڪئي ويندي.

# سچ وڏو ڏوهاري

## نشتر سنڌو

چوندا آهن تہ سو ڏڪ سونار جا ۽ هڪ ڏڪ لوهار جو. ساڳي طرح هڪ ئي ڏڪ ۾ احترام لائق عوامي اداري "قومي اسيمبلي" جي اسپيڪر معراج خالد هڪ اهڙو سچ چيو آهي جيڪو اهڙن هاتين لاءِ ڳهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي جن جي سونڊ هميشہ هيٺ لڙڪيل هوندي آهي ۽ اهي ڪنڌ مٿي ڪٽي وايو منڊل ۾ ڦرندڙ چرخي جو رخ ڏسڻ بہ گوارا نہ ڪندا آهن. معزز اسپيڪر پنهنجي بيان ۾ چيو آهي تہ "ماڻهن کي جمهوريت جي لوري نہ پر امن ۽ سڪون جي ضرورت آهي." اڄ ڪلهہ جي جمهوري دور ۾ جڏهن امن ۽ سڪون کي ڳولڻ لاءِ ملڪ جي ڪهڙي بہ جاءِ تي هليو وڃجي پر ان نالي جي ڪابہ شيءِ ملڻ اهڙو تہ مشڪل آهي جهڙوڪ ڪنهن غريب مسڪين کي ٽي وقتي ماني! ڇا عوامي جمهوري راڄ ۾ اهڙا بہ غريب مسڪين ماڻهو آهن، جن کي ٽي وقتي ماني بہ نصيب ڪانہ ٿي ٿي؟ هيءُ هڪ اهڙ سوال آهي جيڪو عام ماڻهو بہ سمجهي نٿو

سگهي. اڄڪلهه ملڪ ۾ نئين بجيٽ جو چوٻول هلي رهيو آهي ڪڏهن ماڻهن کي ڏيڇاريو پيو وڃي ته هوشار ٿيو سخت بجيٽ اچي رهي آهي. ۽ وري ڪڏهن اهو ته بابا فڪر نه ڪريو بجيٽ نرم هوندي، خير! بجيٽ نرم هجي يا سخت مگر هاڻي اهو محاورو عام ٿي ويو آهي ته سمورا ٽئڪس وڏن سان عام ماڻهوءَ تي ڪوبه اثر نه پوندو" اهڙي صورتحال ۾ جڏهن عام ماڻهو تي ڪوبه اثر نٿوپوي تڏهن عام ماڻهو مارڪيٽ مان اٽي جو اگهه پڇڻ کان پوءِ ڪجهه ڳالهيون ته سمجهي سگهي ٿو پر ڪجهه ڳالهيون ان جي سمجهه کان مٿي آهن، جهڙي طرح ٻڌبو آهي ته ملڪ ۾ تعليم مفت آهي مگر اهو سمجهه کان ٻاهر آهي ته ڪهڙي تعليم؟ ۽ هاڻي شايد نئين صحت پاليسي اچڻ کان پوءِ چيو وڃي ٿو ته ملڪ ۾ صحت مفت آهي ۽ پوءِ ماڻهن کي اهو سمجهه ۾ اچي وڃي ته صحت مفت آهي پر ڪهڙي؟؟ پر في الحال عام ماڻهوءَ جو خيال آهي ته بيماري مفت آهي ۽ صحت ڏاڍي خرچائو آهي. سنڌ اندر سرڪاري اسپتالن جو حشر ڏسي ايترو ته ڏک ٿئي ٿوجو سوچڻ لڳجي ٿو ته آخر هيءُ مملڪت خداداد هلي ڪيئن رهي آهي؟ غريب ماڻهو ته خدا آڏو ٻاڏائي ٿو ته بيماري سندس ويجهو به نه اچي جيڪا وٽن جهٽ پٽ ۾ اچيو وارد ٿئي ٿي ڇاڪاڻ ته مفت ۾ جو اچي ٿي، باقي صحت جو اچڻ ڏاڍو ڏکيو آهي ان ڪري جو اها خرچائو آهي. سرڪاري اسپتالن جو حشر اهو آهي جو ڪروڙها روپين جون بجيٽون نه معلوم ڪهڙا واڳو ڳهي ٿا وڃن ۽ ويچاري بيوس، لاچار مريض کي ته بيماريءَ سان گڏ دوا درمل سميت هر شيءِ پنهنجي خريد ڪرڻي ٿي پوي، اسپتال وارا رڳو مريضن کي بيڊ (پلنگ) ئي ڏين ٿا ۽ جيڪر وس پڄين ته اهو به مريضن کي چون ته گهران کڻي اچو! اها ته آهي سرڪاري اسپتالن جي عام صورتحال، پر اڄڪلهه اسپتالن اندر جيڪا خاص صورتحال پيدا ٿي آهي اها آهي "هڙتال" اسپتالن اندر غير ضروري هڙتال واري وڌندڙ رجحان کي ڏسي جمعيت علماءِ اسلام جي هڪ بزرگ مولوي عبدالڪريم ٻير واري جي ان بيان سان متفق ٿيڻو ٿو پوي ته "ملڪ اندر جمهوري لاقانونيت جو راڄ قائم آهي." اڄڪلهه جناح ميڊيڪل ..سينٽر ڪراچيءَ ۾ هڙتال هلي رهي آهي ۽ هڙتال جو غير معقول سبب اهو آهي ته اسپتال جي "ٻارن جو شعبو موجوده انتظاميه کان الڳ ڪري ان کي

خود مختيار اداري جي حيثيت ڏني وئي آهي ته جيئن هو پنهنجي ڪارڪردگي کي سڌارڻ لاءِ خود مختيار هجي. جڏهن اهو معلوم ڪيو ويو ته آخر ان شعبي کي الڳ ڪرڻ سان اسپتال جي عملي کي ڪهڙو ٻگرو نقصان پهچڻ جو انديشو آهي جو هو انساني جانين کي خطري ۾ وجهڻ کان به نتا ڪيٻائين ۽ هڙتال تي هليا ويا آهن تڏهن هڪ سينئر ڊاڪٽر ٻڌايو ته نقصان رڳو ان شعبي جي ڊائريڪٽر صاحب کي آهي جيڪو اتي جو "ان داتا" آهي، وفاقي انتظاميه هيٺ هئڻ سبب هو صاحب مهيني جا پنجويهه ڏينهن اسلام آباد ۾ ۽ باقي پنج ڏينهن ڪراچي ۾ گذاري ٿو سندس ٽي- اي، ڊي- اي نهن ٿا ۽ ٻيا نت لڳا پيا آهن جي خود مختيار اداري (ائٽانامس باڊي) جي اختيار ۾ اچڻ ڪان پوءِ ختم ٿي وڃن ٿا، ان ڪري هن صاحب پنهنجي ذاتي مفاد خاطر پئرا ميڊيڪل اسٽاف کي ڀڙڪائي هڙتال جو جواز پيدا ڪيو آهي. جيئن ته هو صاحب هڪ مخصوص علائقي سان تعلق رکي ٿو ۽ جناح سينٽر جو اڪثر هيٺيون عملو پڻ سندس ڳرائين آهي جيڪي سندس مفادن جا رکوالا بنجي انساني جانين جي ٻگري قيمت جي پرواهه ڪرڻ بجاءِ غير ضروري هڙتالون، واقعي "جمهوري لاقانونيت" جو مثال پيش ڪري رهيون آهن، ساڳي طرح جيئن واپڊا ۽ آئل گئس جو عملو! ڇا ملڪي تاريخ جو اهو پهريون واقعو آهي جو واپڊا ليبر يونين جو اڳواڻ ۽ آئل گئس جا اهلڪار دهشت گردي ۽ لاقانونيت جو نشانو بنيا آهن؟ ڇا رڳو انهن کي پنهنجي مائرن جنم ڏنو آهي ۽ دهشت گردي جو شڪار ٿيندڙ باقي ٻيا سڀ آسماني مخلوق.



# ماڪ ۾ مينڊرا! ڪاڪ روئندي رهي!

امداد علي گوپانگ

۹۷ع جي آخري پهر ۾ شيخ اياز هن جهان مان لاڏاڻو ڪيو، جڻ سنڌ مٿان بدقسمتي جا ڪڪر وسي پيا، سڄي سنڌ ان ڏک ۾ لڙڪ لاڙي رهي آهي، سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته اسان شيخ اياز جي تعزيت ڪريون يا ڪير اسان سان تعزيت ڪري اسان شيخ اياز جا وارث اسان آهيون ۽ اسان جو وارث شيخ اياز هو، آهي ۽ رهندو.

هاڻ ويهي ڪهڙا شيخ اياز جي شخصيت جا نقشا چٽيون اگر لکون ته شيخ اياز نندي ڪنڌ جو مها ڪوي هو، دنيا ۾ وڏو شاعر هو، سنڌ يونيورسٽي جو معصوم وائيس چانسلر هو ته به سندس شخصيت جي چڱي طرح تشريح نه ٿي ڪري سگهجي، بس شيخ اياز، شيخ اياز هو، جنهن جو نانءُ سندس هستيءَ جي وزن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي. شيخ اياز، شاهه ڀٽائيءَ کان پوءِ وچ واري خال پرڻ واري وقت جو وڏو شاعر هو، جنهن سنڌ کي انمول سونهن بخشي آهي. اهڙي سونهن جي چهري تي

ڪڏهن به ڪي گهنج نه پوندا. سنڌ ان سونهن ۾ سدائين تمتار رهندي، ان ثوري ڳائڻ لاءِ سنڌ صدين تائين شيخ اياز کي سڏي، سڏڪي پوندي سندس سار ڪڏهن به ختم نه ٿيندي. اسان شيخ اياز جي پيٽا ڪنهن سان به نه ٿا ڪريون ۽ مان نه ايئن چوندس ته شيخ اياز، سنڌ جو سارتر هو، اها ٻي ڳالهه آهي ته سارتر کي ڊيگال فرانس سان تشبيهه ڏيندي چيو هو ته سارتر فرانس آهي ۽ فرانس کي قيد ڪرڻ ڪٺو ڪم آهي، پر افسوس ته سنڌما صاب! سنڌ جي سارتر کي جيل ۾ باندي بنائيندا رهيا. ليڪن هو اتي به هماليه جي حيثيت قائم رکيو آيو.

اسان جي معاشري ۾ به هي هڪ عجيب رواج آهي ته جيئرن کي جيئڻ نه ڏيو ۽ مئلن تي قصيده ڳايا ويندا آهن ۽ نون وارثن کي لانڊي اٿي ڪڙي ٿيندي آهي.

مرجاتقا هي انسان تو بڑھ جاتي هي قيمت
زنده هي تو جيني ڪي سزا ديتي هي دنيا.

ان سسٽم جي زد ۾ شيخ اياز به اچي ويچي ٿو، ۽ اهو به ان وقت جڏهن پاڻ زندگي جي آخري سال جا ڏينهن گهاري رهيو هو ۽ هو ان روايت تي به بلڪل خاموش رهيو، يا ائين چئجي ته اهو سندس خاموش احتجاج هو، انهن ڪان، جيڪاسندس قوم هئي، جنهن جي باري ۾ پاڻ گهڻو ڪجهه ڄاڻندو هو، ليڪن هو ان قوم کي سمجهائي نه سگهيو ۽ خاموش رهيو.

ڪوئي ان ڪو سمجھ ٻي لي تو ٻي سمجھا نهين سڪتا
جو اس حد پر پهنچ جاتا هي وه خاموش رهتا هي.

چو ته شيخ اياز کي اها به خبر هئي ته هن قوم، پنهنجن رهبرن سان ڪهڙا ڪلور ڪيا آهن، ڪيئن بي قدري جو مظاهرو ڪندا آيا آهن، ڪيئن الزامن ۽ تهمتن جي گولي باري ڪندا آهن، شيخ اياز تي هن قوم ئي الزامن ۽ تهمتن جي بازار گرم رکي پوءِ به سنڌ جو اياز خاموش رهيو.

هزار تهمتين دنيا ني بخش دين مجهي
مين آدمي ٿا مگر چپ رها خدا ڪي طرح.

چاهي شيخ اياز ميارن جي لفظ جوبڙڪ به ٻاهر نه ڪڍيو پر سندس هي شعر انهي حالت تي بلڪل ٺهڪي اچي ٿو ته:

خدا جاڻي ڪنهن رنگين چمن ۾ چو نہ جاياسين
تڙياسين دامن صحرا ۾ خوشبو ئي اجائي وئي.

۽ هاڻ جڏهن شيخ اياز جسماني طرح اسان وٽ موجود نہ رهيو آهي ۽ ان جي خوشبو جو احساس تيڻ لڳو آهي تہ پشيماني ۾ وڏيڪ پٽڻ تي دل چوي ٿي، ليڪن شيخ اياز موت جي سمنڊ ۾ لهي ويو آهي ۽ وڃي جنت جي ٻيٽ تي لنگر انداز ٿيو هوندو. جيڪو اسان ڪان پري آهي، جتي اسان پهچي بہ نہ ٿا سگهون ۽ سندس چيل ۽ چڏيل لفظن ڪانسواءِ ٻيو ڪجھ بہ ڪيس ڏئي بہ تہ نہ ٿا سگهون!!؟

تجھ ڪو ڪس قول ڪا ڪفن دون
تو جدا ٻي هوا اس موسم ۾ ڪي درختون ڪي هاٿ خالي ٿي.

اي شيخ اياز، توکي تہ خبر آهي تہ اسان بي حس قوم آهيون، بي قدري قوم آهيون، ڪنهن جو بہ قدر ڪند آهيون تہ تمام دير سان ڪندا آهيون جڏهن اس وٽ نہ رهندا آهن اسان اڳ ۾ بہ اهڙي ڪار ٻين املھ ماڻڪن سان بہ ڪئي آهي ۽ انهن ڪان پوءِ معافي بہ طلب ڪئي هوندي سين، تون بہ ان ڳالھ کي درگذر ڪر! ۽ اسان کي معاف ڪر چو تہ:

تون تہ ٻڙ جي گهاٽي وڻ جيان هئين، تنهنجي ڇانو ۾ ڪير بہ ويهي....!! تنهنجو تہ ڪم ڇانو ڏيڻ آهي...!!

رڪي تو چاند چلي تو هوائون جيسا هي،
وه شخص دهوپ ۾ ديکو تو ڇانو جيسا هي.

شيخ اياز تہ سنڌ جو عظيم پٽ بہ هو تہ مجنون بہ، جنهن جي شخصيت شفقت سان ڀريل هئي، جنهن جو ڪردار ان ٻيءُ جهڙو هو جنهن جي ڪچ تي تہ ڪو وينل هجي ۽ کو آڱر پڪڙيل بہ ۽ ٻين سان ڳالهائيندي منزل جو گس بہ ڏيکاريندو هلندو هجي!

ان شخص کي هاڻ اسان سڏ ڪريون ٿا ۽ هو سڏ ڏئي نہ ٿو! چو تہ هن کي واپس ورڻو ناهي! هو جو وڻجارو هو ويو هليو، جيڪو هينئر پنهنجي محبوب شاعر حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي رح جي ڀر ۾ ابدي آرام ۾ آهي، جنهن پنهنجي سڄي ڄمار ۾ فقط اوجاڳو ڪيو هو، هاڻ تہ ان جي مٺي ننڊ ۾ ڪو خلل نہ وجهون! هن کي ٿڪ لاهڻ لاءِ ڪجھ سمهڻ ڏيون! هاڻ ضرورت آهي تہ ان جي شاعري کي پڙهجي ۽

سمجهجي!

هونئن به شيخ اياز جي وڇوڙي ته اسان جو جيءُ جهوري وڌو آهي ۽ جنهن به شيخ اياز جي جدائي ڏک کي محسوس ڪيو آهي، اسان ان جي ڏک ۾ ڀاڱي ڀائيوار آهيون ۽ رهنداسون شيخ اياز ته ويهين صدي جو تمام وڏو ماڻهو هو، جنهن جو موت ويهين صدي جو موت آهي، ڇو ته شيخ اياز مري نه ٿو سگهي! ڇا! هر جدا ٿيندڙ ماڻهو کي مرحوم چئي سگهجي ٿو!!؟

ڇا هي شيخ اياز ڪنهن "رات به نه موتي ۽ ڪاڪ روئندي به رهي" پر جيستائين سنڌ آباد، قائم ۽ دائم رهندي، اوستائين شاهه ڀٽائي ۽ شيخ اياز زنده رهندا.

پوءِ به اسان آخر ۾ پنهنجي رب آڏو آلين اکين سان دعائن لاءِ ٻڪ جهلي بينا آهيون ته اي پروردگار تون پنهنجي رحمتن جي خزاني مان ڀٽ تي شيخ اياز مٿي پنهنجون رحمتون نازل فرمائيندو رهه. (آمين)

ڏکي ڏونگر پار ۾



# گامون سچار ۽ سچ جو زهر

مسڪين سمون

گامون سچار کي سچ چوڻ جي ڏوهه ۾ ڏيهه نيڪاليءَ جو حڪم صادر ٿيل آهي. ان ڪري گامون شهر ۾ ڳوٺ ڇڏي، ڏور پري ويرانا وڃي وسايا آهن! پر ڪڏهن ڪڏهن "سچ چوڻ" جي ايتري ته ٻاڙ لڳندي اٿس جو ديس کان دوري واري حڪم جي باوجود چند گهڙين لاءِ ماڻهن جي رستيءَ ۾ اچي نڪرندو آهي ۽ سچ جي زهر جو وسڪارو ڪري وڃهندو آهي ۽ ڪيترائي ڪانيئر تڙپي تڙپي مرڻ جهڙا ٿي ويندا آهن.

ڪلهه ٻه گامون جيئن شهر پهتو ته قلمڪارن جي هڪ ميڙ کي مخطاب ٿي چوڻ لڳو: توهان ليکڪن مان ليکڪ چند ڏوڪڙن جي عيوض پنهنجي ضمير جي نڙيءَ تي ننهن رکي" ڪيس هميشه لاءِ ماري ڇڏيندا آهن! ۽ پوءِ هر سٽيي تڪرتي وڪامندا وتندا آهن. جيڪي ڪالهه پاڻ کي اصول پسند، ترقي پسندن، مهذب، وطن ۽ قوم جا خادم ۽ ٻيو ٻه الائي ڇا ڇا سڏائيندا هئا ۽ ان جي ثبوت لاءِ وڏا وڏا ليک ٻه لکندا هئا.

پر اڄ اهي سموريون لباڙون وسري ويون اٿـن. ڪالهه جن کي حقن جي حاصلات ۾ ديوار سمجهندي ۽ سڏيندي سخت احتجاج ڪندا هئا، اڄ انهن جي سٽ ۾ شامل ٿي، سندس ثنا خوان بڻجي ويا آهن ۽ ساراهه جا وڏا وڏا ڍڪ پريندي به نٿا ڍاپن ۽ جن قوم ۽ ڌرتيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو ۽ قربانيون ڏنيون، تن کي هاڻي ايجنٽ، غدار، ويڪائو ۽ الائي ڇا ڇا نه سڏين ٿا ۽ برن پلن لقبن سان نوازين ٿا: ڪيڏي نه اُٺاسائي ۽ بي حيائي آهي!!"

گامون وڏيڪ جذباتي ٿيندي چيو ته: توهان ماضيءَ جي شاعرن کي ان لاءِ ڌڪار ۽ نفرت جي نظر سان ڏسو ٿا ۽ دربار شعر" ڪوٺيو ٿا، جو هنن وقت جي بادشاهن جي شان ۾ قصيدا چيا ۽ پاڻ نوازيائون! پر توهان سٽيي تڪر تي وڪامي ويا آهيو ۽ سمورا اصول ۽ آدرش وساري جديد "سائنسي ثنا خوان" بڻيا وينا آهيو. ڇا توهان قابل حقارت ۽ نفرت نه آهيو؟

ميڙ ۾ اوچتو هڪ هلڪڙو پٽڪو ٿيو. چپن ئي چپن ۾ ڪو علم ڏٽي چئي رهيو هو ته "هون...! بي حيا ڪتي جو! ايجنٽ! غدار: ملڪ دشمن جي اشارن تي وقلي رهيو آهي! سياڻي سندس خلاف ليک لکندس ۽ حڪومت جي توجهه هن ملڪ دشمن، ايجنٽ ۽ غدار طرف ڇڪائيندس ۽ گهر ڪندس ته هن تي غداري ۽ بغاوت جو ڪيس هلائي، ڪيس وچ شهر ۾ ڦاسي ڏني وڃي!" گامون پنهنجي تقرير جاري رکي ۽ ويٽنام جي شاعر توٽي دين جو هي شعر پڙهيو:

"ياد رک تو وٽ تنهنجو عقل ۽ تنهنجو علم
تنهنجي وطن ۽ قوم جون امانتون آهن،
امتحان پاس ڪري وطن جي ويرين وٽ ڪرسي ماڻ،
تنهن کان وڏي بي حيائي، ذلالت ۽ غداري ٻي ڪانهي.
پنهنجي علم کي پنهنجي وطن جي،
قتل نصيب سنوارڻ لاءِ وقف ڪر!
پنهنجي حياتيءَ جي پل پل سان، قوم جي تاريخ ۾،
سونهن ۽ سينگار پيدا ڪرڻ لاءِ!"

ميڙ ۾ ڏنم ته ڪن ماڻهن جا ڪنڌ فخر وچان اوچا ۽ بلند هيا.

جڏهن پنهنجي زنده ضمير ” هجڻ تي خوشيءَ وچان چئي رهيا هجن ته:

اي قوم!
اي ڌرتي!
توکي مبارڪ هجي،
تنهنجي تاريخ ۾،
سونهن ۾ سينگار پيدا ڪرڻ لاءِ،
اجا ڪي ماڻهو،
زنده آهن.

۽ ڪيترن جا ڪنڌ شرم کان هيٺ جهڪيل هئا! شايد نيڻ ضمير چنبڙيون وڌيون هيون ۽ سندن ضمير ڦٿڪي رهيو هو: ڳامون سچار آخر ۾ ڀٽائي جو هينئن بيت پڙهيو ۽ ميڙ مان نڪري اڻ ڄاتلِ ماڳ طرف هليو ويو:

هِي منهن ڏئي ٻَـن، تون وهه ڪـائي نه مـرين!!
هُـو جي ملـير چـائيون، ترسين سڱ نه ڪـن!
تون ڪيئن منجهان تِن!، پاڻ سڏائين مارئي!!!
(شاهه)



# تعليمي ادارن ۾ اُستاد سُڌاريو!

## ڪمال جامڙو

اسان جنهن سماج ۾ رهون ٿا، اُهو بُراين جو ڳڙھ آهي. وک وک تي منافقت جا مينار ۽ انائن جا اَنبارَ لڳل آهن. هڪ ته اسان وٽ علم گهٽ آهي جيڪڏهن آهي به ته اسان اُن کي پنهنجي اندر کي اُجارڻ لاءِ ڪتب نه ٿا آڻيون، بلڪ ويتر ٻچاپڙيائپ، نڱيءَ ۽ مان جي ڏيڻ ۾ ڦاسندا وڃون ٿا

چوريءَ جي حوالي سان سنڌ جي ماڻهن جو نالو روشن آهي، گهڻو ڪري اهو به مشهور آهي ته جيتري سنڌي ماڻهو هجن ۽ اُتي گهٽ ۾ گهٽ چوري نه هجي سا ڳالھ اڻ ٿيڻي آهي. اڪثر ڪري چوريءَ جو الزام اڻپڙهيلن جتن تي ڏنو ويندو آهي. پر ڇا پڙهيل ماڻهو چور ناهن؟ منهنجي خيال ۾ پڙهيل لکيل ماڻهو جتن چورن کان وڌيڪ وڏا چور آهن. جٽ وڏ ۾ وڏ مال ملڪيت جي چوري ڪندا آهن. جڏهن ته پڙهيل ٻين جي حقن جي چوري ڪندا آهن. ان چوريءَ کي هو چوري نه پر اٽڪل بازي

يا (Efficiency) سڏن ٿا. جيڪڏهن ڪو استاد، ڪلرڪ يا آفيسر ڊيوٽي صحيح نہ ڪري ۽ گهر وينني پگهار کڻي تہ مان سمجهان ٿو ان ڪان وڌيڪ چوري نہ ٿي ٿي سگهي. پيا چور ڪنهن هڪ گهر کي ٻهاري ڏيندا آهن پر پڙهيل چور سڄيءَ قوم جي چوري ڪندا آهن.

روين جي حوالي سان ڏٺو وڃي تہ ڄٽ ماڻهو وڌيڪ سٻاجهو نيت جو صاف ۽ واعدي جو پڪو هوندو. جڏهن تہ پڙهيل علم کي منافقت ۽ ٺڳيءَ جي وڌيڪ ترڪن حاصل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪن ٿا. ضروري ناهي تہ سيئي پڙهيل ۽ اڻپڙهيل هڪجهڙا سٺا يا خراب هجن، منهنجي چوڻ جو مقصد اهو آهي تہ ضروري ناهي تہ علم ماڻهوءَ جي ڪميٽائپ ختم ڪري پلي ۾ پلو ماڻهو ڪو اڻ پڙهيو ٻہ ٿي سگهي ٿو تہ پڙهيل ٻہ. ائين ڪميٽائپ ٻہ رڳو ڪنهن پڙهيل يا اڻ پڙهيل جي ميراث ناهي.

انهن اوڻائين جو ذميدار ڪير آهي؟ مان سمجهان ٿو هيءُ سماج ۽ معاشرو. سماج کي سڌارڻ ۾ استاد کان وڌيڪ ٻيو ڪوبہ اهم ڪردار ادا نہ ٿو ڪري سگهي. پڙهيل لکيل جي ڄٽڪيءَ سوچ جو ذميدار علم نہ پر استاد آهي. ڪو زمانو هو جو استاد شاگرد کي پاڻ پڙهائيندو آهي پوءِ ان هنڌ تي اُستاد پنهنجي انا ۽ ناانصافي آڏو آٽيندو ۽ دٻاءَ ۾ اچي ويندو آهي. اسان وٽ اهي تہ عام واقعا آهن تہ پوزيشنون گهڻو ڪري سفارشين ۽ پيارن کي ملنديون آهن. گهڻو ڪري تعليمي بوردن ۾ ڏوڪڙن تي ڊگريون ۽ پوزيشنون وڪامن ٿيون. پرائمري ۽ هاءِ اسڪولن کي تہ ڇڏيو پر وڏي ۾ وڏي تعليمي اداري يونيورسٽيءَ ۾ ٻہ نتيجن ۾ وڏا هاجا ٿين ٿا. اڪثر استاد اُنهن کي وڌيڪ مارڪون ڏين ٿا جيڪي سندن چمچا گيري ڪن ٿا. يا وري گهڻو ڪري ڪي نفسياتي مريض استاد ڇوڪرين کي ڇوڪرن جي ڀيٽ ۾ گهڻيون مارڪون ڏين ٿا. ان مرض ۾ سنڌ جو اتڪل سموريون يونيورسٽيون وڪوڙيل آهن. پوءِ اُها سنڌ يونيورسٽي هجي يا ڪراچي يونيورسٽي.

هاڻي اندازو لڳايو تہ اسان جي مقدس ادارن ۾ اهليت جو ڪارو مُنهن ڪيو وڃي ٿو تہ نوڪرين ۾ اهليت جي نڙيءَ تي ننهن ڇو نہ اچي؟ پوءِ ڪنهن اهل ماڻهوءَ جي دل ڪيئن چوندي تہ هو، هن سماج جي خدمت ڪري؟ ڪيترن جون تہ دليون ڀڄي ٿيون پون ۽ ڪيترا تہ سينو

تاٽي بيهي رهن ٿا اهڙيءَ ريت ڪرپشن جنم وٺي ٿي.

اسان جي تعليمي نظام اهڙو آهي جو ڪوبہ شاگرد يونيورسٽيءَ ۾ مارڪن لاءِ ڪنهن استاد کي چيلينج نہ ٿو ڪري سگهي. وڌ ۾ وڌ هو مارڪن جي ڳٽپ ٻيهر ڪرائي سگهي ٿو. ان ۾ جيڪڏهن استاد راضي هوندو تہ ماڪون وي سگهن ٿيون. ڪراچيءَ جي هڪ استادياڻيءَ جي ڳالهہ ڪندا علم سان گڏ اخلاقيات جي تربيت ڏيندا هئا. پر هن وقت اسان جي نياڳي سماج ۾ اهڙا تہ استاد بہ اچي ويا آهن، جيڪي پاڻ اخلاقيات جو ٻيڙو ٻوڙن ٿا. اهڙن استادن، سچن ۽ صحيح استادن جا بہ نڪ ڪپي ڇڏيا آهن.

اڄ جو استاد، استاد گهٽ عاشق وڌيڪ آهي. عشق جي چڪر ۾ استاد انصاف جا ليڪا لتاڙي ٿا وڃن. جڏهن انصاف نہ ٿو ٿئي تہ شاگردن ۾ مايوسي اُڀري ٿي. استادن جي انصاف نہ ڪرڻ جا مختلف سبب ڄاڻايا ويندا آهن. ڪي چون تہ سائين استاد پئسي ۾ موچڙي جي آڏو مجبور ٿئي ٿو. تنهن ڪري هو ناانصافيءَ ڏي ڪاهي پئي ٿو. جيتري قدر پئسي جي ڳالهہ آهي. استادن کي جيترو ڪم آهي ان کان وڌيڪ پگهار ملي ٿي. اسان وٽ وڌ ۾ وڌ موڪليون تعليمي ادارن کي آهن، جڏهن تہ گهٽ ۾ گهٽ ڊيوٽيءَ جو وقت بہ استادن لاءِ ئي آهي. ٻيا ملازم اٺ ڪلاڪ ڪم ڪن ٿا پر استاد وڌ ۾ وڌ پنج ڇهہ ڪلاڪ ڊيوٽي ڏين ٿا. پوءِ بہ هو هاءِ گهوڙا ڪندا آهن. جيڪڏهن استاد، جيتري بہ کين پگهار ملي ٿي اوترو بہ سچائيءَ سان پڙهائن تہ اسانجو ملڪ دنيا جي ٻين ملڪن کان ڪڏهن بہ تعليمي معيار ۾ پوئتي نہ رهندو. اسان وٽ ڪيترا استاد گهر ويني پگهارون کڻن ٿا. ڪيترائي ويچارا اهڙا آهن جو کين پڙهائڻ بہ نہ ٿو اچي ۽ اجايو رعب ڄمايو وينا هوندا آهن. ڪو زمانو هوندو هو جو استاد شاگردن کي اخلاقي تربيت بہ ڏيندا هئا. هُو شاگردن کي اهو بہ سيکاريندا هئا تہ وڏي ننڍي سان ڪيئن ڳالهائجي، ڏندڻ ڏجي، وهنججي، محفل ۾ ڪيئن وهجي وغيره وغيره. هاڻي ان ڳالهہ تي زور گهٽ تعليم تي وڌيڪ آهي. ڪورس کان سواءِ هيڏي هوڏي نہ ٿا وڃن.

اسڪولن ۾ عاشقيءَ جو رڪارڊ ٽوڙيو وڃي ٿو شل نہ ڪنهن ڇوڪري جي چمڙي اڇي هجي پوءِ گنديءَ عادت وارن استادن جي گگ

پئي ڳڙندي آهي. ڪيترا استاد ته وري موالي آهن جيڪي ڇوڪرن جي
اڳيان ئي سگريٽ پيئندا آهن پر چورن ڪان پنگ به گهوٽرائيندا آهن، پوءِ
اهو اثر شاگردن تي به پوي ٿو. سڀ ڪان وڏي زيادتي جيڪي استاد طبقو
ڪري ٿو سا آهي ناانصافي، ضروري ناهي ته هر استاد ناانصافي ڪندو
هجي. اسان وٽ پهرئين ڪان انين ۽ ٻارهين درجي ڪان پوءِ يونيورسٽيءَ
تائين مارڪون اهوئي استاد ڏيندو آهي جيڪو اُن آهن جيڪا ڪاليج ۾
انگريزي پڙهائيندي هئي ته هوءَ مارڪن ۾ ڏاڍي ڪنجوس هوندي هئي،
هرويرو به مارڪون ڪٽيندي هئي ۽ ڪنهن جي به سفارش نه ٻڌندي هئي.
قدرت هُن سان ائين ڪيو جو انٽر جي امتحان ۾ سندس ڌيءَ جون
انگريزيءَ جي پيپر ۾ تمام گهٽ مارڪون آيون. هوءَ بورڊ ۾ وئي ۽ وڃي
ڏاڍي هاءِ گهوڙا ڪيائين ته منهنجيءَ ڌيءُ ڪي انگريزن ڪان به وڌيڪ
انگريزي اچي ٿي، هوءَ تمام گهڻي هوشيار آهي پوءِ به مارڪن گهٽ ڇو
اٿس؟ نيٺ هُن پنهنجيءَ ڇوري جو پيپر ڪڍرايو. جڏهن پيپر سامهون آيو
ته اُن تي سندس ئي صحيح ۽ چيڪنگ ٿي هُئي. اهو ڏسي هُن جا ٽپ ئي
ٽري پيا. تنهن تي بورڊ وارن چيس ته توهان هوشيار شاگردن کي ائين
مارڪون ڏيندا آهيو! بهرحال پوءِ هوءَ ڪجھ به نه ڪري سگهي. اُستاد
معاشري جو اهم فرد آهي، هو جيڪڏهن سچيءَ دل سان چاهي ته سماج
سُڌري سگهي ٿو. اسان وٽ اهڙا استاد به آهن جيڪي نفرتن کي گهٽائڻ
بدران وڌائن ٿا. هو معصوم ذهنن جي پٽيءَ تي اهڙيون اهڙيون ڳالهيون
لکندا آهن جيڪي سڄي عمر ميسارجي نه سگهنديون آهن. ٻارڙن ۾ گهٽو
ڪري سياست وسيلي نفرت پيري ويندي آهي. سياست ميٽرڪ ڪان پوءِ
هجڻ کپي. اسان وٽ ڪاپيءَ جي خلاف زباني ڪات ڪهاڙا جام
ڪنيل آهن پر عملي طور ڪجھ نه ٿو ٿئي. جيڪڏهن قوم سان استاد
سچو ٿئي ته ڪاپيءَ جو پيءُ به بند ٿي ويندو. پر حيرت جي ڳالھ اها آهي
ته ڪيترائي استاد پنهنجن متن مائٽن ۽ يارن کي پاڻ ڪاپي پهچائيندا
آهن. استاد ڪاپيءَ پهچائڻ جا باقاعدي ٺيڪا به کڻندا آهن. استاد
ڪاپي ڇو نه ٿا روڪن، ان جو هڪ سبب ته متن دباءُ. متي مائٽي،
ياري دوستي ۽ ڏوڪڙ آهن. ٻيو وڏو سبب اهو به آهي ته ڪاپي استادن جا
عيب ثواب به لڪائي ڇڏي ٿي. هُنن جيڪو گهٽ يا نه پڙهايو هوندو

تنهن جي ڪثر ڪابي ڪدي وجي ٿي. جيڪڏهن استاد چڱي نموني پڙهائي ته نه ٽيوشن جي ضرورت پوندي نه ئي ڪاپيءَ جي ضرورت ٿيندي. ٻيو ته استاد ان نوڪريءَ کي پارٽ ٽائيم نه پر فل ٽائيم جاب سمجهن. مون جيڪو ڪجهه به استادن لاءِ لکيو آهي ان جو مون کي به ڏاڍو ڏک ۽ احساس آهي. پڪ سان محترم استاد سائين به ڪاوڙيا هوندا. پر مان سمجهان ٿو ته جيڪو ڪجهه مون بيان ڪيو آهي سمورو سچ آهي. اهي ڳالهيون منهنجي مُشاهدي ۾ اچي چُڪيون آهن. وڏيڪ فيصلو پڙهندڙن تي ڇڏجي ٿو ته هُو مون کي سچو يا استاد کي سچو ٿا سمجهن. ساڳي وقت مان انهن استادن کان به معافي ٿو وٺان جيڪي انصاف سان پڙهائن ۽ انصاف ڪن ٿا. چو ته جتي پيغمبر پيشي سان ٻيائي ڪندڙ اُستاد آهن اُتي سچن ۽ سچاجهن استادن جي به ڪوٽ ڪانهي. مان پڪ سان اهو چوان ٿو ته جڏهن سمورا استاد سُڌري ويندا ته تعليمي ادارا پاڻ ئي سڌندرا چو ته استاد تعليمي ادارن جا بنياد آهن. پيڙهه پڪي هوندي ته عمارت به مضبوط ٿيندي.



# ڪوتا، لوتا ۽ سنڌ

غلام محمد ڪنير

وقت سان گڏ سنڌ جا مسئلا وڌندا ٿا رهن. موجوده وقت ۾ هر ملڪ ۽ قوم جو اهو خيال آهي ته هن دنيا ۾ ڪا نئين شيءِ متعارف ڪرائي پنهنجو ۽ پنهنجي ملڪ ۽ قوم جو نالو ڳڻائي. تنهن لاءِ اهي قومون رات ڏينهن جدوجهد به ڪن ٿا پر انهن جي پيٽ ۾ جيڪڏهن اسان پنهنجي قوم جي حالتن ڪي ڏسو ته حيرت ۾ پئجي ويندا سين. اڄ به اسان جي قوم اُتي جي اُتي آهي جتي اڄ کان سؤ سال اڳ ۾ هئي. جيڪر ڪو اسان جي قوم جو سلجهيل نوجوان قوم ڪي اهو چوي ٿو ته اُتو ۽ محنت ڪريو، جيڪو ٻين قوتن جو مقابلو ڪرڻو آهي. پر اسان وٽ وري اهڙي قسم جي ماڻهن تي ننوليون ڪيون وڃن ٿيون ۽ انهن جي ڳالهين طرف ڪوبه ڌيان نٿو ڏنو وڃي ۽ پاڻ مڃن ڪي وٽ ڏئي چڱ مڙسيءَ وارو پٽڪو ٻڌي پنهنجي قوم تي حڪم ٿا هلائين ۽ انهن حڪمن ڪري ئي

اڄ اسان ۾ اسان جي قوم انهيءَ اسٽيج تي اچي بيٺي آهي.

سنڌ سان مختلف وقتن ۾ مختلف زيادتيون ٿينديون رهيون آهن. جن مان ڪجهہ تہ اسان کي نظر آيون پر ڪجهہ اهڙي طور طريقي ۾ اندروني پلاننگ سان ڪيون ويون جيڪي نہ ئي اسان کي نظر آيون ۾ نہ وري محسوس ٿيون. اسان جي سنڌ جو هڪ خاص ۾ مخصوص طبقو پڙهل لکيل آهي. جن جا والدين بہ وڏين وڏين سروسن ۾ آهن ۾ انهن جون ڪوٽائون پڻ مقرر آهن. اها ڳالهہ اسان کي هتي مڃڻي پوندي تہ جيڪا بہ ٿوري گهڻي سنڌي شاگردن کي سرڪاري سروس ملي ٿي، اها ڪوٽا جي بنياد تي ملي ٿي، جيڪر ڪوٽا سسٽم نہ هجي ها تہ ايترو سنڌي شاگرد سرڪاري سروس ۾ ڪونہ هجن ها.

موجوده حڪومت اچڻ کان پوءِ ڪوٽا سسٽم جو خاتمو ڇا ٿو محسوس ڪرائي. ڪوٽا سسٽم جو خاتمو سنڌ جي پيڙهيل طبقي سان سڀ کان وڏي ۾ وڏي زيادتي آهي، جنهن کي سنڌ جو هڪ مخصوص طبقو هڪ خاص معنيٰ خيز نظرن سان ڏسي رهيو آهي. آخر هن وقت ۾ موجوده حڪومت کي ڪوٽا سسٽم مان ڪهڙو نقصان پهتو، جو انهيءَ کي ختم ڪيو آهي. ٻئي طرف سنڌ جي يونيورسٽيءَ مان پڻ ڪوٽا سسٽم جو خاتمو آندو ويو آهي. جنهن سبب خاص ڪري سنڌ جي ٻهراڙي واري علائقي جي پڙهيل ڳڙهيل غريب شاگردن جي مستقبل جو پڻ قتل ٿيو آهي، آخر انهيءَ صورتحال جو ڪير ذميوار آهي؟ ڪوٽا سسٽم جي خاتمي سان سنڌ جو نوجوان طبقو پريشانين جي ور چڙهي چڪو آهي ۾ هو اهو سوچڻ تي مجبور ٿي پيو آهي تہ سنڌي وزير اعليٰ هوندي بہ سنڌ جي شاگردن جي حقن تي ڌاڙا لڳڻ ڪٿي جو انصاف آهي ۾ ٻئي پاسي اسان جو وڏو وزير هن ايڏي ساري مسئلي تي ڳالهائڻ لاءِ بہ تيار ڪونهي.

سنڌ جي سلجهيل طبقي جو چوڻ آهي تہ سنڌ مان ڪوٽا سسٽم جو خاتمو آٽڻ واري سازش لوٽا گروپ جي آهي، جيڪو مختلف وقتن ۾ مختلف طريقن سان سنڌ دشمني تحت ڪم ڪندو رهيو آهي. اسان جي وڏي وزير کي گهرجي تہ هو ڪرسي جي لوڀ ۾ لالچ ڇڏي ڪري هن حساس مسئلي تي ڪجهہ سوچ ويچار ڪري ۾ لوٽا گروپ جي چوڻ تي

ايڏي بي دردي سان سنڌ جي مظلوم شاگردن جي حقن تي ڌاڙا هڻڻ نه ڏئي ۽ نيٺ سنڌي وارو رويو اختيار ڪري ۽ ڪوٽا سسٽم خلاف ٿيندڙ سازشن جو مقابلو ڪري سنڌ جي شاگردن جا مسئلا اوليت جي بنياد تي حل ڪرائڻ لاءِ پڻ اُپاءَ ورتا وڃن ته جيئن سنڌ جو شاگرد به وقت سان گڏ وڌندڙ چئلينجن جو مقابلو ڪري سگهن. ته ڇا سنڌ جو وڏو وزير اها قرباني ڏيندو؟ جڏهن مون ڪوٽا سسٽم جي خاتمي جي باري ۾ هڪ سوال پيپلز پارٽي جي ايم اين اي پير آفتاب شاهه جيلاني کان ڪيو ته هن انهيءَ تي ڳالهائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. جيڪر حقيقت جي آئيني ۾ ڏٺو وڃي ته هيءُ ڪيڏو نه حساس مسئلو آهي. پر اسان جا وزير صاحب انهيءَ کي ڪنهن قابل نٿا سمجهن ۽اُلٽو ٿهڪ ڏئي اهو چون ٿا ته اهو به حڪومت تان بوجهه هٽيو. سنڌ جي اها تاريخي بدقسمتي رهي آهي جو هن کي اڄ ڏينهن تائين جيڪي به نمائيندا مليا آهن. سي صرف ۽ صرف پنهنجي مقصدن ۽ مطلبن جا پوڄاري رهيا آهن. ڪرسي جي خاطر سنڌ دشمني تحت به ناهه ڪري ويهندا آهن. پنهنجي مفادن جي حاصلات لاءِ وقت به وقت سياسي آباد گار پڻ تبديل ڪندا رهندا آهن.

اڄ به سنڌ اسيمبلي جو ميمبر ٽپيدار. صوبيدار ۽ ماسترن جي بدلي ۽ ڪامورن جي ترقي ڪرائڻ ۾ پورو آهي. جڏهن ته انهن کي ڪامورن جي نمائندگي کان پاسيرو ٿي ڪري صرف ۽ صرف پنهنجي پنهنجي علائقي جي ووٽرن جي خدمت ڪرڻ گهرجي. پر اسان وٽ ڪم انهيءَ جي ابتڙ ٿي رهيو آهي. جنهن جو نتيجو اهو آهي جو ڪوٽا سسٽم جو خاتمو ٿيو آهي. جنهن مان سڀ کان گهڻو فائدو سنڌ جي ٻهراڙي واري علائقي جي نوجوان کي ٿي پهتو. ڪوٽا سسٽم جي خاتمي جي اعلان ڪانپوءِ سنڌ جي ٻهراڙي واري علائقي جي شاگرد يونيورسٽي تائين پهچڻ جا خواب ڏسڻ ڇڏي ڏنا آهن ته ٻئي پاسي جن نوجوانن کي ڪوٽا تحت سرڪاري سروس ملندي هئي هاڻ اهي به مايوس ۽ بي وس بڻجي ڪري ويهي رهيا آهن.

اها ڪيڏي نه وڏي ناانصافي ٿيندي جو هاڻ سنڌ جي ٻهراڙي واري علائقي جو شاگرد يونيورسٽي تائين ڪونه پهچي سگهندو. اهو عمل ڪيڏي نه وڏي سازش ساڻ رٿيو ويو آهي. اسان جا پنهنجا اڳواڻ ڪرسي

بچائڻ پويان ڪيڏو نہ سنڌ جي نوجوانن جي ارمانن جذباتن، احساسن سان ڪيڏندي انهن جو قتل عام ڪري رهيا آهن. جڪو سنڌ جي سپوتن کي ئي سازشن جي ور چاڙهي يونيورسٽين تائين نہ پهچڻ ڏنو ويو تہ پوءِ سنڌ جي نمائندگي ڪير ڪندو، جڪا سالن کان جلي رهي آهي. انهيءَ مسئلي تي ڪجھ اسان جي منتشر ساٿين کي سوچڻ گهرجي هنن سٽن وانگي:

اي منتشر ساٿيو
هي معصوم روح ڇا گهرن ٿا
جيڪي مٽي ۾ ڪيڏن ٿا
واري جا گهر ناهن ٿا
۽ ننڍڙين پٿرين جا مينار ڪڙا ڪن ٿا
اي منتشر ساٿيو
اچو هن راند کي ختم ڪريون
۽ مٽي جي راند کان نجات وٺون
ڇو تہ هيءُ ڪمزور گهر
ٻوڏين ۽ طوفانن جو مقابلو نٿا ڪري
سگهن اچو
وڏا خواب ڏسون
نوان گيت ڳايون
نئين زندگيءَ جا افسانا لکون
اي منتشر ساٿيو
مون کي ڳڻتي آهي تہ
طوفانن جي مقابلي ۾
اسان ناڪام ٿي ويندا سين
اسان برباد ٿي ويندا سين
جيڪڏهن اسان متحد نہ ٿياسين
اي منتشر ساٿيو؟



# الوداع ۽ آجيان

عاجز عارب ڪنڀر

الوداع جو لفظ زبان تي ايندي ئي ڪن اکين ۾ لڙڪ تري ايندا، ڪن چپن تي مرڪ جا تاثر نمايان هوندا. ڪن سان ١٩٩٧ع خوب نڀاهيو هوندو. سال ١٩٩٧ع عنقريب ماضي جي پيرن جي پٽي تي ويندو پوءِ جڏهن بہ ياد ماضي جون هوائون لڳيون تہ ڏک، پيڙا ۽ خوشيون دل جا دروازا ڀڃي اچي اندر جي انسان کي سجاڳ ڪنديون ۽ چونديون تہ توهان پنهنجو ماضي ڇو وساريو آهي. جي حال سان گڏ هلڻو آهي تہ زمان ماضي کي ساڻ کڻڻو پوندو. مستقبل جي معيارن کان بچڻ لاءِ ايئن ڪرڻو پوندو.

١٩٩٧ع جي واقعن تي سرسري نظر وجهڻ لاءِ اڄ قلم کڻڻو پيو، سو چيوسين تہ لکجي انهي خيال سان تہ ٩٧ع اسان کي ڇا ڏنو، ڇا ورتو؟

٩٧ع سال ۾ خاص ڪري سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن ڏاڍو ڀوڳيو آهي،

هوندئن به هي دور سنڌي عوام لاءِ نوان نه آهن. آزادي کان اڄ ڏينهن تائين ظلم جي گهاٽي ۾ پيڙهي وئي آهي.

انهي ۾ وڏو هٿ اسان جي پنهنجن ماڻهن جو آهي، جيڪي پهرين ووٽ وٺڻ مهل ڏاڍي "عاجز" نموني هٿ جوڙ ڪري، ڪوڙ ۽ منافقت جا ڪلما پڙهي ووٽ ته وٺي ويندا آهن پر پوءِ تڪليف ڪري واپس لوٽو به هٽي ڪونه ڏسندا ته اسان ڪي موٽي وري به انهيءَ عوام ڏي وڃڻو آهي، جي اسين قول ڪري آيا آهيون پر! نڪ جي پڪائي ڪري هو ڪڏهن به ائين نه سوچيندا آهن.

ڪي ڪراچي جي ڪهڪشان ماحول ۾ قرب ونديندا ته ڪي اسلام اباد جي پرسڪون شهر ۾ مزا ماڻيندا رهندا آهن.

انهن کي پلا عوام جي اهنجن جي ڪهڙي خبر ته هن جو سڄ ڪيئن ٿو اڀري ۽ ڪيئن ٿو لهي، اسان کي اقتدار جي ڪرسي کپي، اها لالي سان ملي يا ڪٽي عوام جو گلو ڪپڻو پوي يا ڪٽي سنڌ جو سودو ڪرڻو پوي. ڪجهه ذڪر ۽ ڪجهه سور توهان جي سامهون لکت جي صورت ۾ پيش ڪريان ٿو ظاهر آهي ته ڪن کي حقيقت جي هوا سٺي لڳندي، ڪن کي توهه جيان ڪَڙي لڳندي. هنن لاءِ اها باهه گلاب جي عرق مثل آهي، مگر تنهنجي لاءِ بي رحم تاريخ جنهن اعزاز جو اعلان ڪندي اهو هتي قلم لکڻ کان قاصر آهي. ڇو ته تاريخ عظيم به آهي ته بي رحم به آهي.

هوندئن به جيڪي هٿ بندوق جي گهوڙي جا هيراڪ هوندا آهن، اهي دليون احساس کان خالي هونديون آهن، جنهن جي خوراڪ بارود هوندي آهي، جن اکين هميشه تڙپندي پکي ڏٺا آهن، انهن کي ڪجي ته ڇا ڪجي. اهي ته انڌ جي گهوڙي تي سوار هوندا آهن. لياقت علي جتوئي هن وقت جو وڏو وزير بزرگ قومپرست اڳواڻ عبدالحميد جتوئي جو پٽ به اقتدار جي ڪرسي جي چڪر ۾ اچي ويو. ايم ڪيو ايم سنڌ دشمن سان ناهه ڪري پنهنجي پيءُ جي سنڌ لاءِ ڪيل ڪم تي پاڻي ڦيريائين. هوندئن به اسان وٽ مير جعفر گهڻا ئي گذريا آهن. جن ڪٽي انهن کي گڏ ڪجي ته هڪ وڏو ڪتاب ٺهي ويندو.

٩٧ سال سنڌي اخبارن، سنڌين ۽ سنڌ لاءِ ڏاڍو ڳرو گذريو، سچ جو

ذاتو واقعي ڪڙو هوندو آهي، اهو ڪٿي ننڍي ڪان ننڍو سچ هجي يا ڪٿي وڏي ڪان وڏو سچ هجي، سچ جي هميشه رستا روڪ ڪئي ٿي آهي، ڪوڙ تي اڄ ڏينهن تائين ڪو قلم نہ لڳو آهي، هونئن بہ اسان جو معاشرو ڪوڙ جو ايترو تہ عادي ٿي ويو آهي، جو اسان جي حواسن کي سچ ٻڌڻ جي سگهہ ڪونهي. تڏهن تہ صحافت جي آزاد گهوڙي جي رستا روڪ ڪئي وئي آهي، جڏهن ڪڏهن صحافين تي حملہ. ڪڏهن ڪنهن هاڪر تي هٿ کڻڻ، اها بهادري نہ هئي، اها ياڙياٿپ ۽ بزدلي هئي، اخبارون ڪنهن هڪ فرد جو آواز نہ هونديون آهن، بلڪ پوري معاشري جو آواز هونديون آهن، اهي اخبارون آهن جيڪي حق ۽ سچ جون امين هونديون آهن. اهي پاڻ کي "اب زم زم" جي پاتي جيان صاف سمجهن مگر تاريخ جي ورقن ۾ هي مجرم آهن، اها غداري ڪنهن هڪ فرد يا اداري سان نہ آهي، بلڪ پنهنجي ماءُ جي تڇ سان غداري آهي. ١٩٩٧ع ۾ تيل اليڪشن ۾ پيپلز پارٽي بلڪل آئوٽ ٿي وئي. مسلم ليگ "ن" وڏي اڪثريت سان سوياري ٿي جنهن جو اڳواڻ اقتدار جو تاج پائڻ ڪانپوءِ مينڊيٽ جي مست هاٿي تي سوار ٿي جيڪي ڪم ڪيائين، سي سيني جي آڏو آهن. هونئن بہ اڪثريت ماڻهو کي انڌو ڪري ڇڏيندي آهي. پوءِ ماڻهو ڪم بنا سوچي سمجهي جي ڪندو آهي ڪجهہ پاليسيون ۽ ڪجهہ قانون.

جيڪي قانون غريب جي منهن مان گرهہ کڻڻ ۽ امير جي عيش ڪرڻ جي سند هئا، يتن تي پابندي هنيائين، يتن تي پابندي لڳڻ ڪانپوءِ شادي هالن ۾ ڪم ڪندڙن کان وني ڊيڪوريشن ۾ ڪم ڪندڙن تائين اهو غريب طبقو هو جنهن جي روزي تي لت لڳي، يتن تي پابندي لڳڻ سان اسان جو ميل جول ثقافتي رشتو ختم ٿيو، فنڪار جنهن جي ڪنهن بہ دور ۾ سار نہ لڌي وئي سي بہ بکون ڪاٽڻ لڳا. پوليس کي گولي هلائڻ جو حڪم پوليس اڳي عوام جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو. سو تنهن قانون ڪانپوءِ ڇڙواڳ ٿي وئي، بندوق جي نالي مان شڪ جي بنياد تي نڪرندڙ گولي بہ بي قصور جي سيني ۾ تڏي ٿيڻ لڳي، ٿاٽا بہ ظلم جا گهاٽا ٿي ويا، هر ضلعي ۾ احتساب ڪميٽيون ناهيون ويون. احتساب ڪميٽين ۾ اهي ماڻهو کنيا ويا جيڪي خود احتساب لائق هئا. سندن

دور جو ڪارنامو سونهري اکرن ۾ لکڻ جهڙو آهي. ڪورٽن جي بي حرمتي ۽ ججن سان جنگ.

ڪورٽون يعني انصاف گهر اهي ادارا هوندا آهن، جيڪي انصاف جي اجايل کي انصاف ڏيندا آهن. جڏهن ماڻهو هر هنڌان مايوس ٿي انصاف گهر جو رخ ڪندا آهن ته اهو سوچيندا ته اسان کي هتي پڪ سان انصاف ملي ويندو. هاڻ ته انصاف گهر پاڻ پيو انصاف ڳولي ته مون کي انصاف ڪير ڏيندو. پري دنيا جي پريس ۾ ميڊيا جون نظرون انهي جنگ جي ميدان ڪتل هيون. جڏهن سپريم ڪورٽ جو چيف جسٽس سجاد علي شاهه ملڪ جي وزير اعظم جي خلاف توهين عدالت ڪيس جي سماعت ڪري رهيو هو ته اسان جي ملڪ جا معزز چونڊيل ميمبر ۽ ڪارڪن سوچيل سمجهيل سازش تحت ڪورٽ ۾ گهڙي اچن ٿا، ٽوڙ ڦوڙ ڪن ٿا. معزز چيف جسٽس جي خلاف نعريبازي ڪن ٿا، جج مجبورن ڪيس ملتوي ڪري ٿو، مگر ملڪي ۽ غيرملڪي پريس ۽ ميڊيا اسان کي معاف نه ڪيو. اسا جي ملڪ جي پت کي وائکو ڪيو. هي ملڪ اسلامي جمهوريه پاڪستان آهي جتي قانون نالي ڪابه شيءِ نه آهي. ججن ۽ ڪورٽن کي اڪيلو ڏسي ملڪ جي صدر پنهنجي ساک بچائيندي استعفيٰ جمهوريت جي منهن تي چماٽ هڻي، باروزگار ماڻهن کي بيروزگار ڪيو وجي ٿو چيو وجي ٿو ته آءِ ايم ايف جو نيڪو رڳو سنڌ ۽ سنڌين کنيو آهي، انهي مان اهو ظاهر ٿو ٿئي ته تون هڪ مخصوص طبقي جو وزير اعظم آهين. اسان کي تنهنجي ذهنيت جي ان ڏينهن خبر پئجي وئي، جڏهن تون ڪلوئي کان ڪنري پهچين ٿو، چو ته اهي ٻار جيڪي ٻڏي مئا هئا، اهي امان جندو جا نه هئا، ايڏي بي حسي چڱي نه آهي، خدا جي لٺ بي آواز آهي، جي ڪنهن کي روزگار ڏئي نه ٿا سگهون ته ڪسيو ته نه...!

محترم تي سنڌي ماڻهن جون ميارون آهن، چو ته اقتدار وقت سنڌ جي لاءِ ڪجهه ڪرين ته بهتر آهي، جي نٿي ڪري سگهين ته خالي ڳالهه نه ڪندي ڪر، باقي اقتدار وڃڻ کان پوءِ جيڪڏهن گهوڙا گهوڙا ڪرين ٿي، اهي ته هٿ جي ڪنگڻ کي آرسي ڏيڻ جي برابر آهي. هي نوجوان ١٩٩٧ع کي الوداع لڙڪن سان ڪري ويندا، انهي آسري تي ٩٨ جو سج

اسان لاءِ ڪوڙ ساريون خوشيون کڻي ايندو.

هي معصوم ناريون جيڪي گلاب گل جهڙيون ۽ مينهن جهڙي معصوم دل رکن ٿيون، اهي ڪيئن ١٩٩٨ع جي آجيان ڪيئن ٿيون ڪري سگهن، جنهن جي مٿان بندوق جو پاڇو ۽ ڪاروڪاري جو شڪ هر وقت هوندو آهي. اهي ته جا معصوم ٻار جن جي مجبوري ۽ بي وسي جو قائدو وننديي انهن جون مرڪون کسيون وڃن ٿيون. اهي ته ٩٧ کي الوداع ڪري ويندا، ڇا ٩٧ انهن جا دلي ارمان پورا ڪري ڇڏيندو. اي صدام جي امڙتون ٩٧ کي الوداع ڪيئن ڪندين، تنهنجي جگر جو ٽڪرو ٩٧ ۾ اغوا ٿيو آهي. ٩٧ جون آخري هوائون توهان کي پارت آ معصوم صدام جي اي اغوا ڪندڙو توهان سوچيو آهي ته ان جي ماءُ جي دل تي ڇا پئي گذري، ان جي ماءُ جا لڙڪ وهي وهي ختم ٿي چڪا آهن. معصوم صدام کي موٽائي ڏيو ان جي امڙ ٩٨ جي آجيان غمن جي لڙڪن جي بجاءِ خوشي جي لڙڪن سان ڪري، سال ١٩٩٧ع کي سيئي گڏجي الوداع انهي دعا سان ڪريون ته ١٩٩٨ع جو ايرندڙ سج اسان لاءِ محبتن جا جهول ڀري اچي. منهنجي ماٺهن جي سکن سان سنگت رهي ڏکن سان ڏور جو واسطو نه رهي. آخر ۾ ٩٧ کي الوداع ۽ ١٩٩٨ع جي آجيان لاکيٽي لطيف جي هن بيت سان ڪندس:

سائينم سدائين ڪري مٿي سنڌ سڪار،
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

# سنڌ کي سڃاڻو

قاضي آصف

دلين جي سچاين سان سنڌ جي سينڌ سنوارڻ لاءِ نڪتل قافلا گهربل منزل ماڻي ڇو ناهِن سگهيا؟ ڇا منزل جو ڏس غلط هو يا رهبر اڻ ڄاڻ هئا يا عوام ۾ حال ڪونہ هو؟ اهي سوال روز روز سوچڻ تي مجبور ڪن ٿا. بي انداز سياسي پارٽيون سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي ڪم جون ثابت ناهِن ٿيون. عوام جي لاءِ محبتن جون دعوائون ڪندي بہ سچايون ثابت نہ ڪري سگهيون آهن. ان ۾، اسان جي خيال ۾ گناهہ تنظيمن جي ورڪرن ۽ رهبرن جو ڪونہ هو. ان جو سڀ کان وڏو سبب تنظيمن وٽ سنڌ جي بابت نامڪمل معلومات آهي. هنن جيڪي بہ پاليسيون ناهيون، اهي ناڪام ٿيڻ جو سبب ان کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ هو تہ وٽن سنڌ جي حقيقي سماجي اقتصادي سروي ٿيل نہ هئي. سنڌ پنهنجي اصل صورت ۾ ڪصين آڏو ڪمان هئي. هنن پنهنجي سڀن ۾ آٽيل خوبصورت سنڌ بابت

نفيس بي مهل پاليسيون ناهيون اصل سنڌ، ڪائن ڪوهين ڏور هئي.

افسوس اهو ته سنڌ بابت پاليسيون ناهڻ مهل انهن انگن اکرن تي يقين ڪيو ويو، جيڪي حڪومت پاران وقت به وقت جاري ٿيندا رهيا، باوجود ان جي ته هو ان حڪومت سميت سسٽم جي مخالفت جا دعويدار هئا، هو ان رستن ۽ راهن تي هليا جيڪي سندن دشمن جي نشانن تي ٺهيل هئا، ته پوءِ رستو ڀلجي وڃڻ ته هڪ فطري ڳالهه هئي ۽ اهي ڪنهن پارٽي ليڊر يا ورڪر تي ڪاوڙ ڪرڻ اجايو هو. پنهنجي ڪئي هئي، جنهن جو نه ويڄ نه طبيب. اسان جي ملڪ ۾ ٿيندڙ اقتصادي، سماجي سروي جو انحصار، ٽپيدارن ۽ مختيارڪارن جي ڏنل رپورٽن تي هوندو آهي. جيڪي هر سال، آفيسن ۾ ويٺي، انگن کي هيڏانهن هوڏانهن ڪري حڪومت کي رپورٽ موڪليندا آهن ۽ انهن ئي رپورٽن تي حڪمرانن حڪومتن سميت سياسي پارٽيون پنهنجون پاليسيون ناهينديون آهن، جيڪي اوس ناڪام ۾ ٿيٺون آهن ۽ ٿيون.

حڪومت ۽ پاڪستان ليول تي ڪم ڪندڙ سياسي پارٽين کي ميار ڏيڻ جي پوزيشن ۾ نه به هجون، پر اسان سنڌ سطح تي ڪم ڪندڙ تنظيمن تي حرف رکي سگهون ٿا ته هنن سنڌ جي باري ۾ حقيقي صورتحال کان واقفيت حاصل نه ڪئي. هنن سنڌ جي سوشيواڪانمڪ، زراعتي نظام ۽ ان جي مڪينزم بابت ڄاڻ گڏ نه ڪئي. هنن پنهنجي پارٽين جي حوالي سان هن مهل تائين ڪابه مستند تحقيقي سامهون نه آندي. اڪثر لفاظي ۽ هيڏانهن، هوڏانهن جي ڳالهين کان ڪم ۽ سهارو ورتو ويو. صنعتي سماج جا مثال ڏئي ان ئي عينڪ سان سنڌ کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. ان ڳالهه تي ڌيان ڏيڻ جي ضرورت محسوس نه ڪئي وئي ته هڪ ڳوٺ اندر پنجن سالن ۾ ڪهڙيون تبديليون اچي رهيون آهن. ان ڳوٺ جي زمين جي صورتحال ڇا آهي. فصل ڪهڙا ڪيتري انداز ۾ ٿي رهيا آهن، انهن فصلن جو صوبي ملڪ ۾ دنيا اندر ڪهڙيون ۽ ڪيتريون منڊيون آهن.

هڪ ڳوٺ جي خاندان جي فردن ۾ روزگار جي فرق ڪهڙيون تبديليون آنديون آهن. ڪهڙي پرت ۾ خريداري جي سگهه ڪيتري آهي؟ سنڌ سطح تي ڪم ڪندڙ اها ڪهڙي پارٽي آهي، جنهن وٽ سنڌ جي

ڪنهن بہ ضلعي تعلقي تپي ديھہ سطح تائين گهڻ طرفي ڄاڻ هجي، جيڪا جيڪڏهن چاهي تہ متيارين جي سياسي سماجي اقتصادي پوزيشن آدمشماري گهر شماري جاگرافي سميت ڪهڙي آهي تہ اڌ ڪلاڪ اندر اها معلومات حاصل ڪري سگهجي؟ جواب آهي تہ ڪنهن بہ سياسي پارٽي وٽ اهڙي، وسيع، گهڻ طرفي معلومات ڪانهي تہ پوءِ متيارين بابت پاليسي ڪهڙي نهندي؟ اها ڳالھہ سمجهڻ ۾ ڏکيائي ڪانہ ٿيندي، هيڏانهن تہ پوري سنڌ آهي، جنهن جي ڀلائي بهتري جا خواب اکين ۾ سجائي هليا آهيون. اسان ڪي ڪنهن جي سچاين تي شڪ ڪرڻ جو ڪو حق ڪونهي. پر ايترو ضرور پڇي سگهون ٿا تہ ذاتي زندگي ۾ ئي جنهن شخص جي طبيعت جي باري ۾ ڄاڻ ڪانهي تہ، ان سان ڪامياب دوستي جي دعويٰ ڪيئن درست ثابت ٿي سگهي ٿي؟ عوامي تحريڪ ڪجھہ سال اڳ انگن اکرن جي سلسلي ۾ هڪ ڪوشش ڪئي هئي، جيڪا بہ رڳو هڪ طرفي ۽ نامڪمل هئي، ان چڱي ڪوشش ڪي گهڻ طرفي ڪرڻ گهربو هو. جنهن جا نتيجا اوس چڱا نڪرڻا هئا. پر ٻين جدوجهدن ۽ پاليسين سميت اها بہ ادهاڪ ازم جو شڪار ٿي وئي.

بهرحال عوامي تحريڪ، جيئي سنڌ ترقي پسند پارٽي، سنڌ نيشنل فرنٽ، جيئي سنڌ تحريڪ، جيئي سنڌ محاذ، سنڌ ساگر پارٽي، پنهنجي پنهنجي حوالي سان سنڌ بابت گهڻ طرفي، ڄاڻ ڏني. ڪن هڪ سوال نامو ٺاهي پنهنجي ورڪرن کي اهو ڀرڻ لاءِ ڏنو وڃي، اهو سوال نامو ان طرح سان جوڙڻ گهرجي جو هڪ ڳوٺ جي باري سموري گهربل معلومات ملي وڃي، پنهنجي گڏ ڪيل معلومات کي تپيدارن ۽ سرڪاري ذرطرفان گڏ ڪيل معلومات سان ڀيٽائي ڏسو سچ ۽ ڪوڙ جي خبر پئجي ويندي، سوال نامن جي جوابن مان مليل معلومات کي ڪمپيوٽرائزڊ ڪيو وڃي جو فقط هڪ بٽڻ دٻائڻ سان گهربل ڳوٺ بابت سڄي معلومات ۽ ڄاڻ اسانجي سامهون اچي وڃي. ان ڳوٺ بابت درست فيصلو ان وقت ئي ڪري سگهجي ٿو. اهو سلسلو هر ٽئين سال جاري رکڻ گهرجي، جيئن معلومات پراڻي نہ ٿئي، بعد ۾ سياسي پارٽيون درست فيصلا ڪرڻ طرف وڃي سگهن.

١٥- فيبروري، خميس ١٩٩٦ع

# پلئه پايو سچ

## عابد ڪاظمي

انسان پنهنجي جنسي مسئلن جي حوالي سان هميشه بحثن جو موضوع رهيو آهي. نفسيات جا ماهر پيٽ کان پوءِ انساني سماج جو ٻيو وڏو مسئلو جنسي ڪارگذارين کي قرار ڏين ٿا فرائڊ چيو آهي ته، سڀ انساني ڪارروايون جنسيات جو نتيجو آهن، ايستائين جو هو مذهب کي به گناهه جي احساس جي پيدائش قرار ڏئي ٿو ۽ چوي ٿو ته، اهو انسان جي Oedipus complex جو نتيجو آهي. جنسي جرائم جو اهم سبب اخلاقي ڍانچي جي تباهي سمجهيو وڃي ٿو، جنهن جي نه هجڻ سان معاشري ۾ جنسي بيگانگي ڦهلي آهي. دنيا جي تقريباً سمورن مذهبن ۽ معاشرتي قانونن ۾ ان لاءِ حدون مقرر ڪيون ويون آهن، پر اخلاقي مجرم انهن قانونن جي پابندي نه ٿا ڪن، جيڪي انهن کي پنهنجي جائز ڪم کان سواءِ ٻين جڳهن تي جنسي خواهش پورائي لاءِ روڪين ٿا، اهي ماٺهو انهن قانونن

جي خلاف ورزي ڪن ٿا. جيڪي معاشري جي سماجياتي بيهڪ لاءِ ڪارگر ٿين ٿا ۽ جيڪي جنسي عياشيءَ کان روڪين ٿا.

اخلاقي مجرم پيدا ٿيڻ جو سڀ کان وڏو سبب سماج ۾ مروج نظام به آهي، جنهن جا قدر هڪ ٻئي نظام کان مختلف ٿين ٿا. مذهبي اخلاقيات ۾ مرد ۽ عورت جو پنهنجي مخصوص مرد يا عورت کان سواءِ ٻئي ڪنهن سان جنسي تعلق رکڻ کي حرام قرار ڏئي ان لاءِ سزا مقرر ڪئي وئي آهي، جيڪا مختلف مذهبن ۾ ٿوري فرق سان رائج آهي. اسلام، عيسائين ۽ يهودين وٽ ان لاءِ سزا سنگسار ڪرڻ آهي. پر انهن سان گڏ ڪجهه شرط رکيل آهن، جيئن شاهدن جو هجڻ وغيره.

حضرت عيسيٰ يسوع هڪ ڏينهن بيت المقدس ۾ ويٺو هو ته ڪوڙ سارا ماڻهو هڪ عورت کي ڊوڙائيندا آيا، جن جي هٿن ۽ جهولين ۾ پٿر هئا، عورت اچڻ سان يسوع جي پيرن ۾ ڪِري پئي ۽ پناهه جي گهر ڪيائين. عيسيٰ ماڻهن کي هٿ جي اشاري سان روڪيو ۽ پڇيائين، "هن کي ڪهڙي ڏوهه عيوض پٿر هڻو ٿا؟" ماڻهن وراڻيو "هن زنا جو ڏوهه ڪيو آهي ۽ شريعت موسوي مطابق اسين هن عورت کي سنگسار ڪرڻ چاهيون ٿا."

عيسيٰ چيو، "بيشڪ! هن وڏو پاپ ڪيو آهي، هن کي ضرور سنگسار ڪيو، پر هڪ شرط آهي، ته هن کي اهو شخص پٿر هڻندو جنهن پنهنجي سڄي ڄمار ۾ زنا نه ڪئي هجي، باقي جنهن اهو پاپ خود ڪيو آهي، ان کي پٿر هڻڻ جو ڪوبه حق نه آهي." يسوع ڏٺو ته هر ڪوئي پٿر اڇليندو وڃڻ لڳو ۽ آخر ۾ صرف اها عورت ۽ عيسيٰ يسوع بچيا ۽ عيسيٰ هن کي نصيحت ڪري گهر وڃڻ جي اجازت ڏني.

ايئن ئي حضرت علي رضہ وٽ هڪ فيصلو آيو، جنهن ۾ هڪ عورت تي زنا جو الزام هو ۽ هن جي پيٽ ۾ ٻار هو، جرم ثابت ٿيڻ کانپوءِ به حضرت علي رضہ هن کي سنگسار ڪرڻ کان منع ڪئي ۽ چيائين ته هن کي سزا ڏيڻ سان هڪ بيگناهه جو قتل ٿيندو، جيڪو هن جي بندن ۾ پلجي ٿو."

اهڙيون ڪجهه نرميون مذهب جي حوالي سان ته موجود آهن، پر ان لاءِ ڪجهه خالص روايتي سخت رسمون به موجود آهن، جيڪي مروج

نظام جي اهم قدر غيرت جي پيداوار آهن ۽ انهن جون پاڙون ايتريون ته گهريون ۽ پختيون آهن جو مخالفت ڪندڙ يا انهن تي عمل نه ڪندڙ کي نيچ ۽ بي غيرت سڏيو وڃي ٿو. غزالي چيو هو ته، عورت جيڪڏهن پنهنجي ذات ۾ ڪنورائپ جي حفاظت ۾ ڪچي هوندي ته اها پنهنجي مڙس کي ذليل ڪندي ۽ ان جو ماٿهن ۾ منهن ڪارو ٿيندو. هو غيرت جي ڪري پريشان ٿيندو ۽ زندگي تلخ ٿي ويندس ۽ جيڪڏهن هو ان معاملي ۾ نرمي ڪندو ته بي غيرت ۽ بي شرم سڏبو. غيرت هڪ شعوري ڪيفيت آهي، جنهن کي سماج ۾ مروج هڪ هاڪاري جذبو سمجهو وڃي ٿو.

اسان وٽ ناجائز جنس تعلق رکندڙ مرد عورت کي ”ڪارو ڪاري“ جو نالو ڏنو ويو آهي، جنهن جي سزا ٿڏي تي موت آهي ۽ اها بي رحم رسم جيڪا صدين کان مروج آهي، هر سال ۾ هزارين جانيون ڳڙڪائي وڃي ٿي، جنهن جو شڪار ٿيندڙن ۾ Premature کان وڃي هر عمر جي عورت ۽ مرد ٿين ٿا ۽ پويان برادرين ۽ قبيلن جا اڻ کٽندڙ وير به شروع ٿيو وڃن. هن رسم جو شڪار اڪثر عورتون ٿين ٿيون، جن ۾ اڪثريت بيگناه عورتن جي ٿئي ٿي، جن تي اهو الزام وير پاڙڻ لاءِ هنيو وڃي ٿو، جيئن غيرت ۾ اچي مارڻ سبب قانوني نرمي حاصل ڪري سگهجي. اهي عورتون جن کي اغوا ڪيو وڃي ٿو، يا جن جي زبردستي آبروريزي ڪئي وڃي ٿي، انهن کي به معاشرو قبول نه ٿو ڪري ۽ انهن کي هڪ بي حس ۽ ناڪام زندگي گذارڻ تي مجبور ڪيو وڃي ٿو اهي اهڙا ايذاءَ آهن جن جي خاتمي لاءِ جاکوڙڻ هر سني ماڻهو جو فرض آهي.

گذريل ڪجھ مهينن کان اخبارن ۾ ان مسئلي تي ڏاڍو لکيو به ويو آهي، پر هڪ ٻي شيءِ به سوچڻ وٽان آهي ته، اهي روايتون جيڪي ڏاڍيون گهريون آهن، انهن جي مخالفت ڇو ۽ ڇا لاءِ ڪرڻ گهرجي؟ پهريان ته ڇا اها گهربل سچائي موجود آهي، جيڪا ان جي خاتمي لاءِ ڳالهائيندڙ فرد وٽ هجي؟ ۽ ٻيو ته ان جي پيدا ٿيڻ جي سببن جو شعور آهي؟ ته اها رسم پيدا ڇو ٿي ٿئي. يا رڳو ان کي به نعري بازي جي رجحان ۾ کنيو ويو آهي، ڇو جو اسان وٽ جڏهن به عشق يا عورت جي آزادي جي ڳالھ ٿيندي آهي ته ان مان مراد ٻين جون عورتون هونديون آهن ۽ اڪثر اهڙن حساس مسئلن کي اسان جا پڙهيل لکيل ۽ ترقي پسند ماڻهو ايڪسپلائٽ

ڪندا آهن. ڇو جو ملان يا بنياد پرست ته ان جا ڪليل مخالف آهن، پر هي ان جون ابتيون تشريحون ڪري پنهنجي حق ۾ استعمال ڪن ٿا، جيئن جنسي آزادي جي تصور کي ايڪسپلائٽ ڪيو ويو، جنهن جو مطلب ٻن جنسن عورت ۽ مرد کي زندگيءَ جي هر شعبي ۾ وڌڻ لاءِ هڪ جهڙو ماحول ۽ هڪ جيترا مواقع ميسر ڪرڻ بدران ڇنسي ڪشش جي تعلق کي جنسي آزادي چيو ويو ۽ جڏهن ڪو وڏي مٿي وارو ڪامريڊ يا سياسي رهبر ڪنهن معصوم عورت کي ورغلائي يا لالچائي جنسي حوس پوري ڪندو هو ته ان لاءِ جنسي آزادي جو دليل ڏنو ويندو هو ۽ جيڪڏهن ڪو وڏيرو اهڙي حرڪت ڪندو هو ته، ان کي طبقاتي استحصال چئي واويلا ڪندا هئا. عورت کي يقيناً آزادي ملڻ گهرجي، پر اها زندگيءَ جي تعميري مسئلن ۾ هجي، ان آزاديءَ مان مطلب جنسي آوارگيءَ جو مقصد نه هجڻ گهرجي. جنهن اڄ جي يورپ ۽ آمريڪا جي معاشري جا اخلاقي بنياد اکوڙي ڇڏيا آهن ۽ اتان جون حڪومتون ۽ معاشرو ان ۾ منجهي پيو آهي ته گهٽ عمر جي ڇوڪرين ۾ پيٽ ٿيڻ جي شرح تي ڪيئن ضابطو آڻجي؟

”ڪارو ڪاري“ تي ڳالهائيندي هڪ دوست کان پڇيو ته، ”يلا جڏهن هڪ مرد پنهنجي عورت کي غير مرد سان ڏسي ته ان جو ردعمل ڇا هجڻ گهرجي؟“ هن چيو ته، ”ان کي قتل ڪرڻ بدران طلاق ڏيڻ گهرجي.“ ”طلاق ته صرف زال کي ڏئي سگهجي ٿي، پر ڪو پنهنجي ماءُ يا ڀيڻ لاءِ ڇا ڪري؟“ جيڪڏهن ڪو ماڻهو ان ۾ نرمي به ڪري ۽ قتل کان مڙي وڃي ته ان کي ٻيا ماڻهو طنز ۽ طعنن ذريعي جيڪا ذهني اذيت ڏين ٿا اها به موت جي برابر آهي.

قتل به هڪ غير اخلاقي حرڪت ۽ جرم آهي ۽ جيڪڏهن ڪاروڪاري جي نالي تي سوين بيگناه موت جو ٻڌجن ته ان جي به مخالفت ڪرڻ گهرجي، پر اهو ضرور سوچيو ته نعري بازي نه هجي ۽ انهن سماجي محرڪن تي حملو ڪيو وڃي، جيڪي انهن جو سبب بڻجن ٿا ۽ ان تي به لکيو وڃي، ڇو جو اهي سماجي قدرن تڏهن تبديل ٿين ٿيون، جڏهن ان جي جڳهه کي نيون وڌيڪ پختيون قدرون اچي ڀرن، ان ڪري ڪجهه نوس اخلاقي قانون جي ضرورت هر معاشري کي آهي، نه ته سماجي وهنوار بگڙي ويندو.

ڪهڙيون ته خبرون پڇين!

# ڏوهي ڪير؟

رضوان گل

يونيورسٽي جي پوائنٽ ڦاٽڪ تان هلي. ڊرائيور هارن ڏنو اسان ڊڪندا وڃي دروازي تي چنبڙياسين. بس ڄامشورو ڦاٽڪ پار ڪندي اسٽين ڪان گذرندي، سنڌالاجيءَ وٽان مڙندي سينٽرل لائبريريءَ جي پر مان گذرندي بلاڪس هاسٽل جي سامهون بيٺي، جو ته يونيورسٽيءَ جي هاسٽلن ٻاهران آيل سمورا لوڙها ساڙيا ويا هئا فيڪلٽيءَ ۾ هلندڙ پيپر ڦاڙي شيشا ٽوڙي ڪيس ڪباڙو ڪيو ويو هو.

اسان جيئن ئي پوائنٽ مان لٿاسين ته ڊرائيور گاڏيءَ کي موڙي اڳتي وڌيو. اسان هوشو هاسٽل تائين پهتاسين ته ڇوڪرن ۾ اچانڪ ئي اچانڪ ڀاڄ پئجي وئي، هرڪو هڪ ٻئي کي ڏسي بغير پڇڻ جي پنهنجن پنهنجن هاسٽلن ڏانهن ڀڳو ٿي. اسان پنڌ ۾ ئي هائيسين ته چوطرف ڪارو دونهون ڇانئجي ويو ۽ انهيءَ وقت هڪ زوردار ڌماڪو پڻ ٿيو. ها اُهائي يونيورسٽيءَ جي پوائنٽ جنهن ۾ چند لمحا اڳ اسان چڙهي ايا

هئاسين ان کي باهه ڏيئي ڇڏيائون. اڌ ڪلاڪ تائين ڪوبه بس جي سار لهڻ وارو پيدا ڪونه ٿيو فائر برگيڊ جو عملو پڻ تڏهن پهتو جڏهن بس سڙي رک ٿي چڪي هئي اسان جڏهن اهو ڪارو دونهون ڏسي بس جي ويجهو آياسين ته ان وقت پوليس جا اهلڪار بس جي چوڌاري پهرو ڏيئي رهيا هئا ۽ ڪنهن کي به پوائنٽ ويجهو اچڻ نه ٿي ڏنائون. هو انهيءَ سڙي ويل بس کي تحفظ ڏيڻ لاءِ بيٺا هئا. ان کان اڳ ساڳئي ڏينهن ئي پرووسٽ آفيس کي پڻ باهه ڏئي ساڙيو ويو هو جنهن ۾ تازا پريل هاسٽل نارم پڻ سڙي ويا.

اسان جو پيپر ٿيڻو هو جنهن لاءِ تن ڏينهن کان مسلسل تياري ڪئي هئي. ايڏي نهي نڪي ماحول ۾ امتحان هلي رهيا هئا. پر هنن کي شايد اهو پرامن ماحول نه ٿي وڻيو. شايد نه پر يقيناً اسان ڪمري تي پهتاسين، هرڪو شاگرد پريشان حال هو پڙهائي وارو ماحول درهم برهم ٿي چڪو هو.

مان فون اٽينڊ ڪرڻ لاءِ هاسٽل جي گيٽ تي آيس ته مسجد مان اعلان ٿيو: "سيئي شاگرد متوجه ٿين، سيئي هاسٽلون اڌ ڪلاڪ اندر خالي ڪريو ٻئي صورت ۾ اسان ڪوبه ايڪشن ڪٽي سگهون ٿا." مٿيون اعلان انتظاميا طرفان ڪرايو ويو هو. اعلان ٻڌڻ لاءِ سمورا ڇوڪرا هاسٽل جي ڇتين تي چڙهي ويا هئا. ڪجهه ڇوڪرا گڏجي پرووسٽ سان ملڻ لاءِ ويا ۽ وڌيڪ ٻن ٽن ڪلاڪن جي مهلت وٺي آيا پوءِ ٻيهر اعلان ٿيو ته: "هاسٽلن صبح جو ٧ وڳي تائين خالي ڪيون وڃن."

ڪافي ڇوڪرا پهريون اعلان ٻڌي، هنڌ بسترا سميٽي روم خالي ڪري نڪري ويا هئا هينئر ٽائيم رات جو ١٢,٣٠ ٿيو هو. اسان به ٽيلها ڪلهن ۾ وجهي اچي ڦاٽڪ جي هڪ هوٽل تي سڄي رات جاڳي گذاري هئي ۽ صبح جوڪوٽڙي اسٽيشن تان اچي ٽرين ۾ جايون سنڀاليون هيون. خبر نه آهي ٻين عام شاگردن سان الائي جي ڇا ٿيو هوندو.

سنڌ جي تعليمي ادارن کي سوچيل سمجهيل منصوبي تحت پوئتي ڌڪيو ٿو وڃي. ڪنهن قوم کي تباهه ڪرڻو هجي ته اڳ ۾ انهيءَ جي تعليمي سرشتي کي تباهه ڪيو وڃي پوءِ اها قوم جهالت جي اونداهي کڏ

۾ ڪري خود بخود تباهه ٿي ويندي. جو ته تعيم سان ئي انسان ۾ انسانيت ۽ سمجهه پئدا ٿيندي. الارنس اسٽرن چيو آهي ته: ”علم حاصل ڪرڻ لاءِ مطالعو ايترو ضروري آهي، جيترو ڪنول جي گل ڪي پاڻي“ هاڻي سوال اهو ٿو پئدا ٿئي ته مطالعي لاءِ ڪتاب ڪٿان اچن. ڪير آڻي ۽ چو آڻي. اسان جي درسگاهن ۾ جيڪي ڪتاب موجود آهن اهي هن وقت تائين تقريباً رد ٿي چڪا آهن. ترقي يافته ملڪن جي تعليمي ادارن ۽ جيڪي انوينشن ٿين ٿيون اسان ڪي پنهنجي تعليمي ادارن اندر اُهي تجربا ته نهيو پر انهن متعلق ڪتابن جي سينٽرل لائبريري اندر ڪوبه جنرل يا سائنسي تازي ڄاڻ متعلق ڪو مئگزين نه آيو آهي اسان هن وقت تائين اڌ صدي اڳ وارا ڇپيل ڪتاب جن جا نظرا ڪڏهن جو رد ٿي چڪا آهن اُهي پيا پڙهون ۽ انهن تي ئي عمل پيا ڪيون.

آئن اسٽائن ڪتابن جي مطالعي متعلق لکي ٿو ته: ”خيالن جي جنگ ۾ ڪتاب هٿيارن جو ڪم ڏيندا آهن“ اهي هٿيار اسان وٽ خصوصن اندرون سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ هڪ سوچيل منصوبي تحت نه پيا آندا وڃن. انتظاميا ڪي پنهنجن عياشين لاءِ ته پئسا آهن پر نوان ڪتاب گهرائڻ لاءِ خزاني ۾ ڪوٽ اٿن. درسگاهون جيڪي علم جا گهر ٿين ٿا پر اتي ٢٤ ڪلاڪ پوليس ۽ رينجرز جون گاڏيون گشت ٿيون ڪن. عام شاگرد ته ڪين ڏسڻ به ناهي چاهيندو ڇا لاءِ ته سندن رائيفلون هر وقت سڌيون لڳيون پيون هونديون اٿن. بندوق جي ڇانون ۾ ڪهڙي پڙهائي يا ڪهڙيون ايجاديون ٿينديون. سو ڳالهه پئي هلي ڪتابن جي ڪوٺ جي، پڌندا آهيون ته: ”ڪتابن جي مطالعي هر دور ۾ انسان جو مستقبل سنواريو ۽ سڌاريو آهي“ پر اسان جي نئين ٿهيءَ جي نوجوانن جو مستقبل ڏينهون ڏينهن اونداهو ٿيندو وڃي پيو. اسان دنيا سان گڏجي ته ڪونه ٿا هلون پر دنيا جي پنيان به نه ٿا هلي سگهون پر اسان ڪي ته دنيا جي ابتڙ ٿو هلايو وڃي جيڪڏهن دنيا اوير پئي وڃي ته اسان ڪي اولهه طرف موڪليو پيو وڃي.

هن ترقي يافته دور ۾ جتي ٻين ملڪن جا نوجوان سائنس جي اعليٰ ايجادن ۾ مصروف آهن اُتي اسان جو نوجوان اڃا ڪمپيوٽر متعلق به صحيح معنيٰ ۾ ڄاڻ ناهي رکي سگهيو. ڪڏپيوٽر جيڪا اڄ ڪان اڌ

صدي اڳ جي ايجاد آهي. انهيءَ کي چند سال اڳ اسان وٽ متعارف ڪرايو ويو آهي سو بہ تمام ننڍي پئماني تي!

اسان جي خاص طور تي حڪمران طبقي کي وڏي ڳڻتي آهي تہ اسان ايڪويهين صديءَ ۾ ڪيئن داخل ٿينداسين ۽ اسان کي ايڪويهين صديءَ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي. ڪين فقط ايتري صلاح ڏبي تہ هو في الحال تعليمي ادارن جي ڪتب خانن جي جاچ لهن ۽ انهن کي ڪتابن جي کوٽ پوري ڪري ڏين ۽ انتظاميا کي ڏنل لڪين رپين جو حساب ڪتاب وٺن جيڪي ڪين هر سال نوان ڪتاب خريدڻ لاءِ ملندا آهن.

ڪونجون ٽيون ڪٽڪڻ



# چٽا پيٽي جي دور ۾ غافل نوجوان!

محمد خان سيال

انهيءَ ڳالهه ۾ تہ جيترو بہ شڪ نہ آهي تہ هي چٽا پيٽي جو دور آهي. جنهن ۾ اڳتي هلي ڪا "سفارش" گهڻو ڪم نہ اچي سگهندي ۽ نہ وري ڪوٽا سسٽم جي ٽوٽي گهڻو وقت پرجلو ٿي سگهندي. اها ڳالهه عالمي پسمنظر ۾ درست نظر اچي ٿي. بهرحال، نين حالتن ۾ گهرجن کي منهن ڏيڻ لاءِ، سنڌ جي نوجوانن کي پاڻ کي تيار ڪرڻو پوندو ۽ چٽا پيٽي جي اهميت کي مڃڻو پوندو ڇاڪاڻ تہ سائنسي ترقي جي ڪري، دنيا ڏينهون ڏينهن ننڍي ٿيندي پئي وڃي. هوائي جهازن، سيٽلائيٽن، انٽرنيٽ وغيره، دنيا جي ڏورانهن ملڪن کي بہ سڏ پنڌ تي آڻي بيهاريو آهي ۽ ايئن محسوس ٿي رهيو آهي تہ سڄي دنيا ڄڻ تہ "هڪ گهر" آهي ۽ مختلف ملڪ ان گهر جا "ڀاتي" آهن!

اهڙي ــتي چٽا پيٽي جي دور ۾ سنڌين کي پنهنجو پاڻ کي تيار ڪرڻو پندو. ٻي حالت ۾ اسين جيڪي اڳ ئي گهڻو پٺتي پيل آهيون،

سي اجا بہ اڪيلا رهجي ويندا سين رڳو پاڻ نہ پلي ڏوجهان متيان ڏيوي سان ڪم نہ هلندو. هونئن بہ شاهہ صاحب، اسان کي شايد اهڙي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ، گهڻو وقت اڳ چيو هو.

تتي، تڏي ڪاهہ، ڪانهي ويل ويهڻ جي
متان تئي اونداهہ، پير نہ لهين پرين جو.

پر ائين ٿو ڀانئجي تہ اسان انهيءَ مان ڪو سبق نہ پرايو آهي. اتلندو صورتحال ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندي پئي وڃي ڇاڪاڻ تہ اسان جو تعليمي نظام ڏينهون ڏينهن تباهہ ٿيندو پيو وڃي. ڪنهن بہ قوم جي جياپي لاءِ، تعليمي نظام ڪرنگهي جي حيثيت رکي ٿو. اوهان پاڻ ئي فيصلو ڪيو تہ گهڻي ويهين سؤ آهي. ڪجهہ وقت اڳ، قومي ايئر لائين ۾ ڀرتي واري سليڪشن بورڊ جو مان بہ هڪ ميمبر هوس. سکر جي آرائين ايئرپورٽ ويجهو، هڪ ڳوٺ ۾ رهندڙ اميدوار اسان جي اڏو آيو جنهن کان مون پڇيو تہ "توهان جي ڪواليفڪيشن ڇا آهي؟" چيائين تہ "بي ايس سي" وري ڪانئس پڇيم تہ "ڪهڙي ڊويزن ۾" چيائين تہ "سيڪنڊ ۾" ڪانئس ٽيون سوال پڇيم تہ "بي ايس سي جو مطلب ڇا آهي؟" همراهہ پهرين تہ اهڙو ڪجهي جهڙي پٽ. گهڻي زور ڀرڻ تي چيائين تہ سائين! مون کي خبر ڪانهي. هاڻ اوهان پاڻ ئي سوچيو تہ بي ايس سي سيڪنڊ ڊويزن واري اميدوار کي اها خبر ڪانهي تہ بي ايس سي ڇا کي چئبو آهي!

سليڪشن بورڊ جي ٻين ميمبرن جي موجودگي ۾، هڪ ٻئي اميدوار کان پڇيم تہ "ٻن کي انگريزي ۾ ڇا چئبو آهي. ان جي اسپيلنگ ٻڌاءِ. جهٽ پٽ چيائين تہ "ٽي ڊبل او" وري ڪيس موقعو ڏيندي چيم تہ "پڪ اٿيئي" تہ موٽ ۾ ساڳي ڳالهہ ڪيائين ۽ جڏهن سوال کي دهرائيندي ٽيون دفعو ڪيس چيم تہ "ٿوو سوچي وري ٻڌاءِ" تہ ساڳي ڳالهہ ڪيائين. ٩٠ سيڪڙو سنڌي اميدوارن کي جڏهن چيو ويو تہ سامهون پٽ تي لڳل گهڙيال کي ڏسي، انگريزي ۾ ٻڌايو تہ وقت ڪيترو ٿيو آهي، تہ هو نہ ٻڌائي سگهيا. جيتوڻيڪ سندن اهليت ايم اي ۽ ڊبل ايم اي هئي مان ميجان ٿو تہ ٻين صوبن سان واسطو رکندڙ اميدوارن جي معلومات جي سطح بہ گهٽ آهي پر پوءِ بہ اسان جي اميدوارن جي ڀيٽ ۾ هزار ڀيرا بهتر

آهن.

ڪي اهڙا به سنڌي اميدوار هئا جن جي پاڪستان اسٽڊيز جي باري ۾ معلومات تمام گهٽ هئي ۽ ڪين اها به خبر نه هئي ته پاڪستان جو نهراءَ ڪڏهن ۽ ڪٿي بحال ٿيو. انهي ڪان علاوه ڪين اهو به نه ٿي آيو ته گڏيل قومن جي اداري (يو اين او) جو هيڊ ڪوارٽر ڪٿي آهي، دنيا جو پهريون ۽ ٻيو ايٽم بم ڪنهن ۽ ڪهڙي ملڪ ۽ شهرن تي ڪيرايو ويو يا هونولولو ممباسا، ٽمبڪٽو، ڪوٽا ڪنابالو، ڪاسا بلانڪا شهر، ڪهڙن ملڪن ۾ آهن. نوي سيڪڙو سنڌي اميدوارن کي هن جملي جي انگريزي نه آئي ته "اڄ مينهن پئجي رهيو آهي" مان ميجان ٿو ته اهي سڀ اميدوار سفارشي هئا ۽ قومي اسيمبلي ۽ سينيٽ جي ميمبرن جي ڪوٽا تي آيل هئا پر ڇا به هجي. اهي اميدوار هئا ته پوسٽ گريجوئيٽ، جن اسان جي تعليمي ادارن مان امتحان پاس ڪيا هئا.

سکر جي صوبائي اسيمبلي جي چونڊيل هڪ ميمبر جي پاءُ پهرئين ته ڪنهن سوال جا جواب ڪونه ڏنا پر گهٽو پڇڻ تي چيائين ته وزيراعظم مون کي چيو آهي ته اسان توکي آفيسر ٿا ڪريون سو مون کي پنجون گروپ ڏيو پر ٻه پيرا مون ڪان انٽرويو وٺي، مون کي ٽئين گروپ (اسٽاف) جو آرڊر ڏنو ويو آهي. اسان ڪيس چيو ته اسان تنهنجو انٽرويو وٺون ٿا. جيڪڏهن تو ۾ اهليت ڏٺي سون ته تنهنجي پنجين گروپ ۾ اپائٽمينٽ لاءِ سفارش ڪنداسين. همراهه ڪان ۳_۴ عام نوعيت جا سوال پڇياسين، سي به ڪيس ڪونه آيا. پر وزيراعظم جو نالو هر هر تي ورتائين وري جڏهن ڏنائين ته سندس اهليت ته ظاهر ٿي پئي آهي، پوءِ وري نئون رخ اختيار ڪيائين چيائين ته الله تعاليٰ توهان کي خوش ڪندو. هاڻ مون کي چونڊيو يا نه، بهرحال مان توهان کي دعائون ڏيندس. اهڙي ريت قابليت ڏيکارڻ بدران نفسياتي اٽڪلون ڪم آندائين. وڏو ظلم هي هو ته ايم اي پاس اميدوارن کي به پنهنجي مضمون بابت مناسب ڄاڻ نه هئي. اڪثر چوندا هئا ته اسان کي ايم اي ڪئي ۳ سال ٿي ويا آهن تنهن ڪري سڀ ڪجهه وسري ويو آهي! هڪڙي اميدوار جي دعويٰ هئي ته منهنجو پاءُ بلاول هائوس ۾ آهي. جيئن ته مان گڏريل ٻن سالن ڪان بي روزگار آهيان. سو پريشان آهيان. تنهن ڪري مون کي ڪجهه به ياد ڪونهي پر

عام نوعيت جي سوالن جا جواب به نه ڏئي سگهيو. مون ڏٺو ته پنهنجي ڳالهه سمجهائي نه ٿي آيس.

مون هڪ ڳالهه نوٽ ڪئي ته اسان جي شاگردن کي عام اسپيلون به نه ٿي اچن. پوسٽ گريجوئيٽ ڪيل هڪ اهڙي شاگرد جي فارم ۾، مئٽرڪيوليشن جي اسپيلنگ غلط لکيل هئي. تنهن ڪري ڪانئس صحيح اسپيلنگ پڇي سون پرهو پڌائي نه سگهيو. ڪڏهن ڪڏهن مون کي ائين لڳندو آهي ته اسان جي نوجوانن، انگريزي ٻولي سان ڪا پراڻي يا خانداني دشمني ڳولي لڌي آهي. اهڙي ئي هڪ اميدوار، منهنجي هڪ دوست وٽ شڪايت ڪئي ته مان سنڌي اميدوارن کان ڏکيا سوال پڇان ٿو، جيتوڻيڪ ائين ڪونه هو ظاهر آهي ته جنهن کي ڪو عام سوال به نه ايندو سو انهيءَ لاءِ ڏکيو آهي. هونئن به اهي اميدوار، جيئن مان اڳ چئي چڪو آهيان ته پارليمينٽ جي ميمبرن جي ڪوٽا تي هئا جن کي هر صورت ۾ پاس ڪرڻو هو. اسان کي ته رڳو فارملٽيز پوري ڪرڻي هئي ۽ سندس شعبا الاٽ ڪرڻا هئا. بهرحال، اها ڏاڍي افسوس جهڙي ڳالهه آهي ته اسان جو نوجوان، پنهنجي جاڻ ۽ اهليت کي وڌائڻ لاءِ محنت نه ٿو ڪري ۽ نه ئي وري اهڙي ضرورت محسوس ٿو ڪري جيڪڏهن ڪجهه دوستن کي نوڪريون ملي وڃن ٿيون ته هو انهن کي ئي سڀ ڪجهه سمجهي اڳتي وڌڻ جي ڪوشش نه ٿا ڪن پر جيڪڏهن ڪن به ٿا ته سفارش جو ذريعو ڳولين ٿا.

ملڪ اندر خواندگي جي شرح ڏينهون ڏينهن وڌندي پئي وڃي. اسان وٽ نجڪاري سبب، سرڪاري ادارا سسندا پيا وڃن. ملڪ اندر تعليم يافته بي روزگارن جو انگ وڌندو پيو وڃي. حڪومت وٽ، انهن کي روزگار ڏيڻ لاءِ ڪا به پلاننگ ڪانهي (سواءِ فيملي پلاننگ جي) اهڙي صورت ۾ چٽاپيٽي ڏينهون ڏينهن وڌندي پئي وڃي. سرڪاري نوڪرين جو حال هي آهي ته جيڪڏهن پ پ پ کان سواءِ ٻي ڪا حڪومت اچي ٿي ته سنڌين لاءِ نوڪرين جا در بند ٿي ٿا وڃن. اتلندو پ پ پ دور ۾ رکيل ملازمن کي نوڪرين مان ڪڍڻ لاءِ ڪات، کهاڙا کنيا پيا وڃن. هونئن به نجڪاري جو راڪاس تيز رفتاري سان سرڪاري ادارن کي ڳڙڪائيندو پيو وڃي تنهن ڪري سرڪاري ادارن ۾ وڌيڪ نوڪريون ملڻ جي اميد ڪرڻ اجائي آهي. تنهن ڪري مان پنهنجن

نوجوانن کي دل جي گهرائي سان گذارش ڪريان ٿو ته اوهان پنهنجي اهليت ۽ قابليت وڌائڻ لاءِ جتن ڪريو. واندڪائي ۾ وقت وڃائڻ بدران، دنيا جون ريڊيو اسٽيشنون ٻڌو. ٽي وي تان معلوماتي پروگرام ڏسو ۽ ڪارائتا ۽ ڄاڻ وڌائيندڙ ڪتاب ۽ اخبارون پڙهو ۽ ڪوشش ڪري پنهنجي انگريزي بهتر بڻايو. بدقسمتي سان اسان جي ملڪ توڙي ٽئين دنيا جي ملڪن ۾ اهو لاڙو عام آهي ته آفيسن ۾ جيڪو انگريزي بهتر ٿو ڳالهائي سوئي ڪم ڪري ٿو.

دنيا جا ڪيترائي تعليمي ادارا، داخلائون ۽ اسڪالرشپون ڏيڻ لاءِ ٽيسٽون وٺن ٿا. جيڪڏهن اسان جي نوجوانن ۾ اهليت ئي نه هوندي ته هو ڇٽاپيٽي ڪٿان ڪري سگهندا جنهن ڪري بين الاقوامي تعليمي ادارن ۾ به ڪين داخلا نه ملندي ۽ اهڙي ريت هو اعليٰ اهليت حاصل نه ڪري سگهندا. جنهن جو نتيجو اهو نڪرندو ته هو سرڪاري توڙي ملٽي نيشنل ڪمپنين ۾ نوڪرين جا انٽرويو ڏيڻ جا اهل به نه هوندا، نوڪريون ملڻ ته پري جي ڳالهه آهي. تنهن ڪري مان پنهنجن نوجوانن کي اها وَرَ وَرَ اپيل ٿو ڪريان ته خدا جي واسطي اک پٽيو. پنهنجي اهليت وڌايو. دل ۽ جان سان انگريزي نه رڳو سکو پر ان ۾ مهارت به حاصل ڪريو ٻي حالت ۾، توهان ۽ قوم جا سندر سپنا اڌورا رهجي ويندا ڇاڪاڻ ته اوهان ئي سنڌ جي ماٺين جون اميدون ۽ آسرا آهيو!.



# ڳوٺ

**قمر شهباز**

چاچو ڪوڙو خان، جنهن کي اڪثر ماڻهو ”ڪُوڙو خان“ به پڙهندا آهن، سو اڪثر مون سان ملڻ ڪاڻ ايندو رهندو آهي. هن ڀيري آيو ته پڇيومانس ته، چاچا ڪرخير، ڪهڙا حال احوال؟ چيائين: حال احوال خير. ڳوٺ ۾ سڀ سک اڳو پيو آهي. الهه جڙئي جي بگي پڇي پئي. همراه ضربجي پيو. رستو آهي رڳو جهاڪا، جي پاڻي ڇڏينس ته واهڙ تي پوي.

ڪُوڪاري ڪُوڪاري بينا آهيون، پر نهي ئي ڪونه ٿو.

چيم: پر اخبار ۾ ته آيو هو ته اهو رستو ڪڏهوڪو نهي ويو آهي.

چيائين: اخبار ۾ ته ٽي دفعا نهيو آهي، ڏهه ٻارنهن دفعا مرمت به ٿيو آهي، ٺيڪيدارن پئسا به وٺي ڇڏيا، ڪائي پي هضم به ڪري ڇڏيائون. پر ابا الهه جڙئي جي بگيءَ کي اها خبر ڪونه هئي. جي خبر هجيس ها ته نه پڇي ها، پاڻ ۾ نه پڇن ها پاسراتيون الهه جڙئي جون!

چاچي ڪوڙي خان کي چيم ته: چاچا، ٻي ڪا خبر چار؟

چيائين: خبر چار خير. رمونءَ جي ڌيءُ گذاري وئي.

چيم: سو وري ڪيئن؟

چيائين: پيٽ ۾ سور پيو هوس. چار ڏينهن پئي ڦتڪي. آخرڪار مري وئي ويچاري.

چيم: چار ڏينهن؟ ڊاڪٽر ڇا چيو؟

چيائين: ڪهڙو ڊاڪٽر؟

چيم: اهو ئي، سرڪاري اسپتال وارو ڊاڪٽر.

چيائين: ڪهڙي اسپتال؟

چيم: اها جيڪا وڏيري جي اوطاق سان گڏ هوندي هئي.

چيائين: وڏيري جي اوطاق سان گڏ ته ٻيا به گهر هئا. نه رهيا آهي، نه رهي اسپتال. اوطاق ئي اوطاق رهجي وئي.

چيم: ۽ ڊاڪٽر؟

چيائين: جهنگ ۾ ڊاڪٽر؟ ڪوڙوئي نتو لڳي. نالي ۾ هڪڙي اسپتال هوندي هئي، پر نه هئس دوائون نه ڊاڪٽر. هاڻي شڪر آهي. وري به اوطاق ته تي. ڏاڍو وينا هوندا آهيون، ڪلام ڪڙا ٻڌيو مزي سان.

چاچي ڪوڙي خان کان پڇيم: ڊروءَ واري ڇوڪري جو ڇا حال آهي. پڙهندو آهي يا ڇڏي ڏنائين؟

چيائين: جهار هڪليندو آهي.

چيم: پڙهائي جو ڇا ٿئس؟

چيائين: ڇا جي پڙهائي؟ ڇا جي ڳالهه؟

چيم: اسڪول ڪونه ويندو آهي ڇا؟

چيائين: اسڪول هجي ته وڃي. هڪڙو اسڪول هوندو هو ڪنهن زماني ۾، مٿان جو دودي کي ماستر ڪري رکيائون تنهن ته ٻيڙي ئي سير تي آڻي ڇڏي.

چيم: ڇا ڪيائين؟

چيائين: ڪندو وري ڇا؟ پاڻ هوندو آهي سمورو وقت وڏيري جي اوطاق تي، ڇورا وتندا آهن ڇيڪ ڇرندا. دودو آهي رئيس جو ماڻهو. ڪو ڇويس ڪونه. ڳهٽو ڳهٽو ڇوندا اٿس ته مانڙي ڪري اسڪول جي

ڇَن ڪي باھ ڏئي ساڙي ڇڏيندو آهي. سال ٻن کان پوءِ ڪنهن کي رحم پيو ۽ ٺهرايائون تہ وري دودو تيلي ڏئي ڇڏيندو آهي.

هاڻي جي ڇورا اڳتي وڃي دودي جهڙا ٿين، تنهن کان ادا بس ڀلي آهي. ڪونہ ڪپي اسان کي اهڙو اسڪول.

چاچي ڪوڙي کي چيم تہ: چاچا، مون هڪڙي ڪتاب ۾ پڙهيو هو تہ ڳوٺاڻي زندگي شهري زندگيءَ کان بهتر آهي.

چيائين: ڪوڙ لکيل آهي.

چيم: اجا تازو هتي هڪڙي فنڪشن ۾ هڪ صاحب بہ چيو تہ ڳوٺن ۾ تازي هوا آهي، خالص کاڌو آهي، سٺو ماحول آهي، ان ڪري ڳوٺ شهرن کان وڌيڪ سٺا آهن.

چيائين: ان پاڻ واري صاحب کي اسان ڏانهن بس ۾ موڪل. جي جيئرو پهتو تہ لک ڪٺيائين. خالص کاڌي ۽ تازي هوا جي ڳالھ پوءِ ڪنداسين. پهريون پهچي تہ سهي!

چاچي ڪوڙي خان سان اجا ڪچهري پئي هلي تہ ايتري ۾ شاعر جذبات حضرت بلبل بيقرار بہ اچي پهتو.

اچڻ سان چيائين تہ: ڳوٺاڻي زندگيءَ تي هڪ شعر عرض ڪيم اٿم.

چاچي چيو: ڇا عرض ڪيو اٿئي؟

چيائين: ڳوٺ جي معصوم ماڻهن متعلق لکيو اٿم. سبز ۽ سنهري ٻنين متعلق لکيو اٿم. پرسان وهندڙ درياءَ متعلق لکيو اٿم.

چاچي چيس: اهو تہ چڱو ڪيئي، پر نانگ بلائن بابت بہ تہ ڪجھ لک. گدڙن جي اونائين لاءِ بہ ڪجھ لک. اونداهيءَ رات ۾ ايندڙ چورن بابت بہ تہ ڪجھ لک.

شاعر چيو: مان اونداهيءَ رات ۾ چمڪندڙ چنڊ بابت بہ هڪ شعر لکندس.

چاچي چيس: اهو چنڊ توکي خدا بخشي ڏئي. اسان کي ٽوري لائيٽ وٺائي ڏيو، وڏي مهرباني ٿيندي.

شاعر جذبات تہ وري بہ شاعر جذبات آهي. چيائين، اوهان ڳوٺاڻا ماڻهو آهيو. اوهان جا اندر اُجرا آهن، اوهان کي اليڪٽرسٽيءَ جي ڪهڙي

ضرورت؟

چاچي چيس: بجليءَ جي گهرج ان ڪري آهي شاعر ته جيئن پنهنجو پرائو سڃاڻي سگهون.

شاعر چيو: ته پوءِ صدين کان اوهان اونده ۾ ڪيئنءَ گذارو ڪندا پئي آيا آهيو؟

چاچي وراڻيو: اهو هينءَ جو اڳ اسان شهر جي روشني نه ڏٺي هئي. ۽ هاڻي توهان ڀهراڙيءَ ۾ اونده نه ڏٺي آهي- شاعري ڪرڻ سولي آهي، پر لنڊيون لتاڙڻ ڏکيو ڪم آهي. پٽ! هوٽل تي ويهي طعام کائڻ سولو آهي، نٽهڻ اُس ۾ ٻاهه ٻاهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي ٻچا. شاعريءَ کان ته چڱو اٿئي ته اسان وٽ اچي اسڪول ۾ ٻار پڙهاءِ خبر پئجي ويندئي!

چاچي ڪوڙي ڪي چيم: چاچا، ٻيلي ڳوٺ ۾ هيتريون شاديون ٿيون، هيترا موت ٿيا، هيترا ملاڪڙا ٿيا، ملهون ٿيون، ميلا ٿيا، هڪ ٽڪي جو خط به نه لکيئي ڪٿي ڪڏهن؟

چاچا کليو: چيائين، زور آور آهين پٽ. ماستر کي وڏيري جي اوطاق تان فرصت هجي ته ٽپال به کولي نه؟

چيم: ماستر ماستر به آهي، پوسٽ ماستر به آهي. پوسٽ مين به آهي، منشي به آهي، ڊڪ منشي به آهي، سڀ ڪجهه آهي پٽ. جي اهو بيمار ٿئي ته سڀ کاتا بند. جي ڪاوڙجي ته هڙتي اونده. جي مري پوي ته وڃي ٻيو ڳوٺ وساءِ. جيسين وڃي ٻيو ماستر ڄمي!

# پريشانيون

## قمر شهباز

هڪڙي ڏينهن مون شاعر جذبات حضرت بلبلِ بيقرار کي پاڻ وٽ ويهاري پڇيو ته ميان شاعر جذبات، ٻڌو اتم ته ڪجھ پريشان آهين. ماٺهن کي دانهون ڏيندو ٿو وتين. آهون ڪندو ٿو وتين. آخر ڳالھ ڇا آهي؟ ڪهڙي تڪليف اٿئي؟ ڪو ڏک سور هجي ته ٻڌاءِ. متان ڪا مدد اسان به ڪري سگهون.

ڇيائين: مون سان وڏو ناحق آهي.

ڇيم: ڪهڙو؟

ڇيائين: منهنجو ڪلام ڪوبه ڪونه ٿو ڇپي.

ڇيم: ان ۾ ٻين جو ڪهڙو ڏوھ؟ تون ئي ڪٿي ڇپاءِ.

ڇيائين: مو وٽ پئسو ڪونهي، ماٺهن وٽ وقت ڪونهي.

ڇيم: ته پوءِ ڪجھ وقت ٻيو به انتظار ڪر.

ڇيائين: پوءِ ڇا ٿيندو؟

ڇيم: پوءِ تون گذاري ويندين ۽ اسان وٽ صرف گذاري ويلن جا ڪتاب ڇپايا ويندا آهن.

شاعر جذبات کي ڇيم ته: تنهنجو ٻيو مسئلو؟

ڇيائين: ٻار کي اسڪول ۾ داخلا نٿي ملي.

ڇيم: ڪيتري عرصي کان داخلا نه ملي اٿئي؟

ڇيائين: چار سال ٿيا آهن. هر سال ائين ٿا چون ته ايندڙ سال اچجانءِ.

ڇيم: پوءِ ڇا ڪجي؟

چيائين: داخلا ونجي.

چيم: داخلا ملي ويندي- دلجاءِ ڪر.

چيائين: سو وري ڪيئن؟

چيم: تورن سالن ۾ پٽ وڏو ٿي ويندئي، ان جي شادي ڪرائجانءِ.

چيائين: هائو، مسئلا جام. پر هڪڙي دوست جو مسئلو پڇريون.

چيم: ڇا ڪندو آهي؟

چيائين: ڊاڪٽر آهي.

چيم: ڪهڙي تڪليف اٿس؟

چيائين: ڏاڍو قابل ماڻهو آهي، دوا جي هڪ ئي وزن سان مريض نيڪ ٿيندا اٿس. پر ويچارو ڪمائي ڪونہ ٿو. هرڪو مريض پهرئين ڏينهن ئي نيڪ ٿي گهر هليو وڃي. هن ويچاري جا ساٻيا ٿڪر ساڳ سان.

چيم: اها ئي تہ سندس غلطي آهي نہ! مريض ڪيڪجھ ڏينهن تہ پنڌ ڪراعجي. پئسا بہ ملندا، ميڙو بہ متل رهندو. اڙي بابا ڏنڌي جا گُر سک گُر!

چيم: شاعر جذبات، تنهنجو ڪو ٻيو مسئلو؟

چيائين: اجا هُڻ ٻَڌي اي. مسئلن جي جيڪا ڪوٺ؟ مسئلو اهو آهي تہ بيمار ٿو گذاريان.

چيم: ڪهڙي بيماري اٿئي؟

چيائين: چيل ۾ سور، مٿي ۾ سور، سَنڌن ۾ سور، پير ڦٽجي پيا اٿم، هلان ٿو تہ ڪبو ٿي ٿو هلان. صلاح ڏي تہ ڇا ڪيان؟

چيم: صلاح سولي آهي. مني بس ۾ چڙهڻ ڇڏي ڏي. فٽافٽ نيڪ ٿي ويندين!

شاعر جذبات پراڻو دوست بہ آهي، همدرد ساٿي بہ آهي، سهڻو انسان بہ آهي، ان ڪري ان سان ڪچهري ڪري دل کي راحت ايندي آهي.

چيومانس: هاڻي تہ مسئلا پورا ٿيا يا اڃا بہ اٿئي ڪو ٻيو مسئلو؟

چيائين: جيسين بندو جيئرو آهي، تيسين اهي ڳالهيون ڪي ڪٽڻ جون آهن.

چيمر: مثال طور؟

چيائين: مهماني ماري وڌو آهي.

چيمر: ان جا مان اڳ ئي گهڻا نسخا ٻڌائي چڪو آهيان.

چيائين: مثلاً!

چيمر: مثلاً اهو ته در هميشه بند رک. در تي لڳل نالي جي تختيءَ اڳيان "مرحوم" لکائي ڇڏ. بجليءَ جو فيوز اُڏائي ڇڏ. گئس جو ڪنيڪشن ڪٽائي ڇڏ، در تي ڪتو ڌار، ڪتو نڪمو هجي ته گدڙ، بگهڙ، رڇ وغيره ڌار. مهمانن کي ڪينجهر ڍنڍ جو پاڻي پيار. ڪاوڙجي پوندا، ڀڄي ويندا، نه ته گذاري ويندا.

چيائين: اهي ڳالهيون سڀ برابر، پر منهنجي مهمان ته منهنجي سس آهي.

چيمر: ته پوءِ هيئن ڪر، ٻي شادي ڪر، ٻي سس کي به گهرائي مهمان ڪر، لوهه کي لوهه ڪٽيندو. ٻئي ڏير ٽيون پيون هونديون!

(٢٦- اپريل ١٩٨١ع)

## سَرَيا مَٿي سَچ



# ڏڪن جو رستو- سچ جو رستو

انعام شيخ

مون پاڻ سميت پنهنجن اڪثر ويجهن دوستن ۾ جيڪا وڏي ۾ وڏي خامي محسوس ڪئي آهي، اها سهپ ۽ بردباريءَ جي گهٽتائي آهي. حقيقت ته اها آهي، ته نه رڳو اسين پاڻ پر سنڌي قوم جي وڏي اڪثريت ان بيماريءَ جو شڪار آهي. شايد ان جو بنيادي سبب اسان جي سوچ جو محور دماغ نه پر دل آهي. تنهن ڪري جيڪي به معاملا دل جي معرفت طئي ٿيندا آهن سي گهڻو ڪري تڪڙا، جذباتي ۽ پنهنجي پسند مطابق ٿيندا آهن. ان ئي خاميءَ منجهان ٻيون ڪيتريون بدعتون نڪرن ٿيون.

هي جيڪي ليڊرشپ جا بخار، "مان مان" جي وائي، هيرو ازم ۽ جهيڙا جهٽا پيا ٻڌون سي بنيادي طورتي ان "دلي" ڪيفيت جون مهربانيون آهن. پر اسان ان مسئلي کي اهميت نه ڏني آهي ۽ حقيقت اها آهي ته، اسين سنڌي شين کي وساري ڇڏڻ ۽ غيراهم سمجهڻ جي معاملي

۾ ايڏا ٽڪرا آهيون جو دنيا جي شايدئي ٻي ڪا قوم هجي.

ڪهڙي ٻه نظرئي ۾ يقين رکندا هجون پر هجڻ ته ائين کپي ته علم حاصل ڪرڻ ان لاءِ هجي، انقلابي جدوجهد ان لاءِ ڪئي وڃي ۽ سماج سڌار تحريڪون ان لاءِ هلايون وڃن: ته جيئن اسين زندگيءَ جي معنائن کي وڌيڪ سادو بڻائي سگهون ۽ ڪائنات جون وضاحتون انسان ۽ ان جي ماحول ۽ طبيعت سان ويجهو ڪندي بيان ڪريون، جيئن آمريڪي دانشور جارج سنيتيانا چوي ٿو ته:

"فطرت جي وضاحت زندگيءَ جي روانيت سان ميل ۾ هجڻ کپي ۽ نه موت جي خوفناڪ اونهائين منجهان." جيڪي ماڻهو حياتي جا پهلو منجهائيندڙ رخن ۾ پيش ڪندا آهن. سي ئي اوندهه، تباهي ۽ بربادي‌ءَ جون ڳالهيون ڪندا آهن. جيڪڏهن ڳالهه حق جي ڪبي ته ڌارئي استعمار جو اسان تي جبر ضرور آهي، پر ڪجهه ڪچايون پاڻ ۾ به آهن. اسان جو ڪردار، اسان جو علم، فني صلاحيت ۽ مقابلي جي قوت ٻڙيءَ جي برابر نظر ٿيون اچن ۽ مٿا وري مصيبت اها جو هر جڳهه تي اسان پنهنجي ڪم کي تخليقي انداز ۽ انقلابي رخ ۾ هلائڻ بدران پيچيدگين جو شڪار بڻائي ڇڏيو آهي. سنڌي سماج جي بيڪار فردن کي پوئتي رکندي جيڪڏهن ڪارگر ماڻهن جو ئي ڇيد ڪبو ته، سچ پچ اهي به هنيانءَ ۾ ولهوٽ وجهڻ لاءِ ڪافي آهن.

هڪ سياسي ڪارڪن جو مثال وٺو: هو جنهن ڏينهن کان ڪنهن پارٽيءَ جو ميمبر ٿئي ٿو، تنهن ڏينهن کان قوم جي مفادن جو نگران نه، قوم جي اڌو جوابدار نه پر ان رهبر، آقا، ڏاهي ۽ استاد ۽ ان جي ٻولڙين جو توتارو بڻجي پوي ٿو جن جو مفاد فقط پنهنجي ماري سر ڪرڻ تائين محدود آهي. هر اهو گروهه يا فرد سندس دشمن آهي جنهن کي "وڏو" پسند نٿو ڪري ۽ اهڙي طرح اڳتي هلي اها ٽريننگ ايڏي پختي انداز ۾ ٿئي ٿي جو ڪجهه نه سهڻ ۽ پنهنجي اڪابريت جو شديد احساس ڪيس وڻ ويڙهيءَ وانگر وڪوڙي وڃي ٿو. پوءِ اسان جو اهو دوست ظاهري طرح عاقل، داناءُ ۽ ليڊر وغيره چو نه ٿي وڃي پر ذهني طرح جتي ڪيس ڇڏيو ويو، اتي ئي رهي ٿو منجهس انسانيت لاءِ اُڪير، ٻئي جي راءِ ٻڌڻ لاءِ نمرتا ۽ نماڻائي بلڪل ختم ٿي وڃن ٿيون. جنهن ڪري ڪنڌ ۾ ڏيکاءُ ۽ ادمبر جي

ڪلي هنيو سرٽيفڪيٽ جاري ڪرڻ جو ڏنڌو اختيار ڪري ٿو وٺي.

ڇا انهيءَ سان اها منزل حاصل ٿي سگهي ٿي، جنهن جو طالبو آهي؟ ڇا سماجي انصاف وٺڻ، غلاميءَ کان ڇوٽڪارو ۽ روشن مستقبل جي ڪا اميد سرجي سگهي ٿي؟ بلڪل نه! ڇو ته زندگيءَ ڏانهن رويو اهو نه رهيو آهي. جيڪو اڳ هو. اڳ جي انسانيت لاءِ پنهنجن پيڙهيل ماڻهن جي خدمت لاءِ سندس من ۾ جيڪي خدمت جا ڏيا روشن هوندا هئا. سي هاڻي سياسي چالبازين، ضد ۽ نفرت جي ور چڙهي اُجهامي چڪا آهن. سندس ذهن جي شفاف پردي تي ساڙ جي ڪارنهن هارجي چڪي آهي. تنهن ڪري لطيف به ڪانئس بيزاري ڏيکاريندي شاهدي ٿو ڏئي ته:

ڪوءِ سميون! ٻن سومريون، جي اڇن اوڇي ڳاٽ،
ور سي ڪينجهر ڇائيون! جن تماچيءَ جي تاٽ،
راڻين ملان رات، ماڻڪ مي پرائيو.

جي ڪنڌ کي تاٽيل رکئو آهي ته ان مهل رکو، جڏهن دشمن توهان جي عزت نفس کي نيلام ڪري ٿو. ڪاوڙ ڪرڻي آهي ته تڏهن ڪريو جڏهن ويريءَ جو هٿ لڄن کي لٽڻ لاءِ وڌي ٿو ۽ ويڙهه ئي ڪرڻي آهي ته ان هچاري سان ڪريو، جنهن ڌرتيءَ تي تشدد جي جهنم جا دروازا کولي ڇڏيا آهن. باقي پاڻ کي سچ سمجهڻ سان ڪوبه ٻيرو نه ٿيندو. ٺيڪ آهي اسان مان ڪي پنهنجي جڳهه تي سچا ڇو نه هجن، پر گڏيل سچاين کي حاصل ڪرڻ آڏو سندن شخصي ۽ گروهي سچاين جي ڪا خاص اهميت ناهي. مزو ته تڏهن آهي جو سچو هجڻ باوجود ڪوڙي قرار ڏيندڙ الزامن کي سهڻ جي سگهه رکون. حالتن جي نزاڪت آهر پهنجن ڳوڙهن کي سرڪي ڪجھ مرڪون، تخليق ڪرڻ ۾ ئي ته عظمتون آهن!

ڇا اسان جي حياتي ۾ سکن جي سونهن گهٽجي ڪونه وئي آهي؟ پر جي هاڻي رڳو انهن تي ويهي روئبو ته روئندا ئي رهنداسين. ماڻهوءَ جو من ڪجھ ڊائيلاگن رٽڻ سان عظمتون ٿوري ئي حاصل ڪري ٿو. ذهن جون ته هزارين ڪوئيون اڃا اونده ۾ پيون آهن. انهن کي روشن ڪندي اڳتي وڌڻو آهي. سچ پچ ته اُهي ماڻهو ڪيڏا نه عظمت ڀريا آهن، جيڪي پڙهيل لکيل جاهلن سان هلندي به پنهنجي مٽيءَ جي مهانتا لاءِ پاڻ تي جبر

ڪندا هن آيت تي پيا عمل ڪن ته:

ڪپيريءَ ۾ پير ڪنهن پاتو پيريئين،
جيان منجهڻ ماڙ هئين، سچڻ تيائين سير،
ان پونءِ سندو پير، ڪوڙن منجهان ڪونهي.

اسين سڌڙيا ۽ سهپ جا دشمن ماڻهو اونداهين جا اچار ڪٽي سنڌ جا پاڻ ڪي هڏڏوڪي سمجهون پيا. پڙها ڏيون ۽ جڏهن محفلن ۽ مجلسن ۾ ويهون ته ڪيڏيون ننڍڙيون حقير ۽ معمولي انائون ڪٽي ديس دشمني ڪريون ٿا. ممڪن آهي ته اسان پنهنجن فنڪارين سان اخبارن جي زينت تي وجون، پر سنڌ جو ايندڙ نسل ۽ ان جو تاريخدان اسان ڪي ملامتن سان نوازينديو، پنهنجي انائن جا مريض ۽ سنڌ دروهي ماڻهو سڏيندي ڏوهي قرار ڏيندو. هو اسان ڪان اسان جي اڻ سهو طبيعت جا حساب ڪتاب وٺندو ۽ دنيا جي قومن منجهه رسوائي ۽ ڪمتريءَ جو شڪار رهندو. ڇا اسين اهي سڀ ذلتون پنهنجي ڪاتي ۾ وجهڻ گهرون ٿا؟ جي نه ته پوءِ دلين ڪي وسيع ڪرڻو پوندو. سچ جي آواز کي ٻڌڻو پوندو ۽ مهاڪوي ٽئگور جي ان مناجات تي ڌيان ڏيڻو پوندو.

"منهنجا ڏڻي توکي منهنجي اها گذارش آهي ته، مون کي ايتري همت ڏي ته آئون پنهنجون خوشيون ۽ ڏک سهي سگهان. مون ۾ همت ڏي ته مان پنهنجي پاٻوهه کي خدمت ۾ صرف ڪيان. مون کي ايتري جُعت بخش ته جيئن آئون غريبن کان منهن نه موڙيان، ۽ گستاخ قوت آڏو پنهنجا گوڏا نه کوڙي وجهان. مون کي سگهه ڏي جيئن آئون روزانو ٿيندڙ معمولي ڳالهين کي نظرانداز ڪري سگهان.

۽ مون کي طاقت ڏي جيئن آئون پيار منجهان پنهنجي طاقت تنهنجي رضا اڳيان نوايان."

# اسين سڀ 'ماٺهو' آهيون

## انعام شيخ

حقير تيڻ ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ جيڪڏهن منطق، عقل ۽ ڏاهپ جو هجڻ ضروري نه به هجي ته به گهٽ ۾ هوڏ هجڻ انتهائي ضروري آهي، ڇو ته پنهنجي احمقپڻي ۽ واهيات سوچن تي مبني ويچارن جي بچاءَ لاءِڪنهن نه ڪنهن "فن" جي ضرورت ته بهرحال پوي ئي ٿي. اسانجي هن سماج ۾ اهڙين "صلاحيتن" جو هجڻ ايترو لازمي ٿي چڪو آهي، جو ڪو به خدا جو بندو انهن کان سواءِ نه فقط ڪامياب نه ٿو ٿي سگهي، پر زنده ئي رهي نٿو سگهي، جيڪڏهن هزارن مان ڪو هڪڙو "فضول" ماٺهو به اسا وٽ موجود آهي ته اهو ٻيو ڪجهه نه پر "چريو" ته ضرور آهي، ۽ اهو "فنڪار" جيڪو ڏاڍي بهترين طريق سان پنهنجي "فن جو مظاهرو" ڪري ٿو، سو سچ پچ ته مسيحا، رهبريا اڳواڻ ته آهي ئي آهي. اهو دؤر ڪانئي وياسين جنهن دؤر ۾ ڪو ديوانو سچي ٻول لئه زهر پيو پيئي ته ڪنهن ڦاهي تي ڪاڏي، ڪنهن جو سَنڌ سَنڌ ڇچريو ۽ ڇتيو تي ويو. دلين جي چور دوستو وسڪيءَ چواٿي:

"ماٺهو هجڻ جو مطلب آهي بي شڪرو جانور ٿيڻ- اها ڪا وڏي ڇُڪ ڪانهي، ماٺهوءَ جي حقير هجڻ جي سڄاڻپ جي سڀ کان وڏي نشاني سندس مستقل اخلاقي پستي ۾ رهڻ آهي."

جيڪڏهن مٿين ڳالهه درست آهي ته پوءِ اسين بيشڪ نه فقط "ماٺهو" آهيون، پر اعليٰ ڪلاس جي جنس به آهيون، ڇو ته اسان باقاعدي انهن معيارن تي پورا ٿا لهون ۽ اسان پنهنجي تعليمي ادارن، توڙي ادبي

محفلن، سياسي جلسن، ذاتي مجلسن ۽ ماحول ۾ انهن اصولن تي ڪاربند رهي ثبوت به فراهم ڪيو آهي. "خودفريبي" جو منڙو نشو ڪيو ايڏو ته مطمئن ٿيا وينا آهيون، جو لڳي ٿو ته جيڪي ڪجھ وهي واپري ٿو، سو سڀ ڪجھ اسان جي ڪمال ۽ جادوگريءَ جو نتيجو آهي. ڏسو اسان وٽ عالم منهن تي اطميناں ۽ وقار جو نور پکيڙي ڊگرين جا جبا اوڍي دوستين جون دستارون ٻڌي ۽ سفارشن جون عصائون کڻي علم گاهڪن جي خدمت ڪري رهيا آهن.

ويچارن کي سجي ڏينهن فڪر ۽ ڄاڻ جي وهندڙ واهَن ۾ ٽٻيون هڻڻ کان سواءِ ڪهڙو ڪم آهي؟ سندن سوچن جي تقدس تي هڪ نظر وجهو! اڃي تي ڪا توهان کي لوڀ، لالچ ۽ ننڍگيءَ جي بدبوءِ؟! هوڏانهن علم جي طالبن تي نهار ڪريو! ڇا ته سندن اجايل اکين ۾ دانش جي جهلڪ پسڻ جي طلب آهي، سندن دلين جيويران خانن ۾ ڪيڏي نه پروڙڻ جي پياس ۽ سندن ذهن جي خلائن ۾ ڄاڻڻ جي هورا ڪورا آهي!

اسان جا اديب پنهنجن گڏجاڻين ۾ ڪيئن نه وينا شعور جا موتي پوئين، تنقيد جي نالي ۾ ڪيڏو نه تخليق جي راهُن کي روشن وينا ڪن، ڇپجڻ جو ڪين ڪو اونوئي ڪونهي. سندن اڻڇپيل شاعريءَ جي ديوانن ۾ ۽ مضمونن جي مجموعن ۾ ڪيڏيون نه اٿاهه فڪري گهرايون آهن! هو جي ڳالهائين ته فضا ۾ جلترنگ وڄيو وڃي ۽ جي غور ڪرڻ لڳن ته درياهه جي وهڪري کي جڪڙيو ڇڏين. ذاتي مجلس کي ڇو ٿا وساريو؟! ڇا ته اسان جي ڪچهرين ۾ رس آهي، ويهون ٿا ته ڪيڏي نه دل ۾ هڪ ٻئي لاءِ اڪير اٿئون، بي طمع بنا لالچ جي ڪيئن نه اصل هڪ ٻئي لاءِ اڪير اٿئون، بي طمع لالچ جي ڪيئن نه اصل هڪ ٻئي جو احترام ٿا ڪريون. هر لفظ پٺيان سچائي آهي ۽ هر جملي پٺيان محبتن جا سدا وهندڙ واهه پيا وهن. هيچ، لالچ ۽ بيحيائي جا ته ڄڻ اڪر ئي ڪونه ٻڌا اٿئون! اسان جا سياستدان ته اسان جي اندر جي احسان جا ڄڻ امين آهن. سندن هڪ هڪ بيان رڳ رڳ ۾ نئون جوش ٿو ڦوڪي ۽ سندن صلاحيتن سان ڀرپور خيال انهن حڪمت عملين کي وينا ترتيب ڏين جيڪي سياڻي سجي دنيا ۾ اسان کي ممتاز ۽ منفرد بڻائينديون. منجهائن جيڪي صاحب اقتدار آهن، انهن جي ننڊ قوم جي ڀلائيءَ لئه ڪڏهوڪو

اڏي چڪي آهي ۽ جيڪي اختلاف رکڻ وارا آهن تن جو ضمير ۽ ذهن فقط ئي فقط مسڪينن سان ٿيندڙ زيادتين جي خاتمي لئه پيو سوچي.

(البت ٿيان ڪجھ چريا آهن. جن کي ختم ڪرڻ لاءِ ٻنهي ڌرين کي ضرور سوچڻ گهرجي) اصل ڪنهن کي ب ذاتي مفاد جي سوچ ڪونهي. سڀڪو بقا ۽ ڀلائيءَ لئه پيو پاڻ پتوڙي! ڀلا جيڪڏهن ائين نہ هجي ها ت ڪو شهرن ۾ معصوم پرديسين، پرڏيهي پکيئڙن ۽ مسڪين مهمانن جو ناحق خون ۾ هٿ رڱيندڙ ڪجھ "ديسي شرپسند" اليڪشن ۾ شڪست فاش وڃوڙي ٿولا جيلن کان ٻاهر ۽ قانون جي پڪڙي نہ ڪن ها.

اسان جي انتظاميا ڏسو ڪيئن نہ غير جانبداريءَ جو مظاهرو ڪري هر انهيءَ نااهل عملدار کي ب پٽيون ٻڌائي گهر روانو ڪري ٿي، جيڪو مهمانن جي خلاف ڪاب پڪڙ پڇاڙ ڪري ٿو، ڇو ت هنن انصاف کي هر شيءِ تي بالاتر ڪري ڇڏيو آهي. مقامي ماڻهو جو پاڻ وچي گولين جي مُنهن ۾ ڏيندا ت انهيءَ ۾ سندن چونديل نمائندن جو ڪهڙو ڏوھ؟! ڪنهن ڪين چيو آهي ت، تعصب رکن، پاڻ کي وارث سڏرائي معتبر ثابت ڪن. الله وٽ ساھ ڏيٺو آهي، "لٺ ڪٽبي ياءُ خاطر پر شاهدي الله خاطر" تنهن ڪري جيڪو ب الله جي پاڪ ٻندن جي خلاف ڳالهائيندو تنهن کي ڏينهن جا تارا ڏيکاري ڇڏيندا.

ٻڌايو اهڙو انصاف اهڙي ڀلائي آهي ڪنهن ٻيءَ ڪنڊ تي؟!

"مسلمان هڪڙي قوم آهن." وطن هڪ، قائد هڪ، الله هڪ، الله جو رسول(ﷺ) هڪ، پوءِ هي نفرتون ڇا جون؟ شرپسندن جو هڏ ڳڏ پيجي ڪين ڪيفر ڪردار تائين پهچايو، ڪنهن جي دل نہ ڏکايو. ڪنهن جي جگر جو ٽڪرو "ناحق" ٻڌل آهي ۽ اُهي جيڪڏهن ٿاڻن کي اڇي پيار وچان پٽر هٽن ت انهن جي ٻچڙن کي ڇڏي ڏيو. الله الائي ڪهڙين ڳالهين ۾ راضي؟! "امن ڪريو! امن ڪريو!!" اها آهي منٿري وائي. ٻڌيو ت اهي سڀ ماڻهو ڪون آهن؟ هاڻي ب جيڪڏهن توهان انهن کي عظيم انسان نہ مڃيندؤ ت پوءِ اسان جو ڏوھ ڪونهي. ڇو ت اسان جو ڏوھ ڪونهي، ڇو ت اسان پنهنجو فرض پورو ڪيوسين. هاڻي اوهان ڄاڻو اوهان جي قسمت.

اخلاق ۾ اهڙيون ٻيون شيون ڇا ئن يورپ وارا جن سڄي دنيا جو ٺيڪو ته ڪونه کنيو آهي. هونئن به هر علائقي جون پنهنجون پنهنجون حالتون ٿين ٿيون ۽ حالتن مطابق هرڪو عمل ڪري ٿو. اسان جي ماڻهن پنهنجي فڪر جو هر ڦڙو هتان ئي ورتو آهي، ڪنهن به ڌارئي جو حڪم نه مڃيندا پر لاچار جي مڃٽي آهي ته متي دوستو وسڪي واري سٽ کي جيئن جو تيئن پڙهڻ کان پوءِ لاڳو ڪندا پلي ان جو مقصد ڇا به نڪري. اسان کي انهن ڦڏن ۾ ناهي پوڻو. تنهن ڪري هر "شريف" ماڻهوءَ کي هو سيڪجهه ڏسڻ کان پوءِ ۽ مستقبل جي شاندار نتيجن کي سمجهڻ کان پوءِ ڪنڌ ڌوڻ (ڪنوار وانگر زوريءَ ئي سهي) ڪرڻ کپي ته اسان وٽ سڀ نه فقط ماڻهو آهن، پر عظيم ماڻهو پڻ- منطق ۽ عقل نٿي ٻڌائي ته ڇا ٿي پيو، عملي دنيا ته اهو ئي ٿي ٻڌائي نه!

۽ تون ڪين ڄاڻندڙ ٻائيندين پر اهي (انڌ ۾) سمهيل آهن.

(القرآن العظيم)

# هڪ شخص جنهن کي سياست ۽ عاشقي ورثي ۾ ملي

اي جي چانديو

جڏهن پونا جي ساحره لکي پار ئي پنهنجا پهرين قدم سنڌ جي سرزمين تي رکيا هوندا ته ان کي اهو معلوم ڪونه هوندو ته هوءَ هڪ اهڙي ديس ۾ داخل ٿي رهي آهي. جتي هڪ اهڙو خاندان به رهائش پذير آهي. جنهن جي هڪ "ڪڻڪ رنگي" نوجوان تي هڪ گوري رنگ جي عيسائي انگريز عورت فدا ٿي وئي هئي ۽ اهو ڪڻڪ رنگو نوجوان وري هڪ گوري عورت تي فدا ٿي ويو هو. جنهن جي نتيجي ۾ ان خاندان جي "ڪڻڪ رنگي" نوجوان کي جلاوطني پڻ برداشت ڪرڻي پئي هئي.

جڏهن پونا جي اها ديوي ساگر ۾ هڪ ٻئي "ڪڻڪ رنگي" نوجوان سان ملي رهي هئي ته ان کي شايد اهو به معلوم ڪونه هو ته اهو "ڪڻڪ رنگو" نوجوان انهيءَ شخص جو پٽ آهي. جنهن تي هڪ گوري

رنگ جي عيسائي انگريز عورت فدا ٿي چڪي هئي ۽ ان کي ته شايد. اهو به معلوم ڪونه هو ته جنهن شخص سان اها ملي رهي آهي، ان جي "موهه" ۾ اها ائين اسير ٿي ويندي جو ان محبوب کي "پرچائڻ ۽ ريجهائڻ" لاءِ ان کي "محبت" جو مذهب اختيار ڪرڻ لاءِ لکي ٻائي مان "خورشيد بيگم" ٿيڻو پوندو.

پونا جي لکي ٻائي جنهن "محبت" ۾ گرفتار ٿي پنهنجو مذهب تبديل ڪري هڪ "فرد" سان جڙجي وئي. اهو فرد اصل ۾ سنڌ جي پنج هزار سال پراڻي تهذيب کان ڪجهه ملين تي ڏور رهندڙ "ڀٽو خاندان"، جو هڪ فرد هو ۽ سندس پيءُ جي ئي ڪڻڪ رنگي رنگ تي هڪ گوري عورت فدا ٿي هئي.

انهيءَ خورشيد بيگم هڪ "چنڊ" جهڙي ٻار کي جنم ڏنو هو، جيتوڻيڪ جو ان ٻار جي ماءُ مسلمان ٿي چڪي هئي، پر نندي کنڊ جي هر مسلمان وانگر اها علم نجوم تي ائين ئي اعتقاد ۽ ويساهه رکندڙ خورشيد جنهن پنهنجي ڪک مان جنم وٺندڙ ٻار جي پيدائش تي جڏهن ان دور جي هڪ مشهور جوتشي کي گهرائي ٻار جي "ڪنڊلي" ٺهرائي هئي ته انهيءَ جوتشي پنجاهه سال جي عمر تائين ٻار جي "شادين" ۽ "ڪاميابين" جي باري ۾ هر ڳالهه ٻڌائي هئي، سواءِ ان جي ته پنجاهه سالن کان پوءِ جنهن ٻار کي هن پنهنجي ڪک مان جنم ڏنو آهي، ان سان ڇا ٿيندو پوءِ اها ٻي ڳالهه آهي ته انهيءَ جوتشي انهيءَ خاندان سان ويجها واسطا رکندڙ هڪ شخص کي اهو ٻڌايو هو ته: "جيڪو ڪجهه آئون ٻار جي ڪنڊلي ۾ ڏسي رهيو آهي. اهو سڀ ڪجهه آئون سندس ماءُ کي نٿو ٻڌائي سگهان!!

۵- جنوري ۱۹۲۸ع تي جنهن ٻار جنم ورتو هو، اهو لاڙڪاڻي جي "ڀٽن" مان هڪ شاهنواز ڀٽو جو پٽ ۽ مرتضيٰ ڀٽو جو "پوٽو" هو، جنهن کي سندس مٽ مائٽ "ذوالفقار" ۽ سندس سنگتي ساٿي "زلفي" جي نالي سان سڏين ٿا ۽ عوام شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي نالي سان سڏي ٿو، اهو ذوالفقار علي ڀٽو جنهن کي پنهنجي خاندان کان ورثي ۾ ٻه شيون هڪ "عاشقي" ۽ ٻيو "سياست" مليون. تڏهن ته سياسي جماعتن جي هن جي باري ۾ اها راءِ هئي ته:

"Zulfi was Always Political minded, a born Political animal"

"زلفي سدائين سياسي ذهنيت رکندڙ هو. هو هڪ پيدائشي سياسي جانور هو" يا وري سنڌس مائٽ دوست ممتاز علي ڀٽو جو چوڻ آهي ته:

He was a born Politician, I think there was no blood in his veins, it is all Politics"

"هو هڪ پيدائشي سياستدان هو. آئون سمجهان ٿو ته هن جي رڳن ۾ رت نه بلڪ سياست هئي." سنڌس سوٽ ممتاز علي ڀٽو ۽ سنڌس همعصر جماعتن جي اها راءِ انهيءَ سياسي ذوالفقار علي ڀٽو جي باري ۾ هئي جنهن جي سياسي نشونما سنڌس والد سر شاهنواز ڀٽو ڪئي هئي، انهيءَ سر شاهنواز ڀٽو جنهن ذوالفقار علي ڀٽو کي سنڌس پنجويهين سالگره تي ۱۹۴۹ع ڌاري تحفي ۾ ٻه ڪتاب ڏنا هئا. هڪ وليئمر سلوني جي نپولين بونا پارٽ تي لکيل آٽو بايوگرافي ۽ ٻيو ڪارل مارڪس جو لکيل پمفليٽ ڪميونسٽ ميسني فسٽو. جنهن جي باري ۾ ذوالفقار علي ڀٽو جو اهو چوڻ آهي ته: نپولين مان مون اقتداري سياست (Power Politics) ذهن نشين ڪئي ۽ پمفليٽ مان مون غربت جي سياست کي جذب ڪيو. پر اهو ذوالفقار علي ڀٽو جي زندگي جو سياسي پاسو آهي، اهو سياسي پاسو جيڪو کيس پاڪستان جي پاور پاليٽڪس ۾ وٺي آيو. اها پاور پاليٽڪس جنهن جو آغاز هن ۵۵-۱۹۵٦ع اسڪندر مرزا ۽ جنرل ايوب خان کي لاڙڪاڻي ۾ شڪار ڪرڻ جي دعوت ڏئي ڪيو ۽ شڪار کان پوءِ المرتضيٰ ۾ آڪسفورڊ، لنڊن، لاس اينجلس ۽ برڪلي جي تعليم يافته ذوالفقار علي ڀٽو جنهن جي ليڊائينڊڙ ۽ پرجوش انداز بيان اسڪندر مرزا ۽ جنرل ايوب خان کي موهي وڌو ۽ ان کان پوءِ ئي کيس سيپٽمبر ۱۹۵۷ع ڌاري نيويارڪ ويندڙ ان وفد ۾ کيس شامل ڪيو ويو. جنهن جو سربراهه سر فيروزخان نون هو. جيڪو ان وقت پرڏيهي وزير ۽ بعد ۾ پاڪستان جو وزيراعظم ٿيو ۽ ۲۵ آڪٽوبر ۱۹۵۷ع ڌاري هن گڏيل قومن جي هڪ ڇهه رڪني ڪاميٽي کي خطاب ڪيو. جنهن ۾ هن لاطيني ٻولي جي اصطلاحن کي استعمال ڪندي گڏيل قومن سان وابسته قومن جي توجهه پاڻ ڏانهن ڇڪائي ورتي پوءِ اها ٻي ڳالهه آهي ته اسڪندر مرزا جي باري ۾ سنڌس اهو خيال هو ته "هي قابل احترام شخص سياست جي ابجد کان

وقف ڪونهي“ ان جو سبب شايد اهو آهي ته اسڪندر مرزا ذوالفقار علي ڀٽو جي ايوب خان جي خلاف ڏنل چتاوني جي باوجود جنرل ايوب تي ڀروسو ڪندو هو جنهن جو نتيجو اهو سامهون آيو جو اسڪندر مرزا جي حڪومت کي جنرل ايوب خان دوستاڻي انداز سان ختم ڪري ڇڏيو پوءِ اها ٻي ڳالهه آهي ته ذوالفقار علي ڀٽو جنرل ضياءَ الحق تي ڀروسو ڪري ”پاور پاليٽڪس“ ۾ اها ئي غلطي ڪئي، جيڪا اسڪندر مرزا ڪئي هئي. باوجود ان جي جو ڀٽو کي جڏهن هڪ آمريڪي صدر اهو چيو هو ته: جيڪڏهن تون آمريڪي هجين ها ته آئون توکي ڪابينا ۾ کڻان ها“ ته ان وقت ڀٽو اهو چيو هو ته: پوءِ توهان کي هوشيار رهڻ گهرجي ها ڇاڪاڻ جو منهنجي نظر اوهان جي منصب تي هونديون“ ۽ بعد ۾ بينظير ڀٽو صاحبه ساڳئي غلطي سردار فاروق احمد تي ڀروسو ڪري ڪئي. اصل ۾ ننڍي ڪنڊ جي اها غلطي ”سياست“ جو الميو هي آهي ته هتي پنهنجي پاڻ کان سواءِ ڪنهن ٻئي تي ڀروسو نٿو ڪري سگهجي، ڇاڪاڻ جو هتي اوهان سان گڏ موجود هر ماڻهو جي ”استين“ ۾ هڪ ”خنجر“ لڪل آهي ۽ اهو ڪنهن به وقت هڪ ”بروٽس“ وانگر اوهان جي پٺ تي وار ڪري سگهي ٿو، اهو هتي ”سياست ۾ ٿيندو آيو آهي، پر اها سياست ”پاور“ واري سياست آهي، اها سياست جنهن جا سبق اسان کي نيپولين ۽ ميڪاولي جي ڪتابن کي پڙهي ملن ٿا.

ها البت جيستائين ”ربت جي سياست“ جو تعلق آهي، اها سياست جيڪا ”عوام“ جي سياست آهي ته ان ۾ ته رڳو عوام تي ڀروسو ڪري سگهجي ٿو، اها عوام جنهن جي ٦٧-١٩٦٨ع جي دور ۾ بين الاقوامي انقلابي ايار کي ڏسي زلفي ڀٽو ”ريڊيڪل“ سياست ڏانهن لڙيو هو ۽ هن پنهنجي ملڪ جي اندر ٢٠ خاندانن جي ڦرلٽ کان وٺي بين الاقوامي سطح تي آمريڪي بالادستي جي خلاف جدوجهد شروع ڪري ڏني. هڪ اهڙي جدوجهد جنهن ۾ هن ”پان اسلامڪ ٿيوريز“ کان وٺي ترقي پسند نظريات سان لهه وچڙ ۾ اچي هن عوام کي ”مساوات“ ۽ ”جمهوريت“ جا نعرا ڏنا، جنهن جي نتيجي ۾ عوام هن لاءِ ”جيئي ڀٽو“ جو نعرو هنيو. اهو ته ذوالفقار علي ڀٽو جي زندگي جو سياسي پهلو هو، جنهن ڪري هي پيدائشي سياستدانن ۽ ”سياسي جانور پاور پاليٽڪس کان انقلابي رستي

ڏانهن لڙيو هو. اهو انقلابي رستو جنهن جي ڪري هڪ فوجي آمر ڪيس هڪ "جڙتو ڪيس" ۾ قاسائي تياس تي ٽنگي ڇڏيو. اهو ڪيس جنهن ۾ هڪ پارسي جسٽس دراب پٽيل انهيءَ فيصلي سان اختلاف رکيو ان جو سبب شايد اهو تي سگهي ٿو ته جسٽس دراب پٽيل ان انڪل موڊي جو مائٽ هو. جنهن سان سر شاهنواز ڀٽو جي واقفيت هئي يا پوءِ ان جو سبب شايد اهو ٿي سگهي ٿو ته جسٽس ٿيڻ کان پهرين دراب پٽيل ۽ وزيراعظم ٿيڻ کان پهرين ذوالفقار علي ڀٽو ڪراچي جي مشهور وڪيل رام چنداڻي ڏنگو مل جي چيمبر ۾ گڏجي ڪم ڪيو هو. جتي رٽائرڊ جسٽس فخرالدين جي ابراهيم به ساڻس هڪ جونيئر طور گڏجي وڪالت ڪندو هو يا ان جو سبب وري انساني حقن ڏانهن جسٽس دراب پٽيل جي رجحان جو ٿي سگهي ٿو. اهو وئي سبب آهي جو جسٽس دراب پٽيل "قاسي" جي سزا جي خلاف بعد ۾ هڪ تحريڪ ڪي جنم ڏنو هو. جنهن کي (H.R.C.P) پڻ چيو وڃي ٿو ته ان انساني حقن واري تنظيم جي هاڻوڪي اڳواڻ عاصما جهانگير آهي. ذوالفقار علي ڀٽو جنهن عوامي سياست جو آغاز بقول ايراني ڪرد نصرت اصفهاني (جنهن کي پيار سان زلفي "نصرت" چوندو هو. تڏهن شروع ٿيو. جڏهن هن پنهنجي وڪالت واري زندگي جو پهريون ڪيس کٽيو هو. جنهن جي عيوض سندس غريب ڪلائينٽ پيسا نه هئڻ جي صورت ۾ پنهنجي ڇوڪري معاوضي طور تي ڏني هئي ۽ هن پوءِ اها ڇوڪري نصرت ڀٽو جي چوڻ تي سنس ڪلائينٽ کي ڏئي ڇڏي هئي. هڪ سياستدان ذوالفقار علي ڀٽو جنهن باري ۾ ايوب خان ممتاز ڀٽو کي "ڀٽو" جو ساٿ ڏيڻ کان جهليندو هو. اهو نه ان ڀٽو جي زندگي جو هڪ پرڏيهي سفارتڪار، سياستدان ۽ قانوندان وارو پهلو هو.

زلفي ڀٽو جنهن کي سندس والدين پيار سان "بويا" چوندا هئا. انهيءَ "بويا" کي نه ورثي ۾ پيار ۽ محبت پڻ مليو هو ۽ سندس انهيءَ پيار ۽ محبت واري "لڪل خزاني" جي ڪوجنا ڪبي ته. ان جا پير اسان کي سندس ٽين ايجري کان وٺي سندس ميچور ٿيڻ واري عرصي ڏانهن وٺي وڃن ٿا. ٽين ايجري ۾ ڪرڪيٽ ۽ فلم جو شوقين جڏهن بالغ ٿئي ٿو ته "ڪلارڪ گيبولي" جهڙو سهڻو ڏيکائي ڏيندڙ ۽ سگار ۽ پيئندڙ زلفي ڀٽو

عاشقي جي ڪيترن ئي داستانن کي جنم ڏني ٿو. جنهن جو هڪ باب مارگريٽ جي نالي ته ٻيو باب ميري ايلن جي نالي ٿي، ٽيون ايني رينالڊ جين اي ته چوٿون باب ليليٰ بختيار جي نالي ته سنڌس پنجون باب نصرت ڀٽو جي نالي ته سنڌس ڇهون باب حسنه شيخ جي نالي ٿي منسوب ٿيل نظر اچي ٿو پوءِ اها ٻي ڳالهه آهي ته سنڌس زندگي ۾ شيرين امير بيگم ۽ نصرت ڀٽو جي اهميت وڌيڪ آهي ۽ نصرت ڀٽو جي اهميت اڃا به وڌيڪ آهي.

اصول ڪي پنهنجي جدوجهد جو رستو بنايو. شهيد قائد عوام جو نظريو هو ته سماجي انصاف هڪ مهذب معاشري لاءِ پهريون بنياد آهي. جهڙي طرح هن پنهنجي ملڪ ۾ جاگيردار ۽ سرمائيدار جي دقيانوس خيالن ۽ رواجن کي نيست ۽ نابود ڪيو. اهڙي طرح هن عالمي سطح تي به وڏين طاقتن جي طرفان پٺتي پيل ملڪن سان ٿيندڙ توهين آميز ۽ امتيازي سلوڪ جي خلاف آواز بلند ڪيو. شهيد قائد عوام جي نظريئي ۽ خيالن کي سڄي دنيا جي پٺتي پيل ملڪن پنهنجي دل جي آواز قرار ڏنو. سلامتي ڪائونسل ۽ اقوام متحده ۾ هن جيڪي به تقريرون ڪيون آهن نندين ۽ پٺتي پيل ملڪن لاءِ آزادي جو هڪ پيغام تصور ڪيو وڃي ٿو.

تاريخ شاهد آهي ته شهيد قائد عوام جناب ذوالفقار علي ڀٽي کي پاڪستان جون واڳون ان وقت حوالي ڪيون ويون جڏهن هي ملڪ جنگي تباهين سبب خاڪ جو هڪ ڍير بڻجي ويو هو. شڪست واري ذلت تباهي، بربادي جون ريکائون ملڪ جي شڪل تي بکي رهيون هيون. شهيد قائد عوام جناب ذوالفقار علي ڀٽي ملڪ جي ٻيهر تعمير ڪئي. هن ملڪ کي مليل شڪست واري ذلت جا داغ ڌوتا. پاڪستان کي دنيا جي مانائتي ملڪن جي قطار ۾ آندائين. سڄي دنيا هڪ مختصر دور ۾ هڪ نئين پاڪستان کي نئين سر اسرندي ڏٺو. شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ ۾ تعليمي ادارا ۽ بنيادي صحت يا مرڪز بڻجندا رهيا. هي ملڪ، تاريخ جو پهريون دور هو، جڏهن سڄي ملڪ ۾ ميڊيڪل ۽ انجنيئرنگ جي تعليم ڏيارڻ جا ادارا قائم ٿيا. ڪراچي ۾ اسٽيل مل ۽ پورٽ قاسم جهڙن ادارن جو بنياد پيو. شهيد قائد عوام واري دور ۾ ئي تعليم عام ٿي. پرائيم منسٽر لٽريسي ڪميشنون قائم ڪري جديد دور جي تعليم لاءِ

اپاءَ ورتا ويا. هن ملڪ جي تاريخ ۽ ثقافت کي اجاگر ڪرڻ لاءِ ثقافت ۽ ادب اڪيڊمي قائم ڪئي. شهيد قائد عوام جي دور ۾ پهريون دفعو غريبن جي اولاد کي اعليٰ ملازمتن جا موقعا مليا.

شهيد ڀٽي ئي هن ملڪ جي دفاع کي قوت بخشي اڄ به اسان جڏهن ڪهوٽا کي ياد ڪنداسون ته شهيد قائد عوام جي عظمت صاف صاف نظر ايندي.

اها هڪ حقيقت آهي ته جيڪڏهن قائد عوام شهيد ذوالفقار علي ڀٽي کي اڃان وڌيڪ ڏهه سالن جو موقعو ملي ها ته اسان جو ملڪ دنيا جو وڏو ايٽمي ۽ معاشي طاقت بڻجي وڃي ها. مگر افسوس ته بديءَ جي پيروڪارن هن کي برداشت ڪونه ڪيو. اُهي هن جي وجود جا ئي ويري ٿي بيٺا.

ها ڪيڏي نه ڏکوئيندڙ ڳالهه آهي ته جنهن عظيم انسان پنهنجي حصي جي عزت به پنهنجي ملڪ کي نذرانو ڏئي ڇڏي ان سان ڪيڏو افسوس ناڪ سلوڪ ڪيو، هنن جي ڪهڙي طرح نه بي ادبي ڪئي وئي. اهي ڪهڙا ظلم هئا جيڪي هن برداشت نه ڪيا. سچي ڳالهه ته اها آهي ته هن پنهنجي ملڪ جي عوام سان جيڪي واعدا ڪيا هئا انهن کي نڀائڻ لاءِ هن کي ۽ هن جي اولاد کي وڏي قيمت ادا ڪرڻي پئي آهي. حقيقت اها آهي ته شهيد ڀٽي پنهنجي مرضيءَ سان اهو رستو اختيار ڪيو هو. جڏهن ته اهو ان حققت کان چڱي طرح باخربر هو ته سقراط کي انسانيت کي انسان شعور ڏيڻ جو ڪهڙو سلو مليو هو. ان بابت شهيد ڀٽي پاڻ فرمايو هو ته منهنجو هن ملڪ ۽ عوام سان هڪ درد جو رشتو منهنجي نظر ۾ هڪ رومانس آهي. مان پنهنجي عوام کي سچي دنيا کان خوبصورت ڏسي رهيو آهي عوام ئي منهنجو مخبوب آهي ۽ محبوب کي ماڻڻ لاءِ دشوار رستا اختيار ڪرڻا ئي پوندا آهن.

شهيد قائد عوام جي نظر ۾ عوام سان محبت جي نتيجي ۾ ملندڙ سزا مومل وانگر هئي. شهيد ڀٽو اهو راڻو هو جيڪو پنهنجي مومل حاصل ڪرڻ لاءِ بي تاب هو. شهيد ڀٽي پنهنجي آخري خط، جيڪو هن پنهنجي عظيم نياڻي محترم بي نظير ڀٽو کي جيل مان لکيو آهي، ان خط ۾ شهيد ڀٽو لکي ٿو ته هنن وحشين مون سان جيڪو سلوڪ ڪيو ان تي چڙ

اپڻ هڪ فطري عمل آهي. مگر منهنجي پياري ڌيءَ انهن تڪليفن ۽ وحشياڻي سلوڪ منهنجي عوام سان عشق ۾ رتي پر به گهٽتائي ڪونہ آندي آهي. مون کي خوشي ۽ فخر ان ڳالھ تي آهي تہ مان پنهنجي محبوب عوام جي مايوس چهرن تي اعتماد ۽ خوشيون سجايون آهن. منهنجي اها خوشي ۽ منهنجو فخر تنهنجو سياسي ورثو آهي، مون جيڪي تڪليفون برداشت ڪيون آهن منهنجي نظر ۾ اهي معمولي آهن مگر تون جنهن آڙاهن کي پار ڪري رهي آهين اهي غير معمولي آهن. تنهنجي اڏو وڏا ڪنن ۽ تڪليف ڏيندڙ مرحلا آهن. پوري ويساھ سان چوان ٿو تہ تون مون کان وڌيڪ ذهين، قابل ۽ همت واري آهين. تون مون کان وڌيڪ عوام جي خدمت ڪندينءَ.

شهيد قائد عوام جي اهڙن تاثراتن کان پوءِ محترم بي نظير ڀٽو کي ملندڙ انيڪ صدمن جو جيڪڏهن جائزو وٺجي تہ اها ئي ديانتدارانہ راءِ سامهون ايندي تہ محترم بينظير ڀٽو صاحبہ پنهنجي شهيد والد سان جيڪي واعدا ڪيا هئا انهن کي پورو ڪرڻ لاءِ هن کي ڳري قيمت ادا ڪرڻي پئي آهي.

## جوڳي ڏاڍي ذات...!!



# آئيندي جا ابا!

شاهڻ باداهي

اسان جي روزمره جي زندگيءَ ۾ ڪتي نہ ڪتي، ڪو اهڙو غير معمولي واقعو ضرور ٿئي ٿو جيڪو نہ رڳو اچرج ۾ وجهي ٿو جڏي، پر اهو واقعو ڪجھ لکڻ لاءِ بہ مجبور ڪي ٿو. والدين اولاد کي پهنجي پيٽ ڪ تسبا ڏئي ان ڪري پڙهائي ٿو تہ جيئن سندس اولاد نہ رڳو علم جهڙي زيور سان آراستہ ٿئي پر اڳتي هلي ڪو چڱو عهدو ماڻي يا ڪنهن اهڙي ڪرسي تي ويهي جنهن جي ذريعي هو عام ۽ بي پهچ ماڻهن سان ڀلائي ڪري ۽ جيڪڏهن سموري قوم جي نہ تہ گهٽ ۾ گهٽ اهڙي طبقي جي تہ وٽ وراڻ ڪري جيڪو سندس حصو آهي. شاگرد آئيندي جا ابا ۽ ملڪ جا معمار سڏيا وڃن ٿا. اها حقيقت بہ آهي ۽ هر ڪنهن کي انهن ۾ اميدون آهن تہ اُهي ئي ملڪ کي مٿو ڏيندا يا ملڪ جون سموريون ذميواريون پنهنجن ڪلهن تي کڻندا. ڀلا جيڪڏهن اهڙو شاگرد ئي سياڻ ملڪ جون واڳون نہ سنڀاليندو تہ باقي ٻيو ڪير هوندو جيڪو ايڏو

بار ڪندو!!

اخبار ۾ هڪ خبر ڇپي آهي ته دادو پائلٽ هاءِ اسڪول جي نائين درجي جي هڪ شاگرد خادم حسين مستوئي کي پاڙي وارن جي مدد سان ان وقت پڪڙيو ويو، جڏهن هو هڪ گهر ۾ ڪاٽ هڻي سمورو چورايل سامان ٻاهر بيٺل ٻئي چور دوست جي حوالي ڪرڻ وارو هو.

ڪل تي اچي ۽ افسوس به ٿئي ٿو ته جتي ٻين قومن جا نوجوان پنهنجي وجود جي بقا لاءِ جدوجهد ڪري رهيا آهن پنهنجي جائز حقن ڪان به وڌيڪ ونڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا آهن. پنهنجو الڳ تشخص برقرار رکڻ لاءِ عملي ميدان ۾ ٻي سود ئي سهي پر هٿ پير هڻي رهيا آهن. ترقي واسطي ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجي ۽ ٻين هنرن ڪان آگاهي حاصل ڪري رهيا آهن ۽ پنهنجين پنهنجين قومن جي جياپي لاءِ وسان ڪونه گهٽائي رهيا آهن. اتي اسان جا نوجوان ايڪويهين صديءَ ۾ فخر سان داخل ٿيڻ لاءِ گهرن کي ڪاٽ هڻن جا هنر سکي رهيا آهن. بلڪ ڪاٽ هڻڻ جا هنر سکي چوربون ڪري رهيا آهن. پنهنجي ئي والدين ۽ انهن ادارن جو نالو روشن ڪري رهيا آهن جتي هو پنهنجو مستقبل سنواري رهيا آهن.

هونئن به اسان کي دنيا جي چئلينجن جو مقابلو ته ڪرڻو ئي آهي نه، ۽ مقابلي ڪرڻ لاءِ ڪو هڪ شعبو ته ڪونهي بلڪ هزارين شعبا آهن جن ۾ مهارت حاصل ڪري پنهنجا جوهر ڏيکاري سگهجن ٿا اجا به انهن شعبن ۾ جديد هنر استعمال ڪري ماڻهن کي ڏندين آڱريون ڏياري سگهجن ٿيون.

آفرين ۽ جس آهي ان شاگرد کي جيڪو نائين جماعت ۾ ئي آهي ته گهرن کي ڪاٽ ٿو هڻي ۽ ماڻهن کي تاراج ڪرڻ جو ڏنڌو اختيار ڪيو اٿائين. اسان کي ان شاگرد ۾ تمام وڏيون اميدون آهن ته مئٽرڪ پاس ڪرڻ ڪان پوءِ ينگ لاءِ ماڻهو اغوا ڪندو، گريجوئيشن ڪري بي گناهه ماڻهن جو رت وهائيندو ۽ پوسٽ گريجوئيشن ڪري پنهنجي هڪ الڳ گئنگ ۽ گروپ ٺاهي هر قسم جا ڏوهه ڪرائيندو ۽ ماڻهن جون ننڊون حرام ڪندو. هونءَ به هاڻي چوري ۽ ڦڏا فساد ڪرڻ ڪنهن ڇٽ ڇاموٽ جو ته ڪم رهيو ئي ناهي.

ڀلا ان ڪان وڌيڪ اسان جو نوجوان ڪري به ڇا ٿو سگهي!! اڄ جو نوجوان شايد اهو ٿو چاهي ته جيئن ڪو ڇڱو انسان پنهنجا ڇڱا عمل ڪٺي هن جهان ۾ داخل ٿي خالق حقيقيءَ اڳيان مٿي ڪنڌ ڪري

چوندو تہ يااللہ مون تنهنجي هر حڪم جي پيروي ڪئي. تنهنجي هر رضا تي راضي رهيس ۽ جيئن تو چيو تيئن ئي ڪيم. اهڙي طرح اسان بہ ڪلاشنڪوف، ٽي ٽي مئوزر، راڪيٽ لانچر ۽ ٻيا هٿيار ۽ ڏوهن ڪرڻ جون نيون نيون ٽيڪنالاجيون سکي ۽ انهن ۾ مهارت حاصل ڪري ايڪويهين صدي ۾ فخر سان داخل ٿيون تہ جيئن دنيا جي ڪنهن بہ ملڪ جو نوجوان سپاٽي ڪين اها ميار نہ ڏئي تہ ڇو توهان ڪنهن بہ شعبي ۾ مهارت حال نہ ڪري سگهيا آهيو.

سوچڻ جي ڳالهہ اها آهي تہ اهو آخر ڪنهن جو ڏوهہ آهي. والدين جي تربيت جو، استادن جي تعليم جو، يا اسان جي معاشري جو؟ افسوس اهو بہ آهي تہ انهن ٽنهي ڌرين مان ڪابہ هڪ ڌر اها ڳالهہ مڃڻ لاءِ تيار ڪونهي تہ اهو سندس ڏوهہ آهي. حالانڪ انهن ٽنهي ڌرين مان ڪنهن هڪ ڌر جو، ٻن جو يا ٽنهي ڌرين جو سڌي يا اڻ سڌي طرح قصور ضرور آهي.

ڌڪ جي ڳالهہ اها آهي تہ اسان جو نوجوان آخر ڇو اهڙو غير سنجيده ۽ غير ذميوار ٿيندو پيو وڃي؟ آخر ڇو دنيا ۾ روزانو ٿيندڙ واقعن مان سبق حاصل نٿو ڪري ۽ آخر ڇو وقت جي نزاڪت کي محسوس نہ ٿو ڪري؟

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ والدين ۽ استاد ٻار کي ادب اخلاق ۽ درس تدريس طرف راغب ڪن ٿا، پر دنيا جا ٻيا لاها چاڙها تہ سماج ئي سيکاري ٿو. تنهن ڪري اسان جي پڙهيل لکيل نوجوانن جو فرض ٿو بڻجي تہ هو ماحول جو سنجيدگيءَ سان جائزو وٺن ۽ پنهنجين صلاحيتن کي ضرورت پٽاندر ڪتب آڻين.

بهرحال اسان کي اهو بہ يقين آهي تہ اسان جو ڪوبہ پڙهيل لکيل نوجوان اهڙو غلط ڪم نٿو ڪري سگهي ۽ خادم حسين مستوئي ضرور ڪنهن سازش جو شڪار ٿيو هوندو. تنهن ڪري پوليس جو فرض آهي تہ اڳ ۾ ان اصل ڏوهاريءَ کي هٿ ڪري جنهن نوجوان شاگرد کي ان ڌنڌي ۾ ملوث ڪيو آهي ۽ سندس زندگي تباهہ ڪري رهيو آهي. پوليس جو اهو بہ فرض آهي تہ انهن سمورن ڏوهارين جي ڪن مهٽ ڪئي وڃي جيڪي خادم حسين جهڙن ڪچن ذهنن ۾ ڏوهہ ڪرڻ جي هوا ڀري کين غلط رستي تي لڳائي رهيا آهن ۽ کين پنهنجن ناپاڪ مقصدن لاءِ استعمال ڪري رهيا آهن.



# قلم جي ڪهاڻي

گلزار علي ولياڻي

الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي ته ”اسان انسانن کي قلم سان علم عطا ڪيو“ سچ پچ اڄ اسين دنيا ۾ جيڪا به ترقي ڏسون ٿا اها قلم جو ئي ڪرشمو آهي. انسان جي سموري تاريخ ۽ تهذيب قلم سان ئي محفوظ ڪئي ويئي آهي. فارسيءَ جو هڪ قول آهي جنهن جو مطلب هن ريت آهي ته ”قلم چوي ٿو ته مان دنيا جو بادشاهه آهيان“ ۽ اها بادشاهه جو داستان به گهڻي دلچسپ ۽ جاڻ سان ڀريل آهي.

اڄ اوهين قلم کي جنهن شڪل ۾ ڏسو ٿا، اهو ان قلم کان گهڻو مختلف آهي جڏهن اهو ايجاد ٿيو هو. انسان جو ڀهريون قلم ڪهڙي قسم جو هو؟ يقين ڪريو ته اهو خود انسان جون پنهنجيون آڱريون ئي هيون جن کي هو ڪڏهن وڻن ۽ ٻوٽن جي رس ۾ ۽ ڪڏهن جانورن جي رت ۾ ٻوڙي غارن جي ڀتين تي گل ڦل ۽ نقشن بڻائيندو هو. اهڙا اڳاٽا گل ڦل ۽ نقش ۽ نگار اڄ به دنيا جي ڪن قديم غارن جي اونهين

ڪُڏن يا ڪوهن ۾ دستياب آهن. انهي ڪان پوءِ پٿرن ۽ پڳل مٽيءَ تي لکڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ۽ ان سان گڏ چڻ جو واهپو به عمل ۾ آندو ويو. چيني ماڻهن جن اٺ جي وارن مان تمام عمدي قسم جا برش ٺاهيا ۽ انهن سان هڪ هڪ اکر ايئن لکڻ شروع ڪيائون جيئن اڄ به برش سان پينٽنگ ڪئي ويجي ٿي. ماهرن جو چوڻ آهي ته پهريون قلم شايد مصرين ئي ايجاد ڪيو هو. هنن تامي جي سنهي لڪڻ ٺاٿي جيڪا اندران ڪوڪلي (پڙري) هئي. پهرين باقاعده لکڻي اڄ ڪان اٽڪل چار هزار ورهيه اڳ يونانين جي پڏائي ويجي ٿي. هنن جا قلم ڌاتو، هڏي ۽ هاٿي جي ڏندن وغيره مان ٺجندا هئا ۽ اهي جن تختين تي لکندا هئا انهن تي ميڻ وغيره لڳايو ويندو هو.

انهي ڪان پوءِ ٻئي مرحلي ۾ جيڪو قلم ٺاهيو ويواهو گاهه جي پڙرن ڏاندين سان ٺهيل هو جنهن کي مس ۾ ٻوڙي لکيو ويندو هو ۽ انهيءَ سان "پاپائي رس" تي به لکيو ويندو هو. اهوهڪ قسم جو گاهه هندو هوجنهن ما لفظ "پيپر" يعني ڪاغذ نڪتل آهي. جڏهن ڪاغذ ايجاد ٿيو ته پکين جا پر قلم جو ڪم ڏيڻ لڳا ۽ اها ڳالهه اوهان جي لاءِ دلچسپيءَ کان خالي نه هوندي ته قلم جي لاءِ انگريزي لفظ "پين" PEN اصل ۾ لاطيني ٻوليءَ جي لفظ "پينا" مان نڪتل آهي ۽ پينا جو مطلب آهي "پر". پرن جو قلم جي طور تي واهپو هزارين ورهين لاڪون هلندو پيو اچي. موجوده جديد قلم اڄ کان اٽڪل ٻه سئو ورهيه اڳ سنه ١٧٨٠ عيسوي ۾ انگلنڊ ۾ ٺاهيو ويو پر انهيءَ کي عوام ۾ مقبول ٿيڻ ۾ اٽڪل چاليهارو ورهيه ڪن لڳي ويا.

پهريون باقاعده فائونٽين قلم (يعني جن جي هڪ ڊگهي نب هوندي آهي) ان جي اٽڪل سئو ورهيه پوءِ يعني سنه ١٨٨٠ع ۾ آمريڪا ۾ ايجاد ڪيو ويو، انهن قلمن جا نب ١۴ قيراط سون جا ٺهيل هئا ۽ ان جو سرو اوسريڊيم يا ريڊيم نالي عنصرن مان تيار ٿيل هوندو هو. انهيءَ وسيلي انهن جي رواني تمام سٺي هوندي هئي ۽ اهو ڌاتوءَ جو هئڻ جي باوجود ڪاغذ تي رهڙ يا ليڪ وغيره نه ٺاهيندو هو. ان جي اندر هڪ نليءَ ۾ مس جو ذخيرو ڪيو ويجي ٿو ۽ اهو ياڳو سخت ربڙ يا پلاسٽڪ جو ٺهيل هوندو آهي، اصل ۾ انهيءَ سببان ئي اسين ان کي "قلم" چئون ٿا. "گولي

قلم“ يا بال پوائنٽ هلنڊڙ صديءَ جي ايجاد آهي. ان جي نب ۾ هڪ تمام ننڍڙي يعني فقط هڪ ملي ميٽر جي گهير جيتري ڪروي گولي فولاد مان ٺٽيل لڳل هوندي آهي ۽ مس ان جي آسپاس ڪان وهندي ٻاهر اچي ٿي. ان ۾ ٻه هڪ سنهي نڪلي ۾ مس جو ذخيرو ڪنو هوندو آهي.

قلم جي ابتدا اٽڪل ١٥ سؤ سال قبل مسيح ۾ يعني اڄ کان اٽڪل ساڍا ٽي هزار ورهيه اڳ ٿي هئي. مصرين ”پائيپرس“ جي تختين تي لکڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ انهيءَ ڏس ۾ بانس جي سنهين نلڪين کي گهڙي استعمال ڪيو. انهيءَ قسم جون نڪليون اڄ ٻه ڪتابت ۾ استعمال ٿين ٿيون ۽ انهيءَ ئي شروعات قلم ۽ ڪاغذ سان لکيل ڄاڻ اڄ ٻه دنيا جي ڪن عجائب گهرن ۾ محفوظ آهي. بانس جي انهن نلڪين جو واهپو ٻن هزارن ورهين تائين جاري رهيو ۽ ان دوران يونانين ۽ رومين ٻه پنهنجي پنهنجي طور تي مختلف قسم جي ٽيڪنڪ ۽ ايجادن جي ڪوشش ڪئي. اهي ميڻ جي سطح تي ٻه لکڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا ۽ انهيءَ کي ٻيهر لکڻ لاءِ ٻه استعمال ڪري سگهيو هو. انجي جاءِ تي چين وارن برش جو استعمال ڪيو.

جديد قلم جي تاريخ اصل ۾ رومن عهد کان شروع ٿئي ٿي. جڏهن رومي بادشاهن کي مذهبي احڪامن ۽ دستاويزن جي لاءِ انهن کي مختلف هنڌن لکرائي موڪلڻ جي ضرورت پئي ۽ انهيءَ ڏس ۾ باس جي نلڪين جي گهٽائي ٿي ويئي تہ هنن راج هنس (اُبي پکيءَ جو هڪ نمر) جي پرن کي گهڙائي لکڻ لاءِ استعمال ڪيو. اوهين اڄ ٻه پراڻين تصويرن ۾ اهڙن پرن جي قلمن کي ڏسي سگهو ٿا. انهن پرن کي گهڙڻ لاءِ خاص خاص قسم جا چانو ٺاٺايا ويا، جيئن تہ اهي پر اندران پوُرا هوندا آهن ان لاءِ انهن ۾ ڪجهہ مس ٻه محفوظ ڪري سگهجي ٿي. اڄڪلهہ جا گولي قلم يا بال پوائنٽ بلڪل انهن جي ئي ترقي يافتہ شڪل آهن. انهيءَ قسم جا قلم ٤٠٠ عيسويءَ کان ١٨٣٠ع تائين مرڪزي اهميت رکندا هئا. آمريڪا جي صدر ٿامس جيفرسن لفظ انهن قلمن جي فراهميءَ کي لاڳو رکڻ لاءِ راجهنس جي پرورش ئي جوڳو ڏيان ڏنو. راج هنس جي پرن مان ٺڄڻ وارن قلمن ۾ جيئن تہ مس جي مقدار تمام گهٽ محفوظ ٿيندي هئي ۽ گهڙي گهڙي کيس مس سان پرٽو پوندو هو ۽ انهن جا سرا ٻه وڏيڪ هموار ۽ تيز لکڻ جي قابل نہ هئا. تنهن ڪري انهن کي اڃا ٻه بهتر بنائڻ لاءِ

ڪوشش شروع ٿي ۽ آخرڪار ١٩هين صديءَ ۾ انهيءَ ۾ ڪاميابي حاصل ٿي: ان دوران يوپيائيءَ جي هنڌ تي هڪ بروز (ڪنجهي) جو قلم مليو جيڪو ٢٩ قبل مسيح يعني اٽڪل ٻه هزار ورهين ڪان ٻه ڪجھ وڌيڪ پراڻو هو. ان ڪان پوءِ سون ۽ چانديءَ جي نب وارا قلم سورهين صديءَ تائين دستياب ٿيا. انهن جي نب جي مٿئين ياڱي جي بناوٽ اهڙي هئي، جو منجهائن گهرج آهر مس جا هڪ يا ٻه قطرا ايندا هئا. سترهين صديءَ جي هڪ قديم تاريخي لکت مان ٻه ڄاڻ ملي ٿي ته بهتر قسم جي قلمن ٺاهڻ جون ڪوششون جاري هيون.

آخرڪار سنه ١٨٢٠ع ۾ برمنگهم (انگلنڊ) جي ماهرن هڪ اهڙو قلم بنائڻ ۾ ڪاميابي ماڻي جيڪو گهٽ ملھ وارو ٻه هو ۽ ان کي وڏي تعداد ۾ تيار ٻه ڪري سگهبو هو ۽ انهن جي نب ڊگهي عرصي تائين واپرائڻ لاءِ پڻ موزون هئي. انهيءَ مقصد جي لاءِ فولاد جي هڪ سنهي چادر استعمال ڪئي ويئي جنهن سان ان جي شڪل ۽ صورت ٻه بهتر ٿي ويئي.

سنه ١٨٥٠ع ۾ پرن وارن قلمن جو رواج ختم ٿي ويو ۽ ان جي جاءِ فولادي نب وارن قلمن ونئي ڇڏي. انهيءَ نب کي وڌيڪ بهتر بنائڻ لاءِ اريڊيم ۽ اهڙي قسم جا ٻيا ڌاتو استعمال هيٺ اچڻ لڳ. جيڪي اڄ ٻه استعمال ٿين ٿا فائونٽين پين يعني جنهن ۾ مس ڀري وڃي ٿي، ١٨ هين ۽ ١٩ هين صدين ۾ وجود ۾ آيو. انهيءَ ۾ ڪي نمايان خاميون هيون ۽ انهيءَ ۾ مس ٻه ڊراپر (DROPER) سان ڀري ويندي هئي. اڄڪلھ وارو مس ڀرڻ وارو نظام وڃي سنه ١٩١٢ع ۾ شروع ٿيو ۽ انهن کي ٺاهڻ وارو آمريڪا جو "ايل اي واٽر مئن" هو. انهيءَ صدي جي پهرين پنجاھ ورهين ۾ ڪجھ ٻيون ٻه مٽ سٽ ايون. گهڻا قيمتي قسم جا قلم ٻه ٺاهيا ويا پر محدود تعداد ۾، جيڏ جي نلڪين وارا قلم ٺاهيا ويا ۽ اهڙا قلم ٻه جن جي نب تي سون يا چانديءَ جو پاڻي چاڙهيو ويو هو ۽ مٿن هيرا ۽ جواهر جڙيل هئا. فائونٽين پين ٻه ٺاهيا ويا پر انهن جي وڪري جي شرح تمام گهٽ رهي جنهن جو سبب بال پوائنٽ جي مقبوليت آهي. ان جو مقصد هي آهي ته فائونٽين پين کي ٻين عظيم جنگ دوران ٻه آزمايو ويو هو ۽ فوجي مقصدن لاءِ هڪ اڃا ٻه بهتر قلم جي ضرورت هئي ۽ فائونٽينپين جي نب جو مسئلو هي هو جو ان جي ڪرڻ سان ٽٽڻ ۽ قلم جي ناڪاره ٿيڻ جو انديشو ٻه رهندو هو ۽ منجهس مس ٻه محدود هوندي هئي ۽ ان کي گهڙي گهڙي ڀرڻو پوندو هو. تنهن ڪري سوچيو ويو ته اهڙو ڪو قلم

ٻڌايو وڃي جيڪو انهن خامين کان پاڪ هجي. پوءِ ته وٽ پڪڙ شروع ٿي
ويئي پر اصل ۾ سنه ۱۸۸۸ع کان ئي هڪ ماهر "جي جي لائوڊ" نالي
انهيءَ ڏس ۾ اڳ ئي ڪم شروع ڪري ڇڏيو هو. آخرڪار ۱۹۳۸ع ۾
هنگري جي ٻن ڀائرن "لارڊ سلاؤ" ۽ "جارج پيرؤ" گولي قلم يا بال
پوائنٽ کي پيسٽنٽ ڪرائي ڇڏيو. جڏهن جنگ ختم ٿي ته سنه
۱۹۴۴ع ۾ ٻيئي ڀائر ارجنٽائن (ڏکڻ آمريڪا) هليا ويا جتي هنن پنهنجي
ايجاد ڪيل قلم کي وڌيڪ بهتر بنائي ورتو. خاص طور تي ان ڀاڳي کي
جتان مس وهي گوليءَ ڏانهن اچي ٿي ۽ مس ڀرڻ ۽ ان کي محفوظ ڪرڻ
کي به بهتر ٻڌايو ويو ان کان پوءِ تجارتي پيماني تي انهن قلمن جي پيداوار
شروع ٿي پر پوءِ به فائونٽن پين به ڪا گهڻ مقبول ڪانه هئي.

(سائنس مئگزين)

سِر جي ٿو سُور



# اونداهيءَ جو طوفان

ارشاد پٺاڻ

عدليه سان مهاڏو ڪير پيو اٽڪائي؟ اٽي جو اگهه ڇو پيو وڌائي؟ بدحال ملڪ جي بکئي عوام کي، بيروزگار ۽ بي يارومددگار ڪير پيو ڪري؟ جهولي ڦاڙي، ڪشتو پيچڻ وارا، اڄ پاڻ، در در ڇو پيا ڌڪا کائين ۽ سين هڻن؟! ۽ اها ميڙيل مايا اُهي ڪٿي جيڪا قرض لاهيو، ملڪ ٺاهيو جي بهاني، مسيت جي چندي جيان جائز سمجهي، ڇٽي ڇٽي کان مڱي ورتي هئي.... ۽ ها.... محترم ڏوهار هئي، اڙي ته پاپي نڪتي جو هن جو اشرافن جي حڪومت تان هٽڻ. هڪدم ضروري ٿي پيو هو، ۽ پوءِ "خوب تر" جي ڳولا ڪندي، جمهوريت کي نواز هٿ آيو، جيڪو ملڪ کي وڌيڪ ابتر حالت ڏانهن گهلي، مُثل ڪُتي جيان، ڪيس اڌ وات تي ڦٿو ڪري، هٿ ڇنڊي، پريان تماشو ۽ رونشو ڏسڻ ويهي رهيو آهي.

ماڻهو پڇن ٿا ملڪ جي ٻيڙي آخر ڪنهن ٻوڙي؟ مون وراڻيو "خواجه خضر" خواجه خضر آهي عوام، جاهل عوام، جيڪو شر ۽

شرارت سان پارلياماني آمريت کي رائج ڪرڻ لاءِ هر پيري، جمهوري سازش ۾ شريڪ تي، اونداهيءَ جي وڏي ۽ گهاٽي پاڇولي سان، نٺاهه ۽ ٺاهه کي اوٽ ۾ رکي باهه ۽ ڦناءِ جي فضا قائم ڪريو ڇڏي، جمهور جي لڳاتار گنهگار ٻڌي سان چوندبيل ڪورن ۽ پورن اڳواڻن، ملڪ جو وار وار وياج ۾ وڪوڙي ڇڏيو. ثابتيون چون ٿيون ته، ١٩٤٧ع ۾، جاهل قوتون، انگيز جي چرچر تي، ڇڙواڳ غلامن لاءِ، مادر پدر آزاديءَ جون حامي تي بيٺيون، جن آزاديءَ جي محدود استعمال بجاءِ، "ڏاڍو سو گابو" جو قانون پاس ڪيو، انسانيت کي ٻيائي سان ونڊيو، هنن هندو مسلمان ۾ ورهائي ۽ ويڙهائي ڇڏي. جهل ۽ مصيبتن جي ماريل آدم جي غلام اولاد کي "ٻنو قومي نظريو" ٻڇي، عقل سندن کان آزادي کسي کين، ڇسن جي حوالي ڪري ڇڏيو. اقبال جو اسلامي ملڪ، بنا قانون بنا آئين ۽ اصول اوجهڙ کان، اوجهڙ ڏانهن هلندو هليو. وري ٻيو ٻلوان، پاڻ مرادو اٿيو، جناب جي مسلمان زمين تي ملحدن جي سوشلزم جو ٻج ڇٽي ٻيهي رهيو. ذاتي ملڪيتنو، لوپي محنتي مالڪن کان ڦري، سرڪاري بدڪار ۽ بي ڪار مختيارڪارن جي هٿ چاڙهي هٿ چنڊي هليو ويو. وري ان جو وياءُ نئون نياءُ ڪٽي، گدريل نظا جي بنيءَ متا جهنڊو ڪوڙي ٿو ۽ پرائيويٽائزيشن جي ٻهاري سان پ پ جي منشور جا نقش قدم ميساري ٿو.

۽ پوءِ.... بي نظير ۽ نواز شريف جي "ڪوئي ٻليءَ جي راند" ۽ اقتدار جي عادي فوج جي بي وقتي مات، نيٺ ملڪ کي آءِ ايم ايف جي ڏٻڻ ۾ ڦاسائي ڇڏيو.

جاهل ووٽر کي معلوم هئڻ گهرجي ته قسم تان ڦريل دغاباز فوجي آمرن جيترو ٻه، اوهان جي چوندبيل ۽ پرکيل نمائندن ۾ عقل ڪونهي، عالمي سطح تي ٻه اهڙو هڪڙو ٻه سياسي اڳواڻ ويساهه جوڳو ڪونهي. جيڪو معين قريشي جهڙي معمولي ماڻهو جو ڪٽي خال پري سگهي ها...!!

جناح کان وٺي نواز تائين پاڪستان جي ناڪامي، بدناميءَ جي حد تائين، پنهنجي اوج تي اچي رسي آهي. ملڪ تباهه ٿي چڪو آهي، ڪڏن ڪمن ۾ ڪئين دفعا دفاع جا ماڻهو پڙهيا ويا آهن. سياست دان جو حال ٻه ڪنهن کان ڳجهو ناهي، زرداري اُن ڊوندي جو هڪ مثال آهي. جيڪو جمهوري پارٽي ۾ "مرد اول" جي نالي سان متي تي چاڙهيل آهي. جاهل جمهوريت جي هٿيار سان، انسان ذات جو، وبا ۽ پليگ کان وڌيڪ

نقصان ڪيو آهي، سياسي پارٽين جا پلاند رت ۾ بدل آهن. اهو رت انهن ابوجهه شهيدن جو آهي جن جي ايثار ۾ اعتبار سان جمهوري اڳواڻن دولاب ۽ دوهه ڪيو هو. اها انڌي سياسي، خوني راند، هڪدم بند ٿيڻ گهرجي. ووٽ جو استعمال ۽ استحقاق عام ڪي ڏئي، راءِ صالح جي اهميت ۽ ضرورت جو مان ۽ شان نہ ڪيرائجي. ڪنهن ڪي بہ، ڪنهن ڇت جي هٿان، مرڻ پسند ڪونهي، موت ڪنهن ڏاهي هٿان ٿئي تہ افسوس ناهي. ڳيريءَ جهڙي احساس ڪي، پنهنجن هٿن سان، ٻچڙن بازن جي حوالي نہ ڪجي. جمهوريت ڪي نندڻ وارن پنجاه سال، جهل جا هاجيڪار فيصلا قبوليا آهن. پوڳيا ۽ جاليا آهن، لڪين ذهانتون، جمهوريت جي ڏتن جي اوسيئڙن ۾ فنا ٿيون آهن. نيڪ نام، ڪيئن گم نام ٿي ويا آهن.

ارمان آهي تہ ڏاهي ۽ سياڻن وچ ۾ اهڙي سگهاري ٻڌي ڪڏهن ناهي ٿي. جا جاهل ۽ ان جي ابوجهل کي زير ڪري سگهي. ان ڪري جمهوري رياستن ۾ جاهل جي ٻيگهي مٿي پئي آهي. ڪروڙن جي قسمت جو فيصلو هر ٻيري ٽڙيل ۽ ڪٽڙيل جمهور پيو ڪري، ڪڏهن ٻٽي قومي نظرئي جو ڦند ٿو پڪيڙي ۽ قتل عام ٿو ڪرائي. انهي جمهوريت، آمريت کي نياپو ۽ ايوب، يحيٰ ۽ ضياءَ ڪردجالن جو وارو آيو. آمريت جمهوريت جي سازش سان، اوير پاڪستان کي بنگلاديش بڻايو اتي لٽي ۽ اجهي جو سياسي نعرو بڻايو.

اسلام، سوشلزم جو جوڻ مٽايو. ضياءَ ڪلاشنڪوف، هيروئن ۽ ايم ڪيو ايم جو پوت بڇايو ۽ جڏهن جمهوريت جو انڌو ٻڪ لڳو تہ آصف زرداري سياست جي ميدان ۾ آيو. مير مرتضيٰ جهڙو غيرتي پٽ، جمهوريت، پنهنجي بادشاهيءَ ۾ هٿن سان ڪُهايو هاڻ گهٽو ٿي، پاٽي نڪان تار ٿي ويو. ووٽرن کي پيرن تي هٿ رکي وينتي ٿي ڪجي تہ اهي هاڻ جمهوري ضد تان لهن ۽ سامهون ايندڙ اونداهيءَ جي طوفان کي منهن ڏيڻ لاءِ سڄاڻن جو گس وٺن ۽ سونهن جي ڪڍ لڳن، نہ تہ ٿيندو ائين جو آزاديءَ جو قافلو، جمهوريت جي جنون کان ٿهي، وڪري ٽنگو ٽانگو ٿي ويندو.

دستور مجيل آهي تہ، غلام کي، آزادي هندائڻ کان اڳ، آزاديءَ جا آداب سکڻا پوندا آهن. جمهوريت جون اُهي ئي حدون ۽ سَندا سمجهڻا ۽ مڃڻا پوندا آهن. جن سان ڏاهي ۽ ڏڏ، هڏڏوڪي ۽ ويساهه گهاتيءَ جي سڌ ۽

سمڪ اچي ٿي. ماٺهو جماعتي ۽ مذهبي مانداڻ مان بند ڪري، انسانيت جي عالمي احساس ۾ ويچاري ۽ پچاري ته ۽ سمجهڻو اهو به آهي ته مذهب، هندو مسلمان، سياست پيپي، ليگي ۽ پيشوا، شيعو، سني جي ٿن ڏڪن سان انسانيت کي ياڳا ياڳا ڪري ڇڏيو آهي.

جهل ۽ اتڪل جي بادشاهن ۽ پيشوائن جو ڪاڪ محل آهي پاڪستان جنهن جون انتظامي ولائي ڪلون، سچ جو گمان ڏينديون آهن. سچ ۽ ڪچ جي آواز کي پرکڻ جي اها ساڃاهه ئي ته آهي جيڪا جمهور ۾ آهي نه سندن چونديل وڏيل سرواڻن ۾!!

سِرجي ٿو سُور

# فرض جي ساڃاھ

ارشاد پناڻ

ڳوٺ مجنون شوري ۾، ھڪڙي پوڙھي حاجياڻي ساماڻي آھي، جيڪا سعودي عرب مان، ھڪڙي تسبيح سودي ڪٽي آئي آھي. تسبيح سڳوريءَ جي خاصيت اھا آھي تہ تسبيح سان لڀيل پاڻي، ڪنھن بيمار کي پياري ٿي تہ اڳھو سگھو ٿيو پوي ۽ ھيٺو نوبنو.

تسبيح اھڙو عالمي نسخو ثابت ٿيو آھي. جنھن سان، زمين گرہ تي پکڙيل ھر روڳ، پوڳ ٿيو وڃي. ايذاءُ ڪان ڳوڙھا ڳاڙيندڙ، ٿڌي تي، خوشيءَ جا لڙڪ لاڙڻ ٿو لڳي.

اھي ڳالھيون اخبارن ذريعي توھم پرست عوام تائين پھچائڻ ۽ انھن جي ساک جي ضامنن ۾ ھڪ ڳاھي ۽ ٻئي چانديءَ جو ھٿ ڏسجي ٿو تن جو چوڻ آھي تہ اسان کي پرائي قبر ۾ ڪونھي پئجڻو، جيڪو چيو اٿئون، ڳالھ انھيءَ ڪان بہ ڳچ ۽ سچ آھي. سڀ ڪان پھرين تہ عوام جي ان طبقي کي عرض ڪنداسين، جي ھي ڪالم بہ ڪنھن ٻئي جي واتان ٻڌي رھيا ھوندا، "ادا، ميون موسو اڃا ڪالھوڪي ڳالھ آھي."

لنواريءَ وارو حج بہ مس مس ماٺو ٿيو آھي. انھيءَ پيري بہ بر ۾ بازار لڳي وئي ھئي. پيرو لاشاريءَ جي اسٽيشن، اسٽيشن جي عملي ڪان سواءِ سالن ۾ ڪو انسان جو ٻيو ٻچو ڪونہ ڏٺو ھو. اُتي آسوندن مسافرن جون سينيرون اڇي ٿي چڙھيون ۽ لٿيون، ھر ذات، نسل جو آسائتو انسان! اتي الاھي اميدون ڪٽي ايندو ھو. پوءِ ڪيڏانھن وئي لنواري؟ ۽ ڪيڏانھن ويو پيرو لاشاري! پيھ پيھان، جو سچو مانداڻ ڌھي پيو، مجاورن

ڪي پوليس دل تي پادر هڻي سپ پئسا ڦري وئي، سڄي پاڪستان جي ابوجھ ماڻهن ڪان پنيل نذرانا، پوليس لاءِ شادمانا بڻجي پيا. پولڙن جي مٺي ۾، ويساھ گهاتيءَ جون لنيون ۽ ڪتيو ڪائي ويا سرڪاري فقير!!

صحت جي وزير صاحب جي نند جو در ڪڙڪائيندي عرض آهي ته، سائين! ماڻهو اُهي ئي اوهان وارا ساڳيا اتوَ. انڻ پڙهيل ۽ موڙهل، منڊل، جيڪي اوهان جو اليڪشني ڪاڄ آهن. سيستدانن جا راڄ آهن، تن جي، ساڳين ڪمزورين مان پير فقير به اوهان جهڙو فائدو پيا وٺن. افسوس هتي جو بيخبر، جنڊ جي ٻن پڙن وچ ۾ پيو پيسجي پلا جيڪڏهن ڳوٺ جي چڱي مڙس نور محمد ڳاهو ۽ خان چانديو جي ساک، ويساھ جوڳي آهي ته پوءِ پلائي ڪري، بنا وڏيڪ وقت وڃائڻ جي حاجياڻيءَ کي سول اسپتال نتي جي ايمرجنسي وارڊ ۾ منتقل ڪيو وڃي ۽ ملڪ جي اوري پري ڪان اسپتالن وارا سپ مريض، آرمي جي معرفت اتي گهرائي ڪائنس سگها ڪرايا وڃن. جيڪڏهن تبسيح حاجياڻي جي هٿ کان سواءِ به پنهنجي اندر ۾ پورو اثر رکي ٿي ته ڪنهن به هڪ معتبر ماڻهوءَ جي حوالي اها تسبيح ڪئي وڃي ۽ ڪيس هيليڪاپٽر جي سهوليت مهيا ڪئي وڃي ته جيئن جلد کان جلد سڄي ملڪ ۾ ڦري سيني مريضن کي شفاياب ڪري ونجي.

ياد رهي ته تسبيح وهنجاريل پاڻي به اهو ئي اثر رکي ٿو، ان طرح مختلف شهرن ۾ پاڻيءَ جي ٽئنڪر موڪلي، شهر جي ٽئنڪن ۾ لهرائي هڪ ڏينهن ۾، سڄو پاڪستان، سگهو ڪري سگهجي ٿو. سياستان ۽ پير، فقير بڻجي، ان جاهل کي اوستائين صدائن سان نپوڙيندا رهندا، جيستائين خود جاهل ۾ جهل•جو شعور نه پيدا ٿئي ۽ سياسي ۽ مذهبي سازش جو سمڪ نه اچيس.

مگر شعور ته علم سان اسرندو آهي، جنهن لاءِ اسان وٽ، چاڻي ٻجهي مختصر بجٽ مختص ٿيندي آهي. ڏنو وڃي ته سياستدانن جي سياسي سهپ، اجا اها اجازت ڏيڻ جو ڏچو، سِر تي کڻي ئي نٿي سگهي جو، ٻانهپ جي ٻيائي واري "اردو انگريزي ڪورس جي، دقيانوسي تعليم هڪدم بند ڪري، تعليم کي بلڪل مفت ۽ رات ڏينهن اسڪول کولي، موڪلون منع ڪري ۽ استاد قابل هٿ ڪري به تعليم جي نظام ۽ انتظام

ڪي سُڌاري.

هر حڪومت سوچيندي آهي ته جيستائين گُندي ڪير ڏئي پئي، تيستائين مينهن ڇو ڏارجي؟ پر حاجياڻي ۽ پاڻيءَ جي تپاس تائين ٻاهي ۽ چاندبي ڪي ته اک ۾ رکجي!

مجنون شوري جي حدن جي مختيارڪار جي اختيار ۾ جيئن ئي فرض جي ساڃاھ ايندي، اميد ته ڏوهي ڪاٽ ۾ هوندا.

ڪاجا پرين، نه سا سُئي نه ٻڌي،
مَتيون سڀ منجهن، اهڙي ڏٺي قضئي.



# آئيناءِ عڪس

## ذوالفقار سيال

ڪوڙ ڳالهائڻ جا به پنهنجا طور ۽ طريقا آهن، ڪي وڏي رنگ ۽ ڍنگ سان ڪوڙ ڳالهائيندا آهن، انهن جي ڪوشش اها هوندي آهي ته ڪوڙ کي سچ ثابت ڪجي نه صرف ثابت ڪجي، پر ان کي سچ ڪيو وڃي ۽ اهڙو عمل "ميڙ" ته هلي تو ۽ هلي به وڃي تو پر "هيٺ" خبر ناهي چو؟ اهو ڪم نه تو هلي ۽ ڪوڙو ڪوڙو ظاهر ٿيو پوي، پر پوءِ به نڪ جي پڪائي سا هو اهڙي ته مزي سان ڪوڙ ڳالهائيندو ۽ ائين محسوس ڪندو ته اڳلو ان کي سچ تو سمجهي، حالانڪ سامهون ويٺل ان کي ان ڪوڙ تي بي ايماني تي يا منافقيءَ تي دل ئي دل ۾ گاريون ڏيندو هوندو.

بهرحال ڪوڙ ڳالهائڻ وارا ڪوڙ ڳالهائيندا رهندا ۽ سچ چوڻ وارا سچ چوندا رهندا، آخر ٻنهي ۾ فرق ته ظاهر ٿيڻو آهي ۽ اهو ظاهر ٿيندو جنهن ڪري سچ کي سچ ۽ ڪوڙ کي ڪوڙ چئبو ۽ محسوس ڪبو.

گذريل ڏينهن پنهنجي هڪ دوست سان گڏ هڪ دوست وٽ ويس،

جيڪو هڪ ڪاتي ۾ ڊپٽي سيڪريٽري آهي. ان وٽان مون ٻئي ڪنهن کي فون ڪيو جيڪو به هڪ ڪاتي ۾ ڪجھ ڪونهي، پر سڀ ڪجھ آهي، حالانڪ آئون هڪ ٻئي دوست لاءِ ويس همراھ فون تي مليو ۽ اهڙي نموني سان پئي ورتاءَ ڪيائين جهڙا اسين فقير هي همراھ بلڊنگ جي چوٽي تي نه ڪنهن عرش تي وينو هجي! جتي ان کي سڀ ماڻهو تمام ننڍا ۽ پتڪڙا نظر ايندا هجن. ان کي اها اجا ڄاڻ ئي ڪانهي ته هيٺ رهندڙ ماڻهو زمين تي هوندا آهن ۽ هي مٿيان جڏهن هيٺ ڪرندا آهن تڏهن هو نه مٿي جا رهندا آهن ۽ نه هيٺ جا ۽ وکري ويندا آهن ۽ مون ڳالھ پئي ڪئي ڊپٽي سيڪريٽري صاحب جي، ڊپٽي سيڪريٽري صاحب ويندي ويندي ڪارڊ ڏنو، جنهن ۾ هن جي آفيس جو نمبر هيو، مون پڇيو، گهر جو نمبر ڪهڙو آهي؟ همراھ جو ڪنڌ لڏي ويو، ڄڻ ڪو وڏو زلزلو اچي ويو هجيس، چيائين، يار گهر جونمبر وسري ويو آهي ياد آيو ته ٻڌائيندوسانءِ، منهنجي دل چيو ته اهو ڪارڊ ان جي منهن تي هڻان، پر تڪليف جي ڪري ائين ڪري نه سگهيس، باقي دل ۾ ته گهڻو ڪجھ چيم، جيئن اڪثر اهڙن موقعن تي چئبو آهي ۽ ان جي ڪوڙ کي سچ سمجهي نه سگهيس.

ٻيو واقعو هڪ فنڪشن جو آهي، وڃڻ وقت منتظمين پڇيو ته، دير سان آيو آهين؟ چيم وقت جي صحيح خبر نه هئي، جو ڪارڊ نه هيو. چيائون ته، نه نه ڪارڊ ته اسان تو ڏي فلاڻي جي هٿان موڪليو هيو. چيم مون کي نه مليو آهي، چيائون اهو فلاڻو تو چوي ته تون ڪونه هئين اهو ڪارڊ آفيس ۾ ڪٿي آيو هيو.

پڇيم: ڇا آفيس بند هئي؟

چيائون: نه کليل هئي.

چيم: پوءِ ڪارڊ رکي وڃي ها.

چيائون: هو توهان کي ڏيڻ پيو چاهي.

چيم: ڇا رسيد وٺڻي هئي؟

ڏنم ته هن جي آواز ۾ مُنهن جو پنو لهي ويو.

چيم: ڪا وڏي ڳالھ ڪانهي ما ته آيو اهيان، پر جي اوهان ڪوڙ نه ڳالهايو اهو چڱو ناهي.

چيائون: اسان ڪوڙ ڳالهايون ٿي نه!

چيم: جي اوهان لاءِ اهو سچ آهي ته پوءِ وڏي شاباس هجيئي.

اهڙا واقعا روزانو ٿيندا رهن ٿا ۽ ماڻهن کي ڪوڙ سان ريجهايو وڃي ٿو، پر پوءِ به ڪوڙ سچ ثابت نه ٿو ٿئي؟ ڇا اهو ممڪن آهي ته اسان سچ ڳالهايون!؟

روزانه خادم وطن حيدرآباد

۹- جون ۱۹۹۱ع مطابق ۲۵- ذوالقعد ۱۴۱۱هه



# سنڌ جا ميلا ۽ ثقافت ڪاتو

## علي گوهر کهاوڙ

حضرت قلندر لعل شهباز جي ميلي گذرڻ کان نيڪ هڪ مهينو پوءِ رمضان شريف جي چوڏهن تاريخ کان وني تي ڏينهن درازا شريف ۾ حضرت سچل سرمست جو ميلو ڌام ڌوم سان ملهايو ويو. صوفي بزرگن ۽ اوليائن جي مزارن تي اهي ميلا نه رڳو سنڌ جي ثقافت جو هڪ حصو آهن پر سنڌين جي رواداري، انسان دوستي ۽ اتحاد جو به اهڃاڻ آهن. جڏهن مذهبن، قومن ۽ قبيلن جي بنياد تي ماڻهو ماڻهو جو ماس کائڻ کان نه ٿو ڪيٻائي. الله جو بندو الله جي گهر ۾ به بم اڇلائي الله تعاليٰ جي حضور ۾ بيٺل ماڻهن کي رت ۾ ريٽو ڪرڻ مذهب جي خدمت سمجهي ته ان حالت ۾ هر مذهب قوم ۽ قبيلي جا هزارين ماڻهو بنا ڪنهن اختلاف جي انهن مزارن تي گڏ ٿي عقيدت جو اظهار ڪن ۽ ميٺ محبت ونڊين ته اها ڪا معمولي ڳالهه نه آهي. هن وقت دنيا جو اڪيلو لٺ سردار

آمريڪا اليڪٽرانڪ ميڊيا سميت سوين سهولتن هوندي ۽ ڪروڙين ڊالر خرچ ڪرڻ جي باوجود بہ مذهبي ڪٽرپڻي (بنياد پرستي) جي ديو کي نہ جهڪائي سگهيو آهي. پر سنڌ جي انهن صوفي بزرگن کي سلام آهي، جو انهن سوين سال اڳ تنبوري جي تارن ۽ چير جي ڇمڪي سان ماڻهن کي ماڻهپي جو سبق ڏيئي، مذهبي ۽ نسلي ڪٽرپڻي جون پاڙون اکيڙي ڇڏيون. مون ڀهراڙي جي ڪيترن ئي ابوجهہ ماڻهن جي واتان ٻڌو آهي تہ "قلندر يا ڀٽائي سرڪار جي زيارت غريب جو حج آهي." اها ڳالهہ ڪٿي شريعت جي تہ ابتڙ هجي، پر انهن مسڪين ماڻهن جي شريعت ۽ طريقت سڀ انهن صوفي بزرگن جي وات تئي. جڏهن محفلن ۽ ڪچهرين ۾ ڀٽائي سرڪار جو بيت

روزا ۽ نمازون هيءَ پڻ چڱو ڪم
او ڪو ٻيو فهم جنهن سان پسڻ پريئن جو.

يا وري سچل سرمست جو ڪلام

"مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا..."

پڙهيا ويندا آهن تہ ماڻهن واتان "صدق صدق"- "بيشڪ بيشڪ" جهڙا لفظ نڪري ويندا آهن. هاڻي صوفي بزرگن، جي ان فلسفي سان ملان ويچاري جي شريعت ڪاٿي پڄي. تازو ڪراچي جو جهونو صحافي ميان محمد زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو هڪ انگريزي اخبار جي خرچ تي قلندر جي ميلي تي فيچر لکڻ ويو. موٽي جو آيو تہ همراهہ جو مٿو ئي جاءِ نہ هجي. هڪ هڪ صحافي کي اچ تائين احوال ڏيندي نہ ٿو ٿڪي تہ "يائي مين ني وهان اور ڪچ نهين ديکها صرف انسانيت ديکي. وهان ڪوئي هندو، مسلمان، سنڌي پنجابي اور مهاجر نہ ٿا، بس سب انسان ٿي، سچائي ٿي اور محبت ڪا نور ٿا."

هڪ ئي ميلي ۾ هو صوفي بزرگن مان ايترو تہ متاثر ٿي موٽيو جو هاڻي پاڻ کي مورڳو سڏائي صوفي ٿو مون چيومانس، پڪي صوفي بڻجڻ لاءِ توکي اجا ڀٽائي سرڪار ۽ حضرت سچل سرمست جي مزارن تي حاضري ڀرڻي پوندي. چيائين تہ "ميرا دلِ ڪهہ رها هي صحافت ڇوڙ ڪر ڪسي صوفي بزرگ ڪا فقير بن جائون."

حقيقت ۾ سنڌ جي صوفي بزرگن جي ڪلام ۽ ڪردار ۾ اهڙي تہ

ڪشش آهي، جو ماڻهو جو من ميڻ ڪري سنڌس سموري اجائي ارڏائي ۽ وڏائي کي اڏايو ئي ڇڏي. ڳالهه پئي ڪئي سون ميلن جي. سو اهي ميلا صدين کان سنڌ واسين جي ڳڏيل عيد سمان ملهائبا پيا اچن. انهن ميلن ۾ ماڻهو نه رڳو عقيدت جي اظهار خاطر اچن پيا، پر اهي ماڻهن جي ميل ميلاپ، ونڊر ورونهن ۽ سير تفريح جو به وڏو ذريعو آهن. صاحب لوڪن جو ته جڏهن موڊ ٿئي ته ڪٽنبن سميت گورن جي ملڪن، لنڊن، نيويارڪ، پيرس ۽ بئنڪاڪ هليا وڃن ۽ عياشيون ڪري، واپسي ۾ گناهه بخشرائڻ لاءِ عمرو ڪندا، ڪسٽم بچائڻ لاءِ گرين چينل کان سڌو بنگلي تي پهچيو وڃن. پر غريب ماڻهو سڄو سال سخت پورهيو ڪري سوين ڏچن ۽ پريشانين کان وقتي ڇوٽڪاري خاطر اچي مرشد جي مزار تي حاضري ڀرين ۽ ميلي ۾ گهمي ڦري، سوڪڙيون پاڪڙيون وٺي ڳچيءَ ۾ ڳانا پائي. سڪل توتن ۽ ڦلن جون ٿيلهيون ڪڇي اچي ڳوٺ نڪرن.

مزي جي ڳالهه ته سچل سرمست جو ميلو وري رمضان شريف ۾ ٿو ٿئي، جنهن مهيني ۾ ڏينهن جو کائڻ پيئڻ شرعي طور گناهه آهي. پر لڳي ٿو ته هي درويش نه رڳو حياتي ۾ فروعات کان آجو ۽ آزاد رهيو پر وفات کان پوءِ به رمضان شريف سان ناهه نه ڪيائين. ڀلا ميلي تي ۽ منائي جا دڪان بند هجن ۽ ماڻهو ڪجهه به نه کائن پيئن ته اهو ميلو ڪهڙو ٿيو. جي کائن پيئن ته ٿئي شريعت جي خلاف. اهوئي سبب آهي جو هڪ ڀيري مون هڪ ملان اڳيان سچل جوشعر پڙهيو ته همراهه ڇرڪي پيو. چيائين، مان نه مڃان انهن دين جي مخالفن کي!!

ميلي جي حوالي سان هڪ ٻي ڳالهه به ياد اچي ويئي ته ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت قائم ٿيڻ کان پوءِ سنڌ جي سياحت ۽ ثقافت کاتي وارن انهن بزرگن خاص طور شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست ۽ قلندر لعل شهباز جي ميلن تي ادبي ڪانفرنسون ڪوٺائڻ ۽ خاص اديبن شاعرن ۽ صحافين کي گهرائڻ ۽ کين سرڪاري ريسٽ هائوس ۾ سرڪاري مهمان طور رهائڻ جي روايت کي زور ورتو.

اها روايت ته چڱي هئي، پر ان کي ڪامورن مخصوص مڪاري تحت ايترو ته اهم بڻايو جو سرڪاري ويجهڙائپ جا خواهشمند اديب، شاعر ۽ صحافي ويچارا دعوت لاءِ سياحت ۽ ثقافت کاتي جي آفيس جا ايئن پيا

چڪر ڪاٽيندا وتن، جيئن نئين سال ٿيڻ تي ٺيڪيدار سنڌن داخلا جي تجديد ڪرائيندا آهن. جنهن اديب کي ڪارڊ نہ مليو تہ بس پوءِ چڻ ڪيس اديب هجڻ جو سرٽيفڪيٽ ۽ ميلي جي رهداري نہ ملي ۽ هو بنا سرڪاري ڪارڊ ميلي تي وڃڻ پنهنجي انا جو مسئلو ۽ بيعزتي پيو سمجهندو. مون تہ ڏٺو آهي، مذڪوره ڪاتي طرفان ڪيترن ئي اديبن ۽ شاعرن جي ان مسئلي تي پٽڪا ڏاهہ بہ ٿي چڪي آهي، تڏهن بہ سرڪاري ڪارڊ لاءِ هر سال پيا ثقافت ڪاتي جي ڪامورن جا در ڪڙڪائيندا وتن. ڇا سرڪاري دعوت نامن تي، سرڪاري مهمان خانن ۾ وڃي ترسڻ، مقالا، مضمون ۽ شعر پڙهڻ ۽ تقريرن جا جوهر ڏيکارڻ وڏي اديب، مها قوي ۽ بيباڪ صحافي هجڻ جا پيمانا آهن؟ جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ نئين ٿهي جي اديبن ۽ شاعرن کي پاڻ مڃرائڻ لاءِ سموريون صلاحيتون سياحت ۽ ثقافت ڪاتي جي ڪامورن جي هٿن ڏورائڻ ۽ خدمت ڪرڻ ۾ ڪتب آڻڻ گهرجن. خبر ناهي تہ اسان جي بزرگ شاعرن شاهہ سچل، سامي ڪهڙن ڪامورن جي راضپي ڪان پوءِ عظيم شاعر هجڻ جو سرٽيفڪيٽ حاصل ڪيو هو؟ اها بہ سيني اديبن شاعرن فنڪارن ۽ صحافين کي چڱيءَ ريت خبر آهي تہ سياحت ۽ ثقافت ڪاتي وارا بزرگن جي ميلن تي اهڙا بہ چار ميڙاڪا ۽ ثقافتي پروگرام رڳو قومي ناڻي جو ڇانو خراب ۽ سندن پيٽ پرڻ لاءِ ڪن ٿا بلڪ مذڪوره ڪاتي جو نالو ئي سياحت ثقافت ڪاتي مان ڦري ”گذر سفر“ وارو ڪاتو بڻجي ويو آهي تڏهن بہ هنن جي ميزباني لاءِ دوست الائي ڇو آتا ٿا لڳن. مقصد صوفي بزرگن سان عقيدت جو اظهار ڪرڻ، سندن پيغام کي عوام تائين پهچائڻ آهي تہ پوءِ منهنجي خيال ۾ ميلن تي موجود عوام سان رلي ملي جنهن نموني سان مقصد حاصل ڪري سگهجي ٿو، اهو سرڪاري مهمان بڻجڻ سان نہ ٿو ٿي سگهي. سنڌي ادبي سنگت جي مرڪزي اڳواڻن کي گذارش آهي تہ اهي اديبن، شاعرن ۽ سگهڙن کي پارٽيتو بنائڻ واري ان روايت جي خاتمي لاءِ اڳتي وڌن ۽ ميلن تي ادبي ميڙاڪن، مشاعرن ۽ راڳ رهاڻ جي محفلن جو منظم نموني بندوبست ڪري، ان سرڪاري ٽيپي بازي واري روايت جو انت آڻين تہ جيئن اسان جي بزرگن جي روح کي بہ راحت اچي ۽ صحتمند روايت جنم وٺي سگهي.

# گونگا ڳوڙها

علي گوهر کهاوڙ

ڪراچي پريس ڪلب جي صحن واريون سموريون ڪرسيون خالي ٿي چڪيون هيون. صحافين جي ٽهڪن ۽ اپ ڦاڙ ٿهڪن سان گڏ وٺن ۾ پکين جا چرڙاٽ به سانت ۾ تبديل ٿي چڪا هئا. مرڪيوري بلب کير جهڙي سفيد روشني پلٽي رهيا هئا. اڄ گهر وڃڻ لاءِ لفٽ ملڻ جي اميد ڪانه هئي، لڪي اسٽار بس اسٽاپ تائين پيرن تي وسائڻو هو. خيالن جي دنيا ۾ گم تيز وکون کڻندو بنا بريڪ جي سگنل پار ڪندو ٿي ويس. زيب النساءِ مارڪيٽ وٽان ڪلهن تائين ننگين ٻانهن ۽ رانن تائين اگهاڙين ڄنگهن واريون گوريون به منهن جي خيالن جي تاڃي کي ٽوڙي نه سگهيون هيون....

"سَڪي هيڏي آءُ ڪاڪا ڪٽي ويندئي"

اويري ماحول ۾ اوچتي سنڌي عورت جي سڏ تي ڇرڪ نڪري ويو- قدم رڪجي ويا. سراوان هوٽل سامهان، ايلفي گيلري نالي جڙندڙ عمارت جي پوئين ڪنڊ ڪان زمين تي ميريون رلهيون وڇايل، هڪ پاسي ڪان ميرن ڪپڙن سان سٽيل ڇڳل ڇٻا ۽ ڪجھ گودڙيون رکيل- وچ تي دونهين دکيل ۽ پريان هڪ پيرسن مرد دنيا ڪان بيخبر سٽل- دکايل دوهين پرسان وينل هڪ پيرسن ۽ ٻي اڌڙوٽ عورت، روڊ تي ڪيڏندڙ ننڍڙي ڇوڪريءَ کي وري وري ٿي سڏيائون ڪين ڊپ ٿي لڳو ته متان روڊ تان تيزيءَ سان گذرندڙ گاڏيون سندن جهولي نه خالي ڪري ڇڏين ننڍڙي نينگري ماحول ڪان لاپرواهه پنهنجي ڌن ۾ مست پنن ۽ پاٽن ميڙڻ ۾ مشغول هئي. شايد هن اهي پنا باهه ٻارڻ لاءِ ٿي ميڙيا.

اڙي! هي ته هت سانوڻ ڪان وني ترسيل آهن. ايڏي وڏي شهر جي ايترين عاليشان عمارتن ۾ اهڙي ڪا به ڇت ڪانهي، جيڪا هنن ڏرتيءَ ڌڻين لاءِ ڇپر ۽ ڇانورو بڻجي سگهي ڇا هن ڏرتيءَ تي هنن جو ڪو به اجهو ڪونهي؟ ڇا هي پيڙهين کان بي گهر آهن يا حالتن جي بي رحمي سبب بي گهر بڻيا آهن؟ اندر ۾ آند ماند وڌي ويئي ۽ پاڻ تي قابو پائي نه سگهيس. متان بينل ڏسي هو ڇرڪ پري ويون. حيراني ۽ پريشاني واري گڏيل ڪيفيت ۾ مون کي تڪڻ لڳيون. هنن سمجهيو ته شايد هن جڙندڙ عمارت جو منشي کين اٿارڻ آيو آهي. مان چلهه تي پلٿي هڻي ويهي رهيم.

"امان پريشان نه ٿيو. مان به توهان جهڙو مسافر آهيان. ٻه گهڙيون ويهڻ ڏيو ته توهان جا ٿورا ٿيندا."

سنڌي ۾ ڳالهائڻ سبب هنن ۾ پنهنجائپ ۽ روايتي مهمان نوازي وارا جذبا ابري آيا.

"پٽ اسان جون اکيون ٺڏيون- ڀلي ويهه پر اسان فقير مسڪين ماڻهن ۾ تنهنجو ڪهڙو ڪم؟ پيرسن عورت سواليه لهجي ۾ چيو.

"امان توهان اصل ڪٿان جا آهيو؟ هن بي رحم شهر ۾ ڪيئن پهتؤ؟ ڳوٺ ويندا به آهيو يا پنهنجو دائمي ديرو هت بڻايو اٿوَ؟" مان هڪ ساهي ۾ ڪائنن ڪيترائي سوال پڇي ورتم.

"پٽ ڏکويلن جا ڏک نه قولهين ها ته چڱو هو" هن ٿڌو شوڪارو ڀريو ڳوڙها سندس آڳين ۾ تري آيا، نيٺ منهنجن سوالي نظرن کيس ڏکن جي ڪهاڻي ٻڌائڻ تي مجبور ڪري ورتو.

"اسان شڪارپور ضلعي ۾ شيخن جي ڳوٺ جا رهاڪو آهيون. اتي پيڙهين کان ڳوٺ جي وڏيري جي زمين تي هاريو ڪندا هئاسين. اسان جي پيريءَ جو سهارو اڪيلو پٽ هو. پيءُ جي پوڙهي ٿي وڃڻ کان پوءِ هو به ساڳي ٻني تي ڪرڙمت ڪري ٻچا پاليندو هو. اسان جي ملڪيت رڳو هڪ ڏاندن جو جوڙو هو، جيڪو ئي اسان جي تباهي بڻيو. هڪ نياڳي رات جو چور اهو ڏاندن جو جوڙو ڇوڙي اجا ڪڙهه مس ٽپيا ته ڪتن جي باهوڙ تي علڻ جاڳي پيو ۽ ڪهاڙي کڻي چورن پنيان ڪاهي پيو. هڪل ڏيڻ شرط ظالمن بندوق هڻي منهنجي ٻچڙي کي ماري وڌو. اسان جي پيريءَ جي سهاري واري لٺ کسجي ويئي. پريان وينل مٺان سندس وني آهي. اها

ٻه ڄاڻي ڄمر جي يتيمر آهي. اسان لاءِ بس اها ننڍڙي سڪينا نشاني ڇڏي ويو." ڪراڙيءَ جون اکيون ساونڻ جي برسات وانگر وسي پيون ۽ آواز ٻرو ٿي ويس. ڏکن جي ماريل منان جا ٻه نيروهڻ لڳا. هوءَ يڪو خاموش ويني هئي. هڪ لفظ ٻه نه ڳالهايو هئائين. پر سندس گونگا ڳوڙها هن جي حياتيءَ جي سمورن ڏکن سورن ۽ پيڙائن جي ڪهاڻي ٻڌائي رهيا هئا. سڪي نماڻين نيڻن سان مون کي ڏسي رهي هئي ۽ ميڙيل پنن جي ڍڳ مان هڪ هڪ پنو ڪري ٻاهر ۾ اڇلائي رهي هئي ٻاهر جهٽڪي سان پنن کي ساڙي اجهامي ٿي ويئي. ان حرڪت سان هن کي لطف ٿي آيو. پيرسن عورت سندس ڳوڙها اگهندي وري ڳالهائڻ شروع ڪيو.

"ٻچڙي علڻ جي جدائي کان پوءِ گهر ۾ ڳوٺ ڪاڻ پئي آيو. وڏيري توڙي سرڪار ڪنهن کي ڪا ڪهل نه آئي. جو چورن کي ٺڳائين يا اسان جي سار لهن. ڪڏهن نه وڏيري ڪا پاٽي اتي جي ڏياري موڪلي. جيڪي گنديءَ ۾ داڻا هئا، سي ٻه ختمر ٿي ويا. ڪراڙو جڏو روئڻ کان سواءِ ڪجهه ٻه نه ٿي ڪري سگهيو. ڪو ويجهو مٽ مائٽ ته هو ئي ڪونه. پر ڳوٺ وارن مان ٻه ڪنهن ڪڏهن نه پڇيو ته ڪهڙن حالن ۾ آهيو. نيٺ ويلن جا ويلا لنگهڻ ڪاٽڻ لڳاسين. مان ۽ ڪراڙو اڪيلا هجون ها ته اتي اباڻن ڪکن ۾ بک مرڻ کي ڀلو سمجهون ها، پر هن ٻچڙي جي نشاني کي بک مرندي نه پيا ڏسي سگهون. شرمر کان ڳوٺ ۾ ڪنهن کان نه پئي گهري سگهياسين. نيٺ ڏڪا ٿاٻا کائيندي اچي هت پهتا آهيون. اڳي ته هت ٻه پوليس وارن جو آزار هوندو هو. ڪنهن گاهه واري زمين يا چڱي هنڌ تي ويهندا هئاسين ته مٿان ڏنڊي جو زيپٽ هوندو هو. موئا ماريا پن جا پئسا ٻه ڦري ويندا هئا. رڳو هت ئي ڀهريون ڀيرو گهٽا ڏينهن ٽڪيا آهيون. اڄا ڪنهن اتاريو ناهي. تون مٿان آئين ته اسان سمجهيو شايد اتارڻ لاءِ آيو آهين. ڳالهه ڪاٽيندي پڇيو مانس ته ڀلا ڪڏهن ڪڏهن ڳوٺ ٻه وڃڻ ٿيندو اٿو؟

"ابا ڳوٺ وڃڻ لاءِ دل ته نه چوندي آهي. پر ٻچڙي جي قبر تي ختمو ڏيارڻ لاءِ ويندا آهيون. جڏهن ٻه ڀاڙي لاءِ چار ڏوڪڙ بچندا آهن ته ڳوٺ ويندا آهيون. هاڻي ته منهڙو ٻه ڊهي ويو آهي ۽ گهر جي لوڙهي جا ڏنگهر ٻه ڳوٺ وارا ڪٽي ويا. بس ٻچڙي جي قبر تي آسيس ايندي آهي. جيستائين

سري ۾ ساهه آهي ته پني به ٻچڙي کي ختمو ڏيارينديس. خبر ناهي ته هن مار پئي حياتيءَ جو سفر ڪڏهن پورو ٿيندو...

"پر معصوم سڪينا کي ته اڃا حياتي جو سمنڊ جهاڳڻو پيو آهي...! مون بنا ڪنهن سان مخاطب ٿيندي چئي ڏنو. پيرسن ۽ اڌڙوٽ عورت جون هڪ ئي وقت آڱريون مٿي کڄي ويون. ان وقت ننڍڙي سڪينا اخبار جو جيڪو ٽڪر ٻاهه ۾ اڇلي رهي هئي، ان تي هڪ وڏي سياستدان جو فوٽو سان گڏ بيان ڇپيل هو، جنهن جي سرخي هئي ته "اسان حڪومت ۾ اچي غريبن کي اجهو فراهم ڪنداسين" باهه جي شعلي ڀڙڪي سان ڪاغذ جي ٽڪري کي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيو. هن بچيل سمورا ڪاغذ به ڪٽي باهه ۾ اڇليا... باهه جي شعلن ڀڙڪو کاڌو مون کي باهه جي شعلن ۾ ان سياستدان جي تصوير سان گڏ انهن سيني لٽيرن، ڦورن، وڏيرن، ميرن ۽ پيرن جا چهرا به سڙندي نظرآيا، جيڪي اهڙن مسڪين ماڻهن جي نالي تي ڪرسيون ماڻي پنهنجين ٽجوڙين کي ڀريندا ۽ عياشيون ڪندا رهن ٿا.

# لَهرن ليکو ناهه ڪو...!!

## قمر ابڙو

جڏهن ڪان ڄائو آهيان، تڏهن ڪان امڙ دعائون ڏيندي پئي اچي ته: "ابا سَت پٽيتو ٿيندي. رب سائين ڪندو ته لال ڪنوار ملندي." يا وري "ٻيا محتاج ٿينديئي، وغيره وغيره.... پر ڪڏهن به اها دعا نه ڪيائين ڪو، "رب توکي وزير يا ڪو مشير ڪندو." شايد امڙ کي به منهنجي پرڪارن جي خبر هئي، هوئن به چوندا آهن ته جنهن جي ڄمر کان واقف تنهنجا ڏند کهڙا ڏسجن! خير ٻيون سڀ ڳالهيون سون، پر امان جي انهن دعائن جي آسري تي هاڻي ته اچي ڏاڙهي به اچي ٿي آهي، پر امڙ جي دعائن اجا تائين ڪوبه ڪلياڻ نه ڪيو آهي...!!

لڳي ٿو ته پندرهين صديءَ ۾ هر دعا، پاڻي جي قوتي جيان آهي، جيڪا آسمان تائين پهچندي پهچندي رستي ۾ ئي ڦاٽي ٿي پوي ۽ ان جو اثر ڊسپرن (Disprin) جي گوريءَ جيترو به ناهي. جيڪڏهن ٿورو به دعائن ۾ اثر هجي ها ته انهن جو نتيجو سڀ کان پهريان مخالف ڌر جي

اڳواڻ محترما بينظير ڀٽو تي ظاهر ٿئي ها.... جيڪا وتي ٿي پير فقير پيٺيندي...... دعائن ۾ اثر ڇو ناهي؟ ان جو جواب ته باري تعاليٰ ئي ڏئي سگهي ٿو، پر ڇوندا آهن ته جيڪي دعائون دل سان ڪبيون آهن، اهي ئي اثر ڪنديون آهن، هاڻي اها به پڪ ناهي ته ڪو امڙ دل سان دعائون پئي ڏئي، لڳي ٿو ته اهڙين دعائن ڳنهڻ لاءِ امڙ کي به ائين ئي پئسا باسڻا پوندا. جيئن ميان نواز شريف، شريعت بل جي حمايت ۾ ڪلما پڙهندڙن ملن کي پيو باسي.....!!

اسان واري دل دل پاڪستان ۽ جان جان پاڪستان ۾ ڪريشن ته ان حد تائين وڌي وئي آهي جو جيڪڏهن هوٽل جي بيري کي هڪ دفعو ڪا چڱي خاصي ٽپ (Tip) نه ٿي ڏجي ته ٻي ڀيرو وري پاڻيءَ جو به نه پڇندو ۽ جيڪڏهن پڇندو به تو ڪنو منهن ڪري! ائين ويني ويني هڪ ڏينهن سندڪ (سنگت) کي ٻڌايم ته ٻيلي امڙ جون دعائون اگهائجن ئي ڪونه ٿيون، هاڻي خا ڪجي؟ سندڪ (سنگت) صلاح ڏني ته امڙ جي ڪنهن نه ڪنهن طريقي سا خوشامد ڪر، بلڪل ائين جيئن وڏو وزير اسيمبلي ميمبرن جي ڪندو آهي. ڪنهن دوست ته ائين به چيو: "اڙي چريا چريا! ڏسين ڪو نه ٿو ته نادر ڪماريو شهيد ڀٽو گروم جي ٽڪيٽ تي کٽي آيو هو، پر وڏي وزير سندس سوٽ همت کي مسلم ليگ جي ليڪي ۾ اٽڻ لاءِ ڪيس هاڻي ئي صلاحڪار ٿيڻ جي آڇ ڪئي آهي همت خان به نه ڪئي هم نه تم، گاڏي تي پياري پاڪستان جو جهنڊو هڻڻ واري خوشيءَ ۾ کٽي مسلم ليگ ۾ ٻُل ڏنو.... هاڻي ته سائين همت خان ايم پي اي ٿئي ئي ٿئي.

يار، ڳالهه ته ڏادي چڱي ڪئي، پر ڄڻ ڪوهاڙي (ڪهاڙي) وهائي ڪديائين! ڪجهه ڏينهن اڳ جڏهن نادر ڪماريو اچانڪ دل جو دورو پوڻ سبب فوت ٿي ويو ته ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ اخبارن ۾ زنده رهندڙ سياستدانن جي رسم تي عمل ڪندي، سنڌ جي سمورين اخبارن ذريعي اسان به سندس پوئرن سان دلي همدريءَ جو اظهار ڪيو ۽ دعا ڪئي ته رب سائين ڪيس جنت الفردوس ۾ جڳهه عطا فرمائي....آمين!

اجا نادر جو تڏو ئي نه کنيو ويو هو ته مون کي پري پري کان "پڙاڏو سوئي سڏ" جيان مبارڪن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، خير ان وقت ته مون به

انهن مبارڪن ڏي ڪن ڪو نہ ڌريو، پر جيئن جيئن ٿي ڏينهن لنگهيا، تيئن تيئن اهو مبارڪن وارو آواز ويو ٿي ويجهو ٿيندو، آخر هڪ ڏينهن امڙ چيو: ”پٽ بلشن! ڏنئي نہ، منهنجن دعائن هٽي وجي هنڌ ڪيو. پڌڻ ۾ آيو آ تہ نادر ڪماريو واري ٽڪيٽ توکي ٿا ڏين، هاڻ تہ تنهنجو جڳ محتاج ٿيندو.“ ڪجھ وقت لاءِ تہ جڻ نري ويس، سوچيم اهو وري ڪيئن منهنجو تہ ان تڪ ۾ پنهنجو ووٽ بہ ڪونهي، ڪماريا تہ آهن ئي لٺ سردار، هنن جي تہ رڳو راڄ جا ئي 12000 ووٽ آهن.

١٩٩٨ ۽ ١٩٩٠ع ۾ همراھ سراج دراني سان ڊرائنگ روم ۾ ويهي ڳالهيون ڪري هٿ ڪٽي ويندا هئا، ڪنهن سنڌڪ (سنگت) ٻڌايو تہ: ١٩٩٣ع ۾ بہ نادر ڪماريو، بيگ نصرت ڀٽو سان ”مڪ مڪا“ ڪري مرتضيٰ ڀٽو جي حق ۾ هٿ ڪٽي ويو هو، پر پوءِ بہ الائي ڪيئن اتان سراج دراني ميدان ماري ويو.... خير! اسان جو ڇا، سو! هوش ڪان ڪم ورتو ۽ بنا ڪنهن چوند وڙهڻ جي پاڻ کي پي ايس-٧ جي تڪ تان چونڊيل اسيمبلي ميمبر سمجهڻ لڳس، اصل زمين تي پير نہ پئي ڪُتو، خيالن ئي خيالن ۾ پاڻ کي سردار سمجهڻ لڳس، هفتو ڪن تہ ان ششي پنجي ۾ گذاريم تہ هاڻ آءٌ ماڻهن جا فيصلا ڪيئن ڪندس، چو تہ اسان جي گهر جا فيصلا بہ اڃا تائين امڙ ڪندي آهي، توڙي جو ان مان ڪو هڪ بہ ڀاءُ چنيسر ڪونہ آهي، پر پوءِ بہ اسان سمورا ڀائر هر ڳالھ تي صلاح امڙ سان ڪندا آهيون. بلڪل ائين جيئن اسان جي ”دل دل پاڪستان، جان جان پاڪستان“ جو وزير اعظم ميان نواز شريف هر ڳالھ جو مشورو ”ابا جيءَ“ سان ڪندو آهي. هونئن تہ ماءُ يا پيءُ سان صلاح ڪرڻ ڪو خراب ڪم ناهي، پر پوءِ بہ آءٌ ڪڏهن ڪڏهن تہ ڇا پر اڪثر اهڙين ڳالهين تي پنهنجو پاڻ کي Guilty محسوس ڪندو آهيان، پر! ميان صاحب تہ نڪ جو ڏاڍو پڪو آهي، ويچارو ڪجھ بہ محسوس ناهي ڪندو. هونئن بہ وڏا ماڻهو غلط ڪم بہ وڏي فخر سان ڪندا آهن ۽ اسان جهڙا هروڀرو رڳو پيا مرم ۽ مرندا آهن.

ها! تہ ڳالھ ٿي هلي جيڪڏهن مان چڱو مڙس ٿيس تہ فيصلا ڪيئن ڪندس. اڪبار (اخبار) کوليو، اڃا انهن ويچارن ۾، وينوئي هوس تہ اوچتو هڪ کبر (خبر) تي نظر پيئي، ”نادر ڪماريو جي جاءِ تي همت

ڪماريو ڪي ٽڪيٽ ڏني ويندي." ان ڪبر (خبر) هٽي منهنجا وائيسر ئي ڦيرائي ڇڏيا..... بس ان ڪبر (خبر) پڙهڻ جي رڳو دير هئي، پوءِ ته اچي جو تپ ۾ ڏڪڻيءَ ورتو ته اصل ڏهه ڏهه پيا جهلن، پر ڇا ڪجي، هن "دل دل پاڪستان، جان جان پاڪستان" جي سياست ۾ ڊنڊ جي پڪيءَ جيان ڪڏهن هُن پر ته ڪڏهن هُن پر پئي ٿئي. هاڻ ته وري ٻڌئون ٿا ته پي پيءَ جو سنڌ اسيمبليءَ ۾ اڳوڻو اسپيڪر ۽ هاڻوڪو مسلم ليگي ايم- اين- اي، غوث بخش مهر چوي ٿو ته، جي سومري الاهي بخش پنهنجو ننڊيو ڀاءُ ان ٽڪ مان ڪڙو ڪيو ته پوءِ آءٌ به پنهنجي پٽ کي ڪڙو ڪندس!

اصل ڳاهه آهي ته اها سيٽ ڪماريو کٽي يا دراني، سومرو کٽي يا مهر، پر پوءِ به سنڌ اسيمبليءَ جو گهوٽالو، گهوٽجي نه سگهندو، ان گهوٽالي کي گهوٽڻ لاءِ ڪنهن وڏي گهوٽي جي ضرورت آهي، جهن لاءِ ڏنڊو به وڏو هجي ته ڪونڊو به..... سو کٽي ڪير ان ٽڪ جا مسڪين ماڻهو ڪلهه به ننڌڻڪا هئا، اڄ به آهن ۽ سڀان به رهندا. ڇاڪاڻ ته اها ويڙهه رڳو پنهنجا پيٽ ڀرڻ لاءِ آهي. ان علائقي جي مسڪين ماڻهن جا اگهاڙا انگ ڍڪڻ يا انهن جا بکيا پيٽ ڀرڻ لاءِ نه.....!!

الله وڏو آ! امڙ جون دعائون ضرور رنگ لائيندون، اسن به هٽي وجي هنڌ ڪنداسين، پوءِ هيل نه ته آئيندي. مطلب ته اسيمبليءَ ۾ سائين مراد علي شاهه جيان ضرور ننڊون ڪبيون... پر خوف آهي ته جي طالبان اچي ويا ته پوءِ....

معاف ڪجو ڀائو! مون کي ڪهڙي خبر، آءٌ چريو آهيان....!!



# اسين فرد جي حقن جي تشريح غلط جاءِ تي ڪري رهيا آهيون

تسليم زنئور

جڏهن فرد جي معاشري ڏانهن غيرذميواري وارو رويو انتهائن تي پهچي ٿو ته اهڙا الميا جنم وٺن ٿا، جن ۾ اخلاقي قدرن جو گراف ڪرندي نظر اچي ٿو. جڏهن ماڻهو خوشي ڪنهن خواب مان ناهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته ڪن صورتن ۾ هڪ وڏو سراب سندس منتظر هجي ٿو. خوشيءَ جي وچوڙي ڪي ويجهو ڏسڻ وقت به المين جو سفر جاري رهي ٿو ۽ بيوسيءَ جي تياس تي تنگيل ماڻهو خوشيءَ کي الوداعي چمي ڏيڻ جي مهلت ڪان به وانجهيل رهجيو وڃي. سڌي يا اڻ سڌي طرح هن گهٽ ۽ پوسٽ جهڙي معاشري يا سماج جون پيدا ڪيل حالتون ماڻهن جي خوشيءَ تي لت ڏيو وينيون آهن. چڱايون انسان ڏانهن ايندڙ گس پتا وساري وينيون آهن، امن آشتيءَ جا پکي تاه ڪائي اڏامي ويا آهن ۽ ماڻهو

پنهنجي ئي نااهيل حالتن جي چار ۾ سوگهو ٿي ويو آهي. هن حالتن انسان کان چڱائين ڏانهن اڪيلي سر ذميوار رهڻ وارو ساهس ڪسي ورتو آهي ۽ اهو بي واجبن جو تماشو ڏسي رهيو آهي.

سڀن جي ڪنهن اهڙي ئي رڻ ۾ رليل واقعن جو سلسلو ١٣ سيمپٽمبر تي پنهنجي مسافري جو ٽڪ لاهڻ لاءِ خيرپور ۾ ڪجھ دير ترسيو هو، جتي هڪ شخص پنهنجي اڳوڻي زال کي ٻي شادي ڪرڻ جي "ڏوهه" ۾ سندس چوٽيون ڪپي ڪيس سندس نئين مڙس سميت منهن ڪارو ڪري گڏهه تي ويهاري گشت ڪرايو. ستم جي شام ۾ ماريل عورت موجب ڪيس سندس اڳوڻو مڙس مارينڊو هو ۽ هوءَ ساڻس خوش نه هئي. تنهن ڪري هن کان ڌار ٿيڻ تي مجبور ٿي. هي اهو دليل آهي جيڪو جيڪڏهن هن عورت وٽ نه به هجي، ته به هن کي پنهنجي زندگي پنهنجي مرضي ۽ خوشي مطابق گذارڻ ۽ اها خوشي تلاش ڪرڻ جو حق آهي، جنهن سان ڪيس سندس زندگي ٿيندي ڏسجي ۽ محسوس ٿئي.

خوشي جي ڳولا هر فرد کي فطرت کان مليل حق آهي ۽ اهو ضروري ناهي ته سندس خوشي ساڻس لاڳاپيل ماڻهن جي به خوشي هجي ۽ هر ماڻهو پنهنجي خوشي پاڻ تخليق ڪندو آهي ۽ ٻين سان شيئر ڪندو آهي. اهو به بلڪل ممڪن آهي ته هڪ ماڻهو جي خوشي هڪ ئي وقت ڪيترن ئي ماڻهن جي خوشيءَ سان ٽڪراءَ ۾ اچي وڃي. پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو پاڻ سان لاڳاپيل پنهنجي خوشيءَ جي خواهش کي حسرتن جي دست بن جي حوالي ڪري ٿو يا دل ئي دل ۾ ڪنهن خودڪشيءَ جو منهن ڏسي ٿو ته اها سندس بي مقصد دليري چئبي. اهو شين ڏانهن سندس روبي يا سندس سهپ جي سگهه تي منحصر آهي ۽ ڪائنس اهڙي عمل جي جواب طلبي جو حق به فقط سندس اندر جي عدالت کي ئي حاصل آهي. ڪنهن اهڙي شخص کي نه جيڪو ماڻهپي جي منهن تي دانگي مليندو هجي. اها فرد جي پنهنجي مرضي آهي ته هو ڪنهن سان گڏ زندگي نه گذارڻ جو فيصلو ڪري يا پنهنجي حياتي کي پاڻ ئي ڪا بي جرم سزا بنائي ڇڏي. جيڪڏهن ڪو فرد پنهنجي خوشيءَ کي ان نام نهاد قرباني جو اڏيءَ جي حوالي نٿو ڪري ۽ Self Respecting آهي ته هو ٻين جي

پچائي ڪان آجو آهي.

پر فرد جي انهن حقن جي تشريح اسين شايد غلط جاءِ تي ڪري رهيا آهيون، ڇو ته هي اُهو ديس آهي جتي خودڪشين جا ميلا مچندا رهن ٿا ۽ جتي استحصالي روين جي ڪهاڙي عورت تي اپي آهي. استحصالي رويا جيڪي متوازن ۽ معتدل روين کي پوئتي ڌڪين ٿا، هي ان عورت جي ڪهاڻي آهي، جڪا بہ پيرا ان دنيا جي ٻولا ۾ نڪري ٿي جنهن ۾ سندس خوشين لاءِ مخصوص آڪسيجن موجود هجي ٿي، هر پيري کيس مسلط ڪيل ناهہ (Forced compromise) تحت ڪنهن نئين ذلت سان آشنا ڪرائي واپس ساڳي دنيا جو در ڏيکاريو وڃي ٿو.

ماڻهو جڏهن نئين سر جاڳي ٿو ۽ سجاڳيءَ جو احساس بہ وٽس پنهنجي اصل حالت ۾ پهچي ٿو تہ، کيس محسوس ٿئي ٿو تہ، هي اها دنيا ناهي جيڪا سندس خوابن ۾ خوشين جي دنيا هئي يا جيڪا سندس ذهن Create ڪرڻ پيو چاهي. هن عورت بہ ڪيترائي پيرا پنهنجي دنيا اڏڻ لاءِ اهڙي پار وانگر نئين سر شروعات ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن جي راند اها هوندي آهي تہ هو مختلف رنگن جا ننڍا بلاڪ ڪٺي هڪ رنگين عمارت ناهڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هوندو آهي. پر هر پيري اهو پزل ڪانئس حل ناهي ٿي سگهندو ۽ اڌوري عمارت کي ڍاهي هو نئين سر اڏاوت جي شروعات ڪندو آهي.

جيئن هر فرد معاشري ڏانهن پنهنجي عملن آڏار ذميوار آهي، تيئن پنهنجي رد عمل جي لحاظ کان بہ ذميوار آهي. اسان وٽ عمل تہ پڄاڻي جو منهن ڏسي ٿو ۽ سزا جو حقدار بہ قرار ڏنو وڃي ٿو، پر ردعمل کي اهو چئي ڇوٽ ڏني وڃي ٿي تہ اهو تہ فلاڻي عمل جو نتيجو هو. جيڪو غلط هو ۽ جيڪڏهن اهو نہ ٿئي ها تہ رد عمل بہ اهڙو غلط نہ ٿئي ها. توقع اها ٿي ڪئي وڃي تہ ردعمل خراب ئي ٿي سگهي ٿو. پر عمل کي سٺو هئڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو ڪو عمل سائنس لاڳاپيل بئي ماڻهو جي نظر ۾ غلطيءِ خراب آهي تہ اهو ٻيو ماڻهو پنهنجي ردعمل ۾ چڱائين کي گس ڏيڻ ۽ سوچ کي Civilized (مهذب) طريقي سان هنڌائتو ڪرڻ بدران پنهنجو فرض سمجهي ٿو تہ سندس ردعمل ان عمل کان وڌيڪ غلط ۽ خراب هجي. تڏهن ئي کيس سڪون ملي سگهي ٿو، تڏهن ئي انصاف

ٿيندو.

استحصالي ۽ آمرانو رويو رکندڙ ماڻهو سمجهي ٿو ته سائس لاڳاپيل ٻين ماڻهن جا عمل به هر صورت ۾ سندس ناهيل چارٽر آف ڊيمانڊ مطابق هجن. هو انهن کي ڊڪٽيشن ڏئي ٿو ۽ متن شيون مڙهڻ چاهي ٿو ۽ ڪين اختلاف رکڻ جو حق به نٿو ڏئي، نتيجي ۾ سائس سلهاڙيل ماڻهن جي خوشي خاتمي ڏانهن وڃڻ شروع ٿئي ٿي. هن عورت به هر ماڻهوءَ وانگر خوابن جي هڪ ننڍڙي نگري ناهي هوندي. جنهن ۾ خوشي جو گهر به هوندو ته سڪون جو گهر به هوندو پر جڏهن سندس حال جي بي رحم حقيقت سندس خوشين جي پيرن ۾ وچڙي پئي هوندي ته هن جي جوڙيل ان نگريءَ کي ڪنهن زلزلي "دلوراءِ جي نگري" بنائي ڇڏيو هوندو ۽ هن نئين سر اڏاوت شروع ڪرڻ لاءِ ان شخص جو سات ڇڏيو هوندو. جڪو زندگيءَ تي ناقابل برداشت ظلم هو. اهو شخص جيڪو پنهنجي زال جي چوٽي ڪپي سندس ۽ سندس موجوده مڙس جو منهن ڪارو ڪري ڪين گڏ تي گشت ڪرائي ٿو. ان جي ذهنيت ته سندس ان ردعمل مان ئي ظاهر ٿئي ٿي ته ڪيس ماڻهپي ۾ ان جي قدرن جي ڪيتري سڃاڻپ آهي. هن جي هڪ هٿ ۾ ڏانگي آهي ۽ ٻئي ۾ ڇهبڪ. هو زندگيءَ جو ڪارو منهن ڪري ڇهبڪ سان ان کي هڪلڻ چاهي ٿو.

اسين پنهنجي عمل ۽ ردعمل آڌار ئي فضيلت ڀرئي معاشري جي اڏاوت ۾ بهتر ڪردار ادا ڪري سگهون ٿا. اسان جا عمل ۽ ردعمل ئي اسان جي سڃاڻپ جا بنيادي سبب بڻجن ٿا ۽ ٻنهيءَ مان اسان جي سوچ جو اظهار ٿئي ٿو. جيڪڏهن اسان "نه ڳالهائڻ" جي موضوع تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳالهايون ٿا ۽ مانَ ڪرائڻ جي نالي ۾ وڏيڪ گوڙ ڪريون ٿا ته اسان پنهنجي ردعملن آڌار پڇاڻي جوڳا آهيون. آزادي فرد جي فطري حقن جي صف ۾ سڀ کان اڳيان بيٺل آهي. فطرت طرفان فرد جا حق مقرر ٿيل آهن، پر انهن تائين انسان جي پهچ، انهن جي سڃاڻ، وضاحت ۽ حفاظت لاءِ معاشرو ۽ ان ۾ جنم وٺندڙ رويا پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ کان پڙ ڪيدي بيٺا آهن.

فطري حقن جي هڪڙي تشريح ٿامس هابس ڪري ٿو ته، "فطري حق هر اُها شيءِ حاصل ڪرڻ لاءِ زور ڀرين ٿا جيڪا ماڻهوءَ کي سٺي

لڳي. جنهن جي نتيجي ۾ جنگ ۽ انتشار جهڙين برائين کي گس ملي ٿو. جڏهن ته فطري قانون استدلال ۽ وچٿرائپ تي ٻڌل آهن ۽ انسان جي غلط حرڪتن ۽ افعالن تي پابندي ٻه وجهن ٿا." انسانن کي حاصل فطري حق ۽ سماجي قانون هڪ ٻئي سان ٽڪراءُ ۾ اچي معاشري ۾ ٽوڙ ڦوڙ پيدا ڪن ٿا. ماڻهو جا حق سماجي زندگيءَ ۾ پيدا ٿين ٿا ۽ انهن جي پورائي جا امڪان به سماج ۾ ئي موجود هجن ٿا.

تنهن ڪري هر ماڻهو سماج توڻي پاڻ ڏانهن ذميوار بڻجڻ کپي. هي هڪ سماجي معاهدو آهي جنهن تي اسان وٽ ٻنهي پاسن کان عمل بند ٿي ويو آهي. رياست ماڻهن جي حالت تي اندر ئي اندر ۾ خوش آهي، ڇو جو ان جي اساس به جبر ۽ بي واجبيءَ تي آهي. ان صورت ۾ جيڪڏهن فرد ۽ سماجي وچ ۾ رولي ۾ پيل معاهدي تي ٻنهي طرفن ۾ عمل ڪرائڻ ۽ سماجي قدرن کي وڌيڪ جديد بڻائڻ لاءِ ڪا ڪوشش نه ڪئي وئي ته هڪ وڏو Big Bang ٿيندو ۽ موجوده سرشتو پنهنجي ظالمن توڻي مظلومن سميت ٽاٽيل ڪپهه جيان پرزا پرزا ٿي ويندو.

# ڪهڙي ادا سان چئجي

## نصير مرزا

هن جي پيدائش جو هنڌ "وزير اعظم هائوس" آهي.... ۽ تہ بس پنهنجي جنم سال ١٩٢٩ع کان وٺي هو، ان ۾ ئي تہ رهائش پذير آهي ۽ اهڙي سرنامي لکيل ان عمارت، عاليشان مان (Till Death) هن کي ڪڏي بہ تہ ڪو نٿو سگهي ۽ پلا ڪڏي بہ ڇو!؟ ۽ ڪيئن؟ جو اها عمارت، هن جي ڏاڏي ۽ عظيم مرثيہ گو شاعر، مرزا بڊل بيگ جو تعمير ڪرايل آهي!

۽ اها، سنڌ ۾ ٽالپر ميرن جي ايامڪاريءَ جي ڳالھ آهي ۽ هزهائينيس ميان مير نور محمد وٽ، مرزا ان ئي اهم ۽ هڪدم منصب تي فائز هئا. (۽ آگاھ رهو تہ هن وقت اهو ئي مرزا بڊل بيگ صاحب، ڪربلا مؤليٰ ۾، حضرت عباس علمدار جي روضي مبارڪ جي پيراندي کان مدفون آهي.)

۽ شخص جنهن جي ذڪر فڪر سان هي منهنجو ڪالم معمور! ان جي پيدائش جو هنڌ وزير اعظم هائوس ٽنڊو آغا علي آباد ۽ جنم سال

۱۹۲۹! (۽ جاتن گهرجي تہ اهو ئي سن. يعني ۱۹۲۹ع. هن جي پيش ور، مرزا قليچ بيگ صاحب جن جي وصال جو بہ سن آهي.) ۽ ان کي پلا عجب اتفاق نہ چئجي تہ ٻيو پلا ڇا چئجي جو، ۱۹۲۹ع ڌاري جنم وٺندڙ هي اسان جو ليکڪ. ۱۹۲۹ع ڌاري وصال ڪري ويل، پنهنجي ان ئي پيش رو ۽ عظيم ليکڪ مرزا قليچ بيگ تي اڄڪلهہ "بہ زبان، اردو، هڪ پربور ڪتاب لکڻ نوٽس گڏ ڪري رهيو آهي، خير ڪتاب تہ ڪئي هن جي ڪريڊٽ تي ڪئي ٻيا بہ آهن. مثال طور: "پورب ڄائي" (Daughter of the East) جو سنڌي ۾ سنڌيڪار بہ هو ئي تہ آهي. گارشيا مارڪئيز جو نوبل انعام يافتہ ناول، "اڪيلائي جا سؤ سال"، اجهو هن تازو سنڌيءَ ۾ الٿو ڪري ورتو آهي ۽ ڇا تہ ترجمو ڪيو آهي. پڙهندي پتو ئي نٿوپوي تہ هي ڪو لاطيني ٻوليءَ جو ڪتاب آهي. نج پچ صفا جهڙو ڪنهن سنڌي مصنف جو ڪتاب! هاڻي ان ڳالهہ کي بہ عجب اتفاق ئي سمجهو جو، سال اڌ جي فرق کي ڇڏي، هي پنهنجي مراد علي مرزا صاحب. ان عظيم ناول جي مصنف، گارشيا مارڪئيز جو همعصر بہ آهي. گارشيا ڄائو ۱۹۲۸ع ۾ ۽ هي پنهنجو مراد علي مرزا صاحب ۱۹۲۹ع.

بس تہ تازو، گذريل ڇنڇر تي ملاقات لاءِ مون مراد علي مرزا صاحب کان ئي وقت ورتو هو ۽ عزيزم عرفان علي انصاري (جيڪو پڻ سنڌي ٻوليءَ جو هڪ صلاحيت مند مترجم ۽ ٽنڊي آغا واري مرزا خاندان جو هونهار چشم و چراغ آهي) مون سان ملاقات وقت پيش پيش!

دروازو ناڪ (Knock) ڪريون! هو ان کان اڳ دروازي جي ڏيڍيءَ وٽ موجود ۽ ڪيڏو نہ سمارٽ آهي مراد علي صاحب! مان هن کي ڏسي سدائين دل ۾ چوندو آهيان.

اڇو پهراڻ ۽ شلوار، اڇا وار، اکين تي سهڻي عينڪ، اڇيون خوبصورت مڇون، (يا الله! هي اسانجو مراد صاحب، صفا جهڙو هاءِ ڪورٽ جو جج يا ڪنهن عظيم درسگاهہ جو باوقار پروفيسر.)

۽ هي اجهو، وزير اعظم هائوس ۾. اسين هن جي پويان پويان ۽ هو اڳيان اڳيان.

ونڊر فل! ونڊرفل.... ۽ حويليءَ جي صاف شفاف صفحن مان، ٽائلس جي ٺڏي ٺڏي فرش تي. اوچين اوچين ديوارن واري هوادار گهر ۾

داخل ٿينديڪيڏو نہ سڪون ٿو ماڻيان ۽ بس ان ڪان پوءِ ويهون وجي اتي ئي ٿا، جتي اسان ڪي ويهارڻ لاءِ هن انتظام ڪيو هو.

هي منهنجو اسٽڊي روم آهي ۽ هيڏانهن ڏس.... قديم ديوارن ۾ مون هي نوان شيلف ٺهرايا آهن....

اڙي هان!!

جديد شيلفن هينان هي، وڪٽورين جي اينٽيڪ رائٽنگ ٽيبل ۽ (اچانڪ ان ٽيبل ۾ منهنجي دلچسپي وڌي ٿي وجي) هيءَ ٽيبل ڪٿان آئي اوهان وٽ!؟

اها منهنجي ڏاڏي، مرزا بديل بيگ ان وقت هندستان مان آندي هئي، جڏهن راڻي وڪٽوريا جي وفات ڪانپوءِ دهلي ۾ ٿيل "دلي دربار" ۾ هو مهذب مهمان جي حيثيت سان اوڏانهن ويو هو.

چا چا تحرير ڪيو آهي. اوهان ان ڪلاسيڪل ٽيبل تي ويهي!؟ "نہ".... مراد صاحب ڪلندي ٻڌائي ٿو... منهنجي لکڻ جي ٽيبل ڪرسي ٻي آهي.

اها ڪٿي؟

هي اجهو جنهن تي وينو آهيان. ڪرسي تہ اها ئي آهي" ٽيبل، هي جيڪا پٽ سان رکي آهي.

پر هي تہ ٻئي شيون، ڪنهن بہ طرح آرامده ناهن.

چيائين!؟

ٽئبل تي جهڪي ٿورو ئي يا ترجمي جو ڪم ڪندو آهيان. پوءِ "يلا چاتي؟"

چيائين: "لکڻ وارو بورڊ رکندو آهيان، ڪرسيءَ جي ٻانهن تي. پاسي ۾ ٽئبل تي ڪجھ ڪتاب رکي، ترجمو ڪيو ويندڙ ڪتاب، انهن ڪتابن جي ٿهي ڪلي رکندو آهيان ۽ ان ڪان پوءِ هڪ ٽ ڏسندو ۽ گوڏي تي رکيل بورڊ مٿا قبيل ڪاغذ تي، لکندو ويندو آهيان.

۽ مان حيرت سان ان ڪري ڪرسي ۽ ٽئبل ڏي ڏسان ٿو، جنهن تي سڀ ڪان نمايان جيڪو ڪتاب رکيل هو، اهو هو: حميد خان، "ڪوميلا سي اورنگي تڪ."

چيم: بينظير صاحبہ جي ڪتاب Daughter of East کي ترجمو

ڪرڻ ۾ وقت ڪيترو لڳو ۽ معاوضو ڇا مليو اوهان کي. چيائين: وقت ته ڇهه ست مهينا. باقي معاوضو!.... اهو ياد ڪونهي مون کي!

چيم: ڪنهن ٻڌايو ئي ته ڪل پنج هزار پاڪستاني روپيا مليا هئا اوهان کي. مراد صاحب کلي پيو.

اڙي يار.... ڇڏ ان قصي کي. (۽ اوچتو ان قصي ۾ منهنجي دلچسپي وڌي ويئي) چيم، پوءِ به!؟

چيائين:

دوستن جو پرم رهي ته چڱو.

ڪو نه منهنجي زبان کي کولي!

خير.... محبت سان کيل ڪنهن جو پورهيو زبان ٿوروئي ٿو ٿئي. اتفاق سان ان ئي سال قدرت هن کي "تمغهءِ حسنِ ڪارڪردگي" ڏياري ڇڏيو!؟

"پئسا اُهي تمغي وارا ڪيڏانهن ڪيو؟؟" پڇيم.

چيائين: هيڏانهن مليا، هوڏانهن ڏئي ڇڏيم.

پر.... ڪنهن کي، اتاولائي مان پڇيم.

.... پٽ منظور مراد کي.

۽ ڪمري ۾ نگاهون ڦيرينديءَ، ڪتابن جا انبار ڏسي چيم.... هي هيڏا ڪتاب ۽ اُهي به اعليٰ اعليٰ.... ڪٿان ۽ ڪيئن هٿ ڪيا اٿوَ آهي!؟

چيائين: اڪثر ته جوتڪي گهٽيءَ ۾ فقير جي پڙ وارن رديءَ جي ريڙهن تان ۽ تمام سستا. ڪجھ ڪتاب احبابن، دوستن ڏنا آهن، ڪي ڪتاب خريد ڪيا اٿم (۽ وري ڪي ڪتاب هتان جي، پڙهندڙ وٽ پاڻ به ته پهچي ويندا آهن).... ۽ اوچتو چوي ٿو

توکي ڪو کپي ڪتاب؟ ۽ اُتي شيلفن جا دروازا مون تي کولي ٿو ڇڏي، جيڪو کپي، تون کڻي وڃ کڻي وڃ....

چيم: ڪتاب ته کڻندس ۽ باقاعده کڻندس. پهرين پنهنجي گهر ۾ موجود ڪتابن جو تعداد ته ٻڌايو نه؟ ۽ بس منهنجي ان سوال تي ته مراد صاحب ڳڻتيءَ ۾ پئجي ويو.... ڏکهي ماٺ ڪان پوءِ خفي خفي ٿيندي چيائين: يار! ڪو اندازو ڪونهي مون کي. پوءِ به!؟

نہ يار... ڇڏ ان ڳالھ کي!؟

چيمہ: هزارن ۾ تہ ضرور هوندا؟

چيائين: ڇو نہ هوندا، مقرر هوندا، واھ جا هوندا. ڀلا هي نوان شيلف جو انھن جي رکڻ لاءِ نھرايا اٿو تہ، انھن تي گھڻو خرچ!؟

اڙي هان.... وري حساب ڪتاب جي ڳالھ؟ چيمہ: هڪ ماهر مترجم جي مڃتا کان اڳ اوهين نهايت اعليٰ ڊرامہ نويس ۽ ڪھاڻيڪار بہ رهيا آهيو!؟ انھن تخليقن جو تعداد!؟

يار حساب ڪتاب مون زندگيءَ ۾ ڪڏهن رکيو ئي ڪونهي. ڪيترا هي.... ڪيترا هو.

مان ان چڪر ۾ ڪڏهن پيو ئي ناهيان.

پوءِ بہ ڀلا افسانن ۽ ڊرامن جو تعداد ڪجھ تہ؟

چيائين: بس اهي ڪي پنج ست افسانہ، ايترائي ئي ريڊيو لاءِ ڊراما، بہ ڪن تي وي سيريلز... ۽....

ڀلا پھرين ڪھاڻي جو نالو ڇا رکيو هو!؟

نالو.... نالو.... ۽ مراد صاحب سوچن ۾ گم. يار.... نالو ياد ڪونهي!؟

ڀلا ڇپجڻ جو سن!؟

ان جو جواب بھرحال مراد صاحب واقعي ڏنو. چيائين اهو ڀانئيان ٿو تہ، ٥٣-٥٢ع جو سن هوندو.

شاھ لطيف جو ناول جيڪو اوهان "سامي سج وڙاءُ" جي نالي سان شروع ڪيو هو، ان جو ڇا ٿيو!؟

يار! ان جا ٻارهن تيرهن باب تہ قسط وار ڇپيا آهن. ڪجھ تہ ماهي "مهراڻ" ۾، ڪجھ لطيف ڊائجسٽ ۾... ڪم وري اڌ ۾ رهجي ويو آهي! ڇا ڪجي؟ ڪم ڪٿن ئي ڪونہ ٿا شاھ بابت ان ناول کي هٿ ۾ اچا ڪٿان ئي مس ٿو تہ، نئون ڪم مليو وڃي.... اڃھو سنڌ پبلشنگ هائوس ڪراچي وارن لاءِ، گارشيا مارڪيئز جو ناول، سنڌي ۾ ترجموڪري مس ڏنو اٿم تہ، اڪيڊمي ادبيات پاران "قليچ تي بہ سئو صفحن جي ڪتاب لکي ڏيڻ لاءِ اصرار پيا ڪن.

ڀلا هو جو اوهان، ريڊيو مان ريٽائرڊ ٿيڻ کانپوءِ سنڌي ليگويج

اٿاتيءِ ادبي بورڊ جا سيڪريٽري ٿيا هئا؟ ڪجهه ذڪر انهن اذيتناڪ زمانن جو به ٿي وڃي ته....؟

چيائين! بس ادا ماٺ ٿئي ڀلي ۽ پنهنجي ئي سٽ تي ٻئي هٿ سان تاڙي ملائيندي. ٿهڪ ڏيئي کلي پيو: ادارن جي باري ۾ راءِ ڏيڻ بابت مراد صاحب. ڏنم ته محتاط رويو پٺي رکيو. سو مون وچان سوال ئي پيو ڪيو! ڀلا شيخ اياز بابت اوهان جي راءِ!؟

اڙي بابا.... (۽ مراد صاحب پنهنجي مخصوص انداز سان وراڻيو.)

شيخ اياز کان وڏو ڪو شاعر ئي ڪونهي، هن وقت نندي ڪنڊ ۾. پهرين ٽئگور پوءِ اقبال ۽ هاڻي شيخ اياز. مان ته چوندو آهيان.... (۽ مرد نهايت اتساهه سان ٻڌائي رهيو هو ته) شاهه لطيف به نه جي، هن دور ۾ هجي ها ته شيخ اياز وانگر لکي ها ۽ جي شيخ اياز وري شاهه لطيف جي دور ۾ هجي ها ته، بلڪل شاهه لطيف وانگر ئي لکي ها.

ڀلا سن جي ڏيڍ سئو سالہ نثري ادب ۾ "حاب اسلوب" نثر نگار اوهان جي نظر ۾ ڪير ڪير!؟

پهرين ته "راشدي برادران" ۽ چا ته بلا جا نثرنگار هئا، اهي ڀائر! ڪوڙ ڪي سچ ڪن يا سچ ڪي ڪوڙ! نثر ۾ ڪرشما ڏيکارڻ جا ته اصل ماهر هئا، ماهر! ان کان پوءِ غلام رباني آگري صاحب جي نثر جو به جواب ڪونهي، ممتاز مرزا جو نثر به شاياڻ شان آهي.

ڀلا فڪشن ۾!؟

ان ۾ هي پنهنجو.... عبدالقادر جوڻيجو، جنهن کي مان چوندو پيو آهيان ته، يار هي ڪٿي اردوءَ ۾ وڃي پاڻ کي پيو زيان ڪرين؟ سنڌيءَ ۾ لک! "قادر" وٽ ته جيڪو ناول لکيو رکيو آهي. "سو ديس مسافر منهنجو ڙي" ڪمال جو ناول آهي. ڇيچي ايندو ته، پڪ سان حيران ڪندو سڀني کي!

چيم: ته ناول ته اوهان به هزار پڙهيا هوندا، انهن مان "موسٽ فيورٽ" ڪهڙا ڪهڙا اوهان جا؟

يار...! مراد صاحب وراڻيو، نندي ڪنڊ ۾ سچ پڇين ته، ناول نگار هڪڙي ئي آهي. قرت العين حيدر.... سندس ڪتاب "گردش رنگ چمن" اهو ته عظيم ناول آهي. جان اسٽئن بيڪ جو (The Pearl) اهو به مون

ڪي وٽيو....

چيم: ڏٺي تعاليٰ اوهان کي وڏي حياتي ڏني. ٦٨ سالن ۾ اوهان جي بهترين صحت جو راز ته ٻڌايو؟ چيائين: Walk.

پڇيم: ڪيترو هلي چڪا آهيو. هيستائين؟ چيائين ته، ننڍي هوندي کان اهو پنڌ ئي ڪندو پيو اچان ۽ مون سان گڏ محمد ابراهيم جويي صاحب، ع- ق شيخ صاحب، حيدرآباد جي رستن تي مان سمجهان ٿو ته پيرين پنڌ اسان ئي گهٽو ڪيو هوندو. ڪٿي ٽنڊو آغا، ڪٿي پريم پارڪ ۽ ٿڌي سڙڪ، حسين آباد! وري ڪٿي هير آباد، ڪلهوڙا ڪالوني ۽ ڪٿي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۽ پوسٽ آفيس.... اهي هنڌ سڀ پنڌ ايندي ويندي ئي Enjoy ڪيا آهن مون!

چيم: پيلا هيڏي وڏي گهر ۾ زال سان اڪيلا اڪيلا، ڪا Isola-tion ۽ تنهائي يا اڪيلائي جو احساس؟ چيائين هي هيترا ڪتاب جو آهن، انهن سا صحبت ۾ وقت جو پتوئي ڪونه پوندوآهي. سڪ لڳندي آهي ته روشن وٽ ويندو آهيان. خط لکندو آهيان، صبح جو ته باقاعده واڪ تي ويندو آهيان، پوءِ لائبريري، اخبارون پڙهي گهر ايندو آهيان، باقاعده ترجمي وارو ڪم به روزانه ڪندو آهيان. موڊ هوندو آهي ته ٻه ٽي صفحا.... خراب آهي ته بس!!

۽ بس ان کان پوءِ مراد علي مرزا صاحب جي ان پراسرار عمارت جهڙي شاهي وڏي گهر جي دروازي وٽان، ڪانٽس موڪلائڻ وقت جڏهن هن انهڻ سال تر و تازه ليکڪ، جيڪو زندگيءَ جو هڪ ڊگهو فاصلو طئي ڪري چڪو هو، هن منهنجي ڍري هٿ کي جڏهن گرمجوشيءَ سان خلوص مان هلڪو زور ڏنو، تڏهن سندس هٿ جي جڪڙ ۽ مضبوطي کي ڏسي مون تصديق ڪئي ته مراد علي مرزا صاحب ته اجا جوان آهي، باقاعده ۽ انهڻ سالن جو هي مان ٿي چڪو آهيان: گڏ اولڊ مئن: نصير مرزا.

مهمان ڪالم

ڳالهه آ زماني جي....



# قصو ريٽائرڊ وزيرن جو!

**مير نصرت ابڙو**

وزير جو پي آر او سان ۽ پي آر او جو وزير سان گهاٽو تعلق ٿئي ٿو. پي او آر چاهي ته رات ڏينهن محنت ڪري وزير جي پبلسٽي ڪي مٽي ڪٽي سگهي ٿووقت جي ضرورت آهي ته پي آر او جا پريس ۾ تعلقات بهتر هئڻ کپن. خبر جو وقت پل اڌ رات چو نه هجي، پر پي آر او جي بهتر لاڳاپن جي ڪري خبرون اخبار ۾ لڳي سگهن ٿيون. گهڻا پي آر اوز وزيرن کي ايترو ويجها هوندا آهن، جو انهن کي سنيون سنيون نوڪريون ملي سگهن ٿيون ۽ مليون آهن، ڪيترن وقت تي ڏنو ويو آهي ته گهڻا پي آر اوز وزير صاحب جي سٽڻ ۾ اڳئ وجهڻ ۽ گهر جي ٻوڙ پاڃي وني اچڻ تائين ڪم ڪندا آهن. پوءِ انهن کي فائدو مليو، ڪيترا پي آر اوز ايس ڊي ايم به ٿي ويا آهن. اڳتي هلي ڊي سي به ٿيندا، ڪمشنر به ٿيندا ۽ انتظام هلائيندا.

تجربي ۾ اها ڳالهه رهي آهي ته پي آر اوز وزيرن ڪي تقريرون لکي ڏيندا آهن، تقريرون ياد ڪرائيندا آهن. پي آر او جيئن ته ۲۴ ڪلاڪ وزير سان گڏ رهي ٿو، ان ڪري وزير جي ذاتي زندگي جون ڪميون پيشيون به ياد رهن ٿيون ۽ بعض اوقات دلچسپ واقعا به ياد رهن ٿا. مون کي ياد آهي ته مون سنڌ جي تقريباً ٧٨ وزيرن سان پي آر او جي حيثيت سان ڪم ڪيو. هڪ سنڌ جي خاتون گورنر سان پي آر او طور ڪم ڪيو، هڪ سي ايم سان گڏ پريس سيڪريٽري جي حيثيت سان ڪم ڪيو. هڪ گورنر سان گڏ پريس سيڪريٽري جي حيثيت سان ڪم ڪيو، پنهنجي تجربي جي بنيادن تي ڪنهن به وزير ۽ امير جي نالي ڏيڻ کان سواءِ ڪجهه دلچسپ واقعا ڏجن ٿا:

هڪ ڏينهن سنڌ جي وزير تعليم سان گڏجي اسان ڪار ۾ حيدرآباد پئي وياسين، اسان جي ڏينهن ۾ وزير صاحب سان وچڙ مهل گاڏي ۾ ڪل چار ماڻهو هوندا هئا. هڪ وزير ان جي پرسان پي آر او ۽ اڳيان ڊرائيور ۽ گن مين ويٺا هوندا هئا. پرائيويٽ سيڪريٽري هڪ ڏينهن اڳ ۾ وڃي، ان اسٽيشن تي وڃي ماني جو انتظام ڪندو هيو. جڏهن اسان جي گاڏي سپرهاءِ وي تي هلي ته وزير صاحب ٻه چار ننڊ جا جهوٽا کاڌا، ٻه دفعا ته منهنجي مٿان به ڪريو، مان ان کي سڌو ڪري ويهاريو. آخر هلندي هلندي، جڏهن اسان حيدرآباد جي ان موڙ تي پهتاسين، جتي ڪاٻي هٿ تي سنڌ يونيورسٽي ۽ ساڄي هٿ تي ڪوٽڙي آهي ته ڊرائيور گاڏي کي روڊ تان لاهي هيٺ بيهاريو ۽ دانهن ڪري چيائين ته، "سائين جهنڊو الائي ڪيڏانهن ويو. وزير صاحب ننڊ هارڪو هيو، ڊرائيور کي ڏاڍا ڳالهاءَ ڏنائين، چيائين ته، توهان جو ڪارو منهن تي جو جهنڊو نڪري ويو، اتي گاڏي ۾ ڳولهه، ڊرائيور پوءِ گاڏي ۾ اڳ پٺ کي ڏٺو پر ڪو به اسپيئر جهنڊو گاڏي ۾ ڪونه هو، گاڏي ۾ ڏنڊو ته بيٺو هو. پر جهنڊو غائب هو. وزير صاحب تپي باهه ٿي ويو، پر اسان چپ ٿا ڪري سگهون. انهي پريشاني ۾ اڌ ڪلاڪ ڪن گذريو ته ڪراچي کان اينڊڙ هڪ ٽرڪ اچي اسان جي گاڏي پرسان بيٺي ۽ ٽرڪ مان هڪ چوڪرو ٽپ ڏئي لٿو، پنهنجي چوڪري جي هٿن ۾ اسان جو جهنڊو هو، جيڪو ٻه چار ميل پوئتي سپر هاءِ وي تي ڪريو هو. جهنڊو ته هٿ آيو پر ان جي ٻڌڻ جو سوال پيدا

ٽيو. جهنڊي جي مٿان جيڪي ٽونٽي هئي، اها ڪِري پئي هئي، آخر سڳي ۽ نوڙي جي ضرورت پئي، وزير صاحب اسان کي دب پٽي. پاڻ ڪار ۾ ويهي چولو مٿي ڪري اڳث مان سڳا ڪڍڻ شروع ڪيا. مان پي آر او، ڊرائيور ۽ گن مين به اڳنن مان سڳا ڪڍيا ۽ جهنڊي کي موڙ بڌائي، روانا ٿياسين ۽ سيني جي اک جهنڊي ۾ هئي ته وري نه ڪِري پوي. وزير صاحب چيو ته، هاڻي سڄي رستي تي ڪوتڙي هلو ته هلي ٿا اسڪول جو معائنو ڪيون. جيستائين ڊرائيور ڪوتڙي مان جهنڊي جي ٽونٽي نهرائي اچي، اوچتو اسڪول ۾ وياسين. سياري جا ڏينهن هئا، استاد اس تي ويٺي چانهه بسڪوٽ کائن پيا. اوچتو ٽاڪوڙو پئجي ويو ۽ وزير اسڪول وزٽ ڪيو ۽ ڊرائيور به موٽي آيو ۽ اسان حيدراباد وياسين.

هڪ دفعي سي ايم هائوس ۾ وڏي وزير سنڌ ڪابينا جي دعوت ڪئي. اسين سي ايم هائوس وياسين، انهن ڏينهن ۾ سي ايم صاحب تازو لنڊن مان سير ڪري موٽيو هو، ماني ڪارائڻ ڪانپوءِ سي ايم ماڻهن کي چيو ته، بابا تحفو ڪٽي اچو پوءِ سي ايم جو ماڻهو هڪ وڏو دٻو کڻي آيو، وڏي وزير چيو ته، هن ۾ ٽائيون آهن، تنهن ڪري هڪ هڪ وزير هڪ ٽاءِ کڻي، مان وارو تعليم وارو وزير فل سوٽ ڪونه پائيندو هو. ان ڪري ان به ٽاءِ کنئي، جڏهن گاڏي ۾ ويهي گهر پئي وياسين ته وزير صاحب هٿ وڌائي اها ٽاءِ مون کي ڏني ۽ چيائين ته يار تون مڙئي ناهوڪو ماڻهو آهين. هيءَ ٽاءِ توکي عشق پشق ڪرڻ جي ڪم ايندي.

هڪ دفعو ان وزير کي پيچش جي تڪليف هئي، ان تڪليف هوندي به اسين، ڪراچي ۾ ماما پارسي اسڪول ۾ وياسين، فنڪشن ته اسان ڏنو، پر جڏهن انعامن جو ٽائيم آيو ته اسڪول وارا هڪ وڏي ٽيبل کڻي آيا، جنهن تي ۵ سؤ کن انعام رکيل هئا. وزير صاحب اٽي ڪري سئو کن انعام ورهايا، پر طبيعت ۾ ونجي ويو. آخر مون ڪوڙ ڳالهائي پرنسپل صاحب کي چيو، صاحب کي هڪ ضروري ميٽنگ ۾ وڃڻو آهي. ان ڪري باقي انعام توهان ورهايو. ائين ڪندي اسان جي جان ڇٽي.

ان تعليم واري وزير کي اڳي هلي بجلي کاتي جو کاتو ڏنو ويو، پوءِ هڪ دفعي وزير صاحب ميريو خاص سرڪٽ هائوس ۾ ويٺو ۽ مان

ڪراچي ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر انفارميشن هئس. ائين ڪندي ٽيليفون تي ڳالھ ٻولھ ٿي، صاحب مون کي چيو تہ ڇورا تنهنجي شادي ٿي يا ائين وتين ٿو گهمندو؟ صاحب چيو تہ ان ميجر صاحب جي ڌيءُ جو ڇا ٿيو ۽ مون ڪيس چيو سائين اهي وڏا ماڻهو آهن، سخي حسن ۾ بنگلو اٿن مان غريب کي ڪيئن سڱ ڏيندا. وزير صاحب چيو تہ ادا تون انهن سان ڳالهاءِ. منهنجي وس ۾ جيڪو آهي جيستائين سڱ نہ ڏيندا تہ ان علائقي جي بجلي پاڻي بند ٿا ڪريون.

محترم وزير صاحب طبيعت ۾ ڏاڍو سنو ماڻهو هو، اڄ ڪلھ هن جهان مان رحلت ڪري چڪو آهي. سنڌ صوبائي وزارت ۾ هڪ وزير صاحب کي جڏهن تقريرون لکي ڏينا هئاسين تہ هڪ وزير زبان کان ٻاتو هو. هن کي هڪ انگريزي لفظ "لسن" چوڻ نہ ايندو هو، هو ان لفظ کي هميشہ لسٽن چوندو هو پوءِ انهن ڏينهن ۾ ناظم آباد ۾ فنڪشن ٿيو، ڪل پريس وارا وينا رهيا، وزير صاحب تقرير ڪرڻ شروع ڪئي ۽ تقرير ۾ ٻہ ٽي دفعا چيو لسٽن، وزير پي آر او کي گهرائي پڇيو، "يہ لوگ ڪيون هنستا هي" پي آر او وزير کي چيو آپ يہ لفظ لسٽن نہ ڪهين" وزير کي چيو، "آپ يہ لفظ لسٽن نہ ڪهين" پي آر او کي چيو تہ، "ميري تقرير سي آخر مين لسٽن سي ٽيڻ مٽادي ." پي آر او تي شامت پئجي وئي، هن تقرير کي پڙهڻ شروع ڪيو ۽ هڪ ٻئي جاءِ تي لفظ مٽايو، وزير صاحب ٻهريون صفحو ۽ پويون صفحو پڙهي ويهي رهيو تہ اخبار وارا وائڙا ٿي ويا. هن پي آر او کي چيو، "مين سارٽ ڪٽ ڪرديا. آخر پي آر او جي مٿان شامت ڪري جو هن پريس وارن کي بعد ۾ هينڊ آئوٽ ناهي موڪليو.

هڪ دفعي هڪ سنڌ جي پلاٽن جو وزير ڏاڍو سخي هوندو هو، چوڻ ۾ ايندو هو تہ سندس هٿن ۾ تنگ آهن. دولت وهي ٿي پر هر عيد جي موقعي تي پنهنجي اسٽاف کي مهينو ٻہ اڳ ۾ اسي اسي گز جو پلاٽ ڏيندو هو. جيڪو وڪڻي ڪري اسٽاف وارا عيد ڪندا هئا. بعد ۾ اهو سنڌ جو وڏو وزير بہ ٿيو ۽ منجهند جي ماني ٻاهران هوٽل تان پوري اسٽاف جي لاءِ ايندي هئي ۽ ڪيترن لکن جو بل هو پاڻ ڀريندو هو.

هڪ دفعي ليبر کاتي جي وزير سان منهنجي ڊيوٽي هئي. هن منهنجي آفيس ۾ اچي مونکي اٿاريو ۽ چيائين تہ هلي آ تہ گهمي ٿا اچون. وزير اڳ

۾ پي آر او ڪڏ آخر هڪ ٻئي وزير جي آفيس ۾ وياسين در تي وينل پٽيوالا اٿي بيٺا ۽ اسان جي وزير کي چيائون ته، سائين اندر ميٽنگ تي هلي. وزير صاحب ڪاڻ ٻڌي اندر گهڙياسين ته صوفي تي هڪ عورت سمهي پئي آ ۽ ان جي مٿان وزير سمهي ڪري پيار جو پهريون سبق چٽ چم پڙهي رهيو هو، باقي ٻيو خير هو. وزير صاحب اسانکي ڪوڻ ڏنو اسان ٻاهر موٽياسين، مون پي آر او جي ٺنهي پٽيوالن کي گهرڙي بجو ڏنو، پٽيوالا کِلن پيا ته سائين خبر ته اٿو صاحب جي پرڪارن جي سخي مرد آهي، سخا هر وقت جاري رهندي آهي.

هڪ دفعي منهنجي سنڌ جي هڪ اهڙي وزير سان ڊيوٽي هئي، جيڪو ليبر ۽ اوقاف کاتي جو وزير هو. هونئن ته صاحبن ڏاڍو هوشيار نوجوان هو، هڪ ڪان ٻه شاديون ڪيون هئائين، هڪ سنڌي هڪ اردو، پر صاحب کي تاءِ ٻڌڻ نه ايندي هئي. مون هڪ ڏينهن ان کي ٻه ٽائيون ٻڌي ڏنيون جيڪي لاهڻ مهل واري ڪليءَ ۾ ٽنگيندو ۽ ٻئي ڏينهن پائي نڪرندو هو. هونئن ته اسان کي وزير گهڻا مليا جن کي تقريرون لکي ڪري ياد ڪرائي فنڪشن تي وٺي وياسين پر هن وزير صاحب کي هڪ لفظ، ماسڪ چوڻ نه ايندو هو، جنهن کي چوندو ماسڪس ظهور الحسن ڀوپالي مرحوم ان وزير کي سنڌ اسيمبلي ۾ ڪونيندو هو، جناب آر هي هين، وزير ماسڪس ان مجبوري جي ڪري پوءِ اتان ان کي لکي ڏيندا هئاسين ديئر آر سو ميني مساجدس" ان وزير کي هڪ دفعي سندس ننڍي زال مان پٽ ڄائو، جنهن جي خوشي ۾ هن پنهنجي جاءِ تي سنڌ ڪابينا جي رات جي ماني جي دعوت ڪئي ۽ مٿان راڳ جي محفل ٻه هئي، جنهن ۾ پنجاب جون ڳائڻيون موجود هيون. موقعي تي سنڌ جو وڏو وزير پنهنجي ١٥، ١٥ وزيرن سان گڏ ماني کائڻ لاءِ پهتو، تقريب ڏاڍي سٺي هئي، ڪافي خواتين ۽ حضرات ان ۾ شامل هئا. هڪ طرف مرد ته ٻئي طرف عورتون هيون. سياري جي موسم هئي سڀ فل سوٽن ۾ هئاسين، مون کي ان اسٽيج تي ڪمپيئرنگ جا فرائض سرانجام ڏيڻا هئا ته اوچتو خواتين جي پاسي ڏانهن جهيڙي جو آواز آيو.

وزير صاحب جون ٻئي گهرواريون پاڻ ۾ دست گريبان ٿي ويون. مون کي وزير صاحب گهرائي ڪن ۾ چيو. بابا وڃي انهن کي ڇڏاءِ. نه

تہ ميلو ٿيندو گل مان جڏهن اندر گهڙي انهن کي هٿ ٻڌا، ايلاز ڪيا تہ انهن ٻوڙ جا ڏونگها ڪٽي مون کي هنيا. چانور هنيا، پلاءُ هنيو، جهيڙو انهن بند ڪيو، پر منهنجي پوزيشن تجريدي آرٽ تي وئي، مون وچي سر بچايو، پروگرام ڪمپيئرنگ پوءِ ڪنهن ٻئي کي ڏني وئي.

انهن ڏينهن ۾ غريباڻو فل سوٽ بہ ١٦ سون ۾ نهندو هو، پر مون کن ڦل سوٽ براءِ ڪلين وارا بہ نہ پيا ونن، جو ان ۾ گيھ پئجي ويو هو. اسٽيج تي ڪمپيئرنگ تہ مان سني ڪندو هئس، پوءِ ٻيا بہ ڪيترا ماڻهو يا وزير مونکي ڪمپيئرنگ لاءِ گهرائيندا هئا. تہ مان انهن کان هيئيان سوال ضرور پڇندو هئس تہ، وزير کي هڪ گهرواري آيا ٻہ گهرواريون آهن، جي چوندا هئا تہ ٻہ آهن. پوءِ مان انهن کان پڇندو هئس تہ پنهي کي دعوت ڏني اٿس، جي چوندا هئا تہ ٻئي ايندين تہ پوءِ منهنجو جواب هوندو هو تہ ادا منهنجي طبيعت ٺيڪ ناهي.

هڪ دفعي ان ساڳئي ليبر ڪاتي جي وزير جو منهنجي ڪمري ۾ اوچتو اچڻ ٿيو ۽ ڏنائين مون وٽ ١٠-١٢ خواتين ويٺيون آهن، هي جائزو وٺي پنهنجي آفيس ۾ موٽي ۽ مون کي گهرايائين ۽ چيائين تہ سنو سنو خاص پاڻ وٽ ويهاريو وينو آهين ۽ مون ڏي ڪاريون ڪاريون ٿو موڪلين، مون کي ڪيس چيو تہ، سائين مان پبلڪ رليشن آفيسر آهيان، اها عوام جي مرضي آهي تہ ڪاٽي تا ويهن. هلندڙ فنڪشن ۾ جيڪڏهن وزيرصاحب کي ٻہ لڳن تہ پي آر او کي ڇا ڪرڻ گهرجي ۽ ٻڌو هڪ ڏينهن ان ليبر واري وزير سان گڏ ميٽروپول هوٽل ۾ هڪ فنڪشن ۾ وڃڻ ٿيو، فنڪشن ڏاڍو رنگين هو، خواتين حضرات ۽ عوام ڏاڍو هو، ڏاڍي محفل ۾ چمڪ دمڪ هئي، خاص مهمان جڏهن اسٽيج تي وينا مان سامهون وينس، فنڪشن شروع ٿيو. ائين اڌ ڪلاڪ کانپوءِ منهنجي وزير تي نظر پئي ڏسان تہ منهن ڳاڙهو ٿي ويو اٿس. اڳتي پنتي ٿئي پيو ۽ پاڻ کي ان ايزي محسوس ڪري پيو، مون کي اشارو ڪري مٿي گهرايائين ۽ ڪن ۾ چيائين تہ سخت ٻہ لڳا آهن، مان ونجي ويو آهيان، ڪر ڪو بچاءُ، مون چيو تہ، سائين مان اجهو ڪيان ٿومان ان هال کان تڪڙو ٻاهر نڪري ويس ۽ ورانڊي مان وري موٽي آيس ۽ وري اچڻ شرط ئي زور سان صُاحب کي چيم تہ. سائين سي ايم جو فون آيو آهي،

صاحب تڪڙو هيٺ لٿو مان ان جي ڪڍ پر مان ان کي پڄي نہ پيو سگهان. صاحب سڌو باٿ روم ويو مان در تي بيهي رهيس. ڏاڍا صاحب نڪاءَ ڪڍيا. آخر صاحب فارغ ٿي صابڻ سان هٿ پئي ڌوتا. مون کي چيائين ابڙا جي اڄ منهنجي مدد نہ ڪرين ها تہ منهنجا ڪم لهي وڃن ها. اڄ ڪلن ها. وري صاحب تازو ٿي اسٽيج تي وينو ۽ ڏاڍي ان ڏينهن سٺي تقرير ڪيائين. (موجوده پي آر او کي اها اتڪل ياد رکڻ گهرجي).

ليبر وارو وزير جيئن تہ اوقاف جو وزير بہ هو. تنهن ڪري هڪ دفعي قلندر جي ميلي تي وياسين، اتي چربٽ راجا جي بنگلي تي ترسياسين. رات جو نائين وڳي هڪڙا ڏھ ڪن ماڻهو آيا. انهن شڪايت ڪئي اسين قلندر تي پنهنجون چار زالون وٺي آيا هئاسين ۽ قلندر جي درگاھ تي دعائون گهريون سين تہ اسان کي پٽ ملي، فقيرن چيو تہ. عورتن کي هتي رهائي توهان چار سومر نہ اچجو، هاڻي بہ مهينا گذريا آهن. اسان کي فقير زالون موٽائي نہ ٿا ڏين. وزير صاحب مون کي ڏٺو ۽ چيائين تہ ابڙا اهو فيصلو تنهنجي ڳچي ۾ ٿو وجهان، چوندو آهين تہ تون بہ چٽڻ گهرن جو وڏو آهين. فيصلا ڪندو آهين، تنهن ڪري هنن غريبن کي زالون موٽائي وٺي ڏي.

پروگرام نهيو تہ ايس ڊي ايم ۽ ڊي ايس پي اسُر جو هتي ايندا ۽ مون کي ان جاءِ واردات تي وٺي ويندا ۽ پوءِ اسر جو گاڏي آئي، اسين جاءِ واردات تي وياسين، ڏٺو سين تہ گهر خالي پيا هئا. ڏٺوسين تہ عورتون اتي ڪونہ هيون، پوليس وارن شام جو ئي انهن کي بس جو ڀاڙو ڏئي ڳوٺ روانو ڪري ڇڏيو هو.

عوامي آواز- ۴- اپريل ۱۹۹۷ع

# قصو ريٽائرڊ وزيرن جو (۲)

هڪ ڀيري سيوهڻ شهر ۾ تڪيل هئاسين تہ تڏهوڪو وڏو وزير سيوهڻ جي دوري تي آيو ۽ قلندر جي مزار تي حاضري ڀريائين، خلق تمام گهڻي هئي، ان ضلعي جو فوڊ جو وزير بہ موجود هو. هڪ قلندر جي ملنگ ماني کٽي هٿ مٿي ڪري سي ايم کي ڏيکاريو تہ هن اتي جي ماني

ملي رهي آهي پرسان هڪ ٻئي ملنگ چيو تہ سائين اهو قلندر جو روٺُ آهي. اهو سخت ٿيندو آهي. مڪ لڳڻ سان بہ نہ پڄندو. وڏي وزير، فوڊ جي وزير ڪيس دٻ پٽائي تہ ڦٽي ڏيئي چوڪرن وانگيان ڦرندا ٽارهو، هي ڪڙو اتو عوام ڪي ملي رهيو آهي؟

وڏي وزير چيو تہ، بابا توهان ڪي هڪ ٻن ڏينهن ۾ سنو اتو ملي ويندو. قلندر جي فقير چيو تہ سائين اتي جي ٻوري ملندي يا سيمينٽ جي ٻوري؟ پندرهن ڏينهن ڪانپوءِ وري وڏو وزير سيوهڻ آيو تہ، وڏي وزير چيو تہ بابا توهان ڪي هڪ ٻن ڏينهن ۾ سنو اتو ملي ويندو. قلندر جي فقير چيو تہ سائين اتي جي ٻوري ملندي يا سيمينٽ جي ٻوري؟ پندرهن ڏينهن ڪان پوءِ وري وڏو وزير سيوهڻ آيو تہ وڏي وزير ڪيس فوڊ واري وزير چربٽ راجا جي ٽڪر تي رهايو ۽ هيٺان ڳوٺ ڪان ماڻهو گهرائي لنين سوڏا بيهاري ڇڏيا تہ جيئن ڪو ملنگ متي نہ چڙهي.

هڪ ڀيري اوقاف ڪاتي جي وزير سان قلندر جي ميلي تي وڃڻ جو اتفاق ٿيو. ميلي ۾ ڏادي رش هئي. ڪافي ماڻهو هئا، سڄي سنڌ جا ڪدڙا تہ قلندر جي ميلي تي ايندا ئي آهن. وزير صاحب مونکي چيو تہ نصرت ڪاڏي نہ وڃجانءِ، اڄ توکي هڪ اهڙي محفل ٿو ڏيکاريان، جو زندگي ڀر ياد ڪندين، پوءِ اسين ٽاڪ منجهند جو هڪ اهڙي ديري تي وياسين، جتي لاهور جي بازار جون سئو سوا حسينائون ويٺيون هيون. حسن جي ڇا حد هجي. اڳي ئي فنڪار، پوءِ تہ محفل متي هڪ فنڪاره ڪي ٻن ڪلامن چوڻ جي اجازت هئي، ان محفل ۾ ٻہ وزير هئا، ٻنهي جو نالو تقريباً ساڳيو هو. هڪ وزير لٽل هو تہ هڪ وزير چڙهيل هو. لٽل وزير محفل ۾ ويهي ڪري مان واري اوقاف ڪاتي جي وزير ڪي جهولي ۾ ويهاريو. لٽل وزير چڙهل وزير جي ڳڃي تي سو جو نوٽ رکيو، فنڪاره آئي، ڳڃي ۾ هٿ، مڇن ۾ هٿ، نوٽ بہ چٽ تہ مڇ بہ چٽ، محفل متي رهي، لاهور جي فنڪارائن جو حسن بہ غضب هو. عاشقن جون قطارون ۽ نوٽن جي بارش هجي، واڇ تہ گهٽي پئي تڙي پر ڪجي تہ ڇا ڪجي؟ ٻنهي وزيرن پئي عشق ڪيو، ان موقعي تي چار فوٽوگرافر ۽ هڪ اسان جي اوقاف ڪاتي جو فوٽوگرافر تصويرون ڪڍي رهيا هئا. مان ڪي ان محفل ۾ ڏادي دلي تڪليف ٿي، مان پاڻ واري اوقاف ڪاتي جي وزير ڪي اڳتي وڌي ڪن ۾ چيو تہ ڪجھ فضيلت ڪيو. اهي فوٽو گرافر توهان

ڪي اڳتي هلي بليڪ ميل ڪندا.

وزير چيو: ”اڙي ڇڏ ڙي، مزو ته ڏس“ اها ڪل پوڳ ۾ تفريح جي محفل ته هلندي رهي، مونکي هڪ ڳالهه ياد آئي ته ڪنهن زماني ۾ روزاني جسارت هڪ سلسلو هلايو هو، عنوان هيو ”تصوير آپ کي بات هماري“ هڪ صوبائي وزير اخبار ۾ بيان ڏنو ته، ”مين تو سگريٽ پي نهين پيتا“، ليڪن ٻئي ڏينهن تي جسارت ۾ هڪ تصوير هئي، جنهن ۾ وزير سگريٽ پي رهيو آهي ۽ ڪيپشن لڳل هو: ”تصوير آپ کي بات هماري“ تنهن ڪري فوٽو گرافر وزير کي ڪڏهن ڪڏهن تصويرن سان بليڪ ميل ڪندا آهن.

هڪ ڀيري سنڌ جي هڪ وڏي وزير سان نوابشاهه ضلعي ۾ ڊيوٽي هئي. وڏو وزير ڪنهن پروگرام جي افتتاح ڪرڻ جي لاءِ بيٺو رهيو، ڇاڪاڻ ته ٽيليويزن وارن اچان دير ڪئي هئي. وڏي وزير وقت گذارڻ جي لاءِ هڪ واقعو ٻڌايو ته، مان هيليڪاپٽر ۾ پائلٽ سان گڏ ويٺو هوس. مون پائليٽ کان سوال جواب ڪيا ته. هيليڪاپٽر ۾ تو ڪهڙن ڪهڙن ماڻهن کي گهمايو آهي؟ پائليٽ ٻڌايو ته، هي آرمي جو هيليڪاپٽر آهي، تنهن ڪري فلاڻي ڪرنل، فلاڻي ڪرنل سان گڏ مان ڊيوٽي ڪئي آهي. مون هن کان پڇيو ته. ڪيترو تيل ساڙيندو آهي، هي ڪيترو مٿي ويندو آهي. هنن ۾ ڪيترا ماڻهو چڙهندا آهن؟

انٽرويو ڏاڍو دلچسپ ٿيو ۽ نوابشاهه ٻه ويجهو آيو. اسان لهڻ وارا هئاسين ته پائليٽ مون کي چيو ته، سائين اصل سوال ته اجا توهان ڪيوئي ڪونهي، مون هن کان پڇيو ته، اهو ڪهڙو سوال آهي. پائليٽ چيو ته، سوال آهي ته هي هيليڪاپٽر ڪيترو جهونو آهي، ته مون پائليٽ کان پڇيو ته تون ٻڌاءِ ته هي ڪيترو جهونو آهي؟ پائليٽ ٻڌايو ته سائين هي ٥ سال اڳ ۾ ختم ٿي چڪو آهي. اسين مرڪئي پيا هلايون. وڏي وزير جو اهو ٻڌي ڪري هن جو پگهر نڪري ويو ۽ چيائين ته موٽ تي مان ڪار ۾ چڙهي ڪراچي ويندس ۽ هيليڪاپٽر ۾ نه ويندس.

ضلعي سکر اندر ڳوٺ آهي، دادلو ۽ ان ڳوٺ اندر زميندار جي پاءُ جو لاڏاڻو ٿيو. اتي عذر خواهي ڪرڻ لاءِ هڪ وڏو وزير اچڻو هو. ٽائيم هو صبح جو ساڍا ست ۽ ڏينهن هيا سياري جا، وڏي وزير کي هيليڪاپٽر ۾ اچڻو هو. ڳوٺ جي ٻاهران هيلي پيڊ ٺاهيو ويو. سکر ضلعي جو ڊپٽي

ڪمشنر، ايس پي ۽ مان (ڊائريڪٽر انفارميشن) ۽ ٻيا ڪيترائي ضلعي جا عملدار وڏي وزير جي استقبال لاءِ بيٺا هئاسين. هيليڪاپٽر لٿو تيهارو ڪن ڪارن جو قافلو زميندار جي بنگلي تي پهتو. آخر قضيئي جي دعا گهري ويئي. مان ان وقت وڏي وزير جي سامهون ويٺو رهيس. صاحب مون کي اشارو ڪيو ته مان ان جي ويجهو ويس چيائين ته نصرت پچا ڪر ته هتي "پاهت" نه پر عذر يا ڏنڊ ڏيو ڪونيندا آهن. پاهت شادين ۾ ڏبو آهي. پوءِ مان معلومات ڪئي ته هڪ سنڌي ماستر هيو. جڪو عذر جا پيسا وٺي پيو، مون کي وڏي وزير چيو ته منهنجي گڏي جي کيس ۾ ٨ سؤ رپيا پيا آهن، ان کي ٥ سؤ رپيا ڪڍي ڏئي. مان صاحب جي کيسي ۾ هٿ وڌو، ڪمري ۾ ويٺل سڀ ماڻهو مون کي ڏسڻ لڳا. مان ٥ سؤ رپيا ڪڍي ماستر صاحب کي ڏنا.

صبح جو وقت هو، سڀني پوءِ نيرن ڪئي. آخر ۾ موڪلائي اسان سڀ هيلي پيڊ تي آياسين. هيلي پيڊ تي هيليڪاپٽر بيٺو هيو. اسان سڀ گول جي چوڌاري بيٺا هئاسين. مان جڏهن موتي آفيسرن وٽ پهتس ته مونکي ذهن ۾ هڪ يوڳ پيدا ٿيو ڊي سي صاحب مون کان پڇيو ته، "وزير اعلىٰ ني ڪيا ڪَها؟" مون ڊي سي کي چيو ته، وڏي وزير چيو ته اڄوڪي تقريب جو انتظام ڏاڍو واهيات هيو. مان ڪراچي پهچان ته ڊي سي کي ڏسي رهندس. في الحال تون اخبار ۾ نه ڏجانءِ، ڊي سي ڏاڍو مايوس ٿي ويو، هفتو کن مون کي آفيس ۾ فون ڪندو رهيو، هفتي کان پوءِ مان ڊي سي کي سچي ڳالهه ٻڌائي.

ضلعي لاڙڪاڻي جي اندر هڪ مشهور درگاهه آهي، ان جو سجاده نشين يا اڳواڻ ڏاڍو بيمار هيو، پوءِ هڪ دفعي سنڌ جو وڏو وزير ۽ ڇهه صوبائي وزير چاليهارو کن گاڏين ۾ چڙهي ان درگاهه تي پهتاسين. پير صاحب جي پوزيشن اها هجي جو هو بيمار هيو، ويل چيئر تي اچڻو هيو. پر درگاهه تي ٻه ٽي سئو ماڻهو ان جي ديدار لاءِ منتظر هئا. اسان وڏي وزير ۽ پنجن ڇهن وزيرن سان گڏ مسجد جي سامهون حجري ۾ ويهي لڳ ڀڳ ٣ ڪلاڪ انتظار ڪيو. ان محفل ۾ لفظ "جن" ڏاڍو استعمال ٿي رهيو هو. مثال طور، "سائين جن هاڻي اٿيا آهن، سائين جن دوا پيا کائين، سائين جن ويل چيئر تي ويٺا آهن، سائين جن اچي رهيا آهن. انهن ٽن

ڪلاڪن جي انتظار ۾ درگاهه جا مريد اندران حويلي مان ٿالهه ڀري ڪٺي آيا. انهن ٿالهن ۾ ڊراءِ فروٽ هجي، ايترو ته وڏيڪ ڊراءِ فروٽ هيو جو معلوم ٿيو ته اندر ڪي ڊراءِ فروٽ جون گنديون ڀريل آهن. ٿن ڪلاڪن ۾ منيون ڀري ڪيسن ۾ وڌيون. جڏهن وزيرن جي اها حالت هئي ته مان به ٻه چار منيون ڪٺي ڪيسن ۾ وڌيون ته گاڏي ۾ کائيندا سين.

جيئن ته محفل ۾ لفظ جن وڏيڪ استعمال ٿي رهيو هو، ان ڪري مان به ان لفظ کي استعمال ڪندي هڪ خليفي کان پڇيو ته. "سائين جن کي ڪهڙي تڪليف آهي؟" جواب ڏنائين ته سائين جن گڏهه مبارڪ تان لهي رهيا هئا ته، جنگهه مبارڪ هيٺ ڪيائون، جتي مبارڪ پائين پيا ته پير مبارڪ ترڪي وين، پرسان هڪ ماٺهو وينو هو، جنهن کي شايد نيرن جي ماني به ڪانه ملي هئي، تنهن پٽڪو ڏيندي چيو ته، "پوءِ ڳاتو مبارڪ نه ڀڳن جا؟" ائين محفل ۾ کِل پئجي وئي ته اوچتو ويل چيئر تي پير صاحب جن کي وني آيا. پوءِ وڏي وزير ڏاڍيون رڙيون ڪري پير صاحب کي پنهنجي وزارت جو تعارف ڪرايو. پير صاحب ڏاڍو ڪمزور هو، جنهن ڪري هن کي ڪا ڳالهه سمجهه ۾ ڪانه آئي. آخر وڏي وزير ۽ ٻين وزيرن خيريت جي دعا گهري ۽ آخر ۾ ڊراءِ فروٽ جا رنيوتا ڀري پنهنجي ڪيسن ۾ وڌا ۽ قافلو لاڙڪاڻي ڏانهن روانو ٿيو.

هڪ دفعي صحت واري وزير سان منهنجي عارضي طور ٻن ٽن مهينن لاءِ ڊيوٽي هئي، انهن ڏينهن ۾ سعودي عرب جو هڪ تعليم جو وزير سنڌ اسيمبلي ۾ سنڌ جي وزيرن سان مليو، پر تعجب جي ڳالهه آهي ته هو اڪيلي کان اندو هو. سڀ کان پهريائين ته ان جي ملاقات سنڌ جي تعليم جي وزير سان ٿي. جنهن وزير صاحب کي سنڌ جي تعليم متعلق بريفنگ ڏيندي. بسڪوٽ. سينڊوچز ۽ پيٽيز وغيره کارايا ۽ ڦڪي چانهه به پياري. ان وزير اتي ڪري. مان واري صحت کاتي جي وزير سان ملڻ آيو. وزير صاحب پئسي ڏوڪڙ جو ڏاڍو ڪنجوس هو. منجهند جو به ٽفن باڪس ۾ گهران ماني گهرائيندو هو. عربستان جي وزير جي خاطر تواضع لاءِ هن برنس روڊ تان ١٠٠ رپين جا مرچائي پڪوڙا گهرايا. هڪ ته وزير نابين هو، ٻيو عرب مرچ نه کائين. پوءِ ته وزير کي اڪين مان پاڻي وهي پيو ۽ هو پڪوڙا به کائي پيو. مان اهو کيل ڏسي رهيو هوس، پوءِ ته وزير

ڏاڪڙ ۾ به سنگهان ڪيندو، پاٽي وهائيندو ويو. خبر ناهي ته صبح جو عربستان جي وزير جو ڇا حشر ٿي هوندو؟

هڪ دفعي ميٽروپول هوٽل ۾ اسان جو هڪ فنڪشن هو، رات جي ماني جي به دعوت هئي، جيئن جو هوٽل ۾ گهڙياسين ته ڊائننگ هال ۾ ماني به لڳي چڪي هئي. وزير صاحب ان ڊائننگ هال ۾ هلندي هڪ ڏونگهي جو ڊڪ لاٿو ۽ بوڙ ۾ آگر ٻوڙي، آگر کي چوسيندو رهيو. چيائين ته واهه جو بوڙ چاڙهيو اٿن. وزير صاحب پوءِ اسٽيج تي ويٺو ۽ ڊرائيور ڪار جو جهنڊو هيٺ ڪري، ڪار ڪاهي وزير جي بنگلي تي ويو، اتان وزير جي گهرواري به نوجوان ڏيٽرون به هوٽل ۾ آيون ۽ سيئي پوءِ گڏجي هڪ ٽيبل تي ويهي ماني کاڌي. بنگلي تي بورچيخانو بند ڪيو ويو. باقي نوڪرن ان رات پڳڙن جو ويلو کاڌو.

هڪ ڀيري هڪ سنڌ جي صوبائي وزير سان ڊيوٽي هئي، جنهن جو خيال هو ته، وزير کي هميشه سهڻو رهڻ کپي، تنهن ڪري ڊسمبر ۾ ته هرهڪ ماٺهو فل سوٽ پائيندو آهي. پر هو جون مهيني ۾ به فل سوٽ پائيندو هو، تقرير ڪرڻ جو ڏاڍو پڙ هيو، پر هن کي هڪ به تقرير ياد هئي. موقعو ۱۴ آگسٽ هجي، ۲۳ مارچ هجي يا ڏهين محرم هجي يا امام پاڪ جو چاليهو هجي، هن جي سدائين ساڳئي تقرير هوندي ته، "پاڪستان ڪيون بنا ٿا" ۽ "پاڪستان ڪي لئے هم ني بڙي قربانيان دي ٿي."

هڪ دفعي هڪ پي آر او ٻڌايو ته سنڌ جي وزير تعليم جي تمام گهڻي پبلسٽي ان ڪري ٿئي ٿي ته پي آر او ان جو ڀاٽيجو آهي. وزير صاحب پنهنجي پي آر او کي دڙڪو ڏيندي چيو ته، "ڪان کول ڪر سن لو آج سي تم ڀي ميري ڀانجي هو." جڏهن مامو ڀاٽيجو حڪومت ۾ هجن پوءِ ته واهه جو ڪم هلندو. ترديد به گهر مان ٿيندي ته تقرير به گهر مان ٿيندي. هڪ ڀيرو سنڌ اسيمبلي ۾ هڪ صوبائي وزير کي مڇن وٽڻ جي ڏاڍي عادت هئي. پي آر او صاحب جڏهن به ڪنهن تقريب کي ڪور ڪرڻ جي لاءِ فوٽو گرافر ساڻ ڪري ويندو هو ته پي آر او اندر ڪمري ۾ ويندوهو ۽ فوٽو گرافر ٻاهر ويهندو هو. ان موقعي تي وزير جو هڪ اردلي سپاهي هڪ هٿ هيٺ ڪري ۽ هڪ هٿ مٿي ڪري وزير صاحب کي

چوندو هو ته، "سائين پوٽا ٻارهن ٿيا آهن. پوءِ وزير صاحب مڇن کي وٺڻ شروع ڪندو هو ۽ پوءِ فوٽو گرافر اندر ايندو هو ۽ تصوير ڪڍندو هيو. وزير صاحب ڏاڍو اطاعت وارو هو. پنهنجي کاتي جي سيڪريٽري ڏي فائيل به پاڻ کڻي ويندو هو، ان جو چوڻ ته سيڪريٽري بحال رهي ٿي.

هڪ ڀيري هڪ سنڌ جي تعليم جي وزير کي مون رحيمداد خان مولائي تي تقرير لکي ڏني، جڏهن ڪاليج ۾ پروگرام تي وياسين ته اتي لائيٽ ڪانه هجي، ان ڪري وزير صاحب کي ايڪسٽيمپور تقرير ڪرڻي پيئي. وزير صاحب چيو ته رحميداد خان مولائي وڏو ليکڪ ماڻهو هو ۽ ان سان گڏ هو وڏو نامور ماڻهو هو ان وزير هڪ دفعي ٻڌايو ته، مون وٽ هڪ ماڻهو آيو، چيائين ته عربي ماستري کپي، اجا اتي ئي وينا هئاسين ته هڪ ٻيو ماڻهو آيو، ان به چيو ته مون کي به عربي ماستري کپي، مون کين ٻڌايو ته مون کي پاڻ عربي زبان ڪانه ايندي آهي. توهان پاڻ ٻئي عربي زبان ۾ ڳالهايو ته خبر پوي ٻنهي دوستن چيو ته اسان کي پاڻ عربي زبان ڪانه ايندي آهي. پر نوڪري کپي. ان کي چوندا آهن جهڙي چالي تهڙي پني.

سنڌ جي هڪ اهڙي وزير سان ڊيوٽي ڪرڻي پئي. اهو سکر ڊويزن جو واقعو آهي ته هڪ وزير ننڊ ڪرڻ جو ڏاڍو شوقين هو، اسين ڊويزن جا آفيسر صبح جو ۹ بجي کان ان جو انتظار ڪندا هئاسين، ٻڌائيندا هيا ته سائين هاڻي اٿيو آهي، سائين برش ٿو ڪري، سائين شيو ٿو ڪري، سائين ڪپڙا ٿو بدلائي ۽ سائين نيرن ٿو ڪري، سائين کي نيرن جيڪا سويل نصيب ٿيندي هئي، اها شام جو ۳ بجي ٿيندي هئي. پوءِ گاڏين جو قافلو ڪري نڪرندا هئاسين، دوري تي ڪافي ڳوٺن ۾ وڃڻ ٿيندو هو. جتي افطاري ڪرڻي هوندي، اتي خدا جي فضل سان سحري ڪنداسين، ماڻهو انتظار ۾ سڪي سڪي ٻڪ ۾ پاھ ٿي، ڳوٺن ڏانهن روانا ٿي ويندا هئا.

هڪ دفعي ڪوٽڏيجي جي پريس ڪلب ۾ شام جو ڇهين بجي تقريب ٿيڻي هئي، اتي خدا جي فضل سان اسان رات جو ۱۲ وڳي پهتاسين، تقريرون شروع ٿيون مون کي ڊائريڪٽر انفارميشن سکر ڊويزن جي حيثيت سان اخبار وارن جي نمائندگي ڪرڻي هئي، مان پنهنجي تقرير ۾ محفل کي ڏاڍا لطيفا ٻڌايا ۽ ڏاڍو کِلايو، وزير صاحب کي جڏهن

ڳالهائڻ جو وارو مليو ته، هن به به چار لطيفا ٻڌايا، انهن مان هڪ واقعو هن طرح آهي: هن چيو ته، اسين جڏهن رستي ۾ ڪوٽڏيجي وٽ پهتاسين ته وڏو هجوم هيو، ماٺهو بيٺا هئا، اتي هڪ گڏه هيو، گڏه سان جڏهن به ڪا ڳالهه ڪريون پيا ته گڏه ڪنڌ ـ هلائي هر ڳالهه تي ها ڪري رهيو هو، مالڪن جو چوڻ هو ته، ان گڏه کي جيڪو به ماٺهو "نه" ڪرائيندو ان کي گڏه به ڏيندا سين ۽ ٣٠٠ رپيا به ڏيندا سين. ڪافي ماٺهن گڏه جي ڪن ۾ ڳالهايو، پر گڏه اها ساڳي هاڪر ڪري رهيو هو، ان سنگت ۾ هڪ ڊاڪٽر صاحب هيو، ان گڏه جي ڪَن ۾ ڪجهه ڳالهايو، جنهن تي گڏه ڪنڌ ڏوٽي هڪدم انڪار ڪيو. محفل ۾ ته واهه واهه تي وئي. ڊاڪٽر گڏه جو سودو ڪتيو، پر اسين ڊاڪٽر کي ورائي وياسين ته تو گڏه جي ڪَن ۾ ڇا چيو، ڊاڪٽر صاحب چيو ته، پريس ڪلب ڪوٽڏيجي ۾ ڳاهي صاحب جو پروگرام ڪيو آهي، تون هلندين، "گڏه ڪنڌ ڏوٽي انڪار ڪيو."

مٿي اسٽيج تي وينل مهمانن کي اجرڪ ۽ ٽوپيون مليون، پر وزير صاحب کي بوسڪي جو اهڙو پٽڪو ٻڌايو ويو، جو وزير صاحب ڏاڍو سهڻو جوان، ائين پيو لڳي ڄڻ راڻو مومل ڏانهن وڃي رهيو آهي. مون پنهنجي تقرير ۾ وزير صاحب کي راڻي سان تشبيهه ڏيندي چيو ته، سائين اهي ڏينهن گذري ويا آهن، جڏهن مومل راڻي جي انتظار ۾ اڌ رات تائين جاڳي گيت ڳائيندي هئي ته، "آءُ راڻا ره رات، تنهنجي چانگي کي چندن چاريان...." پر اڄوڪي مومل هوشيار آهي، ڏيئو ڪونه ٿي ٻاري پر روڊ تي لڪڙا هٽائي، انهن ۾ سئو سئو جا بلب ٻارائي ٿي ۽ گيت ڳائي ٿي ته، "آءُ راڻا ره رات ته تنهنجي پيجاري کي پيار سان سينگاريان." پر موجوده راڻو بيوفا ثابت ٿيو آهي. جو رستو پلي ڪنهن ٻي مومل ڏي هليو ٿو وڃي.

رات جي ماني جيڪا اسان کي ٨ بجي کاڌي هئي، اها خير سان رات جو ٣ بجي کاڌي سين، محفل رات جو ۴ بجي ختم ٿي، هي لکڻي يادگيرين تي ٻڌل آهي. ڪنهن جو به نالو نه ڏنو ويو آهي. ان ڪري فقط ادب جي تفريح سمجهيو وڃي ۽ دل آزاري سمجهڻ نه کپي.

روزانه عوامي آواز- ٩ اپريل ١٩٩٧ع

مهمان ڪالم

ڳالهه آزماني جي

# ڪراچي ۽ موسمي مهمان!

ميرنصرت ابڙو

اندرين سنڌ مان ڪراچي ۾ گهمڻ جي خيال کان جيڪي ماڻهو اچن ٿا، اُهي پنهنجي دوستن ۽ مٽن مائٽن وٽ، اچي لڏو لاهين ٿا. هڪڙا اهڙا مهمان جيڪي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڪراچي ۾ اچن ٿا، انهن جي لاءِ ڪراچي حيرت جو مڪان آهي، ٻيا اهڙا مهمان جيڪي هفتي ڏيڍ ۾ ٻه ٽي ڀيرا ايندا هجن، هڪڙا ڪورٽن جي چڪر ۾ هڪڙا نوڪرين جي تلاش ۾، هڪڙا حج ڪرڻ وارا جيڪي پاڻ سان ڍڳ ڄڻا ٻيا به آڻين جيڪي ڪين الوداع ڪن. هڪڙو وري موسمي مهمان يعني تعليم کاتي وارا استاد، ليڪچرار جيڪي اونهاري جي موسم ڪراچي ۾ ڪم هجي نه هجي مگر اچن ضرور، جيئن پلو مٺي درياهه ۾ چڙهندو آهي.

هونءَ ته مهمان اکين تي، ڪير انهن جي اچڻ کان انڪار ڪندو، پر ڪراچي آهي خرچائو شهر هتي سڀ نوڪرين وارا گهر گهاٽ سوڙها ۽ ڪرائي جا گهر، نه اوطاق نه تڏو، پوءِ مڙئي رسم ڪي پورو ڪرڻ لاءِ چوندا ته ادا ڀلي ڪري آئين ۽ تيڏي اک سان مهمان جي سامان پيٽي ۽ ٿيلهي تي به نظر ڪندا ته اندازو لڳائي سگهجي ته مهمان قدردان ڪيترا ڏينهن خيما کوڙڻ چاهي ٿو؟ پر جي همراهه ڳالهه ڪئي ته هڪ ضروري ڪم سان اچڻ ٿيو آهي، بس سياڻي آفيس مان ٿيندو. سپرهاڻ وي تان حيدرآباد جي بس ۾ ويهبو، ته گهر وارا چوندا ته، يلا اهڙي تڪڙ به ڪهڙي آهي، پر هونءَ ته بسيون به سڄي رات هلن ٿيون.

ڪراچي جي دوستن جو اهو رايو آهي ته مهمان اهو سنو جيڪو

صبح جو نيرن پاڻي ڪري اڪيلو بنا ڪنهن مددگار جي پاڻ شهر ۾ ڪمي ڪاري گهمي ڦري. مانجهاندو به ٻاهر ڪري پوءِ جي پڇي سگهيس ته رات جي ماني به ٻاهر کائي اچي ۽ ڏهين ۽ ٻارنهين بجي رات جو ٿڪجي، ٽنجي ڦان ٿي اچي ڪري پوي. اهڙو مهمان ڪو خاص مهانگو نه آهي، هڪڙا وري پڻ ڀانگ مهمان چون، ادا صبح مردان جو ڏهه رپيا ته ڏجان، مون وٽ پئسا متيل نه آهن. خير اهو ته هو چگيرٽو مهمان، هڪڙا اهڙا مهمان يا ته اهي پهريون ڀيرو دفعو ٿا اچن يا ڪراچي جي رستن ۽ خوني رودن کان واقف نه آهن، اهي پاڻ سان ڊائري ۾ به چار شيون نوٽ ڪري ٿا اچن. مثال گانڌي گارڊن، منهوڙو، ڪياماڙي، ڪلفٽن، صدر، جهونا مارڪيٽ ۽ قائد اعظم جي مزار. پوءِ گهرواري ڪي يا دوست ڪي نوڪري تان موڪل نه ملي ڪيسي ۾ پائي پئسو نه هجي، ڪو ضروري ڪم هجي يا امتحان ڏيڻو هجي، پر مهمان جو ساٿ ضرور ڏيڻو پوندو.

مهمان نيرن پاڻي ڪري تيل ڦليل ڪري وارن کي ڦٽي ڏئي بوٽ اگهي سگهي همراهه تيار ٿي ويٺو هوندو، پوءِ صبح جا ست يا اٺ ڇو نه هجن ته به چوندو ته ڪلفٽن تي هلون. پوءِ ميزبان چوندس ته ڪلفٽن تي شام جو هلبو، اتي شام جو مزو ٿيندو آهي ته، مهمان دل ۾ چوندو ته نٽائي ٿو وري ٻيو سوال ڪندو ته ڪياماڙي تي هلون، گانڌي گارڊن ۽ منهوڙو ڏسون، پوءِ مهمان هفتو ڏيڍ رهي سڀ جڳهون گهمي پوءِ الله جي فضل سان پنهنجي ڀاڙي تي موٽي ڳوٺ پهچندو. ڪراچي جا دلچسپ احوال پنهجي مائٽن کي ڏيندو. وري انهن ڏينهن کان پوءِ ٻيو محترم ٻارين ٻچي اچي سلامي ٿيندو. ميزبان گهمائڻ جو سفر وري به ڪياماڙيءَ کان شروع ڪندو. هاڻي سائين ڏيو منهن، سچ پڇو ته هرويرو اسان جو اهو مقصد نه آهي ته اسين مهمانن مان تنگ آهيون، پر محمد فقير مسخرو هڪ هڪ سنو بيت پڙهندو هيو ته:

"اول ۾ الله ڀلو، ٻلي ۾ پلاءُ ڀلو."

هاڻي اهو اوهان تي آهي ته دل تي هٿ رکي نوڪري موڪل، پگهار ۽ گهري نظر ڪري فيصلو ڪريو ته اوهان لاءِ مهمان ڪهڙو ڀلو. پر ڀاءُ جي اوهان وٽ اڄڪلهه ڪو مهمان ترسيل هجي ته ان کي هي ڪالم ضرور پڙهائجو!

روزانه عوامي آواز- ٢ جولاءِ ١٩٩٧ع

# تحريرن ۽ تقريرن جا چاليهه سال

## مير نصرت ابڙو

اهو سال ١٩٤٩ع جو قصو آهي ته مان مدئجي جي گورنمينٽ پرائمري اسڪول ۾ چوٿون درجو سنڌي پڙهندو هوس. مون کي ٻال جتيءَ کان ئي ادب ۽ صحافت جو قدرتي زوق ۽ شوق هو. مان منجهند جي ماني کائي گهران تي ڪري بازار ۾ ڪاڪي حڪيم حجم جي سيرب ناهڻ جي دڪان تي ايندو هوس. انهن ڏينهن ۾ اجا سيلون جو رواج نه پيو هو. پر صندل تي ويهي وار ڪٽيا ويندا هئا. ان ڪاڪي حڪيم حجم جي دڪان تي روزانه "الوحيد" اخبار ڪراچي مان ايندي هئي. جنهن جي سري تي ڪجيءَ جو وڻ هوندو هو. مان ان اخبار جو ١٩٤٩ع ۾ به سچو مطالعو ڪندو هوس. انهن ڏينهن ۾ مان هڪ ڪهاڻي لکي "الوحيد" جي ٻالڪن جي ٻاري ۾ جيڪا ڇپي ان ڪهاڻيءَ جي ڪري مون کي جيڪا خوشي نصيب ٿي اهو بي انتها خوشيءَ هئي. پنهنجن ڪپڙن ۾ نه پئي ماپيس. اهڙي طرح سان منهنجي لکيل تحرير جو ڇپجڻ ١٩٤٩ع کان شروع ٿيو. مان جڏهن دڪان تي ويندو هوس ته مدئجي شهر جي ماڻهن کي منهنجو دڪان تي ويهڻ سنو نه لڳندو هو. پر مان پنهنجي زوق جي هٿان مجبور هوس.

ان کان پوءِ ١٩٥٨ع ۾ ايوب خان جو انقلاب آيو. ملڪ ۾ مارشل لا لڳي. انهن ڏينهن ۾ حيدرآباد مان هڪ رسالو "ڳوٺ سڌار" نڪرندو هو. جنهن ۾ مون هڪ مضمون "سهڻا ڏند" لکيو. جيڪو ڇپيو جيڪو اڄ ڏينهن تائين منهنجي "صحافت هائوس" ۾ موجود آهي.

ان ڳالهه ڪرڻ کان اڳ ۾ جو مون کي ادب ۽ صحافت جو ذوق

ڪيئن پيدا ٿيو. جو مان پنهنجي استاد محترم مرحوم علي مظفر شاهه عرف جمن شاهه جو ٿورائتو آهيان. جنهن منهنجي سرپرستي ڪئي. ادب ۽ صحافت جي واٽ ڏيکاري. هو پنهنجي وقت جو عالم، اديب، شاعر، تاريخدان ۽ اخبارن جو خاطو هو. سندس ڏيئي مان جيڪڏهن مان وٽ نه ٻاريان هان ته اڄ جيڪو مون کي مانُ مرتبو مليو آهي اهو نه ملي ها.

شهر مدئجي ۾ سائين جمن شاهه جي هڪ محمدي لائبريري هئي، جنهن جو مان ١٩٥١ع کان ١٩٥٤ع تائين انچارج هيس. ڪتاب ڇنڊي صاف ڪري اخبارن ۽ رسالن جي ترتيب ڏئي روزانو رکندو هوس. ان محمدي لائبريري ۾ سادا ٽي سو ڪن ڪتاب هئا. جيڪي مون ١٩٥٤ع ۾ پڙهي پورا ڪيا. اجا اسان جي شهر مدئجي ۾ لائيٽ ڪانه آئي هئي، شام جو ڪرسيون ڇنڊي رکندو هوس جتي شهر مدئجي جا ماڻهو اچي پڙهندا هئا.

محمدي لائبريريءَ ۾ هفتيوار سنڌي ادبي گڏجاڻي ٿيندي هئي. ان گڏجاڻيءَ ۾ ماستر وريل داس "ناز"، عبدالحڪيم شاهه "مفڪر" ۽ ڪاڪو محمد اسماعيل لوهر ۽ ان کان علاوه شهر مدئجيءَ جا ٻيا شاعر ۽ اديب به ڪنا ٿيندا هئا. ان سڀي ڊانچي جو سرپرست ۽ مهندار سائين جمن شاهه هوندو هو.

هڪ دفعي ١٩٥٤ع ۾ مان ان ادبي محفل ۾ هڪ شعر پڙهيو، سائين جمن شاهه پوءِ منهنجو شعر ڏسي مون کي چيو ته، پٽ تون شاعريءَ کي ڇڏي ڏي، تون پاڻ کي نثرنويس جي طور محنت ڪر. ان کانپوءِ ٻي ادبي گڏجاڻي ۾ مان هڪ ڪهاڻي پڙهي جنهن جو عنوان هو "ڏيئي جي اوٽ" اها ڪهاڻي اڄ به مون کي لفظ به لفظ ياد آهي. اهي ها چند اسباب جنهن جي ڪري مون کي پرائمري اسڪول کان استادن جي رهنمائي ملي ۽ مان ١٩٤٩ع کان ڇپيل تحريرن جو آغاز ڪيو.

مدئجي ۾ انگريزي ٣ درجا تعليم هوندي هئي. مان ١٩٥٤ع کان ١٩٥٨ع تائين گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ تعليم حاصل ڪئي. انهن ڏينهن ۾ اسان جو هيڊ ماسٽر سنڌ جو اديب ۽ دانشور استاد واحد بخش شيخ هوندو هو. جڪو اسان کي ميٽرڪ ۾ پوئٽري پڙهائيندو هو.

١٩٥٩ع ۾ مان لاڙڪاڻي جي ڊگري ڪاليج ۾ داخلا ورتي تن

ڏينهن ۾ هاٿوڪي ڊگري ڪاليج ڪانہ هوندي هئي. ڪاليج جا ڪلاس گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ شام جي ٽائيم تي ٿيندا هئا. استاد عبدالڪريم سنديلو اسان کي سنڌي پڙهائيندو هو. مان سندس ڇهيتو ۽ پيارو شاگرد هيس.

١٩٥٩ع ۾ جڏهن مان فرسٽ ايئر ڏني تہ منهنجي رزلٽ، سرٽيفڪيٽ جي گهٽ هجڻ جي ڪري وٿ هيلڊ ٿي هئي، ان ڪري مان ١٩٥٩ع ۾ زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو حيدرآباد شهر ۾ آيس، اولڊ ڪيمپس يونيورسٽي مان رزلٽ معلوم ڪري پوءِ شهر ۾ عبرت اخبار جي آفيس جي جاچ ڪيم، ڳاڌي کاتي ۾ مون کي عبرت اخبار جي معلومات ملي، مان انهن ڏينهن ۾ وقت جي ايڊيٽر کي هڪ مضمون ڇپڻ لاءِ ڏنو. جنهن مضمون عبرت ۾ شايع ڪيو، پوءِ ١٩٥٩ع کان ١٩٩٨ع تائين مون کي ٤٠ سال ٿيا آهن، جو مان ”عبرت“ ۾ لکان پيو. سون جي تعداد ۾ ڪالم، ڪهاڻيون، مضمون ۽ مقالا ”عبرت“ اخبار ۾ لکيا آهن، جيڪا اخبار جي عزت بہ آهي تہ منهنجي عزت بہ، ڇاڪاڻ تہ عبرت اخبار لاءِ عام مشهور آهي تہ سنڌي ٻوليءَ جي اخبار جنگ آهي. عبرت اخبار سنڌ جي وڏي خدمت ڪئي آهي. ان کان پوءِ سنڌ ۾ ٻيون بہ اخبارون نڪتيون آهن جيڪي سنڌ جي خدمت ڪن ٿيون.

شهر حيدرآباد مان تہ ”عبرت اخبار“ نڪري ٿي، پر حيدرآباد شهر مان روزانہ ”خادم وطن“ ”روزانہ مهراڻ“ ۽ روزانہ ”هلال پاڪستان“ بہ نڪرنديون آهن، مان انهن اخبارن ۾ بہ لکيو، پر سڀ کان وڌيڪ مون ”عبرت“ اخبار ۾ لکيو.

١٩٧٧ع ۾ جڏهن مان خيرپور ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر انفرميشن هيس تڏهن صحافين پاڳاري جي لائبريري جي انچارج ثناء الله راڄڙ کي مون سان ڇاٽي واٽي جهيڙو ڪرايو، ان کان پوءِ روزانو ”مهراڻ“ اخبار ۾ منهنجي مٿان هڪ ايڊيٽوريل لکيو. عنوان هو: ”ابڙي جا افعال“ ثناءَ الله راڄڙ اڄڪلهہ انفرميشن آفيسر آهي. وڏو ڄاڻو عالم ۽ اديب آهي، ڪيس وار برابر بہ وڏائي نہ آهي. علم واري جي لاءِ سندس دل ۾ ڪافي عزت هوندي آهي.

١٩٦٢ع ۾ مان سنڌ يونيورسٽي مان بي- اي پاس ڪري ڪراچي

يونيورسٽيءَ ۾ اعليٰ تعليم جي لاءِ آيس، پهريائين مان ايم- اي انٽرنيشنل رليشن ۾ داخلا ورتي، سنڌ جو جو سابق وزير اعليٰ سيد مظفر حسين شاهه ايم- اي پڙهي پوري ڪئي ته مان داخلا ورتي. ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ بئي ميجيل مقرر هئاسين. شاهه صاحب انگريزيءَ ۾ تقرير ڪندو هو ۽ مان سنڌيءَ ۾ تقرير ڪندو هوس. انهن ڏينهن ۾ ڪراچي يونيورسٽي ۾ سنڌي ادبي سنگت هوندي هئي. مان ان جو جنرل سيڪريٽري هوندو هوس. ”سنڌي شام“ جي نالي سان هڪ رسالو ڪڍندا هئاسين، مان ان جو ايڊيٽر هوس، بعد ۾ مان صحافت ۾ ايم- اي ڪرڻ جي داخلا ورتي، ڪلاس ۾ ڪل پنجاهه شاگرد هئاسين. ٢٠ ڇوڪريون ۽ ٣٠ ڇوڪرا. مان اڪيلو سنڌي ڳالهائڻ وارو شاگرد هوس، جيڪو لاڙڪاڻي مان آيو هوس.

مان ١٩٦٨ع ۾ صحافت ۾ ايم- اي پاس ڪئي، منهنجي استاد محترم پروفيسر ساجد ذڪريا جو چوڻ آهي ته مان سنڌ جو پهريون شاگرد آهيان، جو اڄ کان ٣٢ سال اڳ ١٩٦٨ع ۾ صحافت ۾ ايم- اي جو امتحان پاس ڪيو. هلندي هلندي اها به ڳالهه ٻڌائيندو هلان ته، اسان جي ڪلاس ۾ جيڪي ڇوڪريون هيون، انهن سڀني ڇوڪرين ۾ هڪ وري حَسين ڇوڪري هئي، دل سٽ ڏيندي هئي ته ان سان ڳالهائجي ڪا پيار محبت جي ڳالهه ڪجي، پر ڇوڪريءَ جو پروگرام هو ته جيئن ئي رَسيس جو گهنڊ وڄندو هو ته ڪلاس ۾ ئي ويهي سيپارو پڙهڻ شروع ڪندي هئي. خدا ڄاڻي ته ٻن سالن جي دؤران هن قرآن جا ڪيترا ختم ڪڍيا پر مان ته ساڻس پيار جي بسم الله پڙهي به نه سگهيس.

انهن ڏينهن ۾ اسان کي ڪراچي يونيورسٽي ۾ سنڌي ٻولي ۾ جوابن لکڻ جي اجازت نه هوندي هئي، تنهنجي ڪري منهنجا امتحان انگريزي ۽ اردو ۾ ٿيا جڏهن مان ١٩٦٨ع ۾ ايم- اي جرنلزم فائينل جو امتحان پي ڏنو ته پروفيسر ساجد ذڪريا مون کي اردو ۾ لکڻ جي دعوت ڏني جيڪو مان انگريزيءَ جي مقابلي ۾ اردو ۾ سنو لکندو هوس.

١٩٦٦ع ۾ سڀ کان پهريائين مان روزانه ”جنگ“ ۾ ”وحدانيت اور روحانيت کي آواز“ تي مضمون لکيو، جيڪو شاهه ڀٽائيءَ جي عرس جي موقعي تي لکيو ويو. ١٩٦٨ع ۾ ”سندهي صحافت کي تاريخ“ تي مون

هڪ مقالو روزانه "جنگ" ۾ لکيو، جيڪو منهنجي ايم- اي فائينل ۾ ريسرچ رپورٽ جو عنوان هو. مان ان سلسلي ۾ سنڌ جي ٥٠ ڪان مٿي سينيئر صحافين جا انٽرويوز به ڪيا.

هڪ ڪالم نگار جي حيثيت سان مان ١٩٧٠ع ۾ سکر جي روزانه "انقلاب" ۾ هڪ ڪالم لکيو. جنهن جو عنوان "ديس پرديس" ١٩٧٠ع کان ١٩٧٣ع تائين اهو ڪالم برابر ڇپبو رهيو، اڄ جي ڏينهن ڇپبو هو. انهن ڪالمن ۾ منهنجو هڪ ڪالم "چوپڙي پاس گريجوئيٽ" ڏاڍو مشهور ٿيو. مان ان ڪالم جو نالو "ديس پرديس" به ان لاءِ لکيو ته پير علي محمد راشدي روزانه جنگ ۾ "مشرق و مغرب" لکندو هو. مان ڪالم جو نالو به "ديس پرديس" رکيو. ١٩٧٠ع کان ١٩٧٣ع تائين هفتيوا ڪالم منهنجي "صحافت هائوس" ۾ چڱي طرح سان محفوظ آهن.

پير علي محمد راشدي ١٩٧٠ع کان ١٩٧٤ع تائين "مشرق مغرب" ڪالم لکيو، جيڪو مان ڪٽي ڪري جنگ اخبار ۾ ڏئي ايندو هوس ۽ اتان جيڪا چيڪ ملندي هئي، اها به سائين کي آٽي ڏيندو هوس. ان ڏينهن ۾ پير علي محمد شاهه راشدي پاڪستان جو هائلي پيڊ ڪالم نگار هو. سندس لکيل ڪالم "مشرق و مغرب" ٻن جلدن ۾ محفوظ منهنجي صحافت هائوس ۾ موجود آهي.

١٩٧٠ع ۾ مون کي استاد ساجد ذڪريا روزانه "حريت" اخبار ۾ وٺي ويو ۽ ايڊيٽر فرهاد زيدي کي چيائين ته هن نوجوان کي لکڻ جو موقعو ڏيو، پوءِ مان ١٩٧٠ع ۽ ١٩٧١ع ۾ سنڌ متعلق هفتيوار مضمون لکيا، هڪ مضمون جي مون کي ٣٠ روپيا مزدوري ملندي هئي، جيڪا اڄڪلهه جي مقابلي ۾ تمام وڏيڪ هئي.

هڪ دفعي مان لکندي لکندي پنهنجو نالو نصرت حسين ابڙو مان ڦيرائي "نصرت حسين نصرت" لکيو. ٻي ڏينهن تي مون کي فرهاد زيدي صلاح ڏني ته، "ڀائي ابڙا صاحب نصرت حسين نصرت کي وجه سي آپ گم هو جائين گي." تنهنجي ڪري پنهنجو نالونصرت حسين ابڙو لک.

مان روزانه "حريت" ۾ ١٩٧١ع جو سڄو سال "سنڌي اردو بول چال" به لکي ۽ ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ تان "سنڌي اردو بول چال" جو سبق به پڙهايو.

١٩٧٠ع واري سال مون ”اخبارِ جهان“ ۾ بہ لکڻ شروع ڪيو. جيڪو ١٩٧٠ع کان ١٩٧٤ع تائين هليو، مون کي مضمون جي فيس ١٠٠ روپيا ملندي هئي. روزانہ جنگ ۽ هفتيوار ”اخبار جهان، ۾ جيڪي مضمون شايع ٿيندا هئا، اهي لنڊن جي انٽرنيشنل جنگ لنڊن ۾ ٻيهر ڇپبا هئا.

هڪ دفعي جو واقعو آهي تہ، ميررسول بخش ٽالپر سنڌ جو گورنر لنڊن ۾ زير علاج هو، منهنجو هڪ ڏينهن انٽرنيشنل جنگ ۾ مولانا دين محمد وفائي تي مضمون ڇپيو. گورنر صاحب پڙهي ڪري ڏاڍو خوش ٿيو ۽ لنڊن ۾ جنگ وارن کي فون ڪري ٻڌايائين تہ مان سنڌ جو گورنر آهيان، نصرت حسين ابڙي کي مون ڏانهن موڪليو. هنن گورنر صاحب کان هڪ ڏينهن جي مهلت ورتي ۽ مختلف ايم بيسيز ۾ فون ڪري معلومات حاصل ڪئي، پر مان انهن کي اتي نہ مليس، ٻي ڏينهن تي گورنر سنڌ کي اطلاع ڏنائون تہ نصرت ابڙو اسان جو ريگيولر رائيٽر آهي، پر ڪراچي ۾ رهندو آهي. هتي ڪڏهن بہ نہ آيو آهي. گورنر صاحب مون کي لاڳيتو لنڊن ۾ پڙهندو رهيو. جڏهن ڪراچي ايئرپورٽ تي پهتو تہ علي نواز وفائي کي چيائين تہ، نصرت حسين ابڙي کي مون ڏانهن وٺي اچ. منهنجو لنڊن جو يار آهي. پر مان پڇاڙيءَ تائين بہ گورنر صاحب سان ملڻ نہ ويس.

١٩٧٠ع کان اڳ ۾ ڪراچي مان ڪابہ روزانہ اخبار نہ نڪرندي هئي. تنهن جي ڪري ڪراچي شهر ۾ رهندڙ شاعرن، اديبن ۽ محققن جو ڳاهٽ هوندو هو. هفتيوار ”آزاد“ تي پروفيسر بدرالدين اڃڻ، ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ اڃا پي- ايڇ- ڊي ڪندو هو ۽ اسان سڀ گڏجي هفتيوار آزاد ۾ لکندا هئاسين. ١٩٦٦ع کان ١٩٧٦ع تائين ١٠ سال مان لاڳيتو هفتيوار ”آزاد“ ۾ سون جي تعداد ۾ مضمون لکيا.

هفتيوار آزاد جا فائيل ۽ پنهجن مضمونن جا فائيل منهنجي ”صحافت هائوس“ ۾ موجود آهن.

١٩٧٠ع ڌاري ڪراچي مان روزانہ ”هلال پاڪستان“ نڪتي، پير حسام الدين شاهہ راشديءَ جي لائبريريءَ ۾ سراج ميمڻ سان ملاقات ٿي، سراج ميمڻ جي اتي وڃڻ کان پوءِ سائين حسام الدين شاهہ مون کي حڪم ڪيو تہ، روزانہ ”هلال پاڪستان“ ۾ لک. ماز هڪ مضمون

بعنوان "ڪراچي ۾ صحافت جي تاريخ" تي لکي سراج صاحب کي هلال پاڪستان ۾ ڏنو جيڪو ايڊيشن ۾ شايع ٿيو.

١٩٧٠ع جو زمانو هو ته، لاهور شهر مان احمد نديم قاسمي ڪراچيءَ جي روزانه جنگ ۾ "لاهور لاهور هي!" جي عنوان سان هڪ هفتيوار ڪالم لکندو هو، ان اسٽائيل تي مان روزانه عبرت ۾ "ڪراچي ڪراچي آهي!" جي زير عنوان ٻه ٦ مهينا ڪن ڪالم لکيو.

مان سکر شهر ۾ ١٩٨٦ع کان ١٩٩٥ع تائين ڊائريڪٽر انفرميشن تي گذريو آهيان. ١٩٨٧ع جي ڳالهه آهي ته هڪ ادبي تقريب ۾ شيخ اياز ۽ مان هڪ صوفي تي ويٺا هئاسين، مان شيخ اياز کان پڇيو ته، سائين توهان مونکي سڃاڻو ٿا؟ شيخ اياز وڏي مون کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڪيو ۽ چيائين ته ها مان اوهان کي سڃاڻان ٿو، توهان نصرت حسين ابڙا آهيو ۽ اوهان اردو ۾ تمام گهڻو لکيو آهي.

١٩٨٢ع ۾ مان ڪراچي جي روزانه "هلال پاڪستان" ۾ ٨٢ ۽ ٨٣ ٻه سال "روشنين جو شهر ڪراچي" جي عنوان تحت ڪالم لکيو. جيڪو ١٩٨٤ع ۾ وري مان ڪتابي صورت ۾ شايع ڪيو، پريس ڪلب ڪراچي ۾ ان ڪتاب جي مهورت ٿي، سائين علي احمد بروهي صاحب ان جي صدارت ڪئي ۽ ٢٠ کن اديبن ان تي ڳالهايو.

١٩٨٤ع ڌاري صدر ۾ هڪ اخبار وڪڻندڙ دوست عثمان بنگالي مون کي پويان سڏ ڪيو ۽ چيائين ته مون کي آمريڪن ايمبيسي مان آرڊر مليو آهي ته، "روشنين جو شهر ڪراچي" ڪتاب جون ٻه سو ڪاپيون کپن جو .U.S.A جي لائبررِيز ۾ موڪلڻيون آهن.

مان چيم ته ڪتاب سنڌي ۾ آهي ۽ انگريزن کي اهو ڪتاب ڇو کپي. پنج ڇهه مهينا گذريا. پير علي محمد شاهه راشدي جي گهرواري بيگم ممتاز راشديءَ سان ملاقات ٿي. هن ٻڌايو ته مان ڪراچي جو انٽرنيشنل رسالو "هرالڊ" ۾ توهان جي ڪتاب تي بڪ رويو لکيو آهي. عنوان آهي (A Cultural History of Karachi) اها ڳالهه ٻڌي مون کي پڪ ٿي ته، .U.S.A جي لائبررِيز ۾ منهنجو ڪتاب ڇو گهرايو ويو آهي.

وري ١٩٨٥ع ۾ مان روزانه "هلال پاڪستان" ۾ ڪالم لکيو. جنهن

جو عنوان هو ”روح رهاڻ“ جيڪو ٢٥ قسطون ڇپيو ۽ بند ٿيو.

• سال ١٩٩٥ع ۾ روزانه عبرت جي هفتيوار رسالي ”سنڌو“ ۾ ”نصرت ابڙي جي محفل“ ڪالم لکيو، جيڪو سال پر هليو، سيني رسالن جا پڪا جلد منهنجي ”صحافت هائوس“ ۾ موجود آهن.

وري ١٩٩٧ع ۾ روزانه ”عوامي آواز“ ۾ مون هڪ ڪالم لکيو، جنهن جو عنوان هو ”ڳالهه آ زماني جي“.

جيتري قدر اردو تحريرن جو سوال آهي ته مان روزانه ”جنگ“، روزانه ”امن“، روزانه ”مشرق“، روزانه ”حريت“ ۽ روزانه ”نوائي وقت“ ۾ سنڌ جي متعلق مضمون ۽ مقالا لکندو آهيان ۽ خدمت جو سلسلو اڄان به جاري آهي.

تحريرن جو ذڪر ته مختصر ڪيوس مگر تقريرن جي لاءِ وري به پنتي موٽڻو پوندو. اڄ کان ٺيڪ ٤٨ سال اڳ ۾ يعني ١٩٥١ع ۾ مان مدئجي ۾ مان پهريون درجو انگريزي پڙهندو هوس استادن تقريرن جو مقابلو ڪرايو مان ان مقابلي ۾ سنڌي تقرير ڪئي جنهن تي سائين جمن شاهه مون کي آنن جي ڪاپي انعام ۾ ڏني اهو ئي عرصو آهي جو ٤٨ سالن تائين مان اسٽيج تي حاضر ٿيندو رهيس ١٩٩٢ع ۾ سکر ۾ مون سان شام ملهائي وئي ان موقعي تي ميڊم مهتاب اڪبر راشدي صدارت ڪئي ڪل ٢٨ ماڻهن ڳالهايو ان موقعي تي تقرير ڪندي ادل سومري چيو ته ابڙي صاحب وٽ ٻيجن جون پريون ۽ اجرڪن جا انبار آهن واقعي مون وٽ به هڪ الماري خاص طور سان اجرڪن ۽ ٻيجن جي لاءِ ۽ ادبي ايوارڊن جي لاءِ مخصوص ٿيل آهي.

جنهن زماني ۾ غلام مصطفيٰ خان جتوئي سنڌ جو چيف منسٽر هو، انهن ڏينهن ۾ ڪراچي يونيورسٽي ۾ يوم حسين جي تقريب ٿي، ٦ هزار کان مٿي ماڻهو هئا، اردو وارا جڏهن به ڪنهن ماڻهو کي سڏيندا آهن ته چوندا آهن، ”تہ نصرت حسين صاحب سي گذارش هي ڪہ وه اپني خيالات ڪا اظهار ڪري.“ سنڌي تقريب ۾ سڏ ٿيندو آهي. ابڙي صاحب کي گذارش آهي ته، پنهنجي خيالن جو اظهار ڪري. ان موقعي تي مون کي سڏ ٿيو، منهنجي تقرير جو عنوان هو ”شاهه ڀٽائي کي ڪلام ۾ غم حسين“ مان پنهنجي تقرير ۾ شاهه ڀٽائي جي سر ڪيڏاري جا شعر

پڙهيا، تنهن ۾ ڏاڍي مقبوليت ني. مان جڏهن هيٺ لٿس ته غلام مصطفيٰ خان مون کي سڏ ڪيو، پاڪر پائيندي پيار ڪندي مون کي چيائين ته، "آپ تو بهت اچي سندهي جانتي هين." مون کيس جواب ڏنو ته، "سائين مان آهيان ئي سنڌي." ان وري اهو ٻڌي ڪري مون سان ٻيهر ٻه ڀاڪر پاتو ۽ وڏي عزت ڪئي.

مون کي پنهنجي هن مقالي ۾ تحرير ۽ تقرير جا چاليهه سال جيڪي ڦاڙها ماريا آهن ان جو ذڪر ڪيو آهي، پر مان پاڻ تي واجب ٿو سمجهان ته قاضي اسد عابد جو شڪريو ادا ڪيان جو هن منهنجي چاليهه سالا ادب ۽ صحافت جي خدمتن جي عيوض مون کي سنڌي ۾ "مير صحافت" جو خطاب ڏنو آهي، جي مان انهيءَ لائق آهيان يا نه! منهنجون خدمتون اوهان جي آڏو آهن.

جيتري قدر ڪهاڻي لکڻ جو سوال آهي، ته مون کي ١٩٧١ع ۾ هفتيوار اخبار "اخبار جهان" جي ايڊيٽر نثار زبيريءَ چيو ته مان توهان کي اگهو پوءِ اردو ۾ هڪ ڪهاڻي لکي ٿو ڏيان. جيڪا اخبار جهان ۾ ١٩٧١ع ۾ شايع ٿي، ان کان بعد مان ٣٥ کن ڪهاڻيون اردو ۽ سنڌي ۾ لکيون آهن، جنهن جو مستقل عنوان آهي، "ڪهاڻي ۾ ڪهاڻي" اميد ته ١٥ ٻيون ٻه ڪهاڻيون لکي پوءِ ان کي ڪتابي صورت ۾ ڇپرائبو.

ادب ۽ صحافت جي دنيا بيحد وسيع آهي، سنڌ جو ماڻهو جيڪو سنڌ ۾ رهي ٿو يا سنڌ کان ٻاهر رهي ٿو، ان ماڻهو تي سنڌ ڌرتيءَ جو قرض آهي ته هو پنهنجي ڌرتيءَ جي شناسائي ڪري انگريزي ۾ لکي، اردو ۾ لکي، سنڌي ۾ لکي، فارسي ۾ لکي يا عربي ۾ لکي، مقصد آهي ته پنهنجي سنڌ کي اجاگر ڪري پنهنجو قرض لاهي.

آخر ۾ مان سنڌ جي نوجوانن کي اپيل ڪندس ته هو ادب ۽ صحافت ۾ تحقيق جو ڪم ڪن، اسان کي جيڪو ڪم ڪرڻو هو، اهو ڪ ٻوسين ۽ ڪيون پيا. اچو ته گڏجي پنهنجي سنڌ سنواريون، سينگاريون ۽ دشمن کي سنڌ متعلق معلومات پهچايون.

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جيِ دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن ڪي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن ڪي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ ڪي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ ڪي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي تي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجھہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم - گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چِوَ، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪُي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)